

# بحرالعشق

رسالو

حضرت سيد ركيل شاهہ صوفي القادري

علم در حق در علم صوفی گم شود
این سخن کئے باوریے مردم شود

# بحر العشق

رسالو سيد رکيل شاھ صوفي القادري

سھيڙيندڙ

فتح چند کنيا لعل کارڙا

سھيڙيندڙ

فتح چند کنيا لعل کارڙا

ڇپائيندڙ
فتح چند کنيا لعل کارڙا
ايڊوڪيٽ سياش چندر فتح چند کارڙا
سنجئہ کمار فتح چند کارڙا
ڊاڪٽر اجيت کمار فتح چند کارڙا
ڪرتار کارڙا فتح چند کارڙا

ڇاپو پهريون: (حصو پهريون) 1923ع محمد علي آفندي مئجسٽريٽ
ڇاپو ٻيون: (حصو ٻيون) 1952ع ۽ فقير پير بخش.
ڇاپو ٽيون: (ٻہ حصا گڏ) 1968ع سيٺ هرگن داس ولد ڪندو مل پارواڻي
ڇاپو چوٿون: فيبروري 1995ع فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا
ڇاپو پنجون: مارچ 2001ع فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا
ڇاپو ڇهون: مارچ 2005ع فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا
ڇاپو ستون: مارچ 2008ع فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي فون 2737290

قيمت 250 رپيا

ملڻ جو هنڌ
فتح چند ڪنيا لعل
فتح ڪلاٿ هائوس
ڪلاٿ مارڪيٽ، جيڪب آباد
فون 0722-652455
موبائل: 0333-7338188

# فهرست

# الله

اسم اعظم شریف اشهد ان لااله الا
اللهوحده لاشریک له حبل شانه
جل "جلاله۔ رب العلمین الرحمان الرحیم
یاقہار، یاغفار – یاستار۔ انوار
یاحي۔ یاقیوم



جنابُ حضرت سيد ركيل شاه صوفي القادري
جنم: ١٢٦٢ھ وصال: ١٣٥٩ھ



جناب حضرت سيد چيزل شاه (عزيز شاه) صوفي القادري

جنم: ١٣٣٢ﻫ وصال: ١٤٠٤ﻫ



جناب حضرت سید صادق علي شاہ صوفي القادري

سجادہ نشین درگاہ فتحپور شریف




جناب حضرت سید صادق علی شاہ صوفی القادری

جناب حضرت سید رکیل شاہ صوفی القادری

جناب حضرت سید چیزل شاہ (عزیز شاہ) صوفی القادری

# مهاڳ (چوٿون ڇاپو)

سجاد نشين درگاه فتح پور شريف سائين صادق علي شاه صاحب جن جي حڪم موجب 1987ع ۾ جڏهن پهريون پيرو مرشد سائين چيزل شاهؒ صاحب جن جي ڪلام جو مجموعو "بحرالعميق" هن ناچيز ڇپرايو هو تڏهن رسالي کي ڏسي سائين جن مون کي حڪم ڪرڻ فرمايو تہ مرشد پاڪ روضي ڌڻي سائين رڪيل شاهہ رح جن جو رسالو "بحرالعشق" بہ ڇپراءِ, جيڪو ڪافي عرصي کان دستياب ڪونهي. مون ناچيز دنيوي ڪم ڪار ۾ مصروف ماڻهو لاءِ هي وڏو حڪم هو. چو تہ تصوف جي اٿاهہ ساگر کي ٻيهر ڇپرائڻ لاءِ جڏهن حڪم مليو تہ دل ڏاڍي سرهي ٿي جو هن ٻانهي کي وڏو اعزاز بخشيو ويو. پر پاڻ کي مادي ڪمن ۾ گهڻو مصروف محسوس ڪندي سوچڻ لڳس تہ ايئن نہ ٿئي جو حڪم جي بجا آوري نہ ڪري سگهان. پر توڪل جو ترهو ۽ ڪامل مرشد جي نظر و ڪرم جي آسري تي ڪم جي شروعات ڪيم ۽ سچ پچ منهنجي لاءِ هي پهاڙ جيڏو ڪم سولو ٿيندو ويو.

هن کان اڳ "بحرالعشق" جا ٽي ايڊيشن منظر عام تي اچي چڪا آهن. هن ڇاپي کي نئين سر ترتيب ڏيڻ لاءِ سائين مرشد چيزل شاه رح جن جون ڪوششون قابل ستائش آهن.

سائين چيزل شاه رح "بحرالعشق" جي سڄي ڪلام کي نئين سر چنڊي ڇاڻي ترتيب سان سُروار ڪرڻ ۾ وڏي اڻ ٿڪ ڪوشش ڪئي، سائين جن فقير حسين بخش گوپانگ کي سڄيون سڄيون راتيون ڪلام کي سنوارڻ لاءِ پاڻ وٽ ويهاريندا هئا. سائين جن پڙهائيندا ويندا هئا ۽ فقير لکندو ويندو هو. سلسلہ

دست بيعت ٻہ سائين چيزل شاھہ رح جن پاڻ سينگاري نمرايو هو. سائين رکيل شاھہ رح جي حياتي جي احوال کي نئين سر ترتيب ڏيڻ ۾ منهنجي مدد ماستر نواب علي زيب سومرو مرحوم ڪئي.

"بحرالعميق" جو هي چوٿون ايڊيشن آهي. هن کان اڳ رسالو ٻن حصن ۾ پهريون حصو 1923ع ۽ ٻيو حصو 1952ع محمد علي آفندي مئجسٽريٽ ۽ فقير پير بخش رتي ديري وارن ڇپرايو هو ان بعد ٽيون ايڊيشن 21- فيبروري 1968ع ۾ سيٺ هرگن داس ولد ڪندو مل پارواڻي ميرپور خاص واري ڪاڪي نتر مل جي زير سرپرستي ۾ هڪ هزار ڪاپيون ڇپرايون.

هن ڇاپي جي اهم خوبي اها آهي تہ رسالي جي سُرن جي ترتيب ۽ حالات زندگي کي نئين انداز سان پيش ڪيو ويو آهي.

ناچيز کي درگاھہ فتح پور شريف سان عقيدت ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ ملي آهي. هونءَ تہ منهنجا ابا ڏاڏا ڀڳتي مارڳ جي رستي تي هلندڙ هئا جيڪو پڻ تصوف جو رستو آهي. منهنجو ڏاڏو سائين بابو دانومل پاڻ تصوف ۽ ويدانت جي رمزن جو وڏو رازدان هو. انهيءَ جي عقيدت سائين رکيل شاہ سان 1940ع ڌاري سيٺ مني مل جي ذريعي ٿي جن جي اولاد سان اڄ ٻہ اسان جا انهيءَ پراڻي ناتي سان برادرانہ ناتا آهن. ڏاڏي سائين آخر ڏينهن ۾ اسان کي حڪم ڏنو تہ درگاہ فتح پور شريف جو پيرو نہ ڇڏجو بابا سائين جنوري 1977ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. لاڏاڻي کان ٻہ چار ڏينهن اڳ چيائون تہ جيستائين منهنجو مرشد سائين چيزل شاہ رح مون کي ديدار نہ ڏيندا تيستائين آئون هي جهان نہ ڇڏيندس ۽ ٿيو ٻہ ائين. سندس لاڏاڻي کان هڪ ڏينهن اڳ مرشد مهر ڪري اسان جي دروازي کمي آيا ۽ بابا سان منهن ملاقات ٿيا ۽ بابا پنهنجي گهرياتين جي سائين جن کي پارت ڪئي ۽ ٻئي ڏينهن بابا پنهنجا پساھہ پورا ڪري سدائين لاءِ سچي دنيا ڏانهن راهي ٿي ويا. منهنجو والد ڪنيا لعل ۽ مان اڄ سوڌو درگاہ سان ساڳي عقيدت رکون ٿا ۽ مرشد ۾ اميد آهي تہ اسان ۽ اسان جي اولاد لاءِ دعاگو

رهندا ته انهيءَ درجا سدائين معتقد رهون.

هن ايڊيشن جي پروف ريڊنگ ۾ مون کي پنهنجي وڏي فرزند سُياش چندر گهٽو هٿ ونڊرايو آهي. ناچيز هن ڇاپي ۾ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي آهي ته جيئن ڇپائي جون غلطيون نه هجن. تنهن هوندي به جيڪڏهن پڙهندڙن کي ڪتي ڪي غلطيون نظر اچن ته مهرباني ڪري ان جو اطلاع ڪرڻ فرمائين ته جيئن ايندڙ ايڊيشن ۾ انهن غلطين کي درست ڪري لکجي.

## فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا

## مهاڳ (پنجون ڇاپو)

ڪتاب بحر العشق جو پنجون ايڊيشن اوهان جي هٿن تائين پهچائڻ لاءِ جيڪڏهن آئون ائين چوان ته سندن هي هڪ ڪرامت آهي ته هي منهنجي خيال ۾ وڌاءُ ڪونه ٿيندو، ڇو ته هن خود پرستيءَ ۽ مايا جي موهت واري ماحول ۾ مرشد جو ڪلام باربار ڇپجي پڙهيو وڃي جيڪڏهن سائين جن جي ڪرامت نه آهي ته پڪ سان سندن ڪارنامو ضرور آهي ۽ منهنجي لاءِ سعادت پڻ.

ايترا ايڊيشن اچڻ جي باوجود مونکي تعجب ٿو لڳي ته سنڌي ٻولي جا ڄاڻيندڙ، ادب ۽ ساهت جا سينگاريندڙ ۽ صوفيانه سوچ رکندڙ ودوان (ڏاها) الائي ڇو ايڏي وڏي ساهت جي شاهڪار جي تحقيق ۽ ترويج لاءِ ڪو لاڀائتو ۽ ڀڳڻ جهڙو ڪردار ادا ڪري نه سگهيا آهن. تصوف جي واٽ اسان جي سنڌ لاءِ نجات جي واٽ آهي، ان تي وڌ کان وڌ تحقيق ۽ پرچار جي ضرورت آهي. اميد آهي ته هن اهم ڪارائتي ۽ صوفياڻي پنڌ تي قلم کڻي، هن فڪر ۽ پيغام کي عوام تائين پهچائيندا. ته آئون سمجهندس ته منهنجي هي ننڍڙي ڪوشش ماڻهن کي لاڀ پهچائڻ جو ذريعو ثابت ٿي آهي.

منهنجي خواهش آهي ته سدائين هن روحانيت جو درس ڏيندڙ درجي خدمت ڪندو رهان ۽ سندن فڪر ۽ پيغام کي ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ پاڻ ۽ پنهنجي اولاد سميت پتوڙيندو رهان.

فتح چند ڪارڙا

ڀرين مارچ 2001ع

## مهاڳ (موجوده ڇهون ڇاپو)

جيئن تہ مرشد جي نظر ڪرم ۽ اوهان پڙهندڙ جي ساٿ سان سائين مالڪ حضرت رکيل شاهہ ؒ صوفي القادري جي ڪلام جو هي ڇهون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

هن ڇاپي کي نئين ڍنگ ۽ ڪوشش ڪري غلطين کان پاڪ ڪيو ويو آهي ۽ اميد تہ مرشد جي در تي قبول پوندو. ۽ ان جي دعائن سان بار بار خدمت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندس.

**فتح چند ڪارڙا**
پهرين مارچ 2005ع

# ڪي سالڪ سُڏ لهن

شاهه لطيف کان وٺي اڄ تائين جي ساري ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ انداز بيان جون ڪئي هڪجهڙايون موجود آهن پر ان جو اهو مقصد به ناهي ته ان دورجي انفراديت جي سڃاڻ نٿي ڪري سگهجي. ڳالهه اها آهي ته ساڳي ئي دور جا شاعر ڪيترين ئي صوفيانه رمزن، فن ۽ ادائگي جي هڪ جهڙائين جي باوجود به، ٻولي ۽ مڪاني مسئلن جي سرحدن تي هڪ ٻئي کان ڌار ڌار ۽ بلڪ منفرد نظر اچن ٿا. سائين رکيل شاهه به اهڙن ئي صوفي شاعرن جي سٽ جو هڪ ساتاري آهي، جن پنهنجي عشق جي علم سان واديءَ گنداواهه بلوچستان ۾ اهڙي ته نورجي پالوت ڪئي جو خشڪ ۽ بيابان زمين ڪستورين ۽ خوبصورتين جي آماجگاهه بڻجي پئي هن ڪتاب "بحر العشق" ۾ اهڙ ي ئي وستار ٿيل آهي، عشق جي محبت جي ۽ قرب جي.

انساني جذبن ۽ احساسن جي ترجماني جڏهن پنهنجي مڪاني ٻولي جي سهل الفاظن ۾ ڪئي وڃي تڏهن ته ان ڪلام جي ادبي افاديت پاڻ وڌي وڃي ٿي ۽ اهائي سائين رکيل شاهه جي شاعري جي وڏي ۽ اهم خوبي آهي.

هن ڪتاب جو هي ڇهون ايڊيشن آهي جيڪا چاهت ۽ ڪوشش آهي فتح چند ڪارڙا جي، جيڪو ابي ڏاڏي کان وٺي هن دربار جو مريد رهندو آيو آهي. سندس ويساهه آهي ته مرشد جي خدمت ۾ ئي مڪتي جو مارگ ملي ٿو. جيئرو انسان جيئڻ لاءِ

سڀ حربا هلائي ٿو پر مهانتا ۽ وڏائي تڏهن حاصل ٿئي ٿي جڏهن اهو سمجهي وٺي ٿو.

موتين جي ملهہ جو نڪو انت شمار
جنهن چونديا چت ۾ نہ ڏاپن ڪرن قرار

"لا" جي لذت چکيائون، اندر ۾ "هو" سنڌي هٻڪار تن گون وٺي ناهي وار، "شاهہ رکيل" ونحن اقرب ويجهڙو

فتح چند ڪارڙا پنهنجي ڏاڏي جي صحبت ۾ رهي مرشدن جي فيض ۽ قرب بابت ويچار هيئڻ ۾ هنڊائيندو رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي تہ هو ڪاروبار هجي يا سماجي ڪارج، ڌرمي يا ديني ڪم هجن يا صحافت ۽ ساهت، هر هنڌ سندس سوچ ۽ عمل ۾ اٿاهہ پيار، پنهنجائپ، ڪمل ۽ ڪمڪاءُ نظر اچي ٿو.

"بحر العميق" ۽ "بحر العشق" اثر انگيزي جي حوالي سان، سنڌي ادب ۾ بہ اهڙا تہ شاهڪار شاعريءَ جا مجموعا آهن جنهن ۾ صوفيانہ رمزن سان گڏ بيان ۽ معنيٰ جا بہ نت نوان تجربا ٿيل آهن.

مرشد سان عقيدت ۽ محبت هڪ اهڙو بي لوث رشتو آهي جهڙو خدا ۽ بندي جي وچ ۾ آهي ۽ انهيءَ رشتي جي حوالي سان فتح چند ۽ سندس اولاد ۽ ساٿي جيڪو بہ ڪم ڪندا رهندا، اهو سدائين مهانتا ماڻيندو.

**ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو**

15 فيبروري 2001ع

# شجره مبارک نسب نامہ

1۔ سید مرشد سائین صادق علي شاہ 2۔ ولد سید مرشد سائین چیزل شاہ رح (عزیز شاہ) 3۔ ولد حضور پر نور سلطان العارفین قطب الاقطاب قدسي خطاب فقیر رکیل شاہ نوراني 4۔ ولد سَید نور محمد شاہ 5۔ ولد سَید رکیل شاہ 6۔ ولد سَید عزیز شاہ 7۔ ولد سَید اول شاہ 8۔ ولد سیَد ولي شاہ 9۔ ولد سیَد محمد بقا شاہ 10۔ ولد سیَد رستم شاہ 11۔ ولد سیَد اول شاہ 12۔ ولد سیَد عبدالنبي شاہ 13۔ ولد سیَد اول شاہ 14۔ ولد سیَد رستم شاہ 15۔ ولد سیَد ولي شاہ 16۔ ولد سیَد رستم شاہ 17۔ ولد سیَد عبدالنبي شاہ 18۔ ولد سیَد سلیمان شاہ 19۔ ولد سَید لاشاري شاہ 20۔ ولد سیَد حامد شاہ 21۔ ولد سیَد نثار شاہ 22۔ ولد سیَد عبدالنبي شاہ 23۔ ولد سیَد ننگر شاہ 24۔ ولد سیَد عارب شاہ 25۔ ولد سیَد طاہر شاہ 26۔ ولد سیَد ننگر شاہ 27۔ ولد سیَد حسین شاہ 28۔ ولد سیَد حیات شاہ 29۔ ولد سیَد حسین شاہ 30۔ ولد سیَد بائث شاہ 31۔ ولد سیَد حسین شاہ 32۔ ولد سیَد عبدالولي شاہ 33۔ ولد سیَد عبدالحمید شاہ 34۔ ولد سیَد فرید شاہ 35۔ ولد سیَد عبداللہ شاہ 36۔ ولد سیَد جنید شاہ 37۔ ولد سیَد نطام دین شاہ 38۔ ولد سَید محمد شاہ 39۔ ولد سیَد قاسم شاہ 40۔ ولد سیَد عبدالحمید شاہ 41۔ ولد سیَد علي شاہ 42۔ ولد سیَد یونس شاہ 43۔ ولد سیَد اسحاق شاہ 44۔ ولد سیَد عالم شاہ 45۔ ولد سیَد جعفر شاہ 46۔ ولد سیَد عقیل شاہ 47۔ ولد سیَد موسيٰ شاہ 48۔ ولد سیَد محمد تقي شاہ 49۔ ولد سیَد علي نقي شاہ 50۔ ولد سیَد امام علي موسيٰ رضا 51۔ ولد سیَد امام موسيٰ کاظم 52۔ ولد سیَد امام جعفر صادق 53۔ ولد سیَد امام محمد باقر 54۔ ولد سیَد امام زین العابدین 55۔ ولد سیَد امام حسین 56۔ ولد سیَد امام امیر المئومنین وصي رسول اللہ حضرت علي کرم اللہ وجہ علیہ الصلوات والسلام

اللھم صل عليٰ محمَد وعليٰ آل محمَدنا و ھادینا و رھبرنا و بارک وسلم




## رستہ نقل مکاني

١- مكه ۽ مدينه —— عربستان (سعودي عرب)
٢- نجف —— عراق
٣- كاظمين —— عراق
٤- مشهد —— ايران
٥- فتح پور —— بلوچستان

سعودي عرب
عراق
ايران
بلوچستان

# سلسلہ شریف

أعوذ بالله من الشيطان الرجيم
بسم الله الرحمن الرحيم

# محمد

جناب۔ شاہ لولاک۔ سرتاج الانبیاء
مزمل۔ شمس۔ ضحیٰ۔
خاتم النبین۔ پیشواءِ المرسلین
تین۔ طہٰ یاسین
عربی الاعجمی۔ مکی المدنی
قافی۔ الف لام م
ابو الالفا طم قاسم ابراھیم
جناب حضور الاھدا۔ رسول خدا محمد مصطفیٰ
احمد مجتبیٰ۔ سرور کائنات۔ صلی اللہ علیہ وسلم

دست بيعت۔ جناب سيد۔ حيدر الكرار
قاتل الكفار۔ فاتح احد۔ و خيبر قاتل
مرحب وعنر۔ والله شبير شبر
امام الائولين۔ المير المومنين۔ جناب
مولا علي مشكلكشا۔ شير خدا
ولي الله وصي رسول الله۔ عليه
السلام۔ دارالسلطنت كوفہ عراق
بملك عربستان

(4)

دست بيعت۔ جناب سيد فيض ماب
فرزند۔ وارث امام مسند۔ مهمان
كربلا۔ لخت جگر فاطمہ۔ سيد
الصابرين۔ امام المشرقين۔ والمغربين
جناب حضرت امام حسين عليه
السلام۔ والي كربلا۔ نينوا
بملك عراق

(5)

دست بيعت۔ جناب سيد
فرزند ارجمند۔ زيور پهريل
سيد الصابرين۔ امام العاشقين جناب
امام زين العابدين۔ عليه السلام
چوٿون امام۔ مسافر ولايت شام
بملك مدينہ منوره عربستان

(6)

دست بيعت۔ جناب سيد
پنجون امام۔ شام جي مصيبتن جا شان

جناب امام حضرت محمد باقر عليه السلام
حق جو امام۔ شيرين شهادت جوم
بملک مدينہ منوره عربستان

(7)

دست بيعت۔ جناب سيد
فرزند۔ پشت احمد روشن ضمير
مذهب منير۔ جناب امام حضرت
جعفر صادق۔ بابرکت جام حسين شهادت
عليه السلام۔ بملک مدينہ منوره
عربستان

(8)

دست بعيت۔ جناب سيد
فرزند۔ سعادت مند۔ جناب
ذي شان۔ هفت امام۔ حضرت امام
موسيٰ کاظم عليه السلام۔ شهادت پرجام
درشهر کاظمين شريف
بملک عراق

(9)

دست بيعد۔ جناب سيد
فرزند۔ روشن اسلام محمد۔ امام
مشرق۔ ومغرب۔ اٹون امام سيد سادات
جناب حضرت امام علي رضا عليه السلام
شهيد پاک جان۔ درشهر
مشهد مقدس بملک ايران

(10)

دست بيعت۔ خليفہ جئيد
عزت ماب معلي الالقاب
شيخ المشائخ۔ جناب حضرت

در شهر مخروم

بملک مصر

(18)

دست بیعت۔ خلیفہ سید

عاشق محبوب خدا

قطب الاولیاءؒ۔ پیران پیر

روشن ضمیر۔ غوث صمدانی

میران محی الدین جیلانی۔ سید

ابو محمد عبدالقادر۔ جیلانی

صوفی قادری در شهر بغداد

بملک عراق

(19)

دست بیعت۔ خلیفہ سید

فرزند۔ عقیدة مند

بابرکت۔ پرکشف کرامت

جناب سخی سید میان عبدالرزاق شاہ

صوفی القادری رحمت اللہ علیہ

در شهر بغداد

(20)

دست بیعت۔ خلیفہ سید

ابی نصر صالح شاہ

کامل اکمل اولیا۔ جناب

شہاب الدین صوفی القادری رحمت اللہ علیہ

در شهر خود

بملک روم

(21)

دست بیعت۔ خلیفہ سید

قطب، العارفین۔ فقیر السالکین

جناب حضرت سيد محمد شاه
بن احمد شاه صوفي القادري
رحمت الله عليه در شهر مک شريف
بملک عربستان

(22)

دست بيعت۔ خليفہ سيد
عزمت ماب۔ جناب حضرت
سيد حسن شاه صاحب بغدادي
صوفي القادري رحمت
الله عليہ در شهر بغداد شريف
بملک عراق

(23)

دست بيعت۔ خليفہ سيد
شمس الدينيات۔ سيد سادات
حضرت جناب۔ سيد محمد شاه
صاحب بغدادي صوفي القادري رحمت
الله عليه در شهر بغداد شريف
بملک عراق

(24)

دست بيعت خليفہ سيد
فضيلت ماب۔ جناب
حضرت سيد علي شاہ صاحب
صوفي القادري رحمت الله عليه
در شهر مدايه شريف
بملک ايران

(25)

دست بيعت۔ خليفہ سيد
حضرت پير فقير تفسير

جناب حضرت سید موسیٰ
شاہ صاحب صوفي القادري رحمت
الله علیه در شهر لگ تهران
بملک ایران
(26)
دست بیعت۔ خلیفہ سید
حضرت پیر مظهر منیر
جناب حضرت سید میر حسن شاہ مغربي
صاحب صوفي القادري رحمت الله
علیه بملک سرحد شام
یمن
(27)
دست بیعت۔ فرزند سید
حضرت پیر۔ روشن تصویر جناب
سید ابو العباس احمد شاه بن میر حسن شاه
صاحب مغربي شافعي القادري رحمت الله
علیه در شهر خود بملک
سرحد شام یمن
(28)
دست بیعت۔ خلیفا
عامل بي بها۔ کامل سر اولیاءَ
حضرت پیر جناب خواجہ بهاءُ الدین
ابراهیم عملا الله صوفي القادري رحمت الله
علیه بملک بخارا شریف
(29)
دست بیعت۔ خلیفا
درجت الا الي۔ فقیر پوش
درویش۔ جناب حضرت خواجہ

شمس الدين ابو الفتح بن فتح الله صاحب
عرف معروف شيخ شاهي
صوفي القادري رحمت الله عليه
در شهر ملتان
بملک پاکستان

(30)

دست بیعت۔ خلیفہ سید
شمس العارفین۔ منیر العاشقین
قطب الاقطاب۔ رفیع الدرجات
صوفي سرتاج۔ حضرت پیر۔ سید فقیر
جناب سید عبدالملک شاہ صاحب
صوفي القادري رحمت الله عليه
در شهر بیجاپور حیدرآباد دکن
بملک هندستان

(31)

دست بیعت۔ خلیفہ شاہ۔ خدا آگاہ
امیر الا خطابین۔ سلطان العارفین
برهان العاشقین۔ ولي الواصلین
قطب الاقطاب۔ صوفي سردار محبوب ابرار
جناب فقیر عنایت الله شاہ صاحب شاہ
شهید شهادۃ۔ مالک المعرفت بي سر
صوفي القادري در شهر جهوک میران پور شریف
بملک سنڌ پاکستان

(32)

دست بیعت۔ خلیفہ سید
فیض ماب۔ جناب حضرت
مخدوم سید اسماعیل شاہ صاحب
صوفي القادري رحمت الله عليه در شهر

بلند تہ بملک پاکستان سنڌ

(33)

دست بیعت۔ خلیفہ بي ریا
برادر زاده شاه شهید
خدا رسید جناب مخدوم ابراهیم
شاه ڏب والا بن نالي چگہ شاه صاحب
صوفي القادري رحمت الله علیه
در شهر جهوک میران پور شریف
صوبہ سنڌ پاکستان

(34)

دست بیعت۔ فرزند
ارادة مند۔ جناب۔ فقیر
تن۔ مخدوم محمد زاهد صاحب
صوفي القادري رحمت الله علیه در
شهر جهوک میران پور شریف
صوبہ سنڌ پاکستان

(35)

دست بیعت۔ فرزند
عقیدة مند۔ صادق الصداقت
ابر رحمت۔ مهتاب التارکین
الکاملین۔ والمکلمین۔ حضرت پیر
فقیر تصویر جناب فضل الله شاه
قلندر صوفي در شهر جهوک میران پور
شریف صوبہ سنڌ پاکستان

(36)

دست بیعت۔ فرزندي
برادر۔ حضرت پیر۔ اولیاءِ اکسیر
جناب خواجہ ابراهیم شاه

ثاني صوفي القادري رحمت الله عليه
در شهر جهوک ميران پور شهر
صوبہ سنڌ پاکستان

(37)

دست بيعت۔ فرزند
مراد مند۔ صوفي صفا۔ رحمت شفا
جناب خواجہ محمد شاھ صاحب
صوفي القادري رحمت الله عليه
در شهر جهوک ميران پور جهوک
صوبہ سنڌ پاکستان

(38)

دست بيعت۔ خليفہ
رهبر قدوة السالیکن
قطب العاشقين۔ معرفت ماب۔ شمس الخطاب
جناب فقير حضرت عبدالستار
نوراني صوفي القادري در شهر
جهوک ميران پور شريف
صوبہ سنڌ پاکستان

(39)

دست بيعت۔ خليفہ سيد۔ قطب الاقطاب
قدسي خطاب۔ عمدة العارفين۔ اسوة الواصلين
امير الامير۔ اولاد شير۔ ولي الله واصل بالله
حضرت پير۔ منير تصوير۔ فقير جناب۔ سيد
رکيل شاھ۔ حياة الاولياءِ صوفي القادري
رحمت الله عليه درگاه فتح پور شريف
صوبہ بلوچستان پاکستان

(40)

دست بيعت۔ فرزند سيد۔ مجدد امام

زيارت كفايت گناه۔ اكبر الاولياءٔ
سلطان الولي الله۔ لج پال بلند اقبال
قطب كمال۔ صفت جلال و جمال۔ جناب
حضرت پير۔ جناب سيد چيزل شاه
اولياءٔ كبيريا۔ درگاه فتح پور شريف
صوبہ بلوچستان پاكستان

(41)

دست بيعت فرزند ارجمند وارث مسند
فخر امام سيد الصادقين صاحب الصفا با وفا صاحب
سيد صادق علي شاه صاحب صوفي القادري
سجاد نشين درگاه فتح پور شريف
ضلع كچهي بلوچستان پاكستان

# سوانح شريف

## حالات زندگي

عرب ۾ خلافت جي دور کان پوءِ جيڪي حالتون پيدا ٿيون، انهن جي نتيجي ۾ عربستان مان ڪافي سيد قبيلا مختلف طرفن ڏانهن نڪري ويا. انهن سادات خاندانن مان اڪثر مڪران جي رستي برصغير جي مختلف علائقن ۾ اچي آباد ٿيا. حضرت سيد رڪيل شاهه جن جا بزرگ به انهيءَ نقل مڪانيءَ وارين عرصي ۾ مڪي شريف مان هتي بلوچستان ۾ اچي آباد ٿيا. سندن سفر مبارڪ مڪه شريف کان شروع ٿيو، ۽ مدينه شريف ۾ روضي ۾ روضي پاڪ تي حاضري پري نجف شريف ۽ ڪربلا کان ٿيندا ايران ۾ اُسهيا. جتان پوءِ اچي شيراز مان هجرت ڪري بلوچستان اچي پنهنجا آستانا اڏيا. جتي اڄ تائين سندن پويان رهندا اچن ٿا. ان وقت جي حڪمرانن قدرشناسي ڪري جاگيرون عطا ڪيون، جي اڄ تائين سائين جن جي اولاد جي حوالي آهن.

حالنامون مصنف خاجي حاڪم خان سهرياڻي ۽ بحر العشق، مصنف ڪاڪو نثرمل ولد لوڪومل گرناڻي لکن ٿا ته شاهه ولي شاهه شيراز کان نقل مقاني ڪري فتح پور گنداواه صوبه بلوچستان ۾ اچي رهي پيا.

### خاندان ۾ صاحب ولايت هستيون:

سائين رڪيل شاهه بادشاهه جي خاندان ۾ ڪافي بزرگ هستيون جلوه فرما ٿيون. ڇهريان اٺ امام ته معصوم سڏجن ٿا. مگر

امام علي رضا جي باقي اولاد بہ صاحب ولايت هئي، اهڙيءَ طرح فتح پور ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ وارن مان ميان عبدالنبي شاه سوا ڪسيري وارو، رکيل شاهہ پهريون، ميان عزيز شاهہ: ميان اول شاهہ ۽ ميان عبدالنبي شاهہ ناليوارا بزرگ ٿي گذريا آهن. انهن کان سواءِ سائين رکيل شاهہ ثاني پڻ سالڪ بزرگ هو. سندن فرزند ميان چيزل شاه وقت جو مجدد امام هو.

## دست بيعت:

سائين رکيل بادشاهہ پنهنجي پاءُ عبدالنبي شاهہ جي حڪم موجب جهوڪ شريف ميران پور مان شاهہ عنايت شهيد جي گادي نشين ميان عبدالستار شاهہ جي هٿ تي بيعت ڪئي.

پاڻ پنهنجي خاندان سميت صوفي القادري هئا هميشه محفل، سماع جا دلداده رهيا. هر مهيني جي 7 تاريخ تي فتح پور ۾ ميلو لڳندو آهي. ساليانہ عرس ۽ ميلہ ماه مارچ ۾ سندن سلسلہ جي بزرگن پاران ملهايو ويندو آهي.

## جنم ۽ جنم يومي:

عزت ماب سائين رکيل شاهہ مورخ 17 ربيع الاول 1262 سن هہ ۾ سائين نور محمد شاهہ جي گهر ۾ ظهور فرما ٿيا. پاڻ ڄمندي ئي ڄام هئا. انهي حقيقت جا آثار فتح پور جي شهرين ڏنا.

بلوچستان جي علائقي جو انحصار برسات تي آهي جنهن سان ملڪ ۾ فصل پيدا ٿين ٿا. چوڌاري ساوڪ ۽ سبزي ايري ٿي.

قدرت الله ڏسو، جنهن رات سائين رکيل شاهہ دنيا ۾ جلوه فرما ٿيو، ان رات آسمان ڪڪرن سان ڇانيل رهيو، دل گهرئي برسات پئي هُئي گندا واه جي علائقي تي ٻٽي رحمت ثابت ٿي هڪ ولي الله جي ولادت ۽ ٻئي برسات جي پالوٽ. چوڌاري رحمت ئي رحمت هئي. چون ٿا تہ مسلسل ٻہ سال اڳ برسات بنهہ ڪونہ پئي هئي. ڇهن مهينن ڪانپوءِ سندن والده محترمہ نصف داغ يتيمي ڏيئي راهي، ملڪ بقا ٿي.

تعليم:

حضرت سائين رکيل شاهہ اج ننڍو، سياڻ وڏو ٿيندو رهيو، جڏهن اٺن سالن جي عمر کي رسيا، تڏهن والد محترم کيس ڳوٺ جي مولوي صاحب وٽ تعليمات قرآن پاڪ حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو، سائين جن نور، قرآني سان روشن ٿي باقي تعليمات کي خير باد چئي، چو تہ عشق الهيٰ جو ثمر سامان اڳ ئي سليل هو، دنوي علم جي کين ڪا ضرورت ئي ڪونہ هئي.

## دنوي ڪاروبارِ لنولپاڻ:

جرگي ۾ رڪنيت: جڏهن پاڻ چوڏهن سالن کي رسيا تہ دنوي ڪاروبار ۾ مصروف ٿي ويا. کين جرگي جي رڪنيت بہ ملي، ان ڪري امير اُمرا سان نشست و برخواست بہ رهي. پاڻ وٽ هڪ پلي گهوڙي هوندي، هئي. اڄوڪي دور قيمت تخمينو لڳائجي تہ ڪيئي لک جو ملهہ لهي. ڪاروبار سانگي مڙيوئي پاڳ شهر وڃڻ ٿيندو هئن. اها گهوڙي سواري ۾ کين ڪم ايندي هئي. هڪ دفعي.

بگهيڙ (ناهر) جو شڪار: اتفاق سان پاڳ شهر کان ڪم ڪار ختم ڪري جيئن واپس اچي رهيا هئا تہ اوچتو سندن نظر بگهيڙ ناهر تي پئجي ويئي. سائين جن وٽ هٿيار پنهوار موجود هئا. مگر ذوق ان ڳالهہ تي آماده ڪيو تہ ناهر کي ڊوڙائي ٽڪائي لتڙائي مارجي. ان ڪري ناهر جي پنيان گهوڙي لڳايائون ناهر ٽڪائي، مارائي، ظاهري دلي شوق پورو ڪيائون.

## ميان عبدالنبي شاه جي ڪچهري ۾ حاضري:

سائين رکيل شاهہ جن جي ناهر جي شڪار جي خبر سندن پاءِ ميان عبدالنبي شاهہ کي پيئي، معمول موجب جيئن سائين عبدالنبي شاهہ جن وٽ ڪچهري ۾ حاضر ٿيا تيئن سائين جن سائين رکيل شاهہ کي فرمايو تہ توهان اڄ ناهر کي گهوڙي کان لتاڙائي ماري آيا آهيو. ادا! غريب ناهر ڪهڙو گناهہ ڪيو. دوباره بہ

اٿين فرمايائون پهريائين پنهنجي اندرواري فاسق ناهر کي ته ماريو. هن جانور ڪهڙو گناهه ڪيو:

## عشق الاهي جو رنگ:

جڏهن سائين رکيل شاهه پنهنجي پاءُ سائين عبدالنبي شاهه کان اهڙا درد انگيزءِ نصيحت آموز قول ٻڌا ته سندن دل و دماغ ۾ خوف الاهي ويهجي ويو. سڄي جسم ۾ گويا بجلي جي روڪمي ويئي. ساڪت ۽ صامت ٿي ويهي رهيا. خدا جي رضا لاءِ پاڻ کي وقف ڪرڻ جو عنديه ڪيو. ان ڏينهن کانپوءِ دنوي ڌنڌن کي ترڪ ڪري. تلاش حق لاءِ سرگردان رهيا.

## سائين ميان عبدالنبي شاهه جي خدمت:

ان ڏينهن کانپوءِ هميشه پنهنجي پاءُ سائين ميان عبدالنبي شاهه جي خدمت ۾ گذارڻ لڳا. اوچتو سائين عبدالنبي شاهه سخت بيمار ٿي پيا. ان ڪري صبح و شام خدمت ڪرڻ سندن شيوو بڻجي ويو. ايتري خدمت گذاري ڪيائون جو شمار کان ٻاهر آهي.

## تلقين جي مڪان لاءِ واضح حڪم:

ميان عبدالنبي شاهه ايتري خدمت گذاري کان متاثر ٿيو جو سائين رکيل شاهه کي فرمايائون ته اسان کي تلقين ڪرڻ جو امر ڪونهي. پنهنجي امانت حاصل ڪرڻ لاءِ شاهه عنايت شهيد جي جهوڪ ڏي وڃ. پنهنجي امانت حاصل ڪر. جيڪو تنهنجي زندگي جو مقصود آهي. اهي لفظ چئي پنهنجي فرض ادائيگي پوري ڪري سائين ميان عبدالنبي شاهه هن دنيا مان برقعو متايو. سائين رکيل شاهه کي هن دور ۾ ڀاءُ جي وفات گهرو صدمو پهچايو. پر رضا الاهي تي راضي رهي ٽي ڏينهن رسم موجب پٿر جهلي عذرخواهي قبول ڪندا رهيا. چوٿين ڏينهن راهه خدا ۾ خيرات ڪري. پنهنجي پاءُ جي مليل حڪم موجب تياري ڪرڻ ۾ لڳي ويا.

## سفر عشق:

سائين رکيل شاهہ بادشاهہ کي ان وقت پئسي جي نهايت تنگي هئي، پر حضرت عشق آرام ڪرڻ نہ ڏنو. نيٺ پنهنجن ٻچڙن کي پنهنجي سوٽ ميان حليم شاهہ وٽ ڇڏڻ جو مڪمل فيصلہ ڪيو پنهنجي پياري گهوڙي تي پنهنجي حرم پاڪ ۽ ٻچڙن سان سوارٿي، سفر تي روانا ٿيا. هڪ بيابان جو پنڌ، ٻيو غربت، کائڻ لاءِ بہ ڪا شيءِ ڪانہ ڪنيائون رڳو کائڻ لاءِ ستون هئا. (ڪچي ڪٽڪ پُچي اُن جو اٽو) منزل بمنزل سفر ڪندي تعلقہ ميري خان جي ڳوٺ سجاول ۾ اچي پنهنجي سوٽ حليم شاهہ وٽ پهتا. پرائي گهر ۾ بار رهائڻ برداشت ڪان ٻاهر هو، مگر سفر عشق ۾ ايئن ئي ڪرڻو پوندو آهي. بہ ٽي ڏينهن سجاول ۾ رهي، ٻچڙا پنهنجي سوٽ وٽ امانت ڇڏي، جهوڪ ميران پور ڏانهن راهي ٿيا جڏهن بي بي سائڻ کان موڪلائي رهيا هئا. ان مهل بي بي سائڻ کي ڪجهہ ماني پچرائي ساڻ ڪٽي وڃڻ لاءِ چيو، بي بي سائڻ جڏهن سائين رکيل شاهہ کان اهي لفظ ٻڌا. اوچتو اکڙين ۾ آب تري آيو ۽ عرض ڪيو تہ فتح پور کان وٺي ستن جي داڻن کانسواءِ ڪجهہ ڪونہ هو. ٻارن کي دلاسن تي ستن جي سهاري سجاول تائين پرمايو ويو هو. سائين جن خاموش ٿي ويا ۽ غمن جي درياءَ ۾ غرق ٿي ويا.

## توڪل جا ترهو:

بي بي سائڻ ڪجهہ ستن جا داڻا سفر ۾ کائڻ لاءِ ٻڌي ڏنا. سائين رکيل شاهہ آسمان ڏانهن نهاري شاهہ نجف کي عرض ڪيو تہ "اي نجف جا والي! تنهن جا ٻچڙا تنهنجي حوالي آهن. لڄپال ٿي لڄ رکجانءِ ۽ نظر عنايت سان نوازيندو رهجانءِ" ان کانپوءِ پنهنجي فرزند ولي شاهہ کي سڏي چيائين تہ ٻچا! ميان حليم جو ادب ڪندو رهجان، حڪم مڃيندو رهجان ان صاحبزادي جي شادي جو پڻ سعيو هو. ايترن لفظن ادا ڪرڻ کانپوءِ سفر تي اٿي هليا.

قدرت جو شان نرالو آهي سائين رکيل شاهہ جي در تي لکين پلندا هيا. اڄ غربت جي گهوگهمي ۾ خود سوگها هيا راهہ خرچ لاءِ پئسو بہ ساڻ نہ هوئن. ڪنهن بہ فرد کان گهرڻ دل گوارا نہ ڪيو. توڪل ڪري پيادا سفر هليا ميان حليم شاه ڪين سفر لاءِ ڏهہ رپيا ڏيئي ڇڏيا.

## تڪليفن جي ابتداءِ روهڙي ۾ ورود مسعود:

سائين رکيل شاهہ نئين ديري جي اسٽيشن تان سوار ٿي، روهڙي پهتا. سائين جهان الله شاهہ جي درگاهہ تي پهچي ان وقت جي سجاد نشين ميان علي اڪبر شاهہ وٽ وارد ٿيا. سائين علي اڪبر شاهہ سائين رکيل شاهہ ڏانهن ڪوبہ توجهہ نہ ڏنو. نہ وري حال احوال ورتائون. ان ڪري واقفيت ڪونہ ٿي. ڪچهري جي گل ٿي وچڻ ڪانپوءِ درگاه جي خليفي ڪائڻ حقيقت پڇي، سائين جن جواب ۾ چيو تہ منهنجو ياءُ هن گادي کان تلقين ورتل هو، وڏو ڪامل درويش هو اُنهن جي وفات ڪانپوءِ جاءِ خالي ٿي پئي آهي، آءُ جهوڪ شريف طالب ٿيڻ لاءِ وڃان پيو.

خليفي حقيقت ٻڌي ڪلي ڏنوءِ طنزا چيائين تہ شينهڻي جي کير پيئڻ لاءِ شينهن جا ٻچا گهرجن، توهان وڃي پني ڪائو. سائين رکيل شاهہ ڪي ڏک پهتوءِ نااميد ٿي اتان اٿيا، ماني بہ ڪائڻ پسند نہ ڪيائون، پاڻ سڌو وار مبارڪ جي زيارت ڪرڻ ويا.

## وار مبارڪ جي زيارت ءِ سيوهڻ ۾ آمد، ڪوٽڙي پهچڻ:

جڏهن سائين رکيل شاهہ وار مبارڪ جي زيارت ڪرڻ لاءِ پهتا، اتي هڪ پير ڪان لنگڙي بزرگ کي ڏٺائون جنهن سان ڏهہ ٻارنهن ماڻهو ساڻ هئا. هيءُ بزرگ جهوڪ شريف جي خاص خليفي ميان نبي بخش جو پوٽو هو. مگر جن سائين جو ان سان ڪابہ گفتگو ڪونہ ڪئي جنهن ڪري ڪابہ ڄاڻ سڃاڻ ڪانہ ٿي، سائين جن روهڙي جي اسٽيشن تان سوار ٿي سيوهڻ لاءِ روانا ٿيا. سيوهڻ جي بزرگ لعل شهباز قلندر جي روضي تي پهچي زيارت

ڪيائون دعا گهري موٽي ڪشتي ۾ سوار ٿي سفر جو سانباهو ڪيائون. ان ٻيڙي ۾ هڪ مڙس ۽ سندس زال ٻه سوار هئا. مڙس زال کي چيو ته ترس مان محمد فقير جي زيارت ڪري اچان هي ٻه هنداڻا به نذراني طور پيش ڪريان سائين رکيل شاه به ان سان گڏجي فقير جي زيارت لاءِ روانا ٿيا. محمد فقير جنهن کان مولوي قادر بخش ڪاپاري وارو تلقين ٿيل هو. هڪ چنل ڪٽ تي اکيون ٻوٽيون ويٺو هو، تنهن هنداڻن کي هيٺ رکڻ لاءِ چيو ۽ لعل جي درگاهه ڀيرو وڃ. ايترا لفظ چئي اکيون ٻوٽي وري استغراق ۾ هليو ويو. اهو مرد شڪارپور جو ويٺل، اولاد جو سوالي هو. ان مرد سان گڏجي سائين جن وري موٽي ڪشتي ۾ سوار ٿيا. اتي ئي سيد پريل شاهه سان ملاقات ٿين، جهوڪ جا پارپٽ پچي ورتائون اهڙي طرح ڪشتي منزل تي پهچايو. شهر جي اسٽيشن تي وڃي ڪوٺڙي جي ٽڪيٽ ورتي، ان وقت ڪوٺڙي واري پل ڪونه هئي جو ٽپي منزل تي پهچن. ان ڪري ٻيڙي تي سوار ٿيا، ٻيڙي واري کي ڪرائي ڏيڻ لاءِ پئسا ڪڍيائون، پر ٻيڙي تي سواري پار ٿيڻ کان پوءِ پئسن ڏيڻ لاءِ هڪ ماڻهو کين چيو، ان ڪري سائين رکيل شاهه پئسن وارو رومال موٽائي جيب ۾ رکيو.

## عشق ۾ امتحان:

جيئن سائين رکيل شاهه ٻيڙي (ننڍو جهاز) ۾ سوار ٿيا اتي هڪ بدمعاش ماڻهو به ويٺو هو، جنهن سائين جن وٽ اهي پئسه اڳ به ڏٺا هئا. وقت جو فائدو وٺندي چور چور چئي سائين جن کي ياڪر پائي بيهي رهيا ۽ گهليندي ٻاهر ڇڪيو، کيسي مان پئسن وارو رومال ڪڍيو، اهو تماشو سيني ننڍي جهاز وارن اکين سان ڏٺو پر ڪنهن به نه ڪڇيو ته پرديسي سان ظلم ٿئي ٿو.

بدمعاش سائين جن کي پوليس جي اڏي ڏانهن وٺي ويو، ڪوڙي چوري جي تهمت هڻي سائين [illegible] کي جيل ڏانهن اماڻيائون، ٻن پهرن جي قيد کان پوءِ سائين [illegible] جي پوليس ڏڙڪا ۽ دڙڪيون ڏيئي آزاد ڪيو جڻ ته سائين جن واقعي چور هيا.

## جهوڪ جو سفر:

سائين رڪيل شاهہ پوليس ٿاڻي کان ٻاهر نڪتا، ڪجهہ پنڌ تي مزورن کي ڪم ڪندي ڏٺو، انهن کان في سبيل الله ڪجهہ ڏيڻ جي گذارش ڪئي، هڪ ڇوڪري ڪيس هڪ آنو ڏنو، ان مان هڪ ٽڪي جي ڪنڌ عرف ڀورو وٺي ستون سان ملائي ڪائي پاڻي پيتو، هيءَ 12پهر بک ڪاٽڻ ۾ گذاري ڇڏيائون، هڪ ٽڪو ٻيڙي واري کي ڏيئي درياءَ پار ڪري ٽنڊي محمد خان جي راهہ ورتائون. پنڌ ڪندي ٽنڊي محمد خان ۾ پهتا، هڪ هندو جي ٻڌائڻ تي سيد نظرشاه جي اوتاري ڏانهن روانا ٿيا، اوتاري جو دروازو ٽپي اندر پهتو تہ مجاور گهٽ وڌ ڳالهائي جتي لاهڻ لاءِ چيو، سائين جتي لاهي سيد نظر جي ڪچهري ۾ پهتا، سيد نظر شاهہ هڪ صندلي تي ويٺل هوتنهن کانئس حال پڇيا جڏهن سائين جن نظر شاهہ کي ٻڌايو تہ مان سيد آهيان، سيد نظر شاهہ چيو تہ سنڌ ۾ رڳو ٻہ گهراڻا لڪياري ۽ مٽياري سيد آهن، باقي ٻيا ڪوڙا سيد سڏائين ٿا. سائين جن کي سيد نظر شاهہ جي شوخ گفتاري پسند نہ آئي، ماني گهرڻ کان بغير واپس موٽي اچڻ کان اڳ ۾ رڳو جهوڪ شريف جو رستو پڇيو، سيد نظر شاهہ سامهون بيٺل وڻ ڏانهن اشارو ڪري چيو تہ اهو وڻ جهوڪ جي سڙڪ تي آهي، سائين جن انهيءَ وڻ وٽ پهتا اتي ٻہ جوان ڏٺائون پڇا تي معلوم ٿين تہ هڪ دينو پڪي وال ٻيو سنگتي ذات جو نوناري هو، جهوڪ پهچائڻ جو واعدو ڪري دينو سائين جن کي هڪ ٻنڊي ڪلهن تي کڻرائي.

وات تي هڪ نار ڏسي اوڏانهن روانا ٿيا، سائين جن ڏي اشارو ڪندي نارورن کان دين محمد ماني جو ڏوڏو ورتو، اهڙي ريت ٿنهي ماني کائي پاڻي پيتو اڌ رستي ۾ نوناري موڪلائي ويو، باقي دين محمد ۽ سائين جن سج لٿي شاهہ ڪريم تي پهتا، شهر جي ٻاهران دين محمد جو پکو هو، دين محمد کي زال گهٽ وڌ ڳالهايو ان ڪري ٻئي پکي ۾ وڃي ويٺا، سائين جن شاهہ ڪريم جي ننگر تان ماني کائڻ لاءِ دين محمد کان موڪل گهري، پر دين محمد بہ ساڻس گڏ

ننگر لاءِ هليو، ننگر خاني ۾ ٻه ديڳيون رکيون هيون. ننگر ورهائيندڙ درويش سائين جن کان حال پڇيو. حال ٻڌڻ کانپوءِ سائين جن کي ياڪرپائي ماني کارائي چيو ته اڄ رات جمعه جي آهي، سڄي رات راڳ هلندو، توهان هتي سمهو يا مسجد ۾، جتي اوهان جي دل گهري، سائين جن وضو ڪري نماز پڙهي وڃي مسجد ۾ آرامي ٿيا، صبح جو سوير موڪلائي جهوڪ شريف ڏانهن راهي ٿيا. رستي ۾ ڪين دين محمد مليوپري کان جهوڪ ۾ شهيد صوفي شاه عنايت جو روضو ڏٺائون، دل کي سڪون حاصل ٿيو. روضي ۾ داخل ٿي من ٺارياٺون. جهوڪ شريف ۾ آمد ۽ صاحب طريقت وٽ حاضري.

## بيعت:

سائين جن هڪ ڪٻڙ هيٺان پيل تڏن تي ويٺا، هڪ پير مرد کانئس حال احوال ونءي ويو ۽ سائين نوراني کي سائين جن جي ذات ۽ مقصد کان آگاه ڪيو. مڙيو ئي ننگر تان ڪير يت ڪائي، سائين نوراني جي ڪچهري ۾ پهتا، پر سائين نوراني ٿي ڏينهن ڪوبه توجه ڏئي پڇا ڪونه ڪئي، آخر ٽئين ڏينهن ڪچهري ۾ داخل ٿيا سائين نورا ني رکيل شاه کي سڏ ڪري اٿي بيٺا سائين رکيل شاه کي ياڪرپائي. پر ۾ وهاري اهل محفل کي سائين رکيل شاه جي متعلق وضاحت ڪندي چيو ته اسان سوا ڪسيري واري بزرگ جو سوا ڪسيرو ورهائيندا آهيون. هيءُ ان جو اولاد آهي. پاڻ ميان عزيز شاه وٽ مهمان ٿي رهڻ، ڪچهري ڪرڻ ۽ سوا ڪسيري واري جو ڪتاب نذرانه طور ملڻ بابت ڳالهيون ڪيون. رات جو سائين رکيل شاه جو هٿ ونءي هن ريت تلقين ڪيائون ته هيءُ ذڪر شب معراج کان رسول مقبول، ٻارهن امامن کان ٿيندو اسان وٽ بطور امانت پهتو. هيءُ سائين رکيل شاه جي سلسله قادريه عاليه جي بيعت هئي.

وطن واپسي:

سائين عبدالستار نوراني، سائين رکيل شاهہ کي ٻارنهن دفعہ سورة مزمل هڪ ممبر تي ويهي پڙهڻ لاءِ چيو چند ڏينهن کانپوءِ سائين نوراني سائين رکيل شاهہ کي رکيل سامان ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ هي سفر جو سامان اٿو، وطن وڃڻ جي اوهان کي اجازت آهي. سائين رکيل شاهہ رڳو پنج رپيا کنيا، بچل فقيرسان گڏجي جهمپيرپهتا ۽ سائين جن کي جهمپيرجي چاري واري پٽڻ تي پار تپائڻ جو ڪم ڪيو. انهي مختصر سفر دوران ٻپهريجي وقت هڪ مجذوب کي جهنگل ۾ هي لفظ چوندي ٻڌا.

"جوان تہ نئون سراڻ تي چڙهيو ٿو وڃي، خبر پوي تہ لڪ لنگهي." سائين جن کي پٽڻ تپائڻ کانپوءِ بچل فقير درگاهہ ڏانهن موٽي ويو، سائين رکيل شاهہ ڪوٽڙي اسٽيشن تان سوار ٿي نئين ديري ۽ اتان روانا ٿي محمود اوليا جي درگاهہ تي اهل و عيال سميت پهتا. اهڙي طرح پنهنجي ياءُ غوث بخش وٽ نوشهري ۾ بہ ترسيا. جتي مجذوب جي لفظن موجب ميان شاهہ ولي شاهہ اوچتو بيمار ٿي پيو، ميندي لڳل هٿن سان هن دنيا مان موڪلائي راهي خالق اڪبر ٿيا. سائين رکيل شاهہ شادي جو سامان ۽ پنهنجي فرزند کي ڪٺي فتح پور ۾ سوا ڪسيري واري بزرگن جي پر ۾ جاءِ ڏنائون.

## مرشد لاءِ اُڪيرَ ۽ جهوڪ جو سانباهو:

سائين رکيل شاهہ، پنهنجي فرزند سائين ميان ولي شاهہ جي وفات کان پوءِ چار پنج مهينا فتح پور ۾ رهي مرشد جي اڪير کان مجبور ٿي اڳي وانگر جهوڪ شريف ميران پور ۾ وارد ٿيا. سائين عبدالستار نوراني جي دربار ۾ جتين واريءَ جاءِ تي ويهي رهيا. سائين عبدالستار نوراني سائين رکيل شاهہ کي فتح پور ويهي سلسلہ رشد وهدايت جاري رکڻ جو حڪم ڏنو. سائين رکيل شاهہ بہ ٽي ڏينهن جهوڪ شريف ۾ رهي. پنهنجي ڳوٺ فتح پور ڏانهن

اسهيا. پاڻ دنيا جي تعلقات ترڪ ڪري مجذوبي حال ۾ فتح پور ۾ ڏينهن گذارڻ لڳا.

## مجذوب عبدالعزيز جو سائين رڪيل شاهہ جي ولايت بابت تذڪرو:

هڪ ڏينهن مجذوب عبدالعزيز ۽ سيد رحم علي شاهہ صاحب سائين سوا ڪسيري واري جي مقبري جي زيارت ڪري نڪتا تيئن مجذوب فرمايو تہ "هن هنڌ تي ڏاڍو رنگ لڳندو. سيد رحيم علي شاهہ چيو تہ سوا ڪسيري واري بزرگ کان وڏيڪ ڪير ٿيندو. ان تي مجذوب فرمايو تہ منهن جي مرڻ کانپوءِ اهو رنگ جلوه بار ٿيندو. اهو اشارو سائين رڪيل شاهہ بادشاهہ ڏي هو.

## مراقبہ ۾ الهي اسرار پسڻ:

هڪڙي ڏينهن ياڳ جي شهر پرسان قبرستان ۾ غلام محمد وٽجاري جي قبر جي پرسان، حافظ جيوڻ جي قبر جي پيرانڌي مراقبي ۾ هيا تہ اوچتو سفيد ريش، بزرگ هٿ ۾ عصا جهليون بيٺو نظر آين. ان عصا جي مٿان هڪ ٽوپي تاج نما رڪيل هئي ۽ ٻئي هٿ ۾ هڪ پيالو جنهن ۾ ان جا داڻا پيل هوا ان بزرگ سائين جن کي فرمايو تہ ٻنهي مان جيڪا شيءِ اوهان کي پسند اچي اها کڻو. سائين هٿ وڌائي پيالو ورتو. بزرگ ٽورو اڳيرو وڌي سائين جن کي فرمايائون تہ جيڪا مٿي تاج ۾ آهي اها اوهان نہ ورتي. ايئن چئي غائب ٿي ويا.

## جهوڪ ۾ آمد ۽ خواب جو تعبير:

ٻورن ڏينهن کانپوءِ سائين جن سائين عبدالستار نوراني جي زيارت لاءِ جهوڪ روانا ٿيا. مرشد جي زيارت ڪيائون سندن مرشد صاحب ڪريم خواب جو تعبير ڪندي فرمايو تہ چڱو جو اوهان پيالو ورتو جيڪو ابدي لذت ۽ سڪون جو ذريعو هو. باقي تاج شهنشاهي جيڪو چند روزه ۽ فاني هو. هاڻي وڃي فتح پور ۾ ننگر بني جو ڪم ڪر. انشاءَ الله مشڪل ڪشائي پيالو قيامت تائين رهندو.

## ڪيولي ٽڻن جي تلقين جو سائين رکيل شاھہ تي اثر ۽ وطن واپسي:

سائين عبدالستار نوراني ڪچهري ۾ جلوه فرما هئا تہ هندو خليفہ اچي سائين جن کي چيو تہ بني پانداري وٽ ڪتي مئي پئي آهي ڪوبہ ان کي ٻاهر اڇلائڻ لاءِ تيار ڪونهي. سائين ورندي ڏني تہ توهان ڪيس اڇلائي ڦٽي ڪريو. ان ڪانپوءِ سائين جن ٻانهون ٻڌي عرض ڪيو تہ بني ننگر جو ڪم هندن جي بدران مسلمانن کي ڏيئي ڇڏيو جنهن تي سائين نوراني کي ڪاوڙ ۾ چيو تہ براءِ مهرابان پهريائين ڪيولي جا ٽڻ تہ ڏسو پوءِ وچ ۾ ڳالهايو.

بس سائين جن ان دڙڪي کان ايترو تہ پريشان ٿي ويا جڻ غمن جي درياھہ ۾ غرق ٿي ويا. جان مايوسي کان مرجهائجي ويئي ڪچهري جي گل ٿيڻ ڪانپوءِ سائين جن روضي مبارڪ تي ويا، زيارت ڪري آرام فرما ٿيا. انهي حالت کي ٻہ چار ڏينهن گذري ويا پوءِ سائين نوراني کان اجازت وٺي فتح پور ڏانهن روانا ٿي، خيرسان ڳوٺ پهتا. سائين جن کي ڪيولي جي ٽڻ جي تلقين جو اثر ايترو ٿيو جو پاڻ کي خاڪ ۾ ملائي زندگي بسر ڪرڻ لڳا. چوڻ مٿي ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ذريعو ڪونہ هو جنهن جي ذريعي ڪيولي جا ٽڻ ڏسي سگهجن.

## جهوڪ ۾ رسائي ۾ خلعت جو تحفہ:

سائين رکيل شاھ ٻن سالن ڪانپوءِ جهوڪ ڏانهن راهي ٿيا، مرشد جي زيارت ڪيائون. سائين عبدالستار نوراني سڏي پر ۾ ويهاريو ۽ سارنگ فقير کي گوڏڙي ڪڍي اچڻ ۽ سائين رکيل شاھہ کي ان خلعت خاضره جي پهرائڻ جو حڪم ڏنو. سائين جن گوڏڙي مبارڪ کي چمي، اکين تي رکيو. سائين نوراني جن کين فرمايو تہ اسان فقيرن جو ڏاج گوڏڙي آهي. هاڻي اسان جا پويان پساھہ آهن، اسان جي پوين جي پارت اٿو. شهيد جي ميلي تان پيرو نہ پيچجو. سائين جن انهن لفظن تي روئي وينا ڏاڍو گريو ڪيائون. سڀي

ڪجهري غمگين ٿي ويئي ٿوري دير ڪانپوءِ ڪجهري گل ٿي. سائين جن اٿي، روضي مبارڪ تي آيا. صبح جو سائين نوراني کان اجازت وٺي فتح پور ڏانهن موٽي آيا.

مجذوب عبدالعزيز جي اشاري ڪيل جڳهه تي تعمير جو ڪم ۽ سائين عبدالستار نوراني جو برقعه مٽائڻ!

فتح پور موٽي اچڻ ڪانپوءِ سائين جن چند طالبن سان گڏجي مجذوب عبدالعزيز جي اشاري ڪيل جڳهه تي بنگلن ۽ ٻين عمارتن جي تعمير جو ڪم شروع ڪرايو سائين جن عشق، مولا جي ذوق ۾ زندگي بسر ڪري رهيا هئا ته اوچتو چند مهينن ڪانپوءِ سائين عبدالستار نوراني جي برقعي مٽائڻ جي ڪين تار ملي انا الله واناالیہ راجعون. خبر ٻڌڻ شرط فتح پور ۾ واويلا مچي ويئي. ساعين جن کي غم و اندوهه گهيري ويو، ٽي ڏينهن دستور موجب تعزيت ۾ رهيا آخري ڏينهن تي خيرات ڪري، جهوڪ شريف ڏانهن راهي ٿيا.

## جهوڪ ميران پور ۾ آمد ۽ سائين غوث بخش شاهه جي دستاربندي:

سائين رکيل شاهه جهوڪ شريف ۾ پهچي، سائين نوراني جي عذر خواهي سندن فرزند سائين غوث بخش شاهه سان ڪئي. اهڙي طرح ٽي ڏينهن جهوڪ شريف ۾ گذاريائون، روزانه شاهه شهيد ۽ سائين نوراني جي روضن جي زيارت پڻ ڪندا رهيا آخري ڏينهن تي سائين نوراني جي وڏي فرزند الضرام سائين غوث بخش شاه صاحب جن جي دستاربندي ڪرائي سائين جن نوراني مرشد جي ظاهري وڇوڙي تي، درد و غم جي باعث ڪافي ڪلام چيا. جن ۾ دوهيڙا، بيت، سي خرفيون ۽ ٻيا ٻول به شامل آهن.

## فتح پورواپسي، ڪچهرين جو اهتمام ۽ رضاءِ الٰهي جي ڳولا:

سائين رکيل شاهه رسم دستاربندي ادا ڪرڻ ڪان پوءِ فتح پور واپس پهتا، روزانه ٽن ڪچهرين جي اهتمام ۾ مشغول ٿي ويا

(صبح، شام، رات) لکين ماڻهو طالب ٿيندا رهيا. جن ۾ ڪجھ ڪوهستان، سنڌ ۽ پنجاب جا هزار ها ماڻهو هيا. سائين جن جهنگل بيابان ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو بلڪ مرشد ڪريم جي ڪيل هدايت موجب فتح پور ۾ وقت گذارڻ لڳا. رات جو هميشه محفل، سماع ٿيندي هئي جتي پاڻ رضا الهيٰ جي طلب ۾ رهيا ۽ طالبن کي شربت حقيقي سان اُڃ ۽ پياس کان آجو ڪندا هئا.

## معمول، زندگي ۾ روحاني انقلاب ۽ ميڙي تي حاضري:

سائين جن هاڻي دعوتن ۽ فيصلن لاءِ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجو ديرو (فتح پور) کين ڇڏيندا هئا. درگاهه ۾ حاضر رهڻ سندن عادت ٿي ويئي. رات جو محفل، سماع ۾ ڏهه، ٻارنهن ڪلام ٻڌي، پوءِ بنگلي ۾ ويندا هئا. مرشد جي فرمان موجب هر سال مهيني صفر جي16 تاريخ تي شاهه شهيد جي ميڙي ۾ شرڪت ڪرڻ ۽ نذرانه عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ حاضري ڀريندا هئا. واپس ٿيندي رستي ۾ پيارن طالبن جي دعوت ۾ شريڪ ٿي کين سعادت بخشيندا هئا. سائين جن پهرين ميڙي تي پنهنجا صاحبزادا ۽ ٻيهاروڪن فقيروني ميلي ۾ شراڪت جي سعادت حاصل ڪئي. هن ميلي ۾ شرڪت لاءِ ريل جي ذريعي آيا. ٻين بزرگ فقيرن وانگر سائين جن ٻاري ناهڻ جو حڪم ڏنو هميشه ميلي تي ان ٻاري ۾ رهندا هئا.

وطن واپسي، مسجد جي تعمير ۽ طبيعت ۾ ناسازي:

سائين رکيل شاهه نوراني فتح پور واپس پهچي، مسجد شريف جي تعمير جو ڪم شروع ڪرايو جيڪا چٽسالي ۽ گلڪاري سبب سڄي بلوچستان ۾ مشهور ٿي ويئي. نيلن، گنبدن ۾ گلڪاري تي هزارين روپيه خرچ ٿي ويا.

سائين جن کي چار شهزادا هئا. 1۔ سخي سائين ميان عبدالغني، 2۔ سخي سائين محمد ڪامل شاهه، 3۔ سخي سائين ميان معصوم شاهه، 4۔ سخي سائين مجدد امام سائين چيزل شاهه جنهن بابت سانوڻ مجذوب ۽ ٻين فقيرن فرمايو هو ته هيءُ شهزادو وڏي ڏيا، برڪت وارو ۽ مجدد امام ٿيندو.

هڪ ڏينهن سائين رکيل شاهه جي طبيعت ناساز ٿي پئي، پنهنجن مريدن کي فرمايائون ته اڄ شهزادو چيزل شاهه منهن جي پاران ڪچهري ۾ منهنجي جڳهه تي ويهندو.

پاڻ فرمايائون ته "مون ۾ ۽ چيزي ۾ ڪوبه فرق ڪونهي، جيڪو اسان ۾ جدا ٿي سمجهندو، اهو قيامت ڏينهن اسان کان جدا هوندو. سائين جن سائين چيزل شاهه کي پيار مان چيزبه ڪري سڏيندا هئا.

هاڻي روز بروز سائين جن جي طبيعت نيڪ ٿيندي ويئي. پنهنجي پياري شهزادي کي چوڏهن سالن جي عمر ۾ چاليهي ڪڍڻ جي رياضت جو حڪم ڏنائون. جيڪو سائين چيزل شاهه صاحب ڪاري ڪوٺي ۾ ويهي، بنا کاڌي پيتي، سواءِ ڪوٺي کان ٻاهر نڪرڻ جي رياضت جي تڪميل ڪئي.

## سائين چيزل شاهه جي بيعت جو امر، آخري ميڙ جي حاضري:

سائين رکيل شاهه وٽ جيڪو طالب آيو ٿي، ان کي سائين چيزل شاه جي بيعت جو امر ڪندا رهيا. اهڙيءَ ريت سائين رکيل شاهه پنهنجي بيعت جو سلسله بند ڪري ڇڏيو. سائين چيزل شاهه چاليهن ڏينهن جي رياضت کانپوءِ هميشه سائين رکيل شاهه جي حاضري ۾ رهندا هيا. سائين جن کين بنگلو به اڳ نهرائي ڏنو هو. سائين رکيل شاهه دستور موجب ٻي سال ميلي تي تيار ٿيا، سڀ صاحبزادا ۽ فقرا ساڻ ڪري شاهه شهيد جي حاضري ڀريائون سائين جن صاحبن ڪريمن کي چيو ته "قبلا! اسان جو جهوڪ شريف اچڻ ۽ ڦيري پائڻ جو آخري موقعه آهي." جڏهن سائين جن اهي لفظ فرمايا، سيني فقيرن ۾ روڄ پئجي ويو. صاحب ڪريم به مغموم ٿي ويا.

## وطن تي ورڻ، برقعي مٿائڻ جي مڪمل تياري:

صاحب ڪريمن کان موڪلائي، خير سان فتح پور ۾ وارد ٿيا، ڪمزوريءَ سبب طبيعت ناساز ٿي پئي، ڏينهون ڏينهن بگڙندي

ويئي. سائين جن وٽ سڀ صاحبزادا موجود رهڻ لڳا. آخر تاريخ ستين ماه ربيع الاول تي موڪلائڻ جي تياري ڪرڻ لڳا سجاده نشين سائين چيزل شاهه کي فرمايائون تہ "ابا، هاڻي اسان جا پويان پساهه آهن. دنيا جي درپيش ايندڙ تڪليفن کي مڙس ٿي، منهن ڏجانءِ جهوڪ ميران پور ڪان پيرو نہ پيچجانءِ ايترو چئي عصر ويل 7 ربيع الثاني 1359 هجري مطابق 17 اپريل 1939ع جمعرت رحلت فرمايائون انالله وانا اليہ راجعون

سائين جن جي ڪل عمر 97 سال هئي، سج اڀرڻ ڪانپوءِ سائين جن کي غسل ڏياري روضي جي والي کي روضي ۾ جڳهہ ڏيئي، غم ۽ ڏک ۾ غرق سڀ صاحبزادا ۽ فقرا موٽ آيا. شهزادو مٺي جي ٿلهي تي ويهي رهيو. هاڻي روضي جي ڪم کي تيزي سان تڪميل تي پهچائڻ جو ڪم جاري ٿي ويو. روضي جو ڪم اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. روضي تي روشني ڪرڻ لاءِ اڳ ويهہ هارس پاور جو موٽر لڳايو ويو هو هاڻي واپڊا جون لائنون اچي ويون آهن ڪمانن ۽ مرغولن تي لکين روپين جو خرچ ٿيو.

## سائين چيزل شاهہ جي سجاده نشين ۽ سائين رکيل شاهہ جو ميلو:

سائين چيزل شاهہ، جيڪو ڇمندي ڇام هو جنهن جي بزرگيءَ جون اڳ ڪٿيون ٿي چڪيون هيون سجاده نشيني جي دستار پهري، هر ماهہ ستين تاريخ تي ميلي ڪرائڻ ۽ سالياني ميلي جو اعلان ڪيو. پهرين سالياني ميڙ تي لکين ماڻهو عقيدت ۽ احترام سان پهتا. جن کي جاءِ تي ويٺي ننگر پاڻي مهيا ڪيو ويو.

ائين سائين چيزل شاهہ جا پڻ هزارين طالب ۽ مريد ٿيا، نيٺ سائين جن بہ راهہ رباني وٺي محبوب حقيقي سان مليا. اهڙو احوال سندس ڪلام بحرالعميق ۾ تحرير ٿيل آهي. سائين چيزل شاهہ کي ٽي فرزند آهن.

1۔ سائين صادق علي شاهہ جيڪو موجوده سجاده نشين آهي.

2۔ سائين علي حيدر علي شاهه
3۔ شهيد سائين علي اڪبر شاهه

اڄ ڏينهن تائين سجاده نشين حضرت سائين صادق علي شاهه صاحب پنهنجن بزرگن وانگر لنگر چالو رکيو آهي ۽ هر روز صبح شام ڪچهري رات جو سماءُ. چنڊ جي هر مهيني جي ست تاريخ تي سڄي رات روضي ڏڻي تي راڳ و يراڳ ۽هر سال مارچ مهيني ۾ وڏو ميلو لڳرائيندا آهن جن ۾لکين عقيدت مند شريڪ ٿي سعادت حاصل ڪندا آهن.

## سرشام کلياڻ کافي 1

تل متائي ويس سو ذاتي، عجب انسان ۾ آيو
1 احد ۾ ميم ڪيوءِ شامل، هو ڪو هر جاءِ هليو آهل
حيدر هسوار جئن دلدل، اچي اسد الله سڏايو
2 آيو انهي شوق جي شعلي، اناالحق پاڻ پيو ٻولي
ڪيائين منصور کي اولي، ائين هو روح جو رايو
3 لڳيون غم سوز جون لوهان، دڪاير درد جا دونهان
عاشق ٿيا سير جا سونهان، جنهين سمجهيو تنهن پايو
4 لڳو اچي نينهن جو نعرو، فتح پور ۾ فقر سارو
رکيل- لڌو چڱو چارو، ڇمي چشمن متي ڇايو

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 2

تل ڪيئي ظاهرظهوروتو، هلي ڪيئن عشق سان اتڪل
1 ڏسن سالڪ سي سر سمجهي، ويا وحدت منجهه ونگجي
لڪڻ ڪون هو ويا لنگهجي، ٻڌائي دوست تو توڪل
2 آيو انسان ۾ اولي، اتي ٻر ۾ ڏسج ڳولي
ڏسن عاشق اکيون کولي، دمن سان درد جي منزل
3 جاتي تو پاڻ ساماٿين، اتي وري رنگ ٿو لائين
هتون هلي هت آئين، ڪرين تو موج ڏيئي، اچل
4 رکيل- سان هي رکيئي رايو، پرين توسان پيچ مون پايو
اڱڻ منهنجي اديون آيو سدا آئين منهنجا سانول

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 3

ٿل گهوريان ٻن سيج سمهڻ ڪي، ڪريان جند جان قرباني
1 جنهن ڄاتو تنهين پايو، ٻڌي سندرو ڪيم سعيو
ڏسان عربي اڱڻ آيو، شافع تون شاهه شاهاني
2 ڏنو سين ٻيو نہ ڪو چارو، مگر سيد سو سونهارو
مڃي تو ملڪ جڳ سارو، نبي سر نور نوراني
3 رليو هي نفس تواٽي، جتي جاڏي چڪيون ٽاٽي
الله هڪ پاڪ تو ڄاتي، ڏسان ديدار دل جاني
4 وڪوڙيم عشق ٻيون واهان، ڪيان شب روز ٿي دانهان
ٻڌن کي ڏيئي اچي ٻانهان، مدد ٿي غوث صمداني
5 جڏهن جانب پاتي جهاتي، بدن منهنجو ڇڪن ڇاتي
"رڪيل" سان لون سڄڻ لاتي، اچي ٿيو راز رحماني

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 4

ٿل اوکي هي عشق کي منزل، ڪنهين دي پيش نا آوي
1 سدا سختي هي سر عاشق، ڪجا فرحت نمي بينم
خانہ عشق اي ويران، ايوين شب روز غم کاوي
2 سڄا رستا تي پنڌ ڏوڙا، تتي سر اوچتي آيا
وچ سج دي لڌم سانول، ڪري پوڄا تہ قل پاوي
3 عجب هي عشق کي لذت، ڪفر اسلام حق هڪ هي
توڙ ڏئي کون هڪ دل تي، جٿيا ڪوئي عشق کا پاوي
4 "رڪيل" اسرار هي هر دل، اهو انوار ديکا تا
هوئيم هو ٿياول هو، ايوين اثبات ساماوي

## سرشار ڪلياڻ ڪافي 5

تل رکين جي شوق محبت جو، پنهنجو ڏس پاڻ ۾ پيهي
1 ڪٿي عاصو ڪٿي ڪوزو، ڪٿي مسجد ڪٿي سجدو
پاسي ڪر غين جو نقطو، اهو آن عين ڏس ويهي
2 عجب انصاف هي عبرت، اوري منصور جي ڦاهي
اجان اڳتي ٿيا راهي، اتي قيل قال نان ڪيهي
3 واحد وجود ٿيا وحدت، وڃي واصل بقا بالله
هٿن دم هو هڪوالله، رکيائون ڏيان ۾ ديهي
4 "رکيل" هي مام جي مشڪل، نباهڻ نينهن ٿيو نازڪ
نہ ڄاڻج خلق جي رسوا، ناهي تنهنجو ڏيهہ پر ڏيهي

## سرشار ڪلياڻ ڪافي 6

تل ڪهڙي ڪيان ڳالهہ هي ڪوڙي، پنهنجو مان پاڻ نتو ڄاڻان
نان مسلمان نان ڪافر، اتي ايمان ڪيئن آڻيان
1 يڳي لافي سندي ڪڙ ڪڙ، اُتي نئين عشق وڏو اوجهڙ
جتي آهي درد جي دڙبڙ، اتي محبوب جا ماڻان
2 ڪٿي ملت ڪٿي مذهب، ڇڏڻ مشڪل اچي ٿو عجب
صوفي جو سير وڃي ٿيو سڀ، ڏسڻ لامڪان جا ٿاڻان
3 نان مسلمان نان ڪافر، ڪٿي ايمان نان خبر
عجائب عشق ٿيم رهبر، اتي وڃي درج ٿيا داڻا
4 ڇني ڦاهي ڇني ڇڪوا، ڏئي ڪي دور ڇڏ تقوا
ڏسڻ هڪ جو نہ ڪر بڪوا، وسن سي برهہ جا ياڻان
5 جتي موجود ٿيو منور، ڇپي ڪيئن عشق جو اوبر
لڌم دل ۾ پرين دلبر، سمجهي ڏس تون "رکيل" سياڻان

## سرشام کلياڻ          ڪافي 7

ٿل  عجائب عشق وارن جون، خطيبن جون سٽو خبران
1  پهِلي تختي پڙهن بي تي، تنهن شابس سچي سڪ سي
لهن لوچي پرين هڪ کي، رهيون زيرون اتي زبران
2  جنهن پاتي اتي جهاتي، لنگهيا ظلمات ٿيا ذاتي
بقا بالله رهيا باقي، باراني عشق جون اَبران
3  حقيقت ۾ هلي هو لنگهيا، سنڄاڻي دل سچي سمجهيا
ڏسن عُشوا تنهنجا غمزا، تبرڪ آ تنهن تبران
4  خودي هستي نٿو ڪائين، ”رکيل“ تون پول ٿو پائين
ڳالهيون مردن سنديون ڳائين، سڃاڻ سي تنهن قبران

## سرشام کلياڻ          ڪافي 8

ٿل  ٿاهي سمجهڻ سنڃاڻ جي، ڪجي ڪيئن عشق جي معنيٰ
1  بحر بيچون بيرنگ جي، ڏسي ٿيا موج مستانا
لڙهيا تنهن لهر ۾ لائق، ڪيا تنهنجي درد ديوانا
2  اِهو اسرار نامعلوم، دل دستور داستانا
ڪن تقرير هي طالب، لدني علم مئخانا
3  شمع جي شعاع تي ڪاهيون، ڪيو پرواز پروانا
پتنگ اُهي پيا پچن، جلن سي جوش ۾ جانا
4  تيئڻ منصور آهي مشڪل، توڙي هستي تي بيگانا
”رکيل“ هي رمز ڏس کولي، برهه جو باب بوستانا

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 9

تل ملڻ محبوب جو مشڪل ڏجي سر عشق ۾ آٽي
نسنگ ٿي نينهن ۾ نانگو، تڏهن وڃي ملڪ هو ماٽي
1 اندر ۾ ڏيان اِهو ڏر، صفا ميدان دل جو ڪر
لوچڻ ٻاجهون نہ ٿيندين سرِ، حجت ڇڏ هوت سا هاٽي
2 اڇن ٿيون برهہ جون باهيون، مٿي عُشاق سرڪاهيون
ليڪو لافي سعندو لاهيون، پنهنجو رنگ پاڻ منجهہ ڄاٽي
3 پيئن وحدت سچي سرڪي، ڳالهائڻ مرد هو مرڪي
پائن سرتاج هيءَ ترڪي، آيا سي عشق جي ٽاٽي
4 "رڪيل" سان لنئو پرين لاتي، پيچي اولو پاتم جهاتي
بقا جو ملڪ ڏس ذاتي، وڏائون رمز سان راٽي

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 10

تل لڳو سي نينهن سان ناتو، ڪفر ناهي مسلماني
وتي سي وات وڄ واري، ٿيو سي سير سبحاني
1 اڳڻ هل هل پسان گل گل، جسم جند جان سڀ جاني
گهي سختي گهي مستي، گهي آ راز رحماني
2 تن تسبيح من مصلو، پڙهي تڪبير ٿي فاني
دائم نماز تن دل آهہ، سجدو پاڪ پيشاني
3 اناالحق چئو اناالحق چئو، مستي سرمام مرداني
اگر سالڪ سڏائين تو، سچو ٿي يار يزداني
4 آئينو عشق منجهہ سيني، لڌم رخ يار جو ثاني
پائي جهاتي ڏٺم سهڻو، جيئن يوسف سو ڪنعاني
5 "رڪيل" ڳجهہ سان لڌءِ ڳولي، پائي ليڙو اندر ڇولي
سارو سر پاڻ تو ٻولي، ڪيو مان سان مهرباني

## سرشام ڪلياڻ          ڪافي 11

ٿل وڃن منزل يڪي ڪاهي، عشاقن جي اڳيون ڇاهي
1 ڪنهن ووڙيو ورهن ۾، ڪن ڪي داد ٿيو دم ۾
پائي جهاتي ڏنم من ۾، لاهُوتي لوڪ جالاهي
2 ٻڌي سندرو سچي توڪل، ڀڳائون عقل جي اٽڪل
وڃي ٿيا راز ۾ رلمل، ڀڃي هستي ڇڏن ٻاهي
3 جبل ڏونگر ڏسن ڏوري، سڪ کي نزديڪ پنڌاوري
گهوري سريار تون گهوري، ٽوٽي چڙهندا وڃي ڦاهي
4 جهڙي رحمت تيهي لعنت، ڪهڙي ڪاني ڪيهي قدرت
"رڪيل" ڏس حال منجهه حيرت، مستي منظور ڏس ڏاهي

## سرشام ڪلياڻ          ڪافي 12

ٿل هجان هر دم ائين هيڪل، حسن جي سير ۾ جل جل
1 پائي جهاتي ڏنم ڇوري، ڳجهو آيو راز سر زوري
جياپو جان جي جهوري، چشمن چور ڪيو چل چل
2 ٻڌي سندرو گهرڻ ڪاهي، هستي ٻوتو پيچڻ ڇا هي
لاهُوتي لوڪ جا لاهي، ٿيا سي راز ۾ رلمل
3 پائي جهاتي اندر چولي، لڌم هڪ کي سدا ڳولي
ٻولي هي پاڻ تو ٻولي، سمايو اه اچي سانول
4 عجب گلشن گل لالا "رڪيل" کي عشق ڪيو اعليٰ
ٿيم حضور حق تعاليٰ، پرينءَ جي پور ۾ پلپل

## سر شام ڪلياڻ ڪافي 13

تل وڃي ٿيس درد ۾ داخل، ڏنم درياه ٿو ٻوڙي
نڪو سنگت نڪو ساٿي، لاڳاپا سڀ ڇڏيم توڙي
1 اهڙي آويڙجي ڪن ۾، ڏسڻ سان جان ٿي ٿڙڪي
نہ ٻج دل ٿي چوي توڪل، متان محبوب منهن موڙي
2 پنهنجي اندر ۾ پائي جهاتي، ڏنم درياءَ ڏکيو ڏک جو
نہ ڪا صحت نہ ڪا فرحت، جسم ۾ جاءِ ٿو جوڙي
3 پوڻ انهي موج ۾ مشڪل، لڪين عاشق پيا ڪاهِن،
نہ رک سانگو انهي سرجو، خطرا خوف ڇڏ ڇوڙي
4 ”رڪيل“ ٿي راز جو سونهون، حقيقي حال ڪون واقف
پيتي ٿي سوز جي سرڪي، لهي لاهوت ڏس لوڙي

## سر شام ڪلياڻ ڪافي 14

تل جا ٿي ڪيا عشق افسانا، عقل اتي ڇا ڪندو معنيٰ
1 عقل ايمان ڇڏيم اوري، اتم ڏنم عشق ڪي توري
ڪيم سر شوق تان گهوري، پڙهان لک وار شڪرانا
2 نہ ڪا اتم طلب دنيا جي، نہ خواهش بهشت حورن جي
سچي اتم ڳالهہ سورن جي، ڳجها عاشق ٻڌن ڳانا
3 منارو عشق منور جو، ڏنو سين دل ۾ دلبر جو
صفا ڪر قلب جو هجرو، پيتو سي شراب مئخانا
4 صفائي صاف صوفين جو، ڏسڻ هر رنگ پرين پنهنجو
”رڪيل“ هي سر نہ ڪر سهنجو، بقاءَ ۾ عشق آستانا

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 15

ٿل گهي مجنون سر گردان، گهي اسرار رهبر هون
دلي ديدار از دائم، ڪ وقتي خود قلندر هون
1 نهاني نقش اي دلبند، ڪي پيڇي عشق افضل هون
مين آيد لذتي هر دم، ڪ ازتو ناز پرور هون
2 شدم مسرور در محبت، سري اسرار واحد هون
ڪ مئخانا دلي جانا، ازان شاهي ڪ اڪبر هون
3 سري من زور شد دَرِدي، تماشا ذات عبرت هون
حجابي تن صفا ديدم، ڪ وجہ الله سي انور هون
4 "رڪيل" چون ڪعبۂ وردم، ڪجا دواراڪ مسجد هون
نميدانم نميدانم، بسي محنت ڪم مندر هون

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 16

ٿل نہ هوتي دل ميري تسليٖ، ڪہ ڪب ملسي سجن پيارا
1 نہ تيا ديدار هڪ واري، نہ ڏٺڙم بخت هي ياري
ڳئي پٽيندي عمر ساري، ڪڏان ويکان حسن سارا
2 ڪيهي ڪم باغ بهشتين دي، دلبر ديدار بن تيڏي
حوران غلمان سو صدقي، جڏان ڏيسي پنهل وارا
3 تتي دي چاڪ هي چولي، ملڻ واعدا ڪيتئي ٻولي
جڏان ويکان پنهل جهولي، تہ هر رڳ هوۓ هڪارا
4 وڪوڙيم عشق سڀ واهان، "رڪيل" ديان روزهي دانهان
بنان دلبر تيڏي ناهيان، نهين درڪار ڪجهہ مارا

## سرشام كلياڻ كافي 17

ٿل سڄڻ تنهنجي سوز ۾ سانول، گهونگهٽ کولي نہ ٿي اولي
1 ائين وَنَحنُ ڇئي اَقرَبُ، مِنُ عبلِ الوَريدِ رڳ
ڏسان توکي روز روزن شب، سدا وحدت منجهون ڳولي
2 حسن جي فوج چوڌاري، ڏسان جابر ڪريان زاري
خوشي غم ۾ ويم ساري، پون تا چاڪ منجهہ چولي
3 لڳي تنهنجي نوڪ متوالي، ڇڏي سي ملڪ جي چالي
ناهيون دم خوف ڪان خالي، آيا سي عشق جي ٽولي
4 ماري هي محب جي ماٽي، لڳي جن سان سوئي ڄاٽي
"رکيل" سان هوت مل هاٽي، اجا چو تو پرين رولي

## سرشام كلياڻ كافي 18

ٿل هميشان عشق داماتم، نهين تان واند هڪ تلدي
برهہ دي باهہ ڏيوي پڙڪي، تان جند جان پئي جلدي
1 درد دي شور وچ هو وان، ڪران هئي هئي پٽان رووان
هنجهون دا هار ڳل پووان، لکي تقدير نا تلدي
2 ازل داڪات پيا ڪڙڪي، جسم وجود تان ٿڙڪي
اُتي سوريءَ سر لڙڪي، حجت حاجت نهين هلدي
3 وڇوڙا فراق سرباري، ڳئي غم دي عمر ساري
ڪران فرياد سو واري، نہ ڏيندا يار ڪا ولدي
4 عشق بدنام ڪيتم زوري، دروني جگر وچ جهوري
وس بيوس ٿيم چوري، خلق ساري پئي ڪلدي
5 "رکيل" دا قول سچ سارا، عجب و حدت ڏٺم وارا
لڳاهي نينهن دا نعرا، الستي تانگهہ پلپلدي

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 19

تل چٽاسي ڪفر مذهب ڪون، ٽياسي فنا منجهه فاني
نا مسلمان نا هانيڻ، ڪيم دل عشق ديواني
1 ڪلر ڪيري متي پايان، نہ ڄاڻان پاڻ ڪجهه آهيان
وڃائي وجود ڪ پايان، پڙهايم برهہ هيءَ باني
2 گهمي جٽيو ڳچي پايان، گهمي قرآن ڳل لايان
الائي ڪين مان چاهيان، نڪو اٿم نام نيشاني
3 ڇڏيم هستي خودي ماري، ڪري پئمال هڏ ڳاري
ائين تو عشق اوجاري، هميشہ درد دل جاني
4 مشڪل مام هيءَ سمجهڻ، پرينءَ جي پنڌ جو پرجهڻ
صفائي قلب جي گهرجڻ، تہ روشن رمز روحاني
5 ”رکيل“ هدايت حڪايت ۾، بلاو اصل ولايت ۾
ڪري آڙي عنايت ۾، لڌوسي يار لاثاني

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 20

تل صفائي قلب جي ثابت، يقين يار تي آٽيان
بنا عشق مولا جي، ڏئي ڪجهه ڪين تو ڄاڻان
1 بحر بيچون بيرنگ جي، سڌ سالڪ لهن ساري
سنجاڻن تا سچي دل ڪي، حج ڪعبو آ دُر داڻان
2 ماري مشرڪ ڏُئي وارو، رک ناشرڪ شيطاني
حقيقي حال تيم حاصل، لکيو تقدير هي پاڙيان
3 نڪا حاجت حجت هستي، امر ڪي ڪير تي آڏو
سمجهڻ ڳالهہ مشڪل ڳجهي، غفلت غير ڪي ساڙيا
4 ”رکيل“ رهہ رمز تي پورو، تيءَ ناوار هڪ واندو
الستي آواز پيو ڪن تي، اُهو وڃي ملڪ تو ماٽيان

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 21

تل ڏسي جلوو جانب جو، ڪيئي پيا نياز سان نوندا
شمع جي شعاع تي ڪاهيون، پتنگ وانگي جيئڻ پوندا
1 عشق جي آڙاهہ منجهہ اوڪا، عاشق سوريءَ مٿون سوڪا
قلمون لوح جي لکيا، پاڙيندا سور سيئي سهندا
2 عجب عاشقن سندي عادت، خرش خوراڪ تن وحدت
نيائن نينهن سان نوبت، حقيقي رمز منجهہ رهندا
3 سچو سجدو وِضو ساري، قضا ڪن ڪين وقت ٽاري
لڳي تن لنو هڪ واري، جلن سي جوش دل ڏوندا
4 لاڳاپا ٿيا صفا لاهي "رڪيل" عاشقن وجن ڪاهي
وڏو ميدان دل ناهي، طبق چوڏهن هنڌ ٽيندا

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 22

تل جي درويش ٿين وولا لا، فڪر فاقيو فهم اهو ٿي فيض جي فرمان ۾
1 هتون ويندين دم گذاري، سوي اهاتي ويهہ سنياري
عاشق چڙهيا نينهن نظاري، گوشي ٿيا گذارن ۾
2 اٿڻ ويهن قيد جڳائي، ڪائڻ سمهڻ ڪوڙا اجائي
ڪوڙي دنيا ڪوڙ وڏائي، موت جي ارمان ۾
3 ظالم ٿي انسان رنجائين، سو ثواب رضع نہ پائين
حج اٿي هڪ دل رهائين، قول اهو قرآن ۾
4 پاڪ مشائخ مير ڪونائين، رڪيل آهين پير سڏائين
گهٽ تون ڇاپين وڏ سهائين، رهہ حيرت جي حيران ۾

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 23

ٽل ڪنهن سان سينو کڙو ساهيون، جيئن ڪو سمجهي اُوئين آهيون
1 ڪڏهن نڱ چور شرطي هون، ڪڏهن واپار پرتي هون
ڪڏهن سچ عشق ترڪي هون، ڪڏهن منجھ ناھ جي ناهيون
2 مڪر ۾ ڪوڙ تا ڇاڻن، عقل هو نفس ڏي تاڻن
عاشق ميدان تا ماڻن، وڃن تا ڪيچ ڏي ڪاهيون
3 رضا راضي مٿون ٽرجي، هوئڻ هر رنگ ۾ گھرجي
خزانو عقل جو ڦرجي، خودي هستي وڃن ڊاهيون
4 ڪڏهن خلقيا آهيون خالق، ڪڏهن توحيد جا مالڪ
ڪڏهن منجھ سمجھ ۾ سالڪ، حوا آدم نہ ڄاياهون
5 ”رڪيل“ هن درد ۾ دم دم، وڃي قطرو پيو قلزم
هلايا عشق هي ها غم، مچائن برھ جون باهيون

## سرشام ڪلياڻ ڪافي24

ٽل رخ ناز پريا، دل جاني دا، جاني دا، دل جاني دا
1 ول ول آون جهاتيان پاون، ادب عجب هويا انساني دا
2 آون عُشاق ڪرن ول عيدان، جلوا ويک جيلاني دا
3 چڙھ چڙھ موجان سر تي آون، سير هويا سطاني دا
4 سئي سئي ”رڪيل“ نون ڏيون مبارڪ، لوڪ سارا لاثاني دا

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 25

ٽل ڪڏهن ملنديس پرين مان سان، مٺي دل کي جياريان ٿو
نہ ورندي ڪا وڇوڙي جي، عمر اهنجي گذاريان ٿو
1 سڙي جيئڻ خاڪ ٿيان ڪيري، هڏ هي ماس سر ڏيري
تون واهر منهنجو ويري، ڳجهہ ۾ پاڻ ڳاريان ٿو
2 سنڌو نان سور ڏين وارو، ماري ٿو سخت مونجهارو
ٻاجهون تنهنجي نہ ٿم چارو، سدا توکي سنياريان ٿو
3 وساريم جڳ اهي ٻيئي، جدائي يار ويم ڏيئي
دروني منجهہ وڌم ديهي، تہ ٻاهرنان نهاريان ٿو
4 رڳن جو راڳ هو تاران، پون ٿا چاڪ دل قاران
لذت وحدت صبر ساران، "رڪيل" پاڻ کي پچاريان ٿو

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 26

ٽل ٽوڙيا سي عقل جا جهڳڙا، نہ ڪنهن مذهب ملايا هون
ڏنوسي دين دلبر جو، نہ ڪنهن ملان پڙهايا هون
1 خضر استاد ٿيو منهنجو، پياريائين جام وحدت جو
طالب مطلوب تان هڪ هو، نہ ڪنهن پولي پلايا هون
2 پايم عشق پاند منجهہ جهولي، لکيٽي تان ڏنم لولي
پسيم پنجتن سنڌي ٽولي، تہ ڏينهون ڏينهن سوايا هون
3 ڄاڻن نابين اهڙو شڪ آ، نہ ٿا ڄاڻن مولا هڪ آ
جيڪو دُئي ڄاڻي اهو مشرڪ آ، تنهين راهون رُلاياهون
4 پائي ڏس جسم ۾ جهاتي، ظهورو ذات جو ذاتي
فنا ٿي خاڪ ۾ خاڪي، اهڙي حيرت هلايا هون
5 "رڪيل" ڏس رمز سبحاني، منزل لاهوت لاثاني
اهو آراز روحاني، سچي صحبت سمايا هون

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 27

تل لامڪاني وسندا پيارا، ديدار ڏسان ديدن سان
ديدار ڏسان ديدن سان، ڪُل انسان بدن سان
1 ڪُن ڪنُون اخلاق ڪيتوئي، قادر تو قدرت سان
فذ ڪروني اَذڪر ڪُم جي، ڪيتئي قول ذهن سان
2 هر دل اندر لعل بنايئي، غنچا باغ چمن سان
مالڪ ڪر شيطان بچايئي، بيشڪ بي دينن سان
3 ويڪ ديدار بهار مين ٿيئان، هي اسرار آدم سان
سر الاهي آپ سڏايئي، قطرا پيا شبنم سان
4 چٽ لولاڪ سيد سر آيا، ڪُل نبي تہ ختم سان
”رڪيل“ ـ سان هي صنم سدائين، يار مليو عيدن سان

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 28

تل دارين دنيا خواهش عقبيٰ، اچا آزاد نهين ڪيا
خودي ۾ خود بہ مستي ڪا، شرابون جام نان پيا
1 طمع ڪون توڙ تان ٿيوين، حياتي آب ئي پيوين
دونون جڳ صاف ٿي جيوين، حجابون غير هم ڳيا
2 شهد شڪر نهين وولذت، ڪجا فردوس ڪي نعمت
عجب نوشيد مٿي، وحدت، مستي منظور ڪرليا
3 اگر لايا بِدهِ ساقي، عُشاقان درد خوراڪي
تت ڳيا غير رهيا باقي، آيا اثبات حق ٿيا
4 ”رڪيل“ ـ اي شوق شاهانان، پڪڙلي عشق ڪا خانان
دُئي ڪو دور ڪر جانان، سدا سر جوڳ ۾ جيا

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 29

ٿل جنهن جسو ڪيو جامي، سنڃاڻن ذات سي سامي
1 تن کي تراب ڏک ڏيئي، سفر سامي ڪندا سيئي
تنهن کي سمجهه سڏ پيئي، عجب اسرار پنهاني
2 ڪيم پيريمغان وصيت، نه ٿي واندو وٺي وحدت
نباهڻ نينهن جي نصيحت، دمن سان سير سبحاني
3 جبل عرفات من هي مکو، دل نماز سِر سجدو
دم دم سان ختم سبتو، پڙهڻ فرقان ٿيڻ فاني
4 آيو ٿم ورهه جو وارو، اندر ۾ عشق اوجارو
لڳو آهه نينهن جو نعرو، ازل کون نام هڪ نامي
5 آيم دل ۾ رکيل جاني، ڏٺم جهان خود جامي
سارو آسير سلطاني، حمايت ٿيم خضر حامي

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 30

ٿل ظهورو عشق جو ظاهر ڪيئي سالڪ سوين سمجهن
ڏک ۽ درد تن دل ۾ مستي جي موج منجهه ڪاڇن
1 ڪٿي آدم شيث نبي، ڪٿي نوح طوفان راز ربي
ڪٿي ابراهيم آڙاه زبي، اهڙي آزمائش در دوستن
2 ڪٿي ذڪريا ڪٿي يحيىٰ، ڪٿي موسىٰ ڪوهه طوروهه وا
ڪٿي الياس تي عيسىٰ سختي عارف سر تي سهن
3 ڪٿي يوسف ڪنعاني، ڪٿي مصر بازار غلامي
ڪٿي يعقوب گرياني، ڳجهو تنهنجو راز ڪيئن سي لهن
4 ختم نبين جو پيوند، آيو عربي ٿي احمد
درد وندن جو دلبند، اهو احد ٻيو نه چون
5 ظاهر ظهور زلزلا، عاشق ڏسو هي ڪربلا،
پيارا ربَ جا بيشڪ يلا، عشق جو ناز آيو شهيدن
6 "رکيل" اناالحق ڪيئن نه چوين۔ سمايو سر سجو تو ۾
مري منصور جان پوين، پرين کي تا پاڻ پرچهن

## سرشام ڪلياڻ ڪافي 31

ٽل امن آهي عشق مولا جو، دنيائن سان اسانجو چا
1 رُلي رئي هن نفس کي روليون، تکر توتا پنين پاليون
چگيون مستن سنديون چاليون، نہ خواهش هي دنيا عقبا،
2 وئي گم تي خودي هستي، لڳو تن درد دل خستي
هميشہ عشق جي مستي، نہ ترسن خلق جي رسوا
3 ڪڏهن سختي مٿي سرجي، ڪڏهن هن تخت اعليٰ تي
ڪڏهن منجهہ رمز جي رتبي، پري پاتال ۾ وڃي پئيا
4 ڪئي اڳتون انهن آزي، سدا تقدير تي راضي
رکيل اهي مرد هن غازي، سدا شاڪر بڻي و هوا

## سرشام ڪلياڻ ڪافي32

ٽل اگر هي يار کا ملنا، دوئي کو توڙيڪ دل تي
1 وحدت جام خود نوشي، جاوي ول دور خاموشي
ٿيوڻ منصور مدهوشي، اناالحق ماردم جلدي
2 نمي دانم نمي داني، گودڙي عشق پنهاني
سر تي ڪلاهہ شاهاني، دل درويش پل پل دي
3 دکايا عشق هو يا رهبر، حسن بازار توئي دلبر
سر اسرار دل انور، حقيقي تانگهہ ول ول دي
4 جتي جانان اتي جاوين، فقر داحال ڳل پاوين
رکيل سارا بنيا سائين، لڳي جڙ نوڪ رانول دي

## سرشام ڪلياڻ    ڪافي 33

ٿل پڙهڻ پڙها وڻ ناهين فقيري، بنان وجود وڃائڻ جي
1 واهه محدث عالم سونهارا، زاهد زهد ڪرن استخارا
عشق بنان تہ اجاياسي
2 منجهہ غرور ويهن ٿي غالب، ڪرن دليل دنيا جا طالب
هستي قيد رهائي ري
3 ڪشف قبو رهي ڪسب ڪما وڻ، دم اناالحق خيال جڳا وڻ
عمل عامل ڪامل ڪي
4 وهو اچي راهه بتائي، بحرانهين جي ڪنڊي نہ ڪائي
ثابت سر سمجهاڻ جي
5 رمز رکيل وو اجا ٿي اولي، تون آهين ساڳي سانول تو ٻولي
عبداحد حق حاصل هي

## سرشام ڪلياڻ    ڪافي 34

ٿل بنا ديدار دلبر جي، جيڏيون مونکي سال ٿيا سڪندي
1 آيم لوڏو چڙهيس ڪاري، وڇوڙو يار جو ماري
فڪر فراق هڏ ٻاري، آئي سختي مٿي سر جي
2 ڪيان هئي هئي پٽيان روئان، اهي ڏک سور ڳل پوئان
ميرا اهي عيب ڪيئن ڌوئان، چوان پنهنجي نصيبن ڪي
3 ائين ڄاڻان پاڻ ڪي ناهيان، خودي ۾ خود غرق آهيان
سائن سان سنگ کهڙو ساهيان، حجت حاجت هتي ناهين
4 مٿي هي مهل موچاري، پايان ڳچي پاند ڳل ڳاري
رکيل سان رک اچي ياري، ڪيان جند جان سر صدقي

## سرتلنگ    ڪافي 35

تل بيرنگ برقعو پائي پائي، آيو آدم تي پنهنجي ذات ڇپائي
1 بت بنائي پوءِ ملڪ سڏايئي، سجدو حڪم ايئن پاڻ فرمايئي
عزازيل ڇيو اتي ناهي ناهي، طوق لعنت جو سر تي سهائي
2 الانسان سري سچ ڪري ڄاتم، وانا سرد سهي مان سڃاتم
اولو اڪين جو لاهي لاهي، عشق انسان آيو ويس مٽائي
3 عشق جو ظهورو سالڪ سمجهن، موج مستي جي سر عشاقن
رمزلڳم رنگ لائي لائي، نازپرينءَ جو ٿو نينهن سان نوائي
4 عشق سمجهايم چنگيون ايهي ڇاليون حوا آدم ڪون اڳ جون ڳالهيون
ڏس ڏنم اهو ڏاهي ڏاهي، سوئي "رڪيل" ۾ ٿو پاڻ سمائي

## سرتلنگ    ڪافي 36

تل ظاهر ذات صفات ۾ سمجهڻ، عين صورت حق آهي آهي
1 فنفخت فيہ من روحي قول ڏنم پورو، آيو انسان ۾ ڪرڻ ظهورو،
ڏس ڏنم اهو ڏاهي
2 بت خاني ڪي سجدو سچائي، دين ايمان پوءِ ڪرڻ بهائي،
شڪ شرڪ ڇڏ لاهي لاهي
3 وفي انفسڪم حڪم ڪمايئي، الانسان برقعو پايئي،
ناهہ آيو هت ناهي ناهي
4 عشق "رڪيل" ڪي نينهن نظارو، زوران زوري هٽي ٿو نعرو،
آيم ڪاهہ ڪيون سر ڪاهي ڪاهي

## سر تلنگ　　　　کافي 37

تل　عشق دا آ وڻ ساڱ سڏاوڻ، ڪيتا ظاهر ذات ظهور،
بار برهہ داسر تي چاوڻ

1　ملان قاضي رکدي نہ جائز نهين وت سڻندي عشق دا واعظ
وڃ معرفت دي هويا منظور، عاشق دا سچ سهي هي الاوڻ

2　منطق معنيٰ ڪنز قدوري، دل دا سمجهڻ سبق صبوري
جنهن ڏسيا سو هويا منصور، سر سولي تي پکڙ چڙها وڻ

3　دم دم آون چڙهہ چڙهہ موجان، سر تہ عاشق دي حسن ديان فوجان
وڃ وحدت دي هويا وهلور، درد اهو سائين دود دکا وڻ

4　ملان رکدي عشق تي طعنيٰ، آپ ڪريندي ابتي معنيٰ
ڏسڻ نهين تہ ضرور، مين وڃ مئي سائين آپ سماوڻ

5　سر "رکيل" دي باهہ برهہ دي، بار غمان داجند نهين سهندي
ملڻ پرين داهيا پر نور، صدقي صدقي هي جان جلا وڻ

## سر تلنگ　　　　کافي 38

تل　عشق صورت انسان آ، هر جاءِ ڏسڻ ۾ آيو آيو

1　مرشد تي حق راهہ بتايئي، طالب کي مطلوب سڏايئي،
پاڻ پيئي اهو رايو رابو

2　فاينما تو لو پيل نان پولي، فثم وجہ الله اکيون ڏسي کولي،
رانول تو رنگ لايو لايو

3　راز ڇپائڻ لائق لک آ، جاڏي ڪاڏي هر جاءِ هڪ آ،
مان پيچ پرينءَ سان پايو پايو

4　عين غين جي صورت سائي، نقطو دور ڪري ڏس جائي،
"رکيل" نان آدم جايو جايو

## سرتلنگ كافي 39

تل عشق دا آب حيات، پير يمغان دي دستون پيتم
1 پر كر وحدت جام پلايس، دل مئي كون جلد جڳايس
لنگهہ ڳيوسي ظلمات، درد لڳم تي ڏونهين جڳ جيتم
2 نصيب ازل دي ڏتڙم وارا، هر صورت وچ كيتم نظارا
فرق نہ كوئي ذات صفات، سير حسن دا كشفون كيتم
3 مئخاني وچ مطلب معنيٰ، تروڙ هستي كون ٿيم بيگانا
لوح لكيم قلمات، بحر حقيقي نصيب نيتم
4 حال فقر دا اوانت نہ كوئي، جس تن لڳڙا سمجهي سوئي
نفي وچون اثبات، سر تہ "ركيل" دي ثابت سيتم

## سرتلنگ كافي 40

تل كشف كرامت ٻهون ملامت، عشق ايهي كم نهين منيندا
هادي هدايت هووي هكايت، هر هر دي وچ هوندا
1 شيخ مشائخ ٻڙا سڏاوڻ، خطري خاص خودي كون كا وڻ
اصل تنهان تي اها عنايت، مستي خيال رلينيدا
2 مئي كون پيوڻ دوجڳ جيوڻ، آب حيات هميشہ ٿيوڻ
سركي سوز سچي هي وحدت، ساقي پر پر ڏيندا
3 نور ظهورا ظهورا ذاتي، آن جسم وچ پاتم جهاتي
روز كريندا اها روايت، دم اناالحق اليندا
4 صاحب صفائي جلدي جائي، دم دم نال وصال دي وائي
شان تنهان دانهين شكايت، "ركيل" سچ اكيندا

## سرتلنگ   ڪافي 41

تل ڏس انصاف عشق بهادر جو، ڏيئي ترڪ طمع ڪي ٽوڙي
1 سندرو ٻڌي ساهي سچو، ڪو نفس لافي سان لڙي
صبر سندو نيزو تڪو، مدعي مري سوپيو سڙي
2 تنهنجي درد دل ڪي وڌو ڦٽي، ناسور جان نپ پيو ڳري
نڪو علاج نا دوا لڳي، ماريس ديدار دلبر جي چڙي
3 مردن واري ميدان تي، انهي چاڙهي تي ڪوئي چڙهي
لاهوت جا لانگها لنگهي، وڃي باب بيرنگ جو پڙهي
4 درياءَ جي انهي موج ۾، مشڪل "رڪيل" ڪو پيو لڙهي
سونهان تهين جي سير جا، آويڙ ۾ سونھ اڙي

## سرتلنگ   ڪافي 42

تل چڏي ڏي ملڪ دنيا ڪي، وبحي ٻڌ عشق جون ڳالهيون
1 فائدو ڪهڙو عشق منجھ آهي، چاڙهيائين منصور ڪي ڦاهي
شمسل سڃي ڪل ڏني لاهي، عجب تنهنجي عشق جون چاليون
2 ڪربلا ميدان تون صدقي، عاشق ٽيندا سوين ئي سي
لهن ڪل راز جي ڪي ڪي، تنهن جي لبن تي لاليون
3 صابر بلاول جي تن لاتيئہ ڪيڙو، زڪريا جو سر ڪرت سان چيريو
بلاول منجھ گهاٽي پيڙيو، وهن تنهنجي ناز جون ناليون
4 سرمد ڦاسي مٿون ڪلندو، صوفيءَ جو سر نيزي هلندو
برھ جو بار سچ جهلندو، وڃن ٽا قول ڪي پاليون
5 انهيءَ ميدان تي هلجي، جنتي ماڻهوءَ جو ماس پيو ڪائجي
"رڪيل" اهو حال ناسلجي، وهائج سور ڏس پاليون

## سرتلنگ     ڪافي 43

ٽل عشق تنهنجي جو اهو انصاف. ڪربلا ۾ ڪالهہ ڪرايئي

1 شاهہ حسن کي پياريئي زهر جو پيالو، مير حسين تي آيو نينهن نرالو
حسن تنهنجي جو هي راز، شهد شهادت ڏڪڙو پرايئي

2 پنهنجون ڳالهيون پاڻ ڪرين ٿو، ڏوهہ ڪوڙن ڏي ڪمڙو ڌرين ٿو
سڌ لهي تيس صاف. ماڻهن ليکي عاشق مرايئي

3 حد سندو حجاب پڳوسي. لاحد وارو ميدان ڏنوسي
لنگهي وياسي ڪوهہ ڪاف. تجلن وارو ڏيان ڏرايئي

4 ٿي مصورتون ڪين مڙجاءِ، چڙهہ تہ "رکيل" وڃي چوٽ چڙهجانءِ
مرڻ ٿيوسي معاف. آب حيات جو وارو ورايئي

## سرتلنگ     ڪافي 44

ٽل عشق سندا اسباب، سر سالڪن جي سونهن تا سهرا

1 سور وهائي ڏکڙا ڏنائون، دلبر دل منجهہ ڳولي لڌائون
ٿيا لائق لاجواب. جن سجاتا پر جاپيرا

2 وڃي تکي ڏڙ ڏار سسي ڪون، پاڻ نہ پائن نانهہ نفي ڪون
ڪمڙا ڏوهہ ثواب. صاف ڪيائون ڏوئي ميرا

3 وحدت وجودي جن سڃاتي، لوح قلم ڪون اڳي لئون تن لاتي
سيءِ خوش ڪندا ڪيئن خواب. جوش انهي ۾ جلن تا جيرا

4 حال "رکيل" جو هرگز هاٽي، ڳجهہ جون ڳالهيون ڪو سالڪ سڃاڻي
هوتن سان ڪمڙا حساب. صدق ڪيم سر لک ليرا

## سرتلنگ          ڪافي 45

ٽل ڇڏي شريعت وارو شان، منجهه طريقت جي ترڪ ڪيوسي
1 هلڻ حقيقت حق جو چاهڻ، پوش معرفت جو سر سنجاهڻ
غير وبو ٻيو شڪ گمان، صفا وجود جو ڏوئي ورق ڪيوسي
2 علم توحيد جو حاصل هيڙو، عشق اوجاريم جانب جيڙو،
ڏنم محبت وارو ميدان، سر وحدت ۾ غرق ڪيوسي
3 قلزم واري ڪن ۾ پياسي، بحر حقيقي تنهن لهر ۾ لڙهياسي
نہ ڪوئي پاند ڪنڌي لامڪان، درد تنهين ۾ درڪ ٿيوسي
4 "شاه رڪيل"ڪي شوق جڳايو، پير يمغان هيئن سچ سمجهايو
عشق ڪيم انجام، ڏينهن نہ رات ڪو فرق ڪيوسي

## سرتلنگ          ڪافي 46

ٽل انصاف ڏسجي عشق جو، اولاويو مذهب لنگهي
1 جي نفس جا ٽوڙها ٽٽا، پڳي پل هي لڙ ويو لهي
صاف سيف صفا صوفي چون، بيرنگ جو ڏسجي رنگي
2 ڪاهي پياسي ڪين ۾، هي هي حجت هيءَ وئي
نالو نفي اثبات ٿيو، وڌو ٻاڻ ڀڄڻ جي ٻنگي
3 تقوا طمع تڏهن وئي، جڏهن فڪر ٿيو فاني في الله
هر دم حيرت ڪي ڏسان، وهلور وحدت جي ونگي
4 ڇڻو تون بيحد پڇڻ، انهي جوش مون جلوو جنگي
"رڪيل" عاشق پون آڙاهہ ۾، سورهہ بيهن سي ناسنگي

## سرتلنگ ڪافي 47

تل جلن تا جوش ۾ هر دم، برهہ جي باهہ مجهہ پڙڪن
پائي جهاتي ڏنم جند ۾، عاشق سوريءَ مٿون لڙڪن
1 پيو ابراهيم آڙهہ ۾، خليل الله تڏهن سڏجي
موسيٰ تي فرعون ڪيئي غالب، ڊنونا ڌاءَ جي دڙڪن
2 قتل يحييٰ ڪڏهن تيڙو، سالڪ تا اڄ ڪيون سمجهن
ذڪريا جو سر ڪرٽ سان چيريو، سدا تنهنجي جوش ۾ جهڙڪن
3 چڙهيو منصور ڦاسيءَ تي، اناالحق سچ تهين ٻوليو
شمسل سچي کل ڏني لاهي، هڏا ۽ ماس پيا ڪڙڪن
4 ڪربلا ميدان تي محبت، رکيو تو راز رحماني
شهادت شان ٿيو اعليٰ، موهيو لعلن تنهنجي لڙڪن
5 وڃي سرمد چڙهيو ڦاهي، سچو تنهنجو عشق اهو آهي
صوفي جو سر نيزي چاهي، ”رکيل“ جيرا عشق منجهہ ٻڙڪن

## سرتلنگ ڪافي 48

تل تنهنجي اچڻ جو انجام، جاڏهن ڪاڏهن مليم واڌايون
1 منهنجي اڱڻ تي آيم پيارو، سدا سهڻو نازن وارو
ڪيئن نہ ٿيان قربان، سر ڏني تم لک پلايون
2 الست ڏهاڙي ٻڌم ارادو، صحن دل جو ٿيم ڪشادو
محبت مست مدام، نينهن تنهنجي اچي نوڪان لايون
3 عاشق ازلي ڪيئن آزمائجن، ٻنهين جهانن منجهہ پيا ڳائجن
سڪ سچي سامان، دم خزانو قلب ڪمايون
4 ”رکيل“ رهہ تون رضا تي راضي، بات برهہ جي التي بازي
ڪرنيٽين ننڊ حرام، جاڳڻ واريون سدا سبايون

## سرتلنگ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ كافي 49

تل تنهنجي عشق جي تابش تيز، عاشقن جو تي اندر جلائي
1 ابر باران جيئن چمڪي بجلي، ڪوهہ طور جلايو تنهنجي تجلي
ڪيئن تہ اچان آميز، سانگو سر جو لاشڪ لاهي
2 دم نہ هجان هڪڙو يار کون جدائي، ڏوئي پوئي ڪر دل کي صفائي
رنگ اهو تي رنگريز، ڏس تہ دروني جهاتي پائي
3 وجود وڃائي ڪر سور سهيرا، ڇڪن ڇاتي کي ڪر ڇڪنا ڇورا
جي مرد ٿئين شب خيز، حق جي ذات ڏسين جي قلب ڪمائي
4 جي تون پنهنجو پاڻ سڃاڻي، يار ”رڪيل“ جي يقين ۾ آڻي
پنهل اتم هڪ فيض، بهشت دوزخ سان منهنجو ڇاهي

## سرتلنگ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ ‌‌ كافي 50

تل رندن جي رمز سڪ مجلس، خاصي خوشبوءِ سچي صحبت
1 پيتائون سوز جي سرڪي، پائن تا تاج سر ترڪي
منجهہ مراقبي ويهن مرڪي، مني مولا سندي محبت
2 ڪمائي قلب سان دم دم، هليو آ عشق جو ها غم
تيا في الدارين ۾ روشن، سمجهن تا نصيب سان نصيحت
3 سڃاڻي سر سچو سارو، اناالحق جو هڻي نعارو
برهہ جو بار سر بارو، پيتائون جام پُر وحدت
4 ازل جي لونءِ پرين لاتي، پائي اندر ڏنم جهاتي
ظهور و عشق جو ذاتي، رباني راز جي رحمت
5 فنا جي فڪر منجهہ فاني، ڇاتم نہ پنهنجو نام نشاني
”رڪيل“ هڪ دوست دل جاني، لڳي آ نينهن جي نوبت

## سر تلنگ　　　کافي 51

تل　پنهنجو پاڻ سنيار، ڪير آهين سوئي ڪنهن کي تو ڳولي

1　تيرٿ تڪيا گنگا جمنا، مڙهيون مندر ايندءِ ڪسبي ڪم نا
عشق باھ سيني منجھ ٻار، اٿي اندر ۾ سهڻل اولي

2　حج مڪواٽي دل ۾ دلبر، وفي انفسيڪم انهي دمن سان انور
ويھ نہ واندو ڪين وسار، جهاتي اندر ۾ پائي ڏسي چولي

3　لوچڻ ٻاجهون ڪين لڌائون، سوين سڏڙيا پيا ڪرن سڏائون
ڏ اندر جو دشمن مار، جڳ سڄي کي تنهن وڏو رولي

4　وھ وا"رڪيل" توجهاتي پاتي، ڪري صفائي سچ تو ذات سڃاتي
لڙ تہ لنگهي تيس پار، ساڻ فقر جي وجي تيس ٽولي

## سر تلنگ　　　کافي 52

تل　فيض وندايان ڪوني وني، اچن هن تہ اڏي تي پاڻ ڪسڻ ڪان

1　چڙهي تہ منمبرتي ڏيان تي هوڪا، لوڪ سڏيا هن ڪالھ ڪلهوڪا
عشق وڏو ٿم ڦٽي ڦٽي، لڱم پاند اهو ئي يار پسڻ ڪان

2　پير اچي ڪوهن پڙ ۾ پائي، سر جي بازي جان جلائي
جام پيين سي جهٽي جهٽي، دستون ساقي ابرو سڻ ڪان

3　دل صفا ۾ عشق امانت، نينهن نيائڻ هي سات سلامت
گوءِ هتون ڪوڪتي ڪتي، اچن زيارت تي ڏيھ ڏسڻ ڪان

4　ساڻ سچن جي تي تون سونهون، درد اندر ۾ دڪائن دونهون
سروجهن نئين سٽي سٽي، اڳيئون پيريمغان جي "رڪيل" رسڻ ڪان.

## سرتلنگ ڪافي 53

ٿل ڪيو سالڪن هي سر فدا، جيئڙي ويا جيڪي مري
نہ ٿا پاڻ پائن پانھنجو، ڳجھہ ۾ ويا اهي ڳري
1 ڳجھہ جو ڳرڻ ٿو مشڪل اچي، انهي رمز منجھہ ڪوئي رچي
شمع جي شعاع تي پتنگ پچي، مچ عشق جي ڪو وڃي ٻري
2 پڙهي مام موتو مري جيئا، ائين نانھہ جي تہ نفي ٿيا
لاڳاپا لوڪ جا لاهيون ليا، تن سوز جي سرڪي پري
3 ڇڏ ٻيا فڪر ڪوڙا ڏنڏا، رلئي نفس جا ليڪا ڪنڏا
ڪر بندگي تان ٿيئن بندا، اڱجي وڃي ڪوٺي ڪري،
4 سڪندر جمجما جيڏا لکين، هٿڙئون ويا خالي هٿين
انهي ملڪ جو مالڪ نہ ٿين، ڪاڏي ويا اهي وري
5 دردن وڌو دل ڪي ڦٽي، دارون ملم سان نہ ٿو ڇٽي
ڏس تون "رکيل" اکيون پٽي، ڪاڏهن لڳئي ذوقون ذري

## سرتلنگ ڪافي 54

ٿل اصل تنهنجي عشق ۾ هر دم، ٿيس مدهوش مئخانا
نہ ڄاڻا خلق جي خواري، لکين توڙي لوڪ جا طعنا
1 لڳو ٿم جوش جيرن ۾، ٻڌم پوءِ ڇير پيرن ۾
ڏسان توکي يار سيرن ۾، ڪريان لک وار شڪرانا
2 پاتم جهاتي لکي چوري، منيس آتش لڳم لوري
نچائي نينهن ٿو زوري، هيس مجنون مستانا
3 بحر وڃي عشق جي ۾ پئو، نہ ٿي پولو اُتي ٻيو پئو
جيئن وٺئي تيئن پيو ڇئو، اناالحق مئي سندي معنا
4 ڇڏن هستي تڳا توڙي، پڇي گوڏا وهن ڪوڙي
لهن لاهوت لک لوڙي، اتي عاشق ٻڌن ڳانا
5 صبر ڪر بابت هي بڪوا، تڪيو توري نہ ٻي تقوا
"رکيل" سر يار سان هڪ آ، سوئي اوئي جاني سو مين جانا

## سر تنلگ    ڪافي55

تل    جڏهن ٻاروچل جو لڳو تم، ٻاڻ، ورق پڙهڻ جا ويا تم وسري
1    ستان سورن جون عشق پڙهايم، سک قرار آرام وڃايم
پنهنجو سڄاتم پاڻ، ناز پرينءَ جو آيو تم نسري
2    هڪ الف اٿم اور اندر ۾، رڳان سيئيءَ آيم ذڪر ۾
وحدت ڪيم وٿاڻ، ذاتي اسم اٿم ما ڪي مصري
3    سچو سندرو ٻڌم ساهي، موج درياه جي مجنه پيم ڪاهي
ڪنڌي لڳس وڃي ڄاڻ، نينهن هنيو تم نعرو نڪري
4    غير اندر جو حجاب وڃائي، عاشق ٿي معشوق سڏائي
سچ "رکيل" سان ساڻ، برقعو پائي آيو تم بشري

## سر تلنگ    ڪافي 56

تل    حسن ديدار دلبر جي، وڏو موهي منهنجا جاني
1    ڏٺم مئي خواب ۾ دلبر، يوسف صورت سو ڪنعاني
2    مثل ماهتاب منور جي، پرينءَ جي آ پاڪ پيشاني
3    سيد تئون سولڱين صدقي، ڪيان جند جان قرباني
4    جنهن جو تخت آهي سوري، "رکيل" تن تاج شاهاني

## سرتلنگ        ڪافي 57

ٿل   بحر بيچون بيرنگ ۾، ڏسي عاشق پون ڪاهي
1   جلن تا جوش ۾ جاڳن، ٻڏن سندرو سچو ساهي
2   اناالحق تن چيو هڪ تون، توڙي چڙهندا وڃي ڦاهي
3   قم باذني ڪمايئي شمسل، تنهين جي ڪل ورتو لاهي
4   صوفي جو سر متون نيزي، عجب ڏسو عشق اهو آهي
5   "رڪيل" ڏس عشق جون موجان، ڏٺي ڪيئن ڏس ڏٺي ڏاهي

## سرتلنگ        ڪافي 58

ٿل   آيو نينهن نباهڻ مونکي نياز سان، بار برهہ جو سر باري
1   مرڻ جيئڻ جي ڪل ڪان پوي ٿي، سال ٿيا مونکي سڪندي هوئي
"وات" وندر جي اٿم واري
2   پاڻ ڏاين سان مان ڪيئن ٿي گذاريان، انهيءَ حيرت ۾ هنجهڙون ٿي هاري
"چور وينو هوڪو چاري"
3   سچ جو سندرو ساهي ٻڌائون، لالڻ پنهنجو سائين لوچي لڌائون سندي هوئي ٻڌائون
"سڌ نہ پوي ٿي اها ساري"
4   جنهن جاتو تنهن پرين وڃي پايو، "شاهہ رڪيل" جي اڳڻ ٿي آيو
"عبدالستار ڪئي ستاري"

## سر تلنگ کافي 59

تل وڃي جيڪا ڪيچ ڏک ڏوري، پنهل مانڪي مليو اوري
1 لڏم وڃي محب ميرانپور، وٺي رهبر وڃي ٽيس سر
آيو اڱڻ پرين مون گهر، ڪيم سر گهور هي گهوري
2 ڪنهن ووڙيو سو ورهن ۾، ڪنهن کي دوست مليو هڪ دم ۾
ڏٺم هر جاءِ هر ڪم ۾، چتر هي پاڻ ٿو چوري
3 ڪڏهن آهي مريد بيعت ۾، ڪڏهن آهي راڄ رعيت ۾
ڪڏهن آ مقام ميت ۾، ڪڏهن شريعت ڪڏهن توري
4 "رکيل" نان درد ڪر دوري، رندن جي رمز ڏس پوري
هٿن ٿا دم منصوري، عجب هي نور ٿو نوري

## سر تلنگ کافي 60

تل برهه جي بحر ۾ سدا حال هيٺو، ڏکيءَ جو ڏسڻ سان
نفيءَ مون نظارو هنيو نينهن نعرو، پرين جي پسڻ سان
1 زبر زور عبرت، تنهنجي حسن جي حيرت
سينو صاف ڇاٽي، ورهه جي وسڻ سان
2 ڇڏي خود نمائي، ٿيئي پرين پيشوائي
ٿئي حال حاصل، چندن جي گسڻ سان
3 ڪئي تن هوشياري، ڀڏي عشق ياري
قبوليت ڪيائون، نمائي نسڻ سان
4 صوفي صاف صحبت، پري جام وحدت
هٿن سان ڏنائون، "رکيل" کي رسڻ سان

## سر تلنگ  ڪافي61

ٿل عشق نہ ڏئي ٿو آرام، غير اندر جو تنھنجي سڪ وڌو ساڙي
1 ظاهر باطن ٿيم صفائي، هر جاءِ هڪ آ تنھنجو حسن سدائي
چنيم ڏئي وارو دام، پرين وسي ٿو پنھنجي پاڙي
2 رمز حقيقي فيض فقيري، شوق پرين جو شهد ۽ شيري
مستي حال مدام، نيئي لاحد واري ميدان تي چاڙهي
3 زات صفات ﻣﭙﺎڻ ڇپائي، هر جاءِ ظهورو پنھنجو هلائي
شڪل تنھنجي هي جهان، عاشق ڏسن ٿا اکيون اگهاڙي
4 ونفخت فيہ پاڻ نہ اولي، سچ هي "رکيل" تو ﻣﭙﺎڻ ٿو ٻولي
شڪ نہ آهج ٻيو گمان، هوت هتي تي هل نہ هاڙهي

## سر تلنگ  ڪافي 62

ٿل مان تي عشق اچي اثبات ٿيو، منھنجا حاسد پيا هاڻي ٽڪي ٽڪي
1 ڪنيڙان هٽي ڪنپ ڪسي جو ويڙن، اچي از غيبي بڪ جا پيڙن،
اتن ويهن تا ڏڪي ڏڪي
2 وس ڪري تہ وهامي ويڙا، ڪوڙا حيلاتن ڪيئي ڪيڙا
ڦڪ نہ رهيو تن ڦڪي ڦڪي
3 عشق جو غلبو ڪير هٽائي، فقر ڪون ڦريا ويا هنڌون ڦرائي
هت هتي هوندا شڪي شڪي
4 لڪ "رکيل" اهي لنگهي پئو لانگها، تي سيال نہ ڪنھنجو ڇڏ سيجن جا سانگا
حق مليو ٿم حقي حقي

## سرتلنگ        ڪافي 63

تل سير ڪرڻ ڪاڻ منهنجو ساهہ، جوڳي تي هنڙي آيو جڳ ۾
1 هوڏانهن آيس هتون خالي، نان ڪجهہ نيندس مايا مالي
عشق نہ ڪيم گمراهہ، نينهن بنان ناهين نالو نصب ۾
2 هن خاڪي پڃري ڪيئن آيو مرغ هوائي، جاءِ جسم منجهہ وٺي ويس جائي
ائين سنڃاتم ارواح، رمز سڄڻ جي هر رڳ رڳ ۾
3 ساڻ فڪر جي سچ سڃاتم، هر صورت ۾ شهٽل جاتم
جيئن تارن منجهہ ماهہ، سير صوفي جو آهي سڀ ۾
4 صحبت سڄڻ جي ملهہ ڳڌن جي، ريت پريت هي ٿي رسم رندن جي
عشق ڪيم امراهہ، اناالحق ٿو چوائي اڳ ۾
5 حد ڇڏي لاحد ڏي لنگهجي، سر سوريءَ تي نئين "رڪيل" ٽنگجي
اتي ڪونہ اتي ڪو همراهہ، حسن حيرت جي آيس عجب ۾

## سرتلنگ        ڪافي 64

تل اهي نيڻ ڪٽيو نہ ڏسن، پرين ووخوشيءَ واري خيال سان
1 بعضي غصي ۾ ڳالهائن، بعضي چون اٿ بس
انهن حڪم واري حال سان
2 ڪري سينگار موهيو دل منهنجي، حسن ساڻ هسن
انهيءَ محبت واري مهل سان
3 پاڻ ڏاڍن سان پيم سانگو، هڪل ساڻ رسن
اچي ڪرن پلايون پال سان
4 تيندم شال "رڪيل" سان راضي ڪڪر جان نہ وسن
لڳو آهہ لوهہ پارس جيئن لعل سان

## سر تلنگ    ڪافي 65

ٽل اندر منهنجي ۾ ٽيون اچن، بره تنهنجي جون بهاريون بهاريون
1 ڪڏهن اندر ۾ ٿي الف سان اوريان، ڪڏهن هڪ ٽڪ سان ويٺي ڏونگرڪي ڏوريان
چاڪ پون ٿا چوڏاريون چوڏاريون
2 اڳ منهنجي تي تنهنجا قلم سدورا، مان تہ پانيا ٿي تنهنجا لک لک ٿورا
لهي ويون لوڪ مياريون مياريون
3 سڪ تہ تنهنجي او منهنجو سمهڻ وڃايو، آيم اوچاڳا توسان نينهڙو مان لايو
ويم فوج فڪر جي اٿاريون اٿاريون
4 ويم وڪوڙي وري ٻيون سي وانهان، سچ تہ "رکيل" جون ڪن رڳ رڳ دانهان
عشق تنهنجي جون آزاريون آزاريون

## سر تلنگ    ڪافي 66

ٽل هر ڪا هتي هامان ڀري، هلي ڪيچ ڏي ڪا پنڌڙو ڪري
1 پنڌ چي پٽر ڏونگر ڇتو، ڀڃو پير ٽيم سورن متو
نان سڪ سنڌو نان ڏک لٿو، مچ ٿو اندر منهنجي ٻري
2 سر جو طمع سانگو نہ ٽن، اوهي ور وڃي ووڙي لهن
فنثم وجہ الله حق ڏسن، پهتيون اکيون تن جون پري
3 ناسوت ڪون نڪري هليا، تن ظلمات جا پردا ڪليا
جبروت ۾ جيڪي جليا، هو قضا لکيو سا ڪيئن ٽري
4 ملڪوت پاڪون پاڪ ٿيا، رجا خوف جا خطرا ويا
لاهوت منزل سي ميا، ري توبنان تن نان سري
5 سچ تان "رکيل" هي جاڻ تون، پنهنجو نہ آڇج پاڻ تون
محب مٺي سان ماڻ تون، انهي شوق ذاتيءَ جي ذري

## سر تلنگ     ڪافي 67

ٽل هيڪل. حيلا ڪندس هلڻ جا، ڪيچ ويندس شل ڪاهيون ڪاهيون

1 اهو اوجاڳو اکين تہ آيو، پنڌ پٽڙ جو مان سر تي سهايو
ٻڌم سندرو ساهيون ساهيون

2 شهرڀنڀور جو ڪوڙ تي پايان، پنهل ٻاجهون مان ڪيئن سهانيان
لوڪ لاڳاپا لاهيون لاهيون

3 پيرپنهل جو سچ مان سنجاتو، اوري اندر ۾ دل سان ڄاتو
لڳيم برهہ جون باهيون باهيون

4 ساڻ سچائي هينئڙو هڪ سان هلندو، راز ربوبي "رکيل" تڪ سان ملندو
نانهہ چون اسين ناهيون ناهيون

## سر تلنگ     ڪافي 68

ٽل درد وندن جي دانهن، عرش عظيم تي وڃي تہ اگهاڻي

1 سڪ سامان تہ سورن واريون، سڪ نہ سمهن سي عشق جون آزاريون
ڪهڙا ثواب گناهہ، يار لڌائون دل ۾ سڃاڻي

2 دريا وحدت موج تهين ۾، ڪن اوڙ ڪڙڪن لهر تهين ۾
ڪنڌي سڪن پيا ڪانهہ، عشق وارن وڃي موج تہ ماڻي

3 عشق "رکيل" تہ پاتم جهولي، لعل لڪيٽي ڏيندس لولي
پرجهي وتم تہ پناهہ، تانگهہ ازل جي لڳم پراڻي

## سر تلنگ    ڪافي 69

تل دل گهري ٿي دوست اوهان ڪان، اج ڏسان اٿم اولي اولي
1 پنهنجو پاڻ ۾ يار سڄاتم، ٻولي اهو تو سچ ائين ڄاتم
لڌم لالڻ ڳولي سو ڳولي
2 جاڏي ڪاڏي ڏسان نظر نوراني، هر رنگ ۾ آهي شغل شهاني
عشق ڏيکاريم کولي سو کولي
3 ڪڏهن حد ۾ ڪڏهن لاحد لانگها، ڇڏهن حد جا سيئي سانگا
پل نہ ٻئي ڪنهن پولي پول سو پولي
4 رمز"رکيل" اها لڳي توکي ڪاٿئون، لوح قلم کان اڳي وري ڇاڪون
سالڪ سچ ٻولي سو ٻولي

## سر تلنگ    ڪافي 70

تل ڳئي سڪندي عمر ساري، نہ پايم پيت منزل دي
1 ازل دا درد ٿيا شامل، فڪر دل ڪون ڪيتا ڪامل
نہ وسري يار پي هڪ تل، برھ دي باھ پئي ٻلدي
2 لڳا اهو پاند پيا پڪڙا، سمهڻ نان سيج تي سڪڙا
آيا هي پيش مون ڏکڙا، پنهل ولدي ڪرين جلدي
3 لڳي هو هو خلق خواري، ڪران فرياد سئو واري
جگر ڪون جوش ٿيا جاري، سرون سختي نهين ٽلدي
4 ڇتين ڇائي متي ڏوڙي، "رکيل" دي ڳالھ ناڪوڙي
پنهل ملدا نهين مُوري، ڪران ڪيوين نهين چلدي

## سر تلنگ    ڪافي 71

ٿل عمر اجائي وڃايم، ڪتيم ڪينڪي ڪم نہ آيم
1 ايٽ اندر جو اديون ڙي، ڪيئن تہ اوجاري اڃو ڪيان
چرخي سان چت تہ لايم
2 ستيس سنجهيئي اديون ڙي، ويڙهي منهن تہ مٺن جان
جو شون جيءَ نان جڳايم
3 سنهون ڪتيم ڪينڪي، هڪ تہ ٿلهو ۽ ٻيو تورو
جيڏن جوڙيون اٽايم
4 سر تہ "رڪيل" جي اديون ڙي، باهہ جي پلو ميان
ڏڪڙن ڏيل ڏڪايم

## سر تلنگ    ڪافي 72

ٿل خوديءَ جو خيال ڇڏ ڪائي، ٻيهر ٻولي نہ ڪر ٻيائي
1 اَلسُتُ بربڪم رايو، مٿي ارواح تو آيو
سٽي آواز ڪر سعيو، ميڏا حق پاڪ تون جائي
2 زمانو حرص جابر تي، خودي ڪائي تون صابر تي
اول آخر اهو سر تي، وٺي ٻي ڪار نان ڪائي
3 متان مؤمن سڏائين تون، تڪبر بار چائين تون
هجين هيٺو سنهائين تون، هندو مؤمن اٿئي ياٿي
4 هڪو هڪ يار سان هڪ تي، نڪو لوڙهو اڳيون لڪ تي
"رڪيل" شاهي سخن حق تي، وٺي تي يار جي وائي

## سرتلنگ      ڪافي73

تل ڪعبو ڪيم سجدو ڏيئي، بيشڪ بت پرستي ۾ ڏنم
1 پير يمغان پيزار جي، سو لڳين سجدو ڪيم
مطلوب طالب هڪ ٿيُي، سر صفات ۾ ذاتي ڏنم
2 بي خوديءَ جي باب ۾، ڪي ڪي وڃي ڪاهي پيا
ايها سڏ تنهنکي ساري سيئي، جند جان ۾ جانب ڏنم
3 بيمثل بيچون جو، عاشقن احوال آهه
لوحون قلم ڪون آيا لهي، هر جاءِ تي هڪ تي ڏنم
4 رهه "رڪيل" رمزان لڳيون، ٻيون سيئي ٻوليون ويون
سر سنڃاتم هڪ سهي، معراج تي مرسل ڏنم

## سرتلنگ      ڪافي74

تل آهي عام کي ڪهڙي خبر، ريءَ عاشقن اسرار جي
1 جن کي لڳي سي تا ڄاڻن، جيءَ جسي جنگ جان جي
وسري ويم زيرو زبر- هڪ الف ڪيم اظهار جي
2 قلب سان سيئي ڪڙهيا، عشق جي چاڙهي چڙهيا
سمجهي ڏنائون منجهه صبر، هي سڏ سڀي سنسار جي
3 موتو قبلل انت موتو، هي حياتي تن ڏني
روشن تنهنجي آهي قبر، دارين جي ديدار جي
4 عشق جي آڙاهه ۾، جيڪي گهڙيا آتن کي خبر
تيزون تکي آهي تبر، "رڪيل" پرينءَ جي پار جي

## سرتلنگ کافي75

تل شهد پيتم شوق شراب، دستون پير يغمان مئي ساقي
1 وحدت والا، عين پيالا، پيوڻ سيتي ڳيم حجاب، سيرتيم لولاکي
2 اوکي برھ دي بازي، اٿ نہ آوي ملان قاضي
3 لنگھ ڳيوسي ڏوھ ثواب، رھن بقا وچ ساقي
4 عشق پريندا دم مريندا، لوح قلم لاجواب عرش عظيم افلاکي
5 مرغ هوائي "رکيل" اٿ کوين آئين
6 انت بحر دا اهو تاب، پاتم حرق خاکي

## سرتلنگ کافي76

تل شوق دا پيتم شراب، تيم وحدت وچ غرق
1 جان جسم مچ تہ مچايا، عشق کيتم چا کباب،
توبھ تقوا هي ترڪ
2 دل جيندي تان تئي، ڳيم انڌارا، روشن ٿيا تہ مهتاب،
وچ دروني درڪ
3 سير حسن ذات صفاتي، تٽ ڳيا غير حجاب
هڪ دم دم نال فرق
4 سر تہ "رکيل" دي بار برھ، نهين تہ شمار حساب
اهو مردين داهي مرڪ

## سرتلنگ كافي77

تل عشق وڃايو حجاب، هر طرحين ڏيکان دلبر
1 فوج حسن دي باري، سر عاشق دا وو
کون جهلي کوئي تاب، جوش لڳم جان جگر
2 هر صورت وچ هڪ هي، جلوا ظهورا ذاتي وو
نهين بيان شمار حساب، بيرنگ داهي بحر
3 رند سڏا وڃ مشکل، موج مستي سالڪ ٽيوڻ وو
پڙهڻ برهہ داباب، ڄاڻن اهي جنهن کون قدر
4 عين غين دي صورت، نقطا دور ڳيا وو
"رکيل" ايهو کشف کتاب، سمجهہ سهي سچ هي فقر

## سرتلنگ كافي78

تل هر طرحين دا ايهو حال، عشق کريندا خبران
1 پنڌ تہ ڏکيندا عاشق ويندي، نظر سيني دي وچ پال،
تيز تهينديان تبران
2 نفس نجس دا لڙ تہ لٿوسي، تٽ ڳيا غير جنجال،
ظاهر ٿيان وچ زبران
3 جٽ کٽ جانب هڪ پيا ڏکيندا، نينهن کيتم چا نهال،
لنگهہ پيوسي وچ اَبران
4 عشق والئين دا "رکيل" نوکر ٿيسان، جنهن کمايا هڪ خيال،
جيون تهينديان قبران

## سرتلنگ    ڪافي79

تل احوال سارو عشق جو، جڳ کي ٻڌايان هيئن چئي
1 ڪاتي ڪرامن ڪاتبين، شاهد منهنجا ٿيا ٻئي
چالڪندا اهي نيڪي بدي، منهنجي دل جي خبرتن کي ناپئي
2 اوزار تکي هن تيز سان، رڪ روهه کي ڪيڙم رئي
ڏونگر ڏوري لڪ لنگهي، وڃي پيش پرين جي پئي
3 ڇڏي آسرا پنيور جا، ڪيچ ڏي ويڙس ڪهي
اچي پنهل اوري مليو، مون سان ٻاجهه ٻارو چل ڪئي
4 چئو "رڪيل" جي ٻوڙا ٻڌن، اهو حال پنهنجو هوڪا ڏيئي
هر دم اناالحق چوان، سڏ سالڪن کي ساري ڪئي

## سرتنلگ    ڪافي80

تل ڇوڙ ڪرڻ ڪون ٻاهر، سڄڻ تنهنجي سڄڻائي
1 سر مرشد تون گهوري، مان نه پڇان هڪ ٿوري
ڏنم اندر ۾ ڏوري، روح ڪيم روشنائي
2 ڇڏگ پيم منجهون چکي، مڄ ٿو اندر ۾ مڇي
لونءَ لونءَ پئي ٿي لچي، لنو ته وهيل تولائي
3 منهن محبت سان رکيم، مشڪ عطر لڳين مکيم
آب زم زم زور چکيم، عشق ڪيم آشنائي
4 جانب ڪيم دل جمع، تڙي ڇڏيم هي طمع
يار "رڪيل" جون رمزان، پيچ وجهن ٿيون جائي

## سرتلنگ ڪافي81

تل ڪل نہ پيم ڪاڳجھہ جي، ڇا منجھارئون ڇاتي پيس
1 دوئي هيم اها اٽڪل، تڏهن ڪانہ پيم ڪائي ڪل
اڄ چوٽ چڙهي ڪندس هڪل، ورتہ لڌم تڏهن حيرت هيس
2 داغُ عقل جو ڀڳو، عشق جو نغارو وڳو
لوح پارس سان لڳو، نصيب ازل جي ڪيس
3 گهريس سمنڊ آيو گوڏي، لهريون لنگهيس ٻانهان لوڏي
اصل اکيون هُيم توڏي، عشق جي اري منجهہ آيس
4 دم دم سان من موالي، لٿم اکين جا اولا
برهہ ڀڳم سي پولا، وڃڻ تنهين ڪون ويس
5 رمزَ ميران پور واري، "رڪيل" لڌئي سڌ ساري
ايها مليئي اختياري، چوڻ ڏهاڙي چونديس

## سرتلنگ ڪافي82

تل جنڪي لڳي جڙ جان سان، سڪ سوز منجهہ سيئي سڙن
فاني فڪر فراق جي، هئي هئي ڪيون هٽڙا هڻن
1 تنڪي لنو لڳي لوري اندر، تنهن "جوش" جهوري سان جهڄن
سورن ڀڏي سندرو سچو، تنهن روڄ روئڻ سان رڙن
2 ڪينون ڪاهي ڪين ٿيا، وجودون ويا آسرا ڇني
باري برهہ جي بحر ۾، تنهن لهر ۾ سي پيا لڙهن
3 سچو نينهن سان ناتو لڳن، سرتيون اهي سڪ ڪيئڻ سمهن
اورن الف سان جي عشق اٿن، پنهنجي قلب ۾ سيئي ڪڙهن
4 سيجون پلنگ غاليون غلم، ٻاجهون يار جي هو نہ ٽا وڻن
سامان سر صدقو ڪيون، عاشق مٿون سري چڙهن
5 بيرنگي بيچون جي، ڪائي ڪنڌي ڪاڏهن لهن
وڃي پيا "رڪيل" انهي موج ۾، اتي ئي نامڙن

## سرتلنگ كافي83

ٽل اهو داغ سيني منجهہ ڏيئي، ويم دوڙ ڪيون دلڙي لٽي
1 هئي هئي ڪيون هتڙا هٿان، ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان
ويم وسري اهي جڳ ڀيئي، وڏو يار چشمن سان چٽي
2 هي دل هڪ سان لڳي، ٻي نہ ٻولي ڪا ٻڌي
وڃي پيچري پرجي پئي، ڀڳڻ وڏو ڀيهر ڀٽي
3 مستي ڏسي مدهوش ٿي، ڪاڏهن پرين ڪاٿي ڏسان
حيران حيرت هيءَ هئي، ڦاٿي دام ۾ سا ڪاڏهن ڇٽي
4 اڪيون پرين جي پار ڏي "رکيل" سدا ساريون سڪن
اها ننڊ نيڻ ڪون وئي، شل مان ڏنهن پرين منهن نان مٽي

## سرتلنگ كافي84

ٽل فنا جي فڪر سان، ڏنم عشق رهبر
هستي کي هٽائي، ٽڙيو توڙ تڪبر
1 لافي کي لڏائي، برهہ تو پڇائي
نفس نجس ماري، قلعو پيچ خيبر
2 اها عشق عادت، سچي چاڻ صحبت
راضي رهہ رضا تي، صبر شوق صابر
3 پڪم ماس پيرا، • ڦقڙ هاڻ جيرا
جلن تا پرينءَ کان، لڳم نينهن زابر
4 توڪان يار جاني، ڪيم پاڻ فاني
"رکيل" جي اڳڻ تي، آيم دوست دلبر

## سرتلنگ كافي85

تل وفادار سهڻو سدا پيو سهائي، ڀئي جڳ وساري ڏنم نينهن لائي
1 سدا تي سنجاڻان، عجيبن اوراڻا، كيان ياد دم دم ڳچي پاند پائي
2 اكيون ڏل ڀيئي، سارن تيون م سبيئي، چكوين جان چوڏاري پريشان گهمائي
3 لڳم جان جهيڙو اندر جو اكيڙو، اهڙو عشق آهي، جگر خون كائي
4 ڏنم عشق وارو، "رکيل" جو نظارو، برهه بيقراري روهن ۾ رلائي

## سرتلنگ كافي86

تل سورن منهنجو سک وڃايو، لڳم اندر ۾ آڙاهه
1 راتيان ڏينهان پنڌ پرين ڏي، متان ٿئين گمراهه
اوجاڳن اوجاريو هي، سرتيون منهنجو ساهه
2 ڏکيو عشق عجيب جو،ناهي اٽكل ٿڳي ٿاهه
كي مانجهي پون مڃ ۾، ناهين همٿ كو همراهه
3 دهشتي درياهه ۾، اتي كو سُجهي شجاع
ترهو ٻيڙي نه تو ڏسان، نكو اٿم ملاهه
4 "رکيل" انهي رمز جو، كي رند سڃاڻن راهه
لاهي ڇڏ حجاب كي، پوءِ تي شاهن جو تون شاهه

## سرتلنگ كافي87

تل دم دم پيش اچن تيون منهنجي، حسن جون فوجان چڙهايون يار چڙهايون
1 ترڪش وارا تير جگر ۾، ڪشي هڻن ٿا اوچتي اندر ۾،
سيني منجهه اماڻيون يار اماڻيون
2 حملو ڪيو اچي هوت هڻڻ کان، ڪيئن ته ڪيان وجي ڪاٿي لڪان،
لڳم جان جسم منجهه لڙايون يار لڙايون
3 چيهه چريون ڪيم چاڪن چيهان، روزپنهل ڪن مان ڪيان ٿي ريهان
ويم روهن منجهه اڙايون يار اڙايون
4 ڪاٺهن "رڪيل" وجي ڪيئن تون ڦاٿين، اوري رهين نه ڪنهن سنگت ساٿين
ويم باب برهه جو پڙهايون يار پڙهايون

## سرتلنگ كافي88

تل باهه برهه جي هر دم، ويم ٻار وچل هي ٻاريون يار ٻاريون
1 عشق اندر ۾ آتش لائي، ننڊ نيڻن ڪون ڏاڍي ڏکن ٽڙائي
شب روز ڪريان پئي زاريون يار زاريون
2 سمهڻ ويهڻ هي سورن وڃايو، درد تنهنجي ۾ آرام نه آيو
رمز پنهل ويو ڏيکاريون يار ڏيکاريون
3 مچ محبت جو اهي پڙکن باهيون، جاڻي گهمان ٿي ٿاڻي اچن تيون ڪاهيون
مان ته پايان ٿي ڀاريون يار ڀاريون
4 ڪعبو "رڪيل" تو ڪيئن ته ڏٺوآ، دل جي اندر منهنجو محب منو آ،
ويهه نه ائين ورڪي وساريون يار وساريون

## سرتلنگ كافي89

ٿل عمر ڳيم غم دي نال وو، ڪڏان ماهي مين نال ملسي
1 آپ تہ ڄاتم ڪجھ نہ وهايم، عمل ميڏي هن بدحال وو،
لوڪ سارا پيا ڪلسي
2 سنجهي سمجھ ننڊ سکي نہ ڪيتم اوجاڳا، هٿ نہ ڪيتم هڪ خيال وو
رمز حقيقي ڪيوين رلسي
3 سنگيان سهيليان ڏيسن واڏايان، پنهل ڪيتم اهو يال وو
اڳڻ ميڏي تي پرين تلسي
4 سر تہ "رکيل" دي باھ برھ دي، وحدت نال وصال وو،
جان جسم جند جلسي

## سرتلنگ كافي90

ٿل سوز سڙيندا فراق وو، هڏ ماس رڳان پيان ٻلديان
1 واھ ڪنعاني وو مصر خريد ٿيا، ٿئي زليخان مشتاق وو،
بردا ڪرڪي جهلديان
2 مجنا مست هويا ليليٰ اُتي تہ ڏٺم، حيرت وچ هيا هشناڪ وو،
وڪڙ وليان ڪر ولديان
3 جيئن صنعان سالڪ پول انهي وچ پل ڳيا، اصل هويا تہ عشاق وو
رمز مجازي رلديان
4 عشق حقاني وو جنهن سر آيا، قلب تنهين داٿيا پاڪ وو،
چال چڱي اهي چلديان
5 ڪرڳهن سودا ول نہ تہ اوسين وو، "رکيل" ڏيوين سردا واڪ وو
جوش جگر وچ جلديان

## سرتلنگ ڪافي91

تل جڏان اگڻ تي آيا ول يار، ڪيتم صدق سر گهوري
1 سنگيان سهيليان ڏيون واڌايان، حال تهين ڪون آک سڻايان
عجب ڏنم اسرار، جان جگر وچ جهوري
2 سوين ورهين داڳيم وچوڙا، سچ تہ سڄاتم بخت تيم ول ڏوڙا
عشق ڪيتم چا اظهار، ظاهر ڪريندا زوري
3 عجب عجائب حال نہ ڏيندا، مئخاني وچ آپ ٻوليندا
نهين ڪوئي انت شمار، لنو تہ لڳم اها لوري
4 حال "رڪيل" داسرس سوايا، شوق شراب ساقي پلايا
برهہ ڪيتم چابهار، پاتم ڏکيندي ڏوري

## سرتلنگ ڪافي92

تل يار مٺل سان منهنجو ڳجهيون ڳالهيون، ڪنهن سان نہ ڪنديس
1 شڪ شرڪ لڄ لاٿم، پيچ پرينءَ سان پاتم
سڄڻ اها لنوَ لاتم، حال انهي سان هلنديس
2 صفت ثنا منهنجي آ سندين، توڙي عام وينا ئي ٻڌين
سالڪ بنان چا سمجهن، ڳالهہ انهي تي ڳنديس
3 صبر ڪيان سڪ نہ ڇڏي، لوئن لوئن منجهہ تي لڳي
لوح قلم ڪون اڳي، برهہ تنهنجي ڪٺي بنديس
4 چئو تہ "رڪيل" سر سارو، دم اناالحق وارو
نينهن هيون تم نعرو، رمز اها تو ۾ سنديس

## سرتلنگ كافي93

تل نازسجڻ جي سرتيون- نينهن نوان ئي كيا، تيڙم پاند پراڻا
1 كڏهن لذت ۾ سرتيون، كڏهن سورن ۾ سڙان،
كڏهن مٺيءَ سان ماڻان
2 صبر نـ كوئي سرتيون، چاكن كئي هان چري،
پرجا كندس پڇاڻان
3 وحدت واهـ وٺيم، من محبت ۾ ميان هڪ بنا ٻيو نٿي ڄاڻان
4 حال "ركيل" جو پلو، هوت هكوئي الا. ساڻ دمن جي سڃاڻان

## سرتلنگ كافي94

تل پنڌ پنهل جي سرتيون، پيرپٽون ئي كيا، جبل كيون مونسان جاڙيون
1 لوچي لكن مئون لڌم، پير پنهل جو اديون،
ڏكيون ڏونگر جون چاڙهيون
2 سور ۽ سختيون سنم، خان پنهل كاڻ اديون،
عشق ڏنم ٻاري اوماڙيون
3 مهل مني كون ويئي، هت نـ تكڻ جي هاٺي،
سور وڃن تا ساڙيون
4 كيچ وطن جي سرتيون، اچي مونكي واءُ لڳي
چڏيم پنيور جون ماڙيون
5 شاه "ركيل" جي سرتيون، آهـ وڃي ٿي اتي،
روز كيان ٿي راڙيون

## سرتلنگ    ڪافي95

تل سدا منهنجا سڄڻ پيارا، اڱڻ ايندين ڪڏهن جاني
1 ڦٽم آرام سک ساڙيو، سورن منهنجو اندر ڪاڙهيو
تتي سان قول پنهنجو پاڙيو، ڪيم فراق تنهنجي فاني
2 چندن سرخي ڪجل پايان، ڳالهيون ڳڻ يار جا ڳايان
پلايون لک تنهنجون پايان، منهنجو آن معشوق لاثاني
3 سجاتم سچ پنهنجي ڪعبي، مان ڪندس طواف سرصدقي
شل هجي هميشان اڱڻ تي، ڪيان جندجان قرباني
4 "رکيل" جون روز پڪاران، اگهيون وڃي عرش اوڇنگاران
ڏک درد دل ڪيم ڦاران ڳنيڻ جي ڪرڪا احساني

## سرتلنگ    ڪافي96

تل الست ڏهاڙي منهنجي دل، انهي دلبر سان وڃي ڦاٿي يار ڦاٿي
1 دستور ڪمين سان، دل ڪين وري تي
ڪيئن ته وساريان، نه ساعت سري تي
اهڙي لنو ته سڄڻ مونسان لاتي يار لاتي.
2 تيو امر قلم ڪي، منهنجو انگ تان لکيائين.
ڪر پنڌ پرين ڏي، پوءِ ائين ته اتائين
سنگت نه تيم ڪو ساتي يار ساتي
3 هوت بنان منهنجو ناهين حيلو
سرته اڏي تي مان ڪسڻ قبوليو
دست مغانجي تيم ڪاتي يار ڪاتي
4 عشق ازل جا ائين ڪيم آکيڙا.
سمجهه "رکيل" تون جنگ جيءَ سان جهيڙا
پائي ته اندرم ڏس جهاتي يار جهاتي

## سرتلنگ كافي97

ٽل ڏوڙ لڳن کي لائيندس، ڪيڙم خاڪ وڇاڻا وڇاڻا

1 هن تہ مٽيءَ جو آهي ملهڙو مهانگو
ڪوٺي مٽيءَ کي پرين، ڪيڙو آهي پنهنجو
يلا پاڪ تهين جا پڇاڻا پڇاڻا

2 خاڪي پڃري ۾ آٿي روح رلائيئي
ارواح اندر ۾ گفتار ڇپائيئي
يلا لعل گوهر ڪيئي تڪاڻا تڪاڻا

3 هوءِ هوا هي لحظو لقاءِ تي،
ماڳ مٽي جو بنياد بقاءِ تي
يلا سالڪ سمجهن سياڻا سياڻا

4 جي پسين پرين کي ڪر جال جهڪائي
سهہ تہ لنڙ ڪر نہ تون واءِ وڏائي
يلا يار "رکيل" سيئي سيباڻا سيباڻا

## سرتلنگ كافي98

ٽل جتن ڪر جبل سان ڏکن جو ڏهاڙيون
الهٽ جون اندر ۾ جيئن ڪاتيون ڪهاڙيون

1 تڪر نفس پاهڻ، تنهنجو سنجاڻ، ٻاجهون عشق چاڻ، لنگهيا ويا لتاڙيون

2 فڪر باهہ ٻاري، اندر تو اوجاري، مٺي دل کي جياري، وڃي غير ساڙيون

3 مري جنهن ملهايو، تهين فيض پايو، ظهوري هلايو چڙهيا عشق چاڙهيون

4 اها جنگ اڪبر، ڪٺي ڪو مرد منور، "رکيل" يار دلبر ڏيکاري مهاڙيون

## سرتلنگ كافي99

تل عبد تيو سي الله، احد سڏاوڻ مشڪل ڏاڍي
1 لادي سيف ڪري ستڪارا، جنگ جسم نال هو هلڪارا
هستي هي همراهہ، مين ڪون مناوڻ مشڪل ڏاڍي
2 حيرت دي وچ حال اهو ٿي،رسم رندي سڪ سر ڏي سوئي
عشق چڪايا آڙاهہ، جان جلاوڻ مشڪل ڏاڍي
3 آب تي آتش نان ٿانءِ هڪوئي، عشق شرع تي ڏيندا ڏوهي
راهہ ڪنون گمراهہ، ڪفر ڪماوڻ مشڪل ڏاڍي
4 مشڪل ڏاڍي تي ”رڪيل“ آيا، عشق اندر وچ شور مچايا
آڻ نهايس ناهہ، جٽيا پاوڻ مشڪل ڏاڍي

## سرتلنگ كافي 100

تل زهد مون تو ذات سڏائين، سر آهين سبحان
1 ڪڏهن آهين ڪڏهن ناهين، پاڻ ڪري ويران
2 لوچي لڌم لوءِ ۾، صورت عين عيان
3 اناالحق کي حق سڃاتو، نقش ڏسي تہ نشان
4 ختمآن ڪل نبين جو، نازل تيو فرقان
5 ”رڪيل“ انهيءَ راهہ جو، بيحد آهي بيان

## سرتلنگ كافي101

تل پري چو تو پچائين، ڳول اندر اٿئي اولي
1 جملہ جهان اٿئي آئينو، ڏس تون اکيون اُهي کولي
2 هر ڪنهن پنهنجي هردي اندر، يار لڌائون سو ڳولي
3 پنڻ منگڻ سان هٿ ڪين ايندئي، انهي راهہ وڏا سوين رولي
4 آهين تون ساڳي ٿاهي تہ "رکيل" ٻول اهو پاڻ ٻولي

## سرتلنگ كافي102

تل اسين ائين ڪيئن ٻڌايون، ڳالهيون ڳجهيون سڄڻ واريون
1 هر رنگ ۾ تا ڏسون، سائين تہ پنهنجو سدائين
هم اوست ۾ ائين آهيون، لاتيون سو برهہ بهاريون
2 ڪوئي ڪوئي سمجهي پلو، ڪوئي نہ سمجهي وو ميان
ورهہ وارن جون . وڏايون، ڳليءَ ڳليءَ ۾ پچارون
3 عاشق اچن تا پلو، ائين تہ مالڪ وو ميان
قرب وارا شال ڪاهيون، توڙي هجن ڪي تکيون لاريون
4 احد منجهون تان پلو، عبد سڏائين وو ميان
تون پاڻ آهين اسين ناهيون، لاتيون سي لوڪ مياروں
5 عشق عقل جي پلو، لڳي تہ لڙائي . وو ميان
عقل وڃي ٿو هارايون، سوَ تہ "رکيل" ڪندس زاريون

## سرتلنگ ڪافي103

ٽل عشق بنان افراد، عمر اجائي ملان چو ٿو وڃائين
1 نڏ ڪروني اذڪر ڪم، آخوند اتي نا سنڃاتئي
نفس جو حرص وڌوتي فساد، هي گم ڪر هستي نٿو جسم جلائين
2 صرف نحو جو سبق سهنجو ٿي، ڏڪيو آ برهه جو باب
اوجي قلب ڪڙهين، مٺي دل کي جڳائين
3 ڪنز قدوري در مختيار معلم، ظاهر پڙهن ڪتاب
علم باطوني ڏي منهن نٿو پائين
4 اکر پڙهين سينو صاف نہ ٿيندءِ، ڪيئن ٿو سڏائين ساڌ
واعظ ڪيون ٿو ٻين کي ٻڌائين
5 ورد وظائف چڏ سيئي واري، هڪ الف جو سچو ٿي سواد
پوءِ اناالحق چئو، تڏهن پاڻ نہ ڀانئين
6 رمز "رڪيل" سڪ مرشد واري، اهو ئي درد وندن جو داد
عشق اڳئ منهنجي، پليون تون آئين

## سرتلنگ ڪافي 104

ٽل ظاهر باطن اٿن ظهور، ڏسو عشق وارا مشهور
1 نينهن لڳو اٿن شوق نرالو، آب حيات جو پيتائون پيالو، ٿيا نورمن اعليٰ نور
2 درد اندر ۾ دڪائن دونهان، سير سچي جاتئڙا سونهان،
ڪاتي رهيو ڪوهہ طور
3 جال تنهين جون جاڳن تبران، خوب سچون اٿن خاصيون خبران،
ٿيا محبن وٽ منظور
4 سڪ "رڪيل" ڪ سرت سچائي، پنهنجي پرين سان ڪر نہ جدائي،
ٿي وحدت منجھہ وهلور

## سرتلنگ    ڪافي105

ٿل جڏان وي پيچ پيم ول پياري دا، وچون ظلمات ظهور ڏٺم
1 هوش ڪنون بيهوش ٿيم، جڏان نينهن لڳم تہ نظاري دا،
محبت وچ مسرور ڏٺم
2 نقطا غين والا وچ دور ٿيا، آيا عين عجب تہ اشاري دا،
انسان سو مذڪور ڏٺم
3 گهتيوئي وچ تہ صراحي دي شراب ڪل، آيا صاحب تخت هزاري دا
سولي اتي منصور ڏٺم
4 ايوين "شاهہ رڪيل" هر جاءِ ڏٺا، جيوين دين ڪفر هڪ واري دا،
حسن هڪو ول نور ڏٺم

## سرتلنگ    ڪافي 106

ٿل ڏک ڪٺون پڇن ٿا جي ماٺون، ماڏي سور اچن ٿا ڏهاڙيون
1 روزئون روز ڪسن ٿا، انهي تہ اڏيءَ تي اچي عاشق،
قول الستي وچن پاڙيون
2 مشڪل بازي برهہ جي، مرد اچن ڪي مرڻ ڪان،
اوڪيون عشق جون چاڙهيون
3 فڪر فنا منجهہ فاني، پاڻ نہ پائن پنهنجو
غير اندر جو وڃن ساڙيون
4 روز "رڪيل" ڏي اچي ٿو، عشق امالڪ ڪاهيون،
ڏي ٿو باري اندر ۾ اماڙيون

## سرتلنگ كافي107

تل اڳڻ آيو منهنجي پيم پچار، سوَ كيان مان لک شكرانا
1 روزون روز نيون نت ڳالهيون، ناز پرين جا عجائب چاليون
حد نہ كا انت شمار، كرڻ مطالعہ سمجهڻ معنيٰ
2 شهر ينيپور ۾ پليون آيم پاٽي، سوَ مبارک ڏيو هوت آيم هاٽي
سورن پريءَ جي لڏائين سنيار، لڌم مياران سيئي طعنا
3 سورتنيءَ جا وجم كالهوكا، چڙهي مان منبرتي ڏيندس هوكا
حق حاصل ٿيم چڱي كنهن وار، شهر ميرانپور عشق جا خزانا
4 فيض فتحپور عشق جو آيو، توهين سڀ سرتيون فكر وڏايو
گوش ڏيئي ٻڌوهي گفتار "شاهہ ركيل" جا اهي افسانا

## سرتلنگ كافي 108

تل عشق ٻڌايم وڏو ويساهہ، الله منهنجي پينر پانگي آيو
1 لوچڻ ٻاجهون كنهن نہ لڌو آ. ساڻ دمن جي پرين ٻول ٻڌو آ
هوت آيو اچي ٿيم همراهہ، دم ۾ سان اناالحق چوايو
2 ناهي لكڻ جو كيئن مان لكايان، جاڏي كاڏي اوهو ٿي پايان
ڏسڻ چون ٿا اتي هي گناهہ، جتي سمايو كنهن نہ لكايو
3 رمز سچيءَ كون كير ٻيو پلائي، پنهنجو ظهور پاڻ ٿو هلائي
ملک فلک سڀ گواهہ، عبد منجهون تو احد سڏايون
4 سمجهہ "ركيل" اهو سچون تي ڳالهيون، عبدالستار جون نينهن جون نراليون
شاهن جو اٿئي شاهہ، نينهن وارن هي طبل وڄايو.

## سرتلنگ        ڪافي109

ٽل ڪيئن نہ وڃن ٽا ڪارونيار، عاشق امالڪ ڪعبہ ڪاهيون
1 ڪعبو ڏنائون دل جو ٽڪاڻو، سچ جڏهن آيو پوء ڪوڙ سڏاڻو
مرڻ جيئڻ جي لٿن ميار، سورهہ سندرو ٻڌن جي ساهيون
2 گهور ڪيون ٽا گهرن جي غاري، ميدان تهين ۾ آسر جي باري
هتون جنگ ڪٺن ڪي جهونجهار، دم دم سان هي برهہ جون باهيون
3 سڪ ٻڌاين سندرو ساهي، ڏک چي ڏورڻ تن ڪان چاهي
سختيون سرتي بارون بار، نانهہ چون ٽا اسين ائين ناهيون
4 پنهنجو پاڻ ۾ پائي ڏس جهاتي، عشق ”رکيل“ تي ظهورو ذاتي
وحدت وارون وار، درد انهن سان ٽا نينهن نيايون

## سرتلنگ        ڪافي110

ٽل لکيو لوح قلم ۾، منهنجو پنهل سان آهي
1 سور تہ سختيون ڏيئي مڪائون، سيئي سر تو سهائي
2 وس نہ ڪوئي پاڻ وهيٽي، نہ تہ ڪيچ وڃڻ اديون چاهي
3 اناالحق ائين پاڻ چوايئي، پوءِ چڙهايئي فاهي
4 رک تون ”رکيل“ رمز حقيقي، ڏس ڏنم اهو ڏاهي

## سرتلنگ كافي 111

تل سوئي اهو آهي واحد شاهد آهي پاڻ الله

1 گوناگون بي شبھ بتونو، بيرنگ جو رنگ نہ شڪل نمونو،
ڪي رند سجاڻن راھ

2 ڪٿي آ مسجد ڪٿي وري مندر، ڪٿي آهي سالڪ ڪٿي آ قلندر،
ڪٿي بادشاھ سپاھ

3 هر رنگ ۾ تو پاڻ سمايو، احد منجهئون تو عبد سڏايو
پاڻ ٿو ناهين ڊاهين ڏوھ گناھ

4 آيو "رڪيل" جي يار تڪاٽي، پاڻ ٿو ڄاڻي پاڻ سنڄاڻي،
ويو وحدت ۾ ٻڏي ويساھ

## سرتلنگ كافي112

تل تنهنجي عشق ڪيو آ ڪباب مونکي، ناهي خواهش ڏوھ ثواب مونکي

1 جاري جوش لڳو منهنجو جيءَ جلي، تنهنجي تابش جو آهي تاب مونکي

2 اڇي هو هو سمايم ساز سيني، تنهنجو رڳ رڳ ۾ آ رباب مونکي

3 قطرو قلزم ۾ وڃي ڪيئن پيو، ائين حسن تنهنجي ڪيو حباب مونکي

4 فرض وحدت جو اثبات ٿيو، نيئين نينهن ڪيو آ نواب مونکي

5 خاموش "رڪيل" اسرار آيو، ڏيئي ترڪ طمع جو جواب مونکي

## سر تلنگ    ڪافي 113

ٽل متي مام مستي آئي سر عشاقان
لڪڻ ڪون لنگھياسي اتي ڪن اوطاقان
1 ڏکن چاڪ چوران، ڪيم درد گھوران، ڪھڙو بھشت حوران
ملڻ لئي پرينءَ جي نئم خوش خوراڪان
2 نئون نينهن لائي، اتي پير پائي، پليتي وڃائي
بينا پاڻ پھري پاڪيزيون پوشاڪان
3 دئي جو فرق ويو، اھو مردن مرڪ ھو، وڃي خيال ھڪ ٿيو
آيون پيش منھنجي برھ جون بوراڪان
4 چو تو غير آڻي، سچو تي سنجاڻي "رڪيل" پاڻ ڄاڻي
ڪيم زھد ذاتي ڇڏيندس نہ چاڪان

## سر تلنگ    ڪافي 114

ٽل عشق اسان وٽ پليون پليون آئين. صفت پرين جي ڪرتون پچار
1 عشق چي رهبر راھ جو سونهون، درد دڪايم دل منجھ دونهون
مڙڻ مردن ڪاڻ هي سخت ميار، ڏي سر ساروتان مصب پائين
2 نيھن نياڻ مشڪل بازي، بي غرضن سان عجز جي آزي
سوين آزيون حيلا ڪيم هزار، دلڙي ڏتاري منھنجي ناھ تو ناهين
3 عشق جي منزل مشڪل هوئي، حد ۾ هر ڪا بي حد ڪوئي
مرد روان ٿيا هي رفتار جوش ڏيئي ساري جان تو جلائين
4 پائي ڏنم جسم ۾ جھاتي، رمز "رڪيل" هو ظاهر ذاتي
يار ڏيکاريم عبدالستار، احد منجھون تو عبد سڏائين

## سرتلنگ   ڪافي115

ٽل رڳ رڳ ۾ اٿم رمز سڄڻ جي، صحيح تہ سڃاتم پرڪي پرجهي
حسن حقيقي نور نشان

1 منجهئون ناسوت جي ڪرڻ نظارو، هر جاءِ حق ڪي ڏسڻ پسارو
تابع شريعت جي نيائون تمام

2 ملڪو تون جا محبت آئي، ساڻ طريقت ٻڌڻ يڪائي
لدني لڏائون علم عرفان

3 جبرو تون جا جاءِ لڏائون، هليا حقيقت حق سمجهائون
عشق عقل جا ڳڻا سامان

4 باقي بالله هي ناهيئي، لاهوت تان هو منزل سيئي
منجهہ معرفت جي ڪيائون مڪان

5 علم عمل چي هٿ ڪيم آيم، خلق ٻڌائي پاڻ وڏايم
ناهي تہ رڪيل تي ڪو گمان

## سرتلنگ   ڪافي116

ٽل عجب مٺي گفتار سان، ٻولي ڪري ڀڄڻ ٻڌم
1 ڪوني ڪيائون ويجهڙو، وٺ پرين جو راهہ هي
رهبر رسيلي ڪيم روان، مولا ڏنم مرشد ورتم
2 پنڌ پرين جو پيچرو، تو ڏيکاريم ڏس ڏيئي
سچو سڃاتم دل جان مان لوچي اندر لعلڻ لڌم
3 سامان سڪ ۽ سوز جا حد نہ ڪا لاحد ڏسان
اوچا ٻڌايان چا چوان، اهو سور سيڻن جو سندم
4 عشق جي آڙاهہ ۾، سڙي "رڪيل" سچ ٿيءُ
ڪاهي ڪٺا هي منجهہ پوان ائين قلب ذاتي ۾ رڌم

## سرتلنگ                    ڪافي 117

تل جڏهن پرتوو پر جو پيم ڪيم، جن جان ۾ جانب ڏٺم
دل ڪي سچو ڪعبو ڪيم تنهن ۾ اجهو انور ڏٺم
1 دل جو دلبر هيڪڙو، اومان ڪنديس ڪونہ ٻيو
سندرو سچو سورن ٻڌم، رڻ راهہ ۾ رهبر ڏٺم
2 جڏهن ترڪ ڪيم وجود ڪي، سيني اندر لوچي لڌم
هڪ خيال مستي جي ڪنيم، سڪ سوز سان سرور ڏٺم
3 ڪربلا جي ميدان ۾، عشق جو آنبهہ لڳو
هي هي ڪيون رت تي رڙي، قيامت وارو محشر ڏٺم
4 راضي رضا تي رهہ تون "رڪيل"، قبول پونديـن پوءِ تڏهن
الحمد الله تي چيم، بازي بره زابر ڏٺم

## سرتلنگ                    ڪافي 118

تل ويڙم شڪ گمان، وچ ميدان صفائي جي منجهہ پياسي
1 موج انهي ۾ آهي مردن مارو، سر ڏئي ڪن تا سورهہ وارو
پٺ نہ ڏيندو پهلوان، وجي بار بره جي بند پياسي
2 دل سچي ۾ ڏٺم سچو نمونو، غير وڃائي صفا ڪيم درونو
نينهن ڪيم نشان، تڏهن پرين جي پنڌ پياسي
3 اندو آئيني ۾ منهن ڪين ڏسندو، حال فقر جي سوئي نہ رسندو
عشق تڏهن ڪيو طوان، اهڙي انڌن جي وجي انڌ پياسي
4 ڪيئن رڪيل تون پيچ ۾ ائين، درد لڳئي تڏهن تو دوڏ دکائين
سورن جو سامان اها رمز لڳي تڏهن انهي رنج پياسي

## سرتلنگ کافي119

تل عشق وارن جا وسن وٿاڻ، قرب تنهن جو قائم هميشان
1 نينهن نياهڻ مشڪل ناتو، سر ڏئي ٿن پاڻ سڃاتو
اهڙا رمز وارن جا ڄاڻ، محبت واريون لڳيون ٿن ميخان
2 ڪمر ٻڌائون سندرو ساهي، موج انهي ۾ پيا وڃي ڪاهي
پرجهہ پئي ٿن پاڻ، تنجو ڇا هي ٻي تہ ڪنهن سان
3 سوز فراق وڌم سينو ساڙي، ڪيئن تہ ٻڌايان ٻين کي اگهاڙي
محبن سان اٿم کهڙا ماڻ، روز وهن ٿيون رت جون ريخان
4 ڪيڏ ترڪ رکيل هي طمع کي توڙون، برقعو بشري پاٿئي مهڙون
ياڳ لڳئي تان وسندءِ ياڻ، گلشن تنجو بنياد بيخان

## سرتلنگ کافي120

تل ڏنم درياهہ وحدت جو، ناهي ڪنڌي ڪنارو ڪو
بره جي بحر جون موجان، نہ ٿم ٻيڙي نڪو ترهو
1 اندر ۾ ڪُن تا ڪڙڪن، لڙهيس تنهن لهر ۾ لاشڪ
ڏکيو درياهہ دهشت جو، گهڙي تنهن ۾ ڏنم غوطو
2 وڃائي وجود کي ويتر، نٿو ڄاڻان انهي تن کي
فکر فاني فنافي الله، جهين ڄاتو تهين پاتو
3 گهي مجنون مئخانہ، گهي مهجور محنت ۾
صفر آهہ عشق جو مشڪل، گهي رندي عجب درجو
4 آيم سختي سدا سر تي، برهہ جو بار آهہ برسر
متان ترسين ڪرين توبهہ، نياهڻ نينهن آهہ ناتو
5 الستي تانگهہ تان اها لڳيم، ارواحہ کي خوشبوءِ
رکيل جو روح ٿيو روشن، وڃي لاهوت ۾ پهتو

## سرتلنگ كافي121

تل انگ لکيم هوت بلوچ سان، اوهن ولهيءَ جو وهه وا
1 هن پرائي ڏيهه ۾ نتي تکڻ ناروا، ويندس رهندس کينکي هي تي کوڙي هو هوا
2 کيئي اچن کيترا، مونکي سورن جا سهوا، دارون مونکي درجو تنهنجو ڏسڻ آهي روا
3 پينر هن پنيور ۾ هت رهڻ بيوفا بيو ورکنديس کونه کو هک پنهل کون سوا
4 عاشق اولو تا رکن، رکيل روءِ رضا باطن واري علم ۾ کي پوندا مرد ميا

## سرتلنگ كافي122

تل پورهيت جو پيغام، اتي وجي اگهاڻو آهي آهي
1 آس يري جون پلوڙي،پڇڻ اميدان وي ميان، شل پوندم قبول کلام
2 مان جهڙيون تہ پلوڙي، لک ليلائن، حسن حيرت ۾ حيران
3 کينون کين پلوڙي وکر وهايم وو ميان، سورن جو سامان
4 روز رکيل کي پلوڙي، طلب توهانجي وومبان، تيم نيڻن ننڊ حرام

## سرتلنگ كافي123

ٿل جيڪر وڃان جٺري مري، سرتيون جيڏيون پوءِ چوندم چري
1 منيس مونجهہ ۾ هي ٿي مري، لڳي آگ جيرن منجهہ ٻري
تنهنجي شوق ذاتيءَ جي ذري، ناهي واند ساعت ڪا ڍري
2 سڪ نان سمهڻ سرتيون مونکي، پلئي عشق منهنجي پيو پڪي
لڳو تيرجي ۾ پيو جڪي، ڏک ڪون پيو ڏونگر ڏري
3 اڙين عشق سان ڪنهن تو ڇيو، وڃي پير ڪاري تي پيو
مزو لذت مانڪون ويو، جهوري جهجهڻ ڳجهہ جي ڳري
4 هي پنهنجو قصو ڪنهن سان ڪيان، عمر ساري افراد مان
نفي منجهون اثبات ٿيان، پڌري وڃي ڪوتي ڪري
5 سوئي رکيل ايڏو قدر، جيڏي سڪ مونکي تيڏو صبر
آيم اڳڻ لاهي ڏمر، ورتہ اديون منهنجو وري

## سرتلنگ كافي124

ٿل بره جي بحر ۾ پون مرد ڪاهي،
سنگن ڪين سورهہ سانگو سر جو لاهي
1 بيڙ باهہ پڙڪن، ڪپرڪن ڪڙڪن
ڊڄن ڪين دڙڪن، سوري سر سهائي
2 عقل تيو اجايو هتون تنهن هارايو
عجب عشق آيو، پتنگ جان پچائي
3 پيو شينهن ٻيلي، زناور طفيلي
پنجي غير پيلي دوئي ڪي وڃائي
4 فنا جو تڪاڻو، گذر گاهہ ڇاڻون
سچو هڪ سڃاڻون، رکيل تو ٻڌائي

## سرتلنگ    ڪافي125

تل لوح قلم لکيو پاڙينديس پاڻ، انگ ازل جو ٻاروچل ٻولي
1 عشق اچي هي الانبو لايو، سوز اندر ۾ دونھ دکايو
جام آري جا پئم اهي جاڻ، ڇپر لنگهي مان ڏينديس چولي
2 الست بربڪم پاڻ ڪهيوئي، قالوبلي مان تڏهن چيوهئي
رمز اها اٿم روح رهاڻ، درد اندر ۾ لاتم هولي
3 عين غين جي صورت ساڳي، نقطو لاهي ٽيس بيرا لڳي
لاحد جا ڏنم اوهي وٿاڻ، ونحن اقرب پاتم جهولي
4 وهوا رڪيل اهي ڳالهيون ڳايون، جاڏهن ڪاڏهن مليم واڌايون
وسن بره جا اهي شل ياڻ، لون لون ۾ اٿم تنهنجي لالڻ لولي

## سرتلنگ    ڪافي126

تل عشق جي اسرار جو، سر سالڪن کي پيو سماءُ
1 جي لذائون پاڻ ۾، سر الاهي خد خداءَ
ناهي فرق هڪ تر جيترو، آهي الله سوئي اولياءَ
2 حد لنگهي لاحد ٿيا، اها رسم رندن جو وڏاءُ
وجي ٿيا اوپارا اوڏهين، هردو ڪيائون هي هماءُ
3 الانسان سري ٽا ڏسن، جوش منجهون جاءِ بجاءِ
آيو علم وانا سره بي رنگ سوبيريا
4 رڪيل عشق جي آويڙ ۾ جيڪي آيا سي هاءِ هاءِ
ذائقو چکيائون ذات جو، تن قلب هي قلبي نماءُ

## سرتلنگ         ڪافي 127

تل     ٻاجهون تنهنجي يار پيارا، ڪونہ هتي ٻيو هجي هجي

1     سڪ پرين ڏي نيئين ڪيم سونهون، درد اندر ۾ دکايم دونهون
اوباھ برھ منجھ پجي پجي

2     هن دل ۾ هڪ دلبر آيو، غير زناور سين سڏايو
اوچور نٿو هت ٻجهي ٻجهي

3     منهنجا پرين مانوٺ هج تون هميشان، ساھ ٿمر ٿم سانول توسان
اوسر بنا نہ ٻي سُجهي سُجهي

4     اڳڻ پرين ڪي ٿي بيشڪ پايان، ويساھ ٻڌي اهي دم ٿي ڪمايان
او ابر باران ڪيون گجي گجي

5     وهوا رڪيل اهي ڳالهيون ڳايون، جاڏنھ ڪاڏنھ مليم واڏايون
او ابر باران ڪيون گجي گجي

## سرتلنگ         ڪافي128

تل     هنيو نينهن نعرو طبل زور شاهي، عقل ٿيو لڏائون هتون ڪالھ راهي

1     تنبو فوج ڪوڙي ٻينو جنگ جوڙي، پڳا عشق توڙي عقل جا سپاهي

2     اهڙو عشق آتش جهلي ڪير تابش، رندنجي سفارش صفائي سچائي

3     اهڙي عقل اٽڪل وڃ نہ ويھ محفل، ٻڌج توڙ توڪل ملئي يار ماهي

4     چريون تيز لائي عاشق تو ڪمائي، رڪيل تي سهائي ڏني عشق گواهي

## سرتلنگ كافي 129

تل ديدار ٻاجهون تنهنجي، ساري عمر ائين ويم
درد منهنجي جي دوا، دلبر دست تنهنجي منجهه هيم
1 حال جا محرم منهنجا، تو بنا ٻيو ڪنهن کي چوان
سگهندي سجڻ مون سال ٿيا، اهي پور پلپل جا پيم
2 ٻن دنيا جا دور هي، سڀ ڦيري صدقي ڪيان
ڪوڙي اٿم هي بيوفا، پائي پلي ڪجهه ناپيم
3 علم لدني توحيد جو، حاصل هجي هر دوجهان
آهي روح منهنجي تي روا، تنهنجي امر سان چوندي چيم
4 سڻ رڪيل هي سمجهه تون، دم ياڪون تي نا جدا
سر ڏئي تي صوفي صفا، فرياد داهون تي ڪيم

## سرتلنگ كافي 130

تل سوز وارن کي تو ساڙي سور، باهه برهه جي عشق الانبو
1 راتيان ڏينهان مچ اندر ۾، صحت فرحت ناهي عشق جي سفر ۾
وحدت منجهه وهلور، سي نه ڪندائي سر جو سانگو
2 رب ارني جي عرض الاهي، لن تراني نه ڏسندين جائي
تجلي جلايو ڪوه طور، اصلون آهي عشق اٽاگو
3 شوق شراب جو پيالو پيئن، موتو قبل مري هو جيئن
زهدون ذوق ضرور، حجاب يڳائون لنگهي ويا لانگهو
4 ڪعبو رڪيل ڏس حج اڪبر تي، فيض فتحپور ذڪر فڪر تي
سڪ وارن کي عين حضور، سر بنا ناهي سودو سهانگو

## سرتلنگ    ڪافي 131

ٿل مان ووڙي لعندس وڙڻ ونڌر ۾ منهنجو ڀڳڙن ڀاروچل ويو، منهنجو ڪاڏي ڪوهيارل ويو

1 پنڌ پري ٿمر واٽ اٽائي، جبل جالڻ مون پيو
شل ڪاهي ويندس ڪيچ ڏي، منهنجو سانگو سيد سان پيو
2 ستي لڏمر سهڻون، جنهن خواب مون بيدار ڪيو
آنءَ تہ ويندس اوڙهين، نڪو سمر ساٿي ڪو سهو
3 ميران پور جي مير ڪي مون ساري سڏ ڪيو
ناهي وسيلو اسانکي بنان ڀڳڻ توبيو
4 جي ڏسان جانب اچي مان ڪون سور سالن جو ويو
اچي رسنديءَ رڪيل شاه چئي مون سان ڪرم قادر چئي ڪيو

## سرتلنگ    ڪافي132

ٿل    هي توڪل گذر درويشيندا، نہ ڪوئي خطرا خواهش خويشيندا

1 تني خطري خود نمائي، ينا تڪبر غير وڏائي
ٻڌن چوتا شهر گدائي، نڪوئي ويس لبيس پسيندا
2 نڪوئي مٽ عزيز سڃاڻن، وڃ هڪ تي هڪ ڪون چاڻن
ڏک عشق ديان موجان ماڻن، ينا شڪ حجاب تہ ڪيسيندا
3 راضي خاص رضا تي رهندي، تقدير اتي سرسهندي
ڪنون غافل يار نہ ڀهندي، اهو حال فقر هي هميشاندا
4 ”رڪيل“ صبر سوئي سڪدي، ڪرن مشق هميشہ لڪدي
گفتا بيهودا سڻ ڏڪدي، ڪيها مطلب هي دل ريشيندا

## سر ضلو        ڪافي133

تل    ٻاجهون جانب دي دم نہ جلي سان، اوڄ ڪولهہ پنهل دي مين تيسان
1    لڳم نينهن تيم تي نظارا، دل گلشن گل گلزارا
جڏان ور ڏيسم چا وارا، سڄ لوڪ ڪريسم ريسان
2    خرقہ لڳل وڄ پاتم خاڪي، تيڙم درس دروني جهاتي
آيا خضر تيم سچ ساقي، اهو جام شراب مين پيسان
3    تيسو روشن دل خوشحالي، ليسان لعل لبان تي لالي
آوسم سانول سر دا والي، او ميڏا جيوڻ تيا وڄ تنهن سان
4    ٻيڙي لهر بحر وڄ آئي "رکيل" خوف تيم شنوائي
ميڏي نيٽين ننڊ نہ ڪا ئي، ڏک رورو ڪردي ڪيسان

## سر ضلو        ڪافي134

تل    ڪمڙو حال ڏکن جو ٻڌايان، پنهنجي ڪرمن ڏانهن تي پانيان
1    نڪو سنگت ناڪو ساٿي، هي هيڪل جنڊڙي قاٿي
آيم عشق تيم اثباتي، گاهي آهيان تان گاهي ناهيان
2    اکيون اوجاڳي منجهہ اهي آٽيان، ٻن ساڙيان ويس وڃاٽان
منهنجا ڪاڏنهن نيڻ ڪماٽان، دل دونهون درد دکايان
3    نہ مان بادم نہ مان خاڪي،، نہ مان آتش نہ مان آبي
نہ مان رهبر نہ مان ساقي، ائين سمجهہ الائي چاهيان
4    جيڪو سور "رکيل" سر پائي، اهو سائين لوڪ سڏائي
سڪ رمز وجود وڃائي، هڪ پيچ پرين سان پايان

## سر ضلو کافي135

تل جتّان باھ برھ دي ٻلدي، نهين حاجت هوش عقل دي
1 مشڪل غم دا گذارڻ زاري، آيم پنڌ پٽر دا باري
مين سڪندي عمر گذاري، نهين يار ڏيندا ڪا ولدي
2 لڳم داغ سيني وچ سڙدا، لرزي جيرا هاڻ ڦقڙ دا
ميڪون عشق آرام نہ ڏيندا، ڪران هئي هئي هتڙي ملدي
3 شل نصيب ڪريسم چاڙاها، اهو تيسم ڏينهن ڏهاڙا
اوسي يار وسيم پاڙا، تيسان صدق صدق مين جلدي
4 فراق ڪيتم چافاني، ڳيا ننگ ناموس نشاني
شب روز رکيل ڪون حيراني، اها لڳڙم تانگھ ازل دي

## سر ضلو کافي136

تل ميڪون رانجھن درد دکايا، اندر عشق اَلانبا لايا
1 سخت ڪيڙي ڪرن بکيڙي، ميڪون مول نہ ياون جهيڙي
آيا سهڻل ساڏي ويڙهي، ايهو تيڙم بخت سوايا
2 چوڙ آيا تخت هزارا، شافعي عرب عجم جڳ سارا
انااحمد احدستارا، ميڏي ماهي منصب پايا
3 لک وار ڪران شڪراني، آيم يار کمين تہ بهاني
معشوق مليم مئخاني، ميڏي دل وچ دوست سمايا
4 ڪر عشق جٽيان ڳل پئسان، مسجد مندر مول نہ ويسان
سچا سجدا دل وچ ڏيسان، آڙھ محبت مچ مچايا
5 اهڙي سمجھ سچائي تہ تيوين، پيالا آب حيات دا پيوين
وچ هر دو جهان دي جيوين، لڳي رمز "رکيل" تي رنگ لايا

## سر ضلو     ڪافي 137

ٿل گھر عشق سندو آباد ڏٺم، هل هستيءَ جو برباد ڏٺم
1 ڏِسو عشق وارن جون قبران، جتي ظاهر زيرا زبران
مشهور تنهن جن خبران، جتي محبت تتي مهتاب ڏٺم
2 رهه پنجن تنن سان پورو، ڏس ظاهر ذات ظهورو
ٻاري عشق مچايم ڪورو، ايهو لدني ڪشف ڪتاب ڏٺم
3 دنيا دار غنياءَ ڪي عالي، توڙي ملڪ ولايت والي
ڏس قبران تن جون خالي، اهي عشق بنا افراد ڏٺم
4 جيڪي عاشق ازلي آهن، سچو سندرو نينهن نيائن
سر سختي بار انائن، ڪتي شيرين ڪتي فرهاد ڏٺم
5 سڪ ريت فقر جي ڏسو تولو، خرقو خاڪي ڳل منجهه چولو
سچ ٻول "رکيل" يچ پولو، اهو شهر ميرانپور شاد ڏٺم

## سر ضلو     ڪافي138

ٿل نہ مين پير مريد هان هڪ بردا، مين تان پچ لڳ فقير فقر دا
1 نان مين شيخ مشائخ غازي، نان مين زاهد پاڪ نمازي
نہ مين ملان نہ مين قاضي، ميڪون تيڙا خوف حشر دا
2 هڪ بره تيڏي پر مايم، سڪ سمهڻ عيش وڃايم
جوڙ الفي ڳل وچ پايم، اهو حال سڄڻ نہ وسردا
3 دل لتي يار بيگاني، ڪيوين ملسي يار بهاني
سڻ لوڪ مريندا طعني هڪ ساعت سال گذر دا
4 شل يار نہ ڏيوي رولا، لڳا عيب نہ تيوي قولا
"رکيل" نال فقر داتولا، ميڪون تيڙا سهج سمر دا

## سر ضلو      ڪافي 139

ٽل ٽگ چور فقير سڏايان، پنھنجو پاڻ ائين نہ پانيان
1 ڪوڙن سان آهيان ڪوڙو، ڪٿي ايمان ٻڏان هي ٻوڙو
آهيان لوڪ سڄي ڪون لڄوڙو، لڌم لعلڻ ڪيئن مان لڪايان
2 ڏٺم مڪر فريب واري منزل، ڪاڏي عشق ڪاڏي هي اٽڪل
سخت مردن واري منزل، ڏيئي جوش مان پاڻ جلايان
3 پنھنجي پاڻ ڪيا هيءَ حيرت، نا ڪرامت نا اٿم قدرت
وهوا وحدت ڪاڏي ڪثرت، اونا ڪشف قلوب ڪمايان
4 جٽيو عشق جو جائي پاتم، پنھنجو رام گرو سڄ ڄاتم
”رکيل“ نينھن سڄڻ سان لاتم، ڳالهيون ڳليءَ ڳليءَ تي ٿي ڳايان

## سر ضلو      ڪافي140

ٽل ميڏا جاني ڪرنہ جدائي، رُت ساوڻ دي ول آئي
1 ائي مينھن ٿيان گلزاريان، ميڏا گلشن باغ بھاران
ٻڌيان ڪونجان آڻ قطاران، مل سينگيان ڏيون وڌائي
2 خرقا خاڪي ڳل وچ پاوان، ڳتيان ميندياں ڪيوين ڊھاوان
ٻيٺي سي سي ڪانگ اڏاوان ٿيسان جوڳڻ جڳ وچ جائي
3 ٿيوان صدقي صدقي گھولي، ميڏي روز ازل دي ٻولي
چاندي ماءَ ڏٺم اها لولي، مينون سورين ڪمر ٻڌائي
4 تيڏي درد ڪيتي ديواني، شب روز قران حيراني
ٿيسين ”شاھ رکيل“ داحامي، خوش ملسون ڪر چترائي

## سر ضلو        ڪافي141

تل ڪَمَ ڪانگ پنهل ڪڏهن ايندو، مونکي ڏيهہ مبارڪ ڏيندو
1 سڪ سوز سورن جند سڙدي، مونکي ڳالهہ نہ ٻي ڪا وڻندي
ڏينهون رات تتي توڪاڻ رڙدي، شل نينهن نباهيون نيندو
2 ٻن شهر ڀنڀور جون ماڙيون، ڏنم ٻاري عشق اماڙيون
اوکي وات جبل جون چاڙهيون، هن ڇوريءَ کي نہ ڇڏيندو
3 رڻ راهہ تتيءَ کي روها، ويني وار ڳڻيو ڪيان وکوها
ڏک ڏير ڏئي ويم ڊوها، نہ تہ نال نماڻي نيندو
4 پنهنجي ڪرمن کون ٿي ياڻيان، ڏک ڏيرن جو نہ سندايان
ڳل ڪفني ويس مٿايان، "رڪيل" ڏينهن سدورو ٿيندو

## سر ضلو        ڪافي142

تل آدم بنائيي پتريئي بازي، عاشق رضا تي رهندي راضي
1 وچ آدم دي اپني ذات ڇپائيي، سڏ ملائڪ سجدي پائيي
ڪل نہ ڪائي اهو ڇاپول پلائيي، عاشق عزازيل ڪريندي نہ آري
2 اولاد آدم دي اهو هل چاهلايا، هابيل قابيل شور مچايا
سر زمين تي غلبا پايا، قيامت تائين هوسي دور درازي
3 اسان آدم ڪنون هيوسي اڳ دي، قير آندو وي وچ اهين جڳدي
عشق ڪنون عاشق نهين تہ رڄدي، سڪ تهين ڪون هوسي تاري
4 شب معراج تي مقبول ملدا، احد احمد هڪ فرق نہ تل دا
اهو ظهورا هي الست ازل دا، سالڪ سمجهن ڪيا ڄاڻن عام مجازي
5 رمز حقيقي تي رند سڏاوڻ، ڇوڙ ڏتو ني آپ دا ياوڻ
بيخودي وچ اي جسم جلاوڻ، ڳجهہ اسرار، "رڪيل" رکدي غازي

## سر ضلو کافي 143

تل ميڏا رانجهن راهہ نمائي، اتي ول ول پئندا جهاتڙيان
1 جڏان جانب پاتم جهاتي، من ديدم ذات صفاتي
جڏان خواجہ خضرلون لاتي، مک ويک لڳيان هڻ لاتڙيان
2 نہ مين هندو نہ مين مومن، نہ مين ملان نہ مين عالم
نہ هان حاکم نہ هان ظالم، ذات اسم وچ پاتڙيان
3 ٿيا عاشق درد ويرانا، هميشہ پڙهيم هي دوگانا
جنهن روز الستي جاما، اهي رام رجهيندي راتڙيان
4 رک "رکيل شاهہ" هک رايا، تون تہ چوڙ غير دي وايا
اساڏا ازلي منصب آيا، اتي برهہ پڙهايا باتڙيان

## سر ضلو کافي144

تل مين دست ڳڏا يار ماهي دا، کم وسر ڳيم تہ دنيائي دا
1 جڏان شاهہ عبدالنبي ارشاد کيا، ميڏي طبق سهن تہ فراخ ٿيا
صوفي صاف ڏنم ٻال دل داڏيا، لٿا تاک ليئا تہ لڄائي دا
2 مليا مرشد مينون ڏتا ذاتي ذکر، رليا روح ٿيي دل شهد شکر
اڳون سائين تہ پڇون غلام نفر، ٿيا سير سڄي بادشاهي دا
3 جڏان بيخودي داباب پڙهيم، جٽيا توڙ کفر اسلام چوڙيم
وچ وحدت دي دل ٻوڙيم، صوفي صاف ٿيا تہ سچائي دا
4 جڏان "رکيل شاهہ" نون خيال پيا، من مار خودي دا حجاب ڳيا
دل سوختہ هئي ول آب پيا، لڳا عشق اهو آشنائي دا

## سر ضلو كافي145

تل تانگھ ہاروچل دي لگيم ازل دي
جان جسم وچ اج ناکلھ دي

1 سوز فراق تيڏي ناز ستاون، عشوي غمزي من کون پانون
کڏان سڏيندي چاکولھ ہلھاون، سدا سانول ميڏي سک نالھندي

2 کڏان جٹيون کرگل وچ پاوان، کڏان قرآن پڑھ صحي مين سٹاوان
عشق دي مستي وچ جان جلاوان، باھ سيني وچ پل پل ہلدي

3 عشق نھين کوئي شينھن مريلا، سارا ساڑيس جھنگل ہيلا
يار سجاتم وو تيم اکيلا، پچي ذات صفات ھک تي رلدي

4 قدم "رکيل" دي اگڑ تي پائي، عطر کتوري ھبکار ھلائي
کر ظھورا اپني ذات چپائي، تيم صفائي اصل نصل دي

## سر ضلو كافي146

تل وڄدا کوچ نغارا تينون کل نہ کائي
کر گھن سودا وٹج سچائي

1 چئو طرفين پيا لوک لڏيندا، سمجھ مسافر تينو چاڑ نہ پوندا
اتان نہ رھسين نت پيا موت سڏيندا، جي کجھ جاٹي کرتون جھکائي

2 جڏان اوسئي وقت ڏکيا پچي ھٹ مل روسين چوڑيئي کڑم تبيلا تي ول نہ اوسين
عيب پيئي اپٹي کيوين وچ توسين، نہ کيئي عبادت رب دي کمائي

3 نال عقل دي ساري عمر وڃايئي، عشق ماھي داتي ھٹ نہ آئي
درد فراق دي پيت نہ پائي، سک وجود وڃاوڑ ڏکيندي ڏکائي

4 جام وحدت دا پر پر پيوين، پير يمغان دي پيش تون تيوين
تڏاھين "رکيل" تان دوجگ جيوين رھ رضا تي راضي جيکا بره بنائي

## سر ضلو        ڪافي 147

ٿل ڪاري چڙهدي آيم ڏوڙا، ڳيم پنهل تي پيم وڇوڙا

1 آيم اکين ڪون ننڊ ندوري، ڪيف تتي ڪون غفلت زوري
نہ ڪيتم اوجاڳا نہ ٽنڙم گهوري، هڻ رت رووڻ دا ڳڙيندي ڳوڙها

2 نہ سنگت نہ ساٿي هڪا هيڪل ويسان، ساٿ پنهل دا ڪٿان مين ڦليسان
چوڙي سان پنيورتہ تڏاهين ليسان، نال نہ ڪهن دي ڪوئي ڳنڍيسان توڙها

3 پنڌ پٽر دا آيم باري، هيڪل سرتي ڪران رورو زاري
شل ڪوئي ڏيکان نہ بيگانا ڪران هوشياري مٽ نہ ماهي دا ڪوئي نہ ياوان جوڙا

4 بغض اندر دا ڪڍ غير سڙيسان، ٻڌ توڪل وڃ ڪيچ ماٽيسان
سخن سچا نال پرين دي پڙيسان، نال ماهي دي ٿيسم منصب ڏوڙا

5 هڪ ٻاروچل ڪون دل وچ جاٽان، ڏور نهين اپڻا آپ سڃاٽان
ٿيوين "رکيل" اٿاهين ناڪس نماٽان، رک سچائي ڏي ناموڙا

## سر ضلو        ڪافي148

ٿل حال اندر دا نال نہ ڪنهين دي ونڊيسان
پنهل پنهل مين ڪريندي ويسان

1 پاتم جهولي عشق اويڙا، اوڙا پاڙا وسريم ويڙها
رات ڏينهان لڳم جي نال جهيڙا، ٻاجهون سهڻل دي هڪڙا دم نہ جليسان

2 جيڏيان سينگيان ڏيون دلاسي، پل نہ ٿيوي هڪ ڏکڙا پاسي
پور پرين دي اندروچ پون خلاصي، ٿيسان بير اڳڻ بيوت مليسان

3 شڪر ڪران مين شوق جڳايم، نينهن لڳم تي آرام وڃايم
عشق دي الفي ڳل وچ پايم، سخن سچا نال پرين دي پليسان

4 ڪرياد "رکيل" هڪ دم نہ وسرا، الست ڏهاڙي لڳڙم وارا
عاشقين ٻاجهون سرهي سمجهن پسارا، راز حقيقي اها رمز رلي

## سر ضلو کافي149

تل روو زاري کران ڏيوان اڇنگازان
درد وندي ديان شل سڻن پڪاران

1 وس بيوس داکوئي چلدانہ چارا، تون ٻاجھون ميڈا نگ دا گذارا
اگڻ اوسين ميڈي پرين تہ پيارا، شل ٻاجھہ پوئي تون موڙ مھاران

2 فکر فراق تيڏي کيتم فاني، کڏڻ دلاسا ڏيسين جاني
تيسم روشن اي قلب روحاني، سک سڄڻ تيڏي لاتيم بھاران

3 ھار ھنجون داکرگل وچ پاوان، دانھان کر کر مين لوک سڻاوان
عشق تيڏي وچ جان جلاوان، رات ڏينھان لڳيم پرين ديان پچاران

4 اوکي ھنڌ تي وچ اکيان اڙيان، روز "رکيل" کون ڏينديان جھڙيان
پاند ٻچي وچ کرمين کڙيان، شل ترس پويئي ميڏيان لھن مياران

## سر ضلو کافي150

تل وردون وظائف ٿيوان نہ قاضي، ھووان مست مفتون سڏيوان شرابي

1 ٻون چگي چاٽان ينگي موالي، نيکي نہ کيتم عرفان والي
او ميئن کجھ نہ کيتاھتون ڏونھين خالي، بيحال بدچال خودي خرابي

2 شيخي نہ پيري تکبر وڏائي، عابد نہ زاھد نان رھنمائي
ھووان گداگر دردر گدائي، شيعانہ سني نہ رافضون روازي

3 ڏتا جام ساقي مين شراب پيتا نگ تاب بي خواب مدھوش کيتا
خرقہ اي خاکي ثابت نہ سيتا، ھلي ھتي نا فريب بازي

4 ذکري "رکيل" کون پل پل پساري، سک نھين لھندي رگ رگ تنواري
نہ يار ملدا نہ موت ماري،ھئي ھئي کران مئين اگھدي نہ آري

## سر ضلو كافي151

تل جڏان يار آوي هر درد جاوي، ڏکڙا تتي دا مکڙا وهاري
1 رورو نپاوي ٿئي ڏکڙي سجائي، بن يار ٻاجهون نہ آرام آوي
پون پورپلپل دم دم سوائي، ايهو حال دلدا کنهن نون سڻاوي
2 ڏتئي اسانون کم هي زنانا، وسرگيوسي وضو دگانا
دل محو ٿيوي مجلس جوانا، جيئڙا اسيڏا هل پيا هلاوي
3 تيڏا درد جاني نہ لڳدي دوائي، اصلون پنهل ول کيتئي نہ کائي
پون چاڪ غمناڪ دم دم توائي، غمڙا هڏين کون شبروز کاوي
4 کيوين کران مين چلدانہ چارا، ورتان ولهي دا کيتوئي وسارا
مليا "رکيل" نون هڪ ڏينهن وارا، اهو يار ساڄي اڳڻ پير پاوي

## سرضلوکافي 152

تل ويڙهي يار اساڏي آوي، شل قدم مبارڪ پاوي
1 مين سڪندي عمر وڃائي، نہ منزل پيت نہ پائي
کر رهبر راهنمائي، تيون درخت سکي ول ساوي
2 پيم پيچ برهہ دا باري، لڳي هو هو شهر خواري
تيڏي نينهن کيتي نرواري، هي تو جانب کون نہ جڳاوي
3 آيا محب ،منا مئخاني، مين لاتي طبل دمامي
سڻ دشمن تيون ديواني، هو وي حيرت تان غم کاوي
4 ڏني روز نهين دل رهندي، هويا سانول سڪڙي نہ لهندي
ڏيوي "رکيل" ٻانهہ سراندي، سهڻل سائين چاڳل لاوي

## سر ضلو    ڪافي153

ٿل چڙهي تہ جبل تي ڪنديس ڪو ڪاران، پونديون پنهل جي ڪنين تنواران
1 پايان پنهل ڏي آيا ٿي امين، ڪرها ڪيچن جاهيا سڀ حسين
دانهن بنا داد ڪڏهن ٿيندو ڪين، پنهل وني ويا صبح ٿي ساربان
2 ڪيچن قول ڪيا پنهنجا ويا پاڙي، ور تہ ولهيءَ جو چوري نيائون چاڙهي
سڪ تہ مرشد جي ساهہ وڏو وساڙي، اجهاٽي آگ اها ڪڪ ڦوڪي باربان
3 جيڏين سرتين جي طعنن تپائي، سڪ پائي هر ڪا سورن نہ ڪائي
آيس هڪ هلي ويندس هڪائي، هن تہ دنيا ۾ دم ڪو گذاريان
4 منزل چڙي باري روهہ ٻجهي رائو، سڪ تہ سڄڻ جي سندرو ٻڌايو
"شاهہ تہ رکيل" سان مولا ملايو، آيم سڄڻ چي موڙ مهاران

## سر ضلو    ڪافي154

ٿل دل رات ڏينهان پئي يارتانگهي، شل ڪا ٻاجهہ پوي آءُ ڪنهن سانگي
1 سڪ تہ سنٻتيءَ ڪي ڪنهن نہ جڳايو، پنهل تنتيءَ ڪي رڻ ۾ رلايو
ڪيمر ننڊ پياري سهٽل سڏايو، صبح ويل ساربان ڏني ٻانگ ٻانگي
2 تهدل ساڻ يقين توڪل ٻڌائون، اندر آتڻ سان ويٺي اوربائون
سڪ ڪي پنڌ نزديڪ مڪو ماٽيائون، وڃڻ لاهوتي پنڌ واءُ وانگي
3 عضوا عمل زي تيم ڏير ٻوها، هڪ تہ وڃوڙا ڏوجهي رات روها
رڻ راهہ اڳتون ويٺي ڪيان وڪوها، ٿيندم عشق امام لنگهائيندو لانگهي
4 لڳم تانگهہ ايها دل پئي تاٽي، جنهن تي لڳي ادا ٻيو ڪير ڄاڻي
ملندو"رکيل" سان اڄ تان سياڻي خوشيءَ جي خبر ڪائنم ڪالهہ ڪانگي

## سر ضلو ڪافي 155

تل نہ مين شيعا نہ مين سني، نہ مين ڪافر نہ مين مسلم
نور اعليٰ نور هان

1 نہ مين ناري نہ مين آبي، نہ مين خاڪي نہ مين بادي
مين تہ ڪوئي دور هان

2 عجب اهو انسان بڻايئي، ازل ڪنون چاقلم وهايئي
مئخاني وچ جام پلايئي، محفل وچ منظورهان

3 بسمر لاڪي بيوت رمائي، ڪڏهن ڪڏهن هان شهر گدائي
ڪڏهن ڪڏهن مرغ هوائي، سولي اتي منصور هان

4 مرشد ميرا شاه عبدالنبي هي، حاضر پير حضور ابي هي
”رکيل شاه“ دا شاه شفيع هي، مستي وچ مسرور هان

## سر ضلو ڪافي 156

تل آهي شهر چڱون نئون شهرو، جاتي آب وهي تو ڪارو

1 جاتي خوب خلق خوشناني، آهن دين اسانجي جا يائي
اسانکي دوست ڏني آ دل جائي، ڪري عاشق سان اشارو

2 ڏيکو ڪوت فتحپور ڏونهين، جتان شاه عبدالنبي سر سونهين
جنهن دا سجدا ڪيتا روحين، گليا گلشن گل گلزاور

3 اسانکي قسمت ڪيئن هت آندو، لڳو داغ پنهل جو نہ لهندو
آهيان سر سيد ڪان سڪاندو، تون وارث ڪرنہ وسارو

4 آهي رکيل شاه تنهنجو سوالي تنهنجي رخ روشن جو خيالي
تون تہ وارث منهنجو والي، شل مير مديني وارو

## سر ضلو   ڪافي157

ٽل ڪيم درد فراق فاني، جندجان جسم هي قرباني
1 سرساهہ ڪيان ڪيئن صدقي، پوي قبول پرين وٽ اگهجي
اهڙي صاف سچائي سگهجي، منهنجي هنئڙي ڪي آ حيراني
2 تنهنجي عشق ڪيم اڪيلو، هنڙي وقت گذاريم وليو
نڪو سنگت ساٿ سويلو، هڪ دلبر تون دل جاني
3 پيتم شوق شراب جو پيالو، تو سان نينهن لڳم تہ نرالو
ماري منڪر ڪي هنيم پالو وڃي ڪوڙو ٿيو تہ ڪلامي
4 ائين ڄاڻ رکيل دل لائي، وڄ شاهي طبل وڄائي
ڏس جانب ڪي جهاتي پائي رک محبت من ۾ مدامي

## سر ضلو   ڪافي158

ٽل ڏسي چنڊ ماڻهون ڪن عيدان، او مونکي ماتم روز شهيدان
1 سڪ سوز وڌم تن ساڙي، اندر جان جسو جيءُ ڪاڙهي
منهنجا عيب نہ شال اگهاڙي "اومان روز مُجان تي رسيدان
2 لاتئي روز ڪسڻ ڪانہ ڪاتي، منهنجو جيئڻ حيف حياتي
ڏسان جانب ڪي پائي جهاتي اوشل درسن تنهنجو ديدان
3 ڳالهيون چوڻ ڪرڻ ڪون ٻاهر، ڪهڙيون ڪهڙيون ڪيان مان ظاهر
تنهنجا سور اندر منجهہ ماهر، اوشل پوندو ترس طبيبان
4 توڙي ڄاڻو پاڻ نہ ڄاڻو، منهنجو ازلي سر اگهاڻو
رکيل سو ڦيري تہ وڪاڻو، در در تي ٿيو خريدان

## سر ضلو      ڪافي 159

تل  ميڏا هجر فراق روحاني هي، دل الست ڪنون ارماني هي
1  ڪنهين قسمت سانگي اٿ آئي هون، اسان ڄائي ڪنهن نہ نپائي هون
ڪيري خاڪ متي سر پائي هون "نڪو ننگ ناموس نشاني هي
2  اهو ماس هڏين تون سڙي سان، روندي هٿ ملينديي ويسان
نہ عبادت ڪيتم ڪيامئين اليسان، باقي گذري عمر تمامي هي
3  سلطان سڪندر روءِ زمين تخت سليمان بخت عمين
باري الس خزاني تمام جميع، اهي ڪيڏي ڳئي اي جڳ فاني هي
4  نہ مردي هون نہ جيندي هون، نہ دين ڪفر وچ رهندي هون
پيالا آب حيات دا پيندي هون، سچا عشق ماهي داشماني هي
5  اهو راز رڪيل سبر آيا، شربت شوق لذيذ چڪايا
دل دردون دود دڪايا، مئنڪون محبت مست مدامي هي

## سر ضلو      ڪافي160

تل  آئي دلبر لاتم ديدان، مونکي عشق ڪرايون عيدان
1  جهلي عشق پيو اٿم جهولي، منهنجي ٻاروچل سان ٻولي
تنهنجي لونءِ لونءِ منجھ ٿم لولي، لکيون لوح قلم ڪون رسيدان
2  منهنجي دلڙي يار سڃاتو "اومان پيچ پرين سان پاتو
توسان نينهن لڳو اٿم ناتو اهي وسن بره جون بوندان
3  چئو طرفين حسن جون فوجان، آيون اثبات ڏسڻ ۾ اوجان
تنهنجي ذات صفات جون موجان، ٿيس حيرت مون تہ حبيبان
4  توڙي ڄاڻون يار نہ ڄاڻون، مونکي سورن ڪيو آهہ سياڻون
رڪيل نانءُ تنهنجي تي وڪاڻون، ٿيس الست ازل ڪون خريدان

## سر ضلو   ڪافي 161

تل موتي خانڻ گهٽ ۾ آيو، تنهنجو حورن هنڌ وڇايو
1 اونا باو دستار تفيني، زهري ڪلنا بلھ حفيني
حاجي پسند خان هر تي ني، تو اهڙو لعل لڄايو
2 اوپا خان محمد مسر غازي پر غاد دشمن نا اوبازي
جهلا وان ڪل مس رازي، تو شهادت منصب پايو
3 هي جيئڻ جهان ۾ غوطا، تنهنجا ڏوھ گناھ سڀ ڌوتا
اڇي حورن هلو پوتا، تون حسن حسين جو دايو
4 اوپا هلبو هلبو خلبو، اي باونا پڳڙي ڦلبو
لشڪر مينگل نامس غلبو، اڇي شاهي شور مچايو
5 استٰ سوال پائي ملتاني اوناهي هي جند جواني
مدد محي الدين جيلاني "توکي ميران پاڻ ملايو

## سرجوڳ   ڪافي 162

تل تيڏا عجب رنگي تي اسرار ڏٺم، اهو الست والا سچ اقرار ڏٺم
1 اهو روز ميثاق والا قول پڙي، سڀ ارواح آئي تي موجود کڙي
قلب عاشقين داوچ سوز سڙي، جيوين پتنگ شمع تي پرواز ڏٺم
2 ڪيتئي آدم ڪون امداد سعيا، پڇي عذرداٽي دا ڏوھ آيا
تيڏا انت نہ ڪوئي ڪنهن نہ حال پايا، ڪڏ بهشت ڪنون چا بيزار ڏٺم
3 ابراهيم آڙاھ وچ ڪيتئي عدل، موسيٰ فرعون ڪون لاتئي جنگ جدل
موسيٰ راھ هدايت ابر باران بدل، ٿيا فرعون محروم تي گم گار ڏٺم
4 يوسف ڪون وچ کوهي پايئي، پڇي ڪڏ مصرتي ملھ چڪايئي
عشق خواب زليخان مجاز هلايئي، اهو بردا وچ بازار ڏٺم
5 آيا شان شهادت تي امام ڏونهين، عشق حقيقي سرتاج سونيهن
دکن درد ونديان دي روز دونهين، وچ ڪربل دي ووهسوار ڏٺم
6 ايوين سمجھ "رکيل" نہ سجاڳ تيوين، اهو شوق شراب دا جام پيوين
مدهوش مستي ڪر خوراڪ جيوين، وچ وحدت دي ويچار ڏٺم

## سرجوڳ        ڪافي 163

تل اپنا جسم سارا قاتل زهر جاڻن
عاشق لڳم غرق دي ساٿ پاڙن

1 دنيا عقبيٰ خودي خواهش ڀڳئي، ڏونهين جهان وسرئي ڪيتم دل سهي
سچي تانگهہ لڳم هڪدي رمز رهي، ڀڳئي فڪرات ساري ڪيئي غير ساڙن

2 تيڏا تاب حسن دا ڪون جهلي، پر جوش اندر وچ باهہ ٻلي
نڪلن دونهين ٻاهر ڪر طو ماريلي، عاشق محبت والا ميدان ماڻن

3 ترڪش تير تيڏي تڪي روز چٽن، عاشق سيني جهلن هڪ نا وال هٽن
ڪر قتلام مينون توڙي مارسٽن، ثابت سوري اتي ڪر هسوار چاڙهن

4 اهي ناز پرين دي ڏکڙي روز آون، ڪرسينگار سرتي عاشق آپ سهن
ڳاني ڳل "رکيل" دي طعني هزار نهن، صبر سيتي دل ڪون روز ڪاڙهن

## سرجوڳ        ڪافي164

تل آهونين صنم دي تي ڏور ڏنگن
هو يا زخم سيني وچون تير لنگهن

1 ڏاڙا مارگيا دل ڪون زور لتي، سو فرياد ڪران ميڏي جان چٽي
ڪرنيشان مڪون دم دم نال چٽي، زلفين قيد ڪيتم ورهہ نال ونگن

2 انهين درد ميڏي دي دوا ڪونہ ڪري، ڳجها مرض لڳا هڏ ماس ڳري
مين ديدار ويکان دلدا صنعف نري، هئي هئي ڪيوين ڪران جڏان آپ منگن

3 گهتئي عشق چنبي جيري جل ڳئي، پردي ظلمات والي سڀ ڪل پئي
هر جاءِ هڪ ڏيکان جهاتيان پاءِ ڪي لئي، اثبات اهور مزين نال رنگن

4 "رکيل" راز ماهي دي ڪل ڪون لهي، اڪبر حج هويا جتان عشق رهي
سخت بار برهہ دا سرتي آپ سهي، اهو حال هوياتي لاهوت لنگهن

## سرجوڳ كافي165

ٿل توکي خالق چوان مخلوق چوان، توکي جن پريون ٿو ملڪ چوان
1 ڪُل شيءِ قدير تو، بي مثل بي نظير تون
شجاع سميع بصير تون، ڏسي دئور زمانو ٿو فلڪ فل چوان
2 عجب تنهن اسرار جي، سڏ سالڪن کي سنسار جي
او مستي سرتي مدار جي، ڪري حملو حسن ٿو خلق چوان
3 ڪُنُ فَيَڪُون قلمات آهه، جت ڪٿ ظهور و ذات آهه
اَلاُنسانُ سر صفات آهه، خود خيال سان ٿو خلق چوان
4 ائين "رڪيل" اوجاڻ تون، پنهنجو نه آئج پاڻ تون
هرجاءِ حق سنجاڻ تون، هڪ پل نه پاسي پلڪ چوان

## سرجوڳ كافي 166

ٿل ايڏو عشق جو بلند مڪان، اسلام ڪفر ڪٿون پري ڏنوسي
1 عشق ۾ سر ڏيڻ مشڪل پساري، جڳ ٻئي اهي ويم وساري
ڏنم محبت وارو ميدان، اتي وجي قدم پري ڏنوسي
2 ڪين ڪمائي ڪين ٿياسي، لاحد واري ملڪ ۾ وياسي
لاهي شڪ گمان، نور نظر منجهه ڪري ڏنوسي
3 عقل وڃايم ڪيم عشق ديوانو، ڪيراچي اتي ڪوئي ملان ملوانو
نينهن ڪيم نشان، ڏيان اهو دل ۾ ڏري ڏنوسي
4 هستي حجت هي مئن کي ماريڻ، جي ڪجهه ڪرڻو هتون ڪنڻ هارائڻ
آهي سر "رڪيل" تو سان ساڻ، ذات سڄاڻي ذري ڏنوسي

## سرجوڳ كافي 167

ٽل عشق داباب بيان، جنهن وت پڙهيا ڏيون هوكا حال سڻاون
1 نهين تہ لكندي ازلي امانت، جنهن سر آئي هك دي هدايت
سوٽيا نسنگ نشان، لاوالي لذت كيون لكاون
2 ظاهر باطن ٿين صفائي، ڏيندي عاشق اها وت گواهي
جتان كتان هي سبحان، هر جاءِ هك هي بيا پول نہ پاون
3 عرش منور پينگهان پئيان، كاون جهوٽي عاشق سئيان
لاحد والا لامكان، منصوري دا منصب پاون
4 درد حقيقي دل كون سنجاڻا، شوق "ركيل" دا شل ٿيوي نہ پراڻا
محبت والا ميدان، يار ديان ڳالهين سدا سُهاون

## سرجوڳ كافي 168

ٽل پيتم شوق دا شراب، پير يمغان دي دستون جلدي
1 پيوڻ سيتي مدهوش ٿيم، مام مُو تُو دي مرتي جيئم
كيتم عشق كباب، حجت عقل دي نهين تان هلدي
2 دست ماهي دا پكڙ ڳڏوسي، دل وچ دلبر ڳول لڌو سي
تت ڳيا غير حجاب، لڳڙم تانگهہ ازل دي
3 وچ صورت بشري لامكان آيا، هر هردي وچ آپ سمايا
روشن ٿيا مهتاب، سڌ نہ لڌوسي اصل نسل دي
4 بار برهہ دا سرتي آيا، سک آرام تي قرار وڃايا
نهين كوئي سوال جواب، حاجت "رکيل" هي اج نا كلهہ دي

## سرجوڳ ڪافي 169

تل لڳڙم شوق شتاب، عشق اندر ۾ الانبو لايو
1 سمهڻ ويهڻ مانڪي وهه تي آيو، شوق تنهنجي منهنجو جسم جڳايو
تن جو لٿم حجاب، هر طرحين او نظر ۾ آيو
2 ڪيئن ڪيان مان ڪنهن کي ٻڌايان، آسرا چنيم پنهنجو پاڻ نہ پايان
کهڙو اٿم ڏوهہ ثواب، سڪ سچي نئين سانگ رلايو
3 جان چئي ڏاڍي ڏکن ڏکايو، دل تي چئي اهو مان منصب پايو
من ۾ ڏنم مهتاب، محبت پرين جي مچ هي مچايو
4 گهي ”رکيل“ تو مير سڏائين گهي خاڪ متي ۾ تو پاڻ رلائين
جهل تہ حسن جو تاب، انگ الستي قلم وهايو

## سرجوڳ ڪافي 170

تل عشق ڏنم احوال، دلبر جو لوڪ ڪون لڪايون
لوڪ ڪون لڪايون، سهي سمجهايون
1 ويم حجاب لٿم هي اولا، پل ويم تہ پڳم سپ پولا
هوت ڪيم هڪ خيال، مئي دل کي ويو جانب جڳايون
2 ٻجهيون ڳالهيون دل جون دل سان، ڪين سليتدس ٻئي تہ ڪنهن سان
مشڪل سمجهہ محال، پير پرينءَ جي پڙ منجهہ پايون
3 پوش پرهيز ستر سو ناهيان، ڪين لڪڻ جون ڪاتي مان لڪايان
هر جاءِ تنهنجو پال، هوڪو ڏيئي تا پاڻ هلايون
4 حال ”رکيل“ تہ حسن ڏس سارو،عشق ڏيکاريو نينهن نظارو
لٿم جيءَ تون جنجال، عشق ڏنو سي ائين آزمايون

## سرجوڳ      ڪافي 171

تل عشق اندر ۾ ڪيم اوطاقان، عقل امالڪ ويو ويو

1 عشق عقل جي جنگ جنگاهي، زخم جنهن کي اُهي ڏينلم گواهي،
تن هو ڪو ڏيئي حق ڇيو ڇيو

2 پنهنجي دورني ۾ پاتم جهاتي، نظر آيم شغل ذاتي،
پيچ پرين سان پيو پيو

3 ياد ڪري وڃي يار لڌوسي، سخن سچو اهو ٻول ٻڌو سي،
قول پنهل سان مان ڪيو ڪيو

4 سر "رکيل" جي ٻاهه برهه جي، واند نه ڪائي اِها ڳالهه پرينءَ جي
بار بارن جو اڃي ڪنيو ڪنيو

## سرجوڳ      ڪافي 172

تل لڳم ناتو ٿي نينهن نيايان، سور ڪهڙا ڪنهن سان سليان سليان

1 جانب جادو هنيم جوڙي، سڪ پرينءَ جي وبم نهوڙي
جيءَ پنهنجي سان ٿي جهليان جهليان

2 انگ ٻُروچل لکيم توسان،حال اندرجو ڪندس ٻي نه ڪنهن سان
پاڻ پنهنجي کي ٿي پليان پليان

3 ٻاجهون تنهنجي نٿم ٻي ڪا ٻولي، جانب پايان اومان پنهنجي جهولي
رمز سچي ۾ ٿي رليان رليان

4 سر "رکيل" جو صدقي سارو، ور اڃي ڏنم وحدت وارو
خاڪ پيرن جي ٿي مليان مليان

## سرجوڳ ڪافي173

تل دل منهنجيءَ سان لڳيون لڳيون، رمزان رانول واريون
1 دل اکيون ٻئي دوست اوهان سان، عشق تنهنجي منجهه اکيون اکيون
نيهن جي نشي منجهه وتن خماريون
2 بيڪس ڏاري مٺ نامئٽ، سياليون هجن سيئي سڳيون سڳيون
طعنه مٽي ڪي ڪرن مياريون
3 محبت وارو ملڪ ماٽيائون، چٽيون اوهي جيڪي پڳيون پڳيون
ستيون سي جاڳن عشق اُتاريون
4 روز "رڪيل" ڪي پرينءَ جون پچاران، رڳان وحدت منجهه وڳيون وڳيون
وسري ور ڪين وساريون

## سرجوڳ ڪافي 174

تل ناز پنهل جا اٿم نوان، داغيل دل ڪي دام وڌائون
1 ڪلن سدائين ڏسن اسانڏي، سوراچي تيم سنوان
رمزن سان ساڙي دلڙي رڏائون
2 قول مرشد جي تي قائم آهيان، پوءِ نه مون شل پوان
ٻنهي اکين سان يار ٻڌائون
3 اج نا ڪلهه ميان روزازل جي، عاشق اڳ هوا روان
شرح انهين ۾ شاهد لڏائون
4 روز "رڪيل" هي چه حقيقت، هو ڪو ڏيئي حق چوان
ڪيئي پيا سڏڙيا ڪرن سڏائون

## سرجوڳ ڪافي 175

ٿل ٻولي ٻڌڻ نہ جهڙي، عشق وڏم نيئي پري پري

1 منزل سچ جي وسنو نہ ڪائي، آئي سر عاشقن اري اري

2 سامي سمجهن ٻي نان ٻولي، ذات ٻنان هڪ ذري ذري

3 عشق نيئي جاتي اڪڙيون اڙايون، دل وئي نہ ٿي ورِي ورِي

4 وحدت ٻاجهون ناهي واند "رکيل" کي، ساعت هڪ ناسري سري

## سرجوڳ ڪافي 176

ٿل عشق نہ ڄاڻن عام، سمجهڻ آهي مشڪل بازي

1 ڪرت ڪچن جي ڪوڙي بازي، حرس ڳالهائن خام
ڪرن وڏائي دور درازي

2 عشق شرع جي نهي نہ صلابت، ڪاڏي ڪفر اسلام
يار ملي تہ ٿيان شل تازي

3 عشق وارا مشهور سدائين، هي ٿا هٽن هام
گهير انهيءَ ۾ گهرندا غازي

4 دل سچي سان ساڃ سڃاڻن، مستي واري اٿن مام
رهن رضا تي عاشق راضي

5 شوق شهاني شب روز "رڪيل" کي، دوست وڏم آٿي دام
عشق اڳيون مان ڪيان تي آري

## سرجوڳ کافي 177

تل دلبر ديدان لڳيان تي ديدار ڏٺم
رخ ڪعبہ قوسين انوار ڏٺم

1 چٽ چرڪي دي تند چول ميان، ڪرياد الستي ڪيو هي ٻول ميان
پن دئي والا اهو پول ميان، جانب جاءِ بہ جاءِ تي جنسار ڏٺم

2 تلڪ لڳا جٽيوڳل وچ پاتم، سجدا صاف سچلہ سهي بت ڪيتم
سرڪي سوز والي پيالا عين پيتم، لدني علم آيا تي اسرار ڏٺم

3 مستي عشق آيا هستي ٽٽ ڳئي، ڪشتي موج بحر وچ چٽ ڳئي
دلڙي دست ڪيتئي لٽي لٽ ڳئي، ظهورا ذات والا تي رخسار ڏٺم

4 "رڪيل" باب اهو جنهندي پيش آيا، تڏان شور درد مچ آگ پايا
نسنگ نينهن ماهي دي رنگ ناز لايا، اول عبد ڪنون تي ستار ڏٺم

## سرجوڳ کافي 178

تل عجب چهرا رنگي سر تي تاج پايا
مرسل ماهي ميڏا منصب دار آيا

1 ملڪ فلڪ نہ ڪوئي لوح قلم، اول عشق هويا سهڻي دا قدم
صلي الله عليہ وسلم، احمد اولا ڪيتئي تي رنگ لايا

2 تولد ماهي هياتي ظلمات ڳئي، ظاهر ذات عجب اثبات ٿئي
ايريا روشن رخ تي پريات پئي، بدر منير ماهي تي مهتاب ڇايا

3 جاري فيض هويا دارين ڏونهين گوشہ جان جگر حسنين ڏونهين
تيا حاصل حج حرمين ڏونهين، عاشق سيرويکن تي سبحان سايا

4 واقف حال ايهو سچ سير ميان، ٿي مشتاق آکن شير ميان
حق پاڪ هڪو نہ ڪوئي غير ميان، "رڪيل" عشق اصل چم آپ ڇايا

## سرجوڳ ڪافي179

تل صلي عليٰ عليہ وسلام، عربي ساڏي گھر آيا
آخر پيش امام، قريشي قرب وڏايا
1 صدق ڪران سر سدا سئو وارا، بنا سيد دي ليسي نہ چارا
شاهي جسڪا شان، صاحب بخت سوايا
2 ختم نبي دا نور حقيقي، فيض فقر دا راز رفيقي
عجب ڏنم اسلام، جتي ڪتي آپ سمايا
3 احد احمد سهي تہ سڃاتم، هڪ هي هڪ هي ڪوئي فرق نہ ڄاتم
فَنفخَتُ فِيہ فرمانْ، جنهن سمجها هڪ سوئي سر پايا
4 مئخانہ وچ مام ڏتو ئي دلڙي "رڪيل" دي دست ڪتوئي
پر ڪر وحدت جام، سانول يار پلايا

## سرجوڳ ڪافي180

تل شوق ماهي جي شتاب، ٻاري مچ هي مچايو
1 عشق اُلانبو اندر منجھہ آيو، رڳ رڳ ۾ رنگ رانول لايو
دست ٿيو مهتاب، دونهون درد دکايو
2 روشن خضر جو چميم مان ادب سان، اسم اعظم آيم دم قلم سان
خوب مليم هي خطاب، مرشد سارو سرهي سمجهايو
3 عشق امالڪا چي مونسان ڪيڙيون، ڳجهيون اهي ڳالهيون سلڻ نہ جهڙيون
لاهي حرف حجاب، ٻولي ائين تنهن پاڻ ٻڌايو
4 ڇڙهي مان جبل تي ڪندس پُڪاران، روز "رڪيل" جون توڙ جون تواران
برهہ پڙهايم باب، نينهن لڳو حق نظر ۾ آيو

## سرجوڳ     ڪافي181

تل ساڙيو آهي جسم جسي کي، تنهنجي عشق ڪيو آ ڪباب

1 هو هو حق جون پيم پچاران، اٿم طلب توهان جي تنواران تاران
تنهنجو رڳ رڳ منجهہ آ رباب

2 لڳم اندرم ٻاهر ٻيڻ نہ ٻڌايان، اچن ٿا سورپرين؛ جان سڀ سيني لايان
سڪ کي ڏنم جواب

3 ويس پيڪن ڪون سهربجا سياڻا، ورسان ويهي ڪندس روح جون رهاڻا
شوق لڳو آ شتاب

4 ڏر ديوس دشمن سڙندو، لافان هڻندڙ لڏي ويم لڙندو
هي سمجهو ڪين ثواب

5 حسن تنهنجي جون اچن ٽيون فوجان، سرت، "رڪيل" جي عشق جون اوجان
نينهن نيئي ڪيو نواب

## سرجوڳ     ڪافي 182

تل گهت ذاتي قلب ڪماوندي، سچي عاشق جسم جلاوندي

1 اندر باهہ برهہ دي آڙاهہ ٻلي، تيڏا تاب حسن داڪونہ جهلي
ٻجهہ تيڏي ديان ڳالهين اٿان سلي،عاشق هو ڪاهر جاءِ چاهلاوندي

2 دستون پيرمغان دي مين جام پيا، تخطري خوف والي-سڙ غير ڳيا
آيا ماهي تي اثبات ٿيا، جا مان رنگي جلدي پاوندي

3 آيا سج سيني ڳيا ڪوڙ نڪل، ڇپيا ظلمات والا شب تاب عقل
قطرا قلزم رليا مستي موج ڪاڪل، وچ ڪثرت آپ ڇپاوندي

4 آيا شوق "رڪيل" تي ظهور ٿيا، وچ بخر تهين منظور پيا
جهليا چند جهولي ڏونهين جڳ جيا، ماهي مشڪ عطر لالي لاوندي

## سرجوڳ    ڪافي 183

ٽل تن کي فرق ٽيو في الحال هي، هڪ رمز ۾ وڃڻ رچي
هي حجاب جا پردا لٿا، پئي سالڪن کي سڌ سچي

1 جا لڳي جڙ جان ۾، پئي چٽنگ ويو پينڙ ٻري
پر توي تي هو پيا اچن، ڪو پتنگ هجي پوي پچي

2 ٿيو ڪشادو صحن دل جو، جڏهن غير عقلي سڀ ويو
ڪيم عشق سان انجام هي، ڇڏيم سنگت ڪوڙن جي ڪچي

3 جن جي چنڊ جملي جهولي پيو،سي سهاڳ واريون سينگار ۾
اهو ظهورو ذات جو آ، ويم قلب ۾ روشن رچي

4 "رکيل" سر صدقو ڪري، پوءِ سڃاتم يار کي
هر رنگ ۾ تو هڪ وسي، ويا برهہ وارا ڪئيڻ بچي

## سرجوڳ    ڪافي184

ٽل عشق سندو علاج، ڪنهن ڪون ٻچان مونکي ڪونہ ڏسي ٿو

1 مرض انهيءَ جو دوانہ ڪو دارون، دل ڪري ٿي درد پڪارون
رات ڏينهان اٿم روئاج، پرين مونکي پاڻ پسي ٿو

2 حال پنهنجو هي مان ڪنهن کي ٻڌايان، جيڪي اندر ۾ سولو ڪونہ لڪايان
ايهو نان رندن جو رواج، هر صورت ۾ يار وسي ٿو

3 ڪيف ڪلال ڪون پيتو هن دل، زهر جو پيالو پيئڻ مشڪل
حيرت جو هي حجاج، پنڌ پري وڃي روءِ رسي ٿو

4 پڇ شمسل ڪون ڏنئي کل ڪيئن لاهي، سوريءَ تي منصور چڙهيو ڪيئن ڦاهي
"رکيل" کول اکيون ماڻ معراج، عشق اهوئي ڏسيون حال هسي ٿي

## سرجوڳ کافي185

تل عشق هٿئون بازي کٽي، عقل محروم ٿيو افراد اجايو
1 جنگ عشق عقل جي آسنجهہ صباحين، عشق کٽي جنگ عقل ٿيو دانهين
شهبازڏنس اها جهٽي جهٽي، حيف تنهين کي جن هٿئون هارايو
2 پنهنجي اندر ۾ پاتم جهاتي، ٻنهين جڳن ۾ ڏٺم حياتي
ڦٽ فراق جي دل ڦٽي ڦٽي سهٽل سان منهنجو پنڌ ٿيو سجايو
3 نينهن پرينءَ سان لڳڙم ناتو، پل پڳم هي پوءِ مان يار سڃاتم
محبت مور نہ مٽي مٽي، سڪ پرينءَ جي شوق *وڌايو
4 عشق جي وڏين کي ڪير ڇٽائي، نپ اندر ۾ تو "رکيل" ڏکائي
ڪمڙي ٻڌان تنهنکي پٽي پٽي، سورپرينءَ جو سدا مون سهايو

## سرجوڳ کافي186

تل اديون ڪا اهڙي اکير، لڳي *آهي منهنجي اندر ۾
منهنجي اندر ۾، برهہ جي بحر ۾
1 او فکر فراق ڪئي دل فاني؛ درد تنهنجي ۾ ٿيس ديواني
ويم هوش عقل جي سڌير، عشق وڌم نيئي مڙهين مندر ۾
2 او ناز پرينءَ جانت ڏهاڙيون، ڀاري اندر ۾ ڏٺم عشق اماڙيون
ترڪش وارو تير، لڳڙم جوش جگر ۾
3 لون پرين جي لڳي تم لوري، ذات ظهورو ڪيڙم زوري
اچي پيش ڪندس تہ نظير، سيئي سهٽل تنهنجي صدر ۾
4 پئو تہ "رکيل" تون موج ۾ ڪاهي، سرجو سانگو بيشڪ لاهي
وٺ تہ سمنڊ جي سير، لوچي لڌم سائين برهہ جي بندر ۾

## سرجوگ          ڪافي187

ٽل   پرين جا پون ٽا پور، مان جهڙي سان ڪڏهن ڪيئن ملنديس

1   جهڙي تهڙي اوهان جي درجي آهيان، اوٽي پوٽي اها اميد نہ لاهيان
اچي ننگ پاليندين نور، اڱڻ منهنجي تي سدا شال تلنديس

2   جي نہ ملان مان هجان تنهنجي سڪ ۾، ڏسان توکي چوري جهاتي پائي لڪ ۾
سرتيون ٽا ساڙن سور، حال هيٺي تي هادي هيئن هلنديس

3   مين ڪيون پنهنجي مٽين ۾ مران ٿي، ڪجھ ڪين آهيان انهي ڏوھ ۾ ڏران ٿي
جيئن جلائي ڪوھ طور، عشق وارن سان اها سڏ نہ سلينديس

4   ڦٽ فراق جا چاڪ چڪن ٽا، "رڪيل" اندر ۾ مچ ٻرن ٽا
گهائن ٽا ڪيون گهور، لاھ گهنڊي مان سان ڪڏهن ڪيئن ڪلنديس

## سرجوگ          ڪافي188

ٽل   منهنجي سورن جي ڪا سنيار، اها ڪل وو ڪان لڏائون

1   لا غرضن جي پھ مان پوان ٿي، لک شڪرانا ادائي ڪيان ٿي
مان چون خريدار، سڏڙين وانگي ڪيان تي سڏائون

2   سور پرينءَ جا سرتي سهان ٿي، قول سچو مان سر جو ڪيان ٿي
مڙڻ منيءَ ڪي ميار، رمز انهي سان روح رڏائون

3   عشق اصل ڪون آهي اٽانگو، لاهي طمع هي سر جو سانگو
ڏڙ تہ سسيءَ ڪون ڏار، تڏهن اچي ڏيندءِ ور تہ واڏايون

4   محبت وارا مرد مناسي، عشق جا نظارا عرش ڏناسي
ڪهڙي ڪاڻ "رڪيل" تي ميار سر ڏيئي اهو ٻول ٻڏائون

## سرجوڳ ڪافي189

تل منهنجي اندر ۾ ڏک جو چاڪ
چئو ته هي پينر مان ڪنهن ڪون سبايان
1 وڌم قوڙائي ڦٽ ڪي ڦاڙي، ناهي سبڻ جو ڪولي ڏنم اگهاڙي
منهنجي دل ڪي ڪيو مشتاق، بي نہ ڪنهن ڪون مان تي توڏنهن پايان
2 ڪيان تي دانهان فرياد منهنجو هي، سٽي شال سائين ڪو داد منهنجو تي
تنهنجي ملڻ جو اٿم فراق، آءُ اڱڻ تي مان توکي ڳل لايان
3 رات ڏينهان اٿم واند نہ ڪائي، ڪوئي نہ اچي ٿيم پندڻ پائي
مان نہ چون عشاق، ڳجهہ جون ڳالهيون مان ڪنهن کي ٻڌايان
4 جان ڪدن جي جڙ تہ لڳي اٿم، توهڪ جي حڪايت ٻيائي پڳي اٿم
پنهنجو پاڻ ڪيم نيئي پاڪ، يار سان "رڪيل" اها وک تي وڌايان

## سرجوڳ ڪافي190

تل مان سان پرچ پرين رس نہ يار، وارا ڪيون تنهنجا ويڻ وڏن تا
1 ڪهڙئين ڳالهين پرين اچي پرچين، ساهہ جا سمر منهنجا سدا شال سرچين
حيلا ڪيان تي هزار، سڪ سيني ۾ سور سانڍين تا
2 سور پرين جا سرتي سهايم، ظاهر باطن ڳچي منجهہ پايم
ڪنيم لوڪ سڄي جي ميار، حيف تنهين کي جيڪي توڏانهن رنڊن تا
3 عمر فراق ۾ وئڙم ساري، ڪڏهن تون ملنڌين ٿيندم ٻهاري
تو پرجي اٿم پچار، حال اهو پنهنجو ڪين ونڊن تا
4 آهيان پاند اوهان جي ڇاٽو نہ ڇاٽو، در تنهنجي تي "رڪيل" وڪاٽو
اچي تہ عبدالستار، ڳجهہ ۾ عجائب ڳالهہ ڳنڍين تا

## سرجوڳ کافي191

تل اومان گهوريان هن تہ ينيوڙکي، تنهنجي ڪيترم عشق چري چري
1 سک ۾ شال سڙي وڃان، ٿيان ڪيري خاڪ ٻري ٻري
2 ويندس رهنديس ڪين ڪي، نہ تہ پوندم هيانءَ ڏري ڏري
3 منهنجو ڪوهيارل اٿم ڪيچ ڏي، مان سان ملندو شال وري وري
4 "رکيل" وقت اهو ٿي وصال جو نہ تہ ويندءِ ويل ٽري ٽري

## سرجوڳ کافي192

تل ڏاڍي ڏکن جون ڪنهنجي نہ ٻڌڻ جون
مان سان عشق اچي ڳالهيون ڪيون ڪيون
1 جوش انهي ۾ جلن ٿا جيرا، ٿيا سک وارن جا سور سهيرا
چس ٻڌائن چيون چيون
2 درد وارن سان ناهي دلاسو، ڪڏهن ڏيندم اچي پارس پاسو
ساڻ نيدم شال ڪيون ڪيون
3 خداءِ وارن جون خاصيون خبران، روشن تن جون جاڳن قبران
نينهن وارن جو نيون نيون
4 ڪجهہ نہ "رکيل" تو ڪين ڪمايو، محنت ٻاجهون ٻيو ٿي پنڌ اجايو
پنهل ويم ڏک ڏيون ڏيون

## سرجوڳ ڪافي193

تل مٺ ماڻت ڪُرم وسار، پنهنجي پرينءَ جو تڏهن تون ٿئين
1 خيش قريب شرڪاءِ ڪم نہ اُيندءِ اتي نادل ڪي ڏتار
لاوارث ٿي ناقص ائين
2 منجھ دروني سوز سمائج، باھ سيني منجھ ٻار
ڪر نہ وسارو هرگز هيئين
3 حال فقر جو سمجھ سهي ڪر، ڏاڍا هيئي ڏار
جنهن سان ٻئي جڳ جيئين
4 پير يمغان "رڪيل" هيئن فرمايو، عشق سان اندر اوجار
اوجي آب حيات جو پيالو پيئين

## سرجوڳ ڪافي194

تل ٻہ ٽي ٽي سانوڻ ڏينهن، سک نہ سمجھاڻ ڏي اکين اوجاڳا
1 بسم الله پڙهي جوڙو جو تج، ٻج رلائي لاھ ٻنهيءَ مون ڪوتج
دم سچا نباهج نينهن، غير دئي جاڇني ڇڏ ڏاڳا
2 آب حيات جوپوڪ ڪي پياج پاڻي، سڪ سهج سان ڏس تون دل ۾ يارسڃاڻي
ميلاپي جا اُنا ٿي مينهن سنگهيڙ ڪيون تسا پئينديي ساڳا
3 تڪبر واري ٻاھ ٻپي ڪي، هلڻ هيٺاهين ڇڏي ڏي خوديءَ ڦڏي ڪي
پوءِ غنياءَ سڏبين غني سر تين وچ ۾ سونهين تون سياڳا
4 مند ساوڻ جي عمرا ها ٿي، ڪرتہ "رڪيل" تون محنت پنهنجي
جي شب خيزهجين تہ سچ ٿئين شينهن ننڊ ٿدوريءَ ڪيئي ڪيا نياڳا

## سرجوڳ ڪافي195

ٽل ڳالهيون يار تي ڳايان، يار تي ڳايان مان لوڪ سڻايان
نينهن ڪيون مون سان نيون نيون
1 عشق اچي مون سان اچ لڳو آ، واءُ عقل جو برهه پڳو آ
چتر چوري مان چيون چيون
2 رنگ ماهي جو بيرنگ رنگي، زلف زورا ور زير زنگي
وچي تي فوج حسن جي هنيون هنيون
3 سڪ سچي سچ ڏنم ساقي، مئخاني منجهه پاتم جهاتي
او وهم جون باتيون ويون ويون
4 شوق ”رڪيل“ سان شور مچايو وٽج ڪري مان پلئي پايو
او پيش پرين جي وچي پيون پيون

## سرجوڳ ڪافي196

ٽل تن ڪاڻ وئي تي اڏايان اهي ڪانگ، جانب مان جن جيءَ آهيان
1 رات ڏينهان تنهنجي وسري نه وائي، پنڌ پري اٿم واٽ اٽائي
نيلا پجهن تا نانگ، خبر وو ڪاڏن ڪون پچايان
2 هر ڪا سوالڻ سر جي سڪن جي، مان ته سڏيان تي ڏهاڙيون ڏکن کي
دم دم جا دل کي دام، سانول مان سڪ تي پايان
3 اميد ملڻ جي مان نٿي پايان، سڪ تنهنجي ۾ پاڻ پچايان
هتِ هتي هڪ تانگهه، دلبر مان دم نه گهٽايان
4 پنهنجو پاڻ ڪري ڏس فاني، نينهن وارن جي ”رڪيل“ اها تي نشاني
سڪ جا چڏي ڏي سانگ، تڏهن مان ورڪي سهايان

## سرجوڳ                    ڪافي 197

تل  مان تي ڪانگ اڏايان، ويڙهي منهنجي ور ايندو ايندو
1  سورن سنيهو آيو سڄڻ ڏانهن، ڏرت منهنجو ڏک نيندو نيندو
2  درد فراق وڏو آ وڇوڙو، ڪڏهن ڏاڻ ڏکي کي ڏيندو ڏيندو
3  اڱڻ پرين کي ڏسان مان اکين سان، اهو ڏينهن چڱو شل ٿيندو ٿيندو
4  قرب ڏيئي جان ڪيئن ته ”رکيل“ کي هن چوري کي نہ ڇڏيندو ڇڏيندو

## سرجوڳ                    ڪافي 198

تل  اڄي جيڏيون مان پلابون تي پايان، مرشد منهنجو شاهہ ميران ميران
1  ويس وڳاهن سيج نان سهائي، لوئي ڪنديس هي ليران ليران
2  ابر باران وسي شهر ميرانپور، اوهينئڙي لڳيون منهنجي هيران هيران
3  حد لنگهي لاحد ۾ آيس، وحدت واريون ڏس ويران ويران
4  يار ”رکيل“ جي اڱڻ تي آيو، پيرن جو سر پيران پيران

## سرجوڳ كافي199

ٽل گذري عمر تمام لڏڙم ناسڌ منزل دي
ناكوئي جاءِ مكان، خبر نہ پئڙم اصل نسل دي
1 ڏكدي جكدي ميئن بدچالي، نان كجھ كيتم ڏونهين هٿ خالي
حيرت وچ حيران، جوش جگر وچ جند پئي جلدي
2 جنهن تن لڳڙي سيئي سچ ڄاڻ، عشق والي اهي موجان ماڻ
ڏڙم سوجملہ جهان، رورو هنڙي ملدي
3 شاهي پاوڻ هي شوق شبانا، گهن ٻہ گوشا يار يگانہ
نيڻن سو نندر حرام، لڳڙم تانگهہ ازل دي
4 روز "ركيل" هي دل ديان دانهان عرش منور اهي تہ الاهان
هكڙا دم نہ جدائي آرام، وچ وحدت دي رلمل رلدي

## سرجوڳ كافي200

ٽل ميئن وومئين سئيان عشق اليندا، ڳئي تہ عقل دي تدبير
كفر ديان ٻوليان آپ ٻوليندا
1 برھ اهو ول باب پڙهيندا، اناالحق دادم مريندا
تلك لڳايم اسير، ڳل جٽيان عشق آڻ جهليندا
2 مئي وچ مستي معلوم هوئي، سير صفاتي ذات سموئي
بي مثل تہ بي نظير، حق دا هوكا آپ هليندا
3 دين كفر وچ بيرنگ آيم، بيخود هو يم جسم وڃايم
پچ لڳ هويم فقر دا فقير، چڙهيم چني ٻيا كونہ پليندا
4 احد ... بن احمد آيا، نام مجيد آپ سڏايا
آپ ... بصير هر جاءِ هادي حكم هليندا
5 رمز"ركيا وواج نان كلہ دي، سهي كرڄاڻي هي روزازل دي
دستون پيريمغان هويم پير، جام وحدت دا آپ پايندا.

## سرجوڳ ڪافي201

تل لڳي آ عشق جي تن کي تنوار، فڪر فنا جي ڪيڙم فاني
1 جي فنا ڪن ٿيندين، عشق جي راهہ نہ لهندين، ڪلڻ خواري سرتي سهندين
اها هر هڪ مردن جي ميار، سک صبر اها تي نينهن جي نشاني
2 روشن دل کي ڪرنہ تون واندو، اورالف سان ويهہ نہ تون واندو
شوق تنهنجي جي پچار، آهي ملڪ سڄي ۾ ڪونہ تنهنجو ثاني
3 جي سمنڊ سمائين پئوڪن ۾ ڪاهي، پنج تقوا کي اهي لاڳاپا لاهي
ٿي تون يڪي سان يار، ويهہ نہ وساري پنهنجو دل جاني
4 مست پيئتوسي شوق شرابي، سمجهي ڏنوسي اهو مسلو ڪتابي
آيم بوءِ بهار، رمز "رڪيل" سان سچ سبحاني

## سرجوڳ ڪافي202

تل اها مام مشڪل ڪو سڃاڻي، دم زني منصور جي
عشق وارا ڪرن ڦصا ڦا، منجهہ معرفت منظور جي
1 سر مٿي سوري ڏيئي، تہ بہ نامڙي معبود ٿيو
وهہ وا عجب انصاف سان، ٿيس حاصلي تہ حضور جي
2 هو حلاج اناالحق چيو، تنهن محويت ۾ مست ٿيو
صاحب ولايت جو سچو، ڀڏو مرد جي مذڪور جي
3 سالڪن جي فوج ۾، عاشقن جو امام هو
منجهہ معرفت مقبول ٿيو، ڪلي نظر تنهنجي نور جي
4 منجهہ حقيقت بحر ۾، تنهن لهر ۾ جيڪو لڙهيو
شرع شريعت نا اُتي، هڪ ذات جي تہ ظهور جي
5 جيڪي خاص خاوند ڏانهن اُهي ڪهڙي خبر بي عام کي
چا نينهن کون نابين جاڻن، هن درد جي دستور جي
6 سر مٿي نيزي چڙهيو، سردار صوفين جو سچو
اهي تي عشق جون رمزان، "رڪيل" پلپل پرينءَ جي پور جي

## سرجوڳ    ڪافي203

تل سر عاشق جي ڏک سور، اچن پيا پلايون تي پايان
1 جتي انڪل ٻاري اتي عشق نہ ايندو، جن کي ڪات هٿن ۾ پنهنجو پاڻ ڪپيندو
گهوريون سرڪن گهور، پير نہ پوئتي قدم هٽايان
2 شاهہ حسن کي زهر ڏوائي، ميدان ڪربلا جي حسين تي ڪنان ڪوائي
اهي ناز تنهنجا آهن نور، عشق اهو ئي جي پاند پسايان
3 عشق اناالحق پاڻ پڙهائي، سوري اتي منصور چڙهائي
اهڙو ذوق ضرور، نينهن تنهنجي جو هل تي هلايا
4 يوسف کي منجهہ کوهہ وجهائي، پوءِ غلام ڪري تنهنجو ملهچڪائي
تنهنجا هوڪا ظاهر ظهور، ڳلي ڳلي تي تي ڳالهيون ڳايان
5 لوح قلم لکيو پنهنجو پاڙيئي، صوفي جو سر نيزي چاڙهيئي
پون "رکيل" کي پور جوش انهي ۾ تي جان جلايان

## سرجوڳ    ڪافي204

تل سچو رندن جو حال آ، مدهوش مستي منجهہ رهن
1 مدهوش مستي سالڪي، محبت مني مولا سندي
ظلمات کون ويا لنگهي، سور سختيون سي سهن
2 جيڪو بحر عميق منجهہ وڃي پيو، تن کون دين ڪفر جو دفتر ويو
مرتبو تن حق تي چيو، لاهوت لوچي تا لهن
3 جامي جسوتن کي ڪرن، محراب مونا سجدو ڏرن
ورائي سلام تا ڪلمون پرن، وجود منجهہ وحدت وهن
4 باجهون درد جي عمر افراد آ، ناداد آ نڪو فرياد آ
جتي عشق آ سادل آباد آ، اهي هتي هتي پيا ٺهندا ٺهن
5 نہ سڻ "رکيل" ڪا ڳالهہ بي اسرار تي سر پوش تي
سک اها رسم رندي، قرب وارا تا ڪهن

## سرجوڳ ڪافي205

تل جي عاشق هجين سر ڪر فدا، جند جان جيءَ ڪون ٿي جدا
1 ڪين جو مسلو پڙهي، وجي ڪين ۾ ڪاهي پيا
ڪين ڇاڇج پاڻ ڪي، هستيءَ سندا توڙي ٽڳا
2 ٿي ٻوڙو ڪنين ٻيو ڪجھ نہ ٻڌ، ڪنهن سان نہ ڪر ڪوڙا ٺُٺا
اورج اندر ۾ يار سان، فائدا فڪر هي تن لڌا
3 شريعت طريقت جي ڇنا، اصلون نہ تن ڪي آسرا
منجھ حقيقت معرفت، انهي ٻول جي ڀڳڻ ٻڌا
4 اهڙي درد جي سوز سان، ميدان تي سي مرڪندا
پاڻ نہ ڀانئج پنهنجو، انهي سوز ۾ سالڪ سندا
5 سمجهي ”رڪيل“ تو ڪيئن سڃاتو، ڇوي ڇوائي ڪير آهہ
اهو اندر ۾ الله تي، ڪر واهِ ويلا سر فدا

## سرجوڳ ڪافي206

تل بيوسي اونا تصي، جند جان سورن منجھ سڙي
اميد نہ ڪوئي آسرو، ڏک سوز جي اوکي اڙي
1 جڏهن ساهہ ڪي صدقو ڪرين، تڏهن پيچرو پر جو لهين
ڪيئن ڪيان ڪنهن ڪي چوان، روئندي لنگهيم راتيون رڙي
2 فنا فڪر فراق منجھ، پاڻ وڃايم پانهنجو
جهوري جهجڻ شب روز اٿم، ڪا گهٽ نہ گهاريان هڪ گهڙي
3 جيڪا نالو ڳنهندي نينهن جو، سامان جيئن پوندي مامري
سمر سورن جو ڪٺي، ڏسي قلب ۾ جيڪا ڪڙهي
4 ذڪر ذاتي زهد سان، رڳ رڳ اندر آتش لڳي
نٿي اجهامڻ ۾ اچي، آٿي درد لاتم هي ڏڙي
5 هل ”رڪيل“ هڪ حال سان، ڪر غير ڪي پاسي پري
رک صفائي تہ ساڌ ٿئين، ڏس موج مستي جي چڙهي

## سرجوڳ ڪافي 207

تل ويڙهيچن وٺاڻ، وبهي پاڻ وسايو
دلبر دمن ساڻ، جوڳن جيءَ جلايو

1 جوڳي اهي جيڪي جيءَ جلائن، هڪ ٻنان ٻئي ڏي ڪين واجهائن
اهو جاٽي ڏنائون ڄاڻ، محبت مچ مچايو

2 نصيب وارا سچ جاڳن راتيون، حوران قصوران پائن جهاتيون
اهو معشوق جو ماڻ، ستر ڪري تن برقعو پايو

3 حضرت عشق ولايت وارو، نينهن نسنگ هنيو آهه نعرو
اوتون پنهنجو پاڻ سڃاڻ، تو منجهه سر سمايو

4 واهه ٻوليندڙ جي هي ٻولي، ناهين "رکيل" اوهو آهي جهولي
اهو اولو ڪيائين اهڃاڻ، پل وجهي تو پاڻ پلايو

## سرجوڳ ڪافي 208

تل وومان ويڙهيچانهه وساريان، مونکي مارن جي آهه اکير
1 پٽ تي پکا پنهوارن جا، وو ڏسي تيڙم ساهه سڌير
2 پٽ پهري ڪيئن پاڻ لڄايان، اٿم لوئي اباڻي لير
3 اٿم مينهن مليرتي، وو منهنجي هينئڙي لڳي آهه هير
4 "رکيل" سختي سانگ وارن تون، وو ڦيرائن ٽا فقير

## سرجوڳ ڪافي209

ٿل بنان دلبر جي ديدار، او مان گهوريل ڪيئن ٿي گهاريان
1 پور پرين جا پلپل پڙهم، سو سو حيلا ساجن ڪڙهم
ايندم چڱي ڪنهن وار، سهج ڪيون ٿي مان اڳڻ ٻهاريان
2 لوڪ مياران لاتم لاڳا، عشق اڪين ڪي ڏنم اوجاڳا
دم نہ هجان هڪ ڏار، وحدت ويهي ڪيئن مان وساريان
3 غم فڪر تنهنجي سورن ساڙيو، درد ڏکي دل منهنجو اندر ڪاڙهيو
هڪ رڳ رڳ منجھہ تنوار، هو جي هل جون پيم پچاران
4 عشق جون باتيون درد جا دونها سر تہ "رکيل" جي اچي ٿيم سونهان
لاتم برھہ بهار، لهي ويون مونجھہ مياران

## سرجوڳ ڪافي210

ٿل جڏهين پاڻ کي فنا ڪرين، تڏهن پوءِ عشق سان اثبات ٿين
وڃائي ڇڏ وجود کي، اوجي اعليٰ شان شتاب ٿين
1 ڇاڻي سنجاڻي سي پيا، تنهن درد جي درياءَ ۾
هو ڪنهين ڪنڌي وڃي ڪئي لڳا، ڪ خيال هڪ تہ خطاب ٿين
2 هن حد ۾ هر ڪو هجي، هو لاڏڪا لاحد ويا
پئو بي رنگي جي بحر ۾، اوجي اعليٰ اتم عقاب ٿين
3 ملان مولوي ارڪ ڪوڙيون، اکر عمر ساري پيا ڏسن
نہ ٿئي عشق ٻاجهون دل صفا، ڪ قلب ۾ تہ ڪتاب ٿين
4 "رکيل" نينهن لڳو تہ نروار ٿيو، ويو لڪڻ وارو لڪ ڇپي
منجهون مراقبي معلوم ٿيو، ڏسي من اندر مهتاب ٿين

## سرجوڳ كافي211

تل پئومَوج ۾ چو تو ڏڇين، سانگو رکين تو ساھ جو
لڏو عشق وارن انت هو، انهي دهشتي درياھ جو
1 کن اتي ڪڙڪا ڪرن، تنهن جوش ۾ جيرا جلن
تقوا طمع کي ترڪ ڪر تان تين رسيلو راھ جو
2 گم وڃي غوطو ڏيئي، پئو وڃي پاتار ۾
ٻيڙي نہ تر هو طلب ڪر، چڙ آسرو ملاح جو
3 قلزم ڪارون يار ۾، قطرو اتي رلجي ويو
واهڙ وهي جاڏي وڃي، اهو ٿيو مرتبو ارواح جو
4 سور سختيون سي سهن تن آسرو آه ڪو نہ ڪو
وڃي ڪين ۾ ڪاهي پيا، چڙ پروسو همراھ جو
5 ڪيو سالڪن هي سرفدا، قربان ڪيئي مشتاق ٿيا
سڻ "رکيل" تون چو نہ ٿئين، مشفق منور ماھ جو

## سرجوڳ كافي212

تل وَنَفَخۡتُ فِيهِ فرمان، سڻيا الست آوازتي دل پئي ڪو ڪيندي
1 ياد تڏاهن يار ڪيتوسي شوق شراب تي مست پيتوسي
تٽ ڳيا غير گمان، طلب تسا ڏي تانگھ چڪيندي
2 عجب عجائب امر منيوسي، وَفِي اَنفسِكُمۡ جسم رليوسي
وسر ڳيوسي ڏونهين جهان، سڪ سهڻل دي درد ڏکيندي
3 حسن حڪايت هر جاءِ ڏکيندا. فثم وَجۡہُ الله وجھ تهيندا
سر سارا سبحان، طرحين طرحين ڳجهي الفت لکيندي
4 بار "رکيل" دي سرتي آيا. بسم الله ڪر مين اکين تي چاپا
عشق دا اعلي شان، باھ برھ دي روز ڏکيندي

## سرجوڳ    ڪافي213

ٿل ڏکيا بار برهہ دا بحال آيا، سر عاشقين تي اهو حال آيا
1 ڏيک ناز پرين دي تي نينهن لاون.
ڏک سور اکين تي چم چاون
اهي خاص خودي ڪون روز ڪاون.
پر جوش خاموش ڪمال آيا
2 روشن روح ٿيا سي منير بدر
دم عاشقين ڪون هي شب قدر
صوفي صفا ڪريندي سچا سفر.
سر مشتاقان تي محال آيا
3 ڏئي غير ڳياتي تتا تڳا....
آيا علم باطوني تي فراق لڳا
ٿيا اثبات عجب شاهي طبل وڳا
ظاهر ذات اهو هڪ خيال آيا
4 ”رڪيل“ رمزلڳي جند جان جکي، جاري زخم اندروچ پيا ڏکي
آيا عشق ازل دا پيم پکي، اهو نور ظهور تي نهال آيا

## سرجوڳ    ڪافي214

ٿل حاضر ناظر دل گوش ڪر، هر جاءِ حق موجود آ
1 جي صوفي ٿين سر ڏي ائين، تان آب زم زم جو پيئين
دارين ۾ جي تون جيئين، او سمجهہ دل هي سجود آ
2 نابين دل سڃاڻ تون وجي ملڪ ذاتي ماڻ تون
ٻيو غير ڪوئي نہ آڻ تون، ويران ڪرهي وجود آ
3 اڃا قلندر خاموش هن، درياءَ وحدت نوش هن
اسرار تي سرپوش هن، سائين لاسندو لاجود آ
4 مرشد منور ماهہ ٿي، رهبر ”رڪيل“ جو راهہ ٿي
اثبات ڪر الله ٿي ٿي نفي نابود آ

## سرجوڳ کافي215

ٽل برهہ ٻاجهون او ڪجهہ مول نہ پاوين، عجب تماشا دم نال
1 دم دم سيتي وو الف جڳا وين، خاص رکين اهو هڪ خيال
2 غافل ٿي تان وو عمر وڃايئي، جيوڻ اجايا هئي جنجال
3 ول نہ تہ اوسين اٿان سمجهہ بيگانا، ملڪ پرايا هئي مال
4 سر تہ "رکيل" دي وو يار برهہ دا، عجب آيا اهو اقبال

## سرجوڳ کافي216

ٽل پنهل ميڏا اوول ڪيچئون هت آيا رات لڌم تان هڪ خواب
1 رات سجي تان وو رورو وڃايم، برهہ ڪيتم بيتاب
2 مٺن تہ تتي دا وو بخت ستارا، رخ ماهي دا مهتاب
3 تانگهہ ازل دي وو سڪڙا وڃايم، شغل ٿيم شوق شتاب
4 اڱڻ "رکيل" دي وو قدم مبارڪ، دل جاڳي ڳيا حجاب

## سرجوڳ    ڪافي217

تل درد مريندا سائين دم دم ڏڙيان
عشق نہ ڏيندا وو آرام
1 مئخاني تان وو پيريمغان ڏتم، وحدت دا پيتم جام
2 جان جگر تان وو جوش جلايا، غم ڪاڏي هڏ تمام
3 دنيا عقبيٰ وو بهشت نہ حوران، خواهش اها هئي وت خام
4 سر تہ"رڪيل" دي وو باهہ برهہ دي، نيٽين ننڊ حرام

## سرجوڳ    ڪافي218

تل اڱڻ ايندم شل مرشد قدم مبارڪ پري
خطرا وهم ويم دوست ڏني دل تي ٺري
1 ٺرن اکيون سيِ عضوا، دل جي اندر مچ تو ٻري
ڪڏهن اجهامي نہ اديون، تڏهن اچان ڪنهن اري
2 ورتم وسيلو مرشد، اديون ڙي هيم پنڌ پري
دعا ڪيوڙي جيڏيون ور تہ ولهيءَ جو وري
3 حجت حاجت هت ناهي، ڪير ڏاڍن ساڻ ڪري
قدم قدم تو گهوريس، ريءَ سانول ناسري
4 راتيان ڏينهان هي، "رڪيل" توهہ تنهنجي ٿو تري
دل جو ملڪ ڏنم، زهد منجهون هڪڙي ذري

## سرجوڳ    ڪافي219

ٿل خط خاوند ڏنهن آيم خاصي خوشيءَ جي خبر
درد منهنجي جو دارون دلداري ڏي دلبر
1 جهوڪ شهر جون جايون، مشڪ عطر سان مايون
وڻ تہ چندن سي واسن، ساڻ مولا جي نظر
2 قربان قدمن تون وڃان، اها اٿم اميد اڃان
سولڱين سر صدقي، مان جيها ڪيئي نفر
3 هڪ لحظي لنو لڳم، تڏهن شڪ حجاب ويم
هر طرحين تي هڪ ڏسان، سان وسيلي انور
4 سڪ تہ "رکيل" رک سچي، پئو تہ پتنگ جان پچي
پنڌ ڪشالا سختيون، سورن جاهي سفر

## سرجوڳ    ڪافي220

ٿل پنهنجو جانب اٿم جند جان ۾، مان ڪون وسري تي نہ پري پري
1 ووڙي ورهين ۾ لڌم، اهي فائيقا قاف ڪري ڪري
2 اهڙي سڪ سچي اٿم ساهہ ڪي، اهو ذاتي ذوق ذري ذري
3 اهڙو عشق جو آڙاهہ اٿم، منهنجي اندر مچ ٿو ٻري ٻري
4 پنهنجو پرين سڃاتم پاڻ ۾، منهنجي "رکيل" دل ٿي ٺري ٺري

## سرجوڳ    ڪافي 221

ٿل تنهن درد جي دستور سان، عشق نيئي اعليٰ ڪيو
جي ٿيا واصل باالله، جن ڏنو تن تي چيو
1 پيرپيمغان تي نصيحت ڪئي، مان ڇمي اکين سرتي ڪنئين
وسري ويم پوءِ جڳ ٻئي، تڏهن پر توو پر جو پيو
2 ڪعبي اندر ٿو ڪافر لڙي، ڪديم لعين ڪي ماري تڙي
مدعي مري دشمن سڙي، ڏس دل پنهنجي ۾ پائي ليو
3 حجاب تن جو پاسي ڪري، اناالحق چوان ذري ذري
جي نہ ٿو چوان مچ ٿو ٻري، دئي غير وهمن جو ويو
4 ڏنم درياءَ ۾ هيڙي پئي، تنهن سير ۾ ثابت وئي
هڪ ملاح هيو "رڪيل" ٻئي ٿيو محو محبت ۾ ميو

## سرجوڳ    ڪافي 222

ٿل بت آدم جي منجهہ ذات، پنهنجي پاڻ ڇپائيي
1 امر ملائڪ فرمان نيائون سجدو ڪرڻ صفات
اهڙي وري پل تہ پلائيي
2 عذر داڻي جي بهشت مون تڙائيي، حوا آدم هيمات
ڳجهہ جي خبر ڪنهن ڪي ڪين ٻڌائيي
3 الانسان سري قول سچن سڃاتو تن ڪي روشن ٿي ظلمات
هر صورت ۾ بازي بنائيي
4 سڪ وارن ڪي واند نہ ڪائي ڏينهن هجي توڙي رات
عشق اندر ۾ آتش لائيي
5 عاشق آدم ڪون اڳي هياسي لوح نہ هئي قلمات
رمز رڪيل ڪي اڳي جاڳائيي

## سرجوڳ    ڪافي223

تل عقل هي ڪوڙي بات، عشق اناالحق عين الايا

1 فڪروجودي مطلب تي مقصودي، عمل ڪماوڻ ڪُشف قلوبي
لوح لکيا قلمات، جان جسم وچ جوت جڳايا

2 درد دروني وچ پيا دکدا، وڃ ڪتوسي زابر ڏک دا
جل ڳئي جسمات "رمز حقيقي غير وڃايا

3 اپنا نام نشان تي نفي ڪيتوسي، دستئون ساقي جام پيتوسي
ڪيتم ظهورا ذات، مٺن نهين آن انهين آپ هلايا

4 عقل نابين تي نفس انڌارا عشق مريندا زابر نعرا
صورت وچ صفات اپنا تون آپ چپايا

5 باھ بره دي سرتي آهي، منهن نہ موڙين رکيل ڪڏاهين
لنگھ پيوسي ظلمات، جنهين سمجها تنهين سرپايا

## سرجوڳ    ڪافي224

تل هٿ ڪار ۾ دل يار ڏي بيهودي ڇڏ گفتار هي

1 رلي نفس جون چوهيون ڇڪيون، سختي ڏيئي گھنجن ادبون
پوءِ صبر صابر سيئي سڪيون، تن عشق جا انوار وي

2 تو حرص دنيا ۾ هئي، هي هي عمر ساري وئي
ڪرياد رب ڇڏي ٻئي، ڏس دوست جو ديدار وي

3 ٻيون ڳالهيون اجايون ڪوڙا قصا، هڪ جانب بنان جيڏيون جفا
هو قبلي وجي روحي رسيا تن درد واري ڏار وي

4 ميران پور منجهون وجي مون ڏٺو، ظهورو ذاتي جو ظاهر چٽو
مليو رکيل سان مرشد منو، ازلي عبدالستار وي

## سرجوڳ ڪافي 225

تل دلڙي ڪيو ڇڪ چور، مام ڏيئي سهڻا مست اسانجي
1 سهڻل ٻاجهون ساعت نہ سري ٿي، وئي ورهين ڪون ڪين وري ٿي
ورهہ ڪئي وهلور، وحدت ٻاجهون دم ناهي واندي
2 جوش ڏيئي سارو جيءُ جلايئي، زوران زوري بره بچايئي
عشق مچايم قهر ڪلور، راتيا ڏينهان تانگهہ توهانجي
3 ڪرن سڏائون سڏڙيا سهڃئون درياهہ جهاڳڻ ترهي ٻاجهون
گهرن سي زاهد ضرور، مرداهي سهڻا مڙن نہ مانجهي
4 جاڏي ڪاڏي جلوو جاني، راز رڪيل هي سمجهہ رباني
هر جاءِ ذات ظهور، هڪ دل ڄاڻ حق هيڪاندي

## سرجوڳ ڪافي226

تل امر تنهنجي سان عاشق ويا ٻولن ۾ ٻجهي
قيد ڪيوهيءُ دلڙي سوز انهيءُ ۾ سجي
1 خطرا شرڪ ويا، هڪ هوتن جي هٽي
پڪي اچي عشق پيم، نوبت نينهن جي وڳي
2 لذتان ڪائڻ خوشيون، ويم امالڪ يجي
رات ڏينهان روج رڳن ڪائڻ تن ۾ تانگهہ لڳي
3 ڪڏهن ڳالهيون ڪيان ڳجهہ ۾ ڪڏهن ظاهر ٿي ڏسان
ڪڏهن وڇوڙي ماريس ڪڏهن سورن ۾ سجي
4 سڪ تہ رڪيل ڪون ويو، ذڪڙو وو اچي پيش پيو
جنهن ڪيو سر هي سکيو، لالن ڪون سي لڄي

## سرجوڳ كافي 227

تل ڏنم سهڻل جو سينگار اها صورت پرين جي رنگ گلابي
1 ابرو صنم جا جيئن سيف سقيلا، مجگان تير مانکي مارن يالا
كيم دهن لبن جو ديدار، الانساني سر آساڳي
2 تنهنجا زلف زورا ور مانکي پيچ وجهن تا
اندر ۾ عشق جا الانبا منهنجا جيرا رجهن تا
آيم سر تي بره جو بار ورهہ تنهنجي مانکي كيو آ ويراڳي
3 هڪ سهڻو بيو سينگار كرين تو، مشتاقن تي هڻن نہ ڏيان ڏرين تو
وٽ نہ يايان وار، رخ تنهنجو آهي مثل مهتابي
4 باجهہ پريون تنهنجو اكيون باجهاريون ريءَ تہ ڪجل جي ڪجليون كاريون
ڏسي چڙهيو ركيل كي خمار، درد وندن سان تي نہ دلابي

## سرجوڳ كافي228

تل كر لاالا الاالله، كر الا الاالله
1 جن الا الله ووڙي لڌو، سورن كيو تن كان سنڌو
عاصن متي امداد ٿيو
2 سک تان سمهڻ بن ساڙتون، مدعي اندر جو مارتون
پنهنجو لكيو هي پاڙتون
3 ويلهو ويهي نہ وسار تون اكئين مون ڏسي اختيار تون
بڌكن ڏئي قبرجي كوكارتون
4 سڪ يار جي جيءَ ۾ جڙي، ماٺهو مڙئي چنوندم چري
دشمن وجي سكندو سڙي
5 سعيو ثمر هي ساڻ كر رڻ راهہ تي اڳتون پڌر
هي دنيا چئي سارو سفر
6 جي تون پرين پنهنجو پسين، دشمن اندر دل جو دسين
پوءِ تہ ركيل رب كي رسين

## سرڪوهياري ڪافي229

ٿل ٻڌو سندرو سچن، سي ڪيئن ناڪيچ پڇن
جن ڪي سڪ سچي، سي حاضر هجن
1 رولا اڳيون گهڻا راهہ ۾، واٽ وڪوڙيم حودي خطرن
2 قول ڪري ڪاهي ويا، مرداهي منڊون ڪين منجهن
3 سڪ هي چڙهي پيا ڏک ۾، درد وارن ڪي پيا سور سجهن
4 "رڪيل" سي تہ رسيا وڃي، پوءِ تہ سوين توڙي پيا خوف ٻجن

## سرڪوهياري ڪافي230

ٿل اديون پير پنهل جو، لوچي لڌائون
1 سچائي تہ سون ۾، ڏورئون ڏنائون
رند وٺي تہ رسيا وڃي، ڪشي ڪمر ٻڌائون
2 واٽ اٽائي ورالا، سو لانگها لنگهيائون
وڃي وسمر ڪي رسيا، اها منزل ماڻائون
3 ٻاري ڪورو ڪنپ جو، منجهہ ذاتي رڌائون
ڏوئي دل سچائي ڪي، مهتي ميرا ڌوتائون
4 "رڪيل" اهو راز آ، هي تا ٻولي ٻڌائون
ڪي سالڪ سمجهن ڳالهڙي، ڪن سڌڙ يا سڌائون

## سرکوهياري ڪافي231

ٿل اديون پيم پهه پنهل سان، هي ڄاڻي سڃاڻي

1 ڏکي وات ڏونگر جي، مٿي مردن هي ماڻي
چڙهيا چاڙهيءَ کون وچي، منهنجي آزي اڳهاڻي

2 سورن جي ته سامان جو، ٻڌ قصو ڪهاڻي
پورهيو پلئي جي پويئي، نه نه وتين وڪاڻي

3 ڪڙاهو ته قلوب ۾،ٻري آگ نه اجهاڻي
محنت ڪر ته مرد ٿين، ٿيءُ پورهيت پڇاڻي

4 دهشتي درياءَ جو. مٿئون ڦونو جيئڻ پاڻي
"رکيل" رلجي ويو، اها صورت سڃاڻي

## سرکوهياري ڪافي232

ٿل هي هي درد بنان دانهان ڪير ڪري
جنهن کي لنو ته لڳي آيو عشق جي اري

1 عشق وڏم آڙاهه ۾، دل ۾ دلبر مچ تو ٻري
2 رمز لڳم رڳ رڳ ۾، ماريس تنهنجي مان ذوق ذري
3 دانهان درد فراق جون، ڏوهه ڏسي منهنجو تو ڏيل ڏري
4 "رکيل" رت روئڻ جي، ائين ٿي اجايو ٻيو پنڌ پري

## سرڪوهياري ڪافي233

ٿل سورن ۾ منهنجي دلڙي سڙي
ناهي واند فڪر کون هڪڙي گهڙي
1 سرتيون سک نہ سنيران، لڳت لڳيم اها درد ڏڙي
2 لوڪ ستو تہ ننڊان ڪري، روئيندي لنگهيم ساري رات رڙي
3 پلنگ چي سيج سورن جي، زهر پايان ڪاڏا ڪائڻ ٻڙي
4 "رڪيل" سان يار ملڻ جي، آءُ سڪان توڪان تون ڪر نہ اڙي

## سرڪوهياري ڪافي234

ٿل اديون آگ اندر ۾، اچي ٻاروچي ٻاري
1 داندان دمن جي اچي، هيٺ مٿي هيڪاري
پڙڪي باهہ برهہ جي هي وس نہ ويچاري
2 جيئڻ سهاڳو سون ۾، گڏجي ذاتي ڪوناري
ذڪر ڪين زبان سان، دل اوجاڳي اوجاري
3 جيڏيون انهي جوش ۾، ڪين اچي قراري
اڻ تڻ اور اندر ۾، لڳي جبرو تي جاري
4 "رڪيل" ڪيئن رکي تو، پاڻ ڏاڏي سان ياري
نينهن نياڻ نياز سان، هاٽي مڙڻ مياري

## سر کوهياري ڪافي235

تل مونکي سور پرين جا ساڙن تا
منجهہ قلب، جگر کي ڪاڙهن تا
1 سور نہ ڇاڙج اها سيج تي، لوح قلم لکيو پاڙن تا
2 سک عشق وارن جون عادتان، اهي ڳوڙها هنجون ڳل ڳارن تا
3 لنونءَ لنونءَ چي لولي يار جي، ور وڏيون مونکي واڙن تا
4 "رکيل" چي پور پرين جا، طبق طبق تي چاڙهن تا

## سر کوهياري ڪافي236

تل هنڙي حال نہ ڪنهن کي ٻڌائيندس
اهي سور سڄڻ سيني منجهہ پائيندس
1 جلن تا جيرا جوش ۾، پاڻ نہ پنهنجو ڀائيندس
2 اڃي وئي آ عشق جي اويڙ ۾، گام نہ پوئتي گهتائيندس
3 جي سانييان سورتہ سڙيي وڃان، ڳليءَ ڳليءَ تي ڳالهيون ڳائيندس
4 صدقي سرهي "رکيل" جو گهور ڪيو پرين تون گهمائيندس

## سر کوهياري ڪافي237

تل پنهنجي اندر چرکو چورادين، مانکي عشق وڏي اڃي ڏورادين
1 سک ناسمهان ڪيئن سيج تي، اٿي الف سان اورادين
2 نہ تہ ڪوڙي تيندينءَ ڪاندسين، اٿي سورن وارا سڄڻا سورادين
3 ويندس مان رهندس ڪينڪي، درد لڳو اٿم زور ادين
4 صدقي سر تہ "رکيل" جو پنهنجي پرينءَ تون گهور ادين

## سرڪوهياري ڪافي238

تل ڪيچ وڃڻ جو پنڌ آهي پري
اوڪا لڪ تہ جبل ڏني ٿو هاڻ ڏري

1 هيڪل ويندس هوت ڏي، ساعت هتي منهنجي ٿي ڪين سري
2 سورن جو سنڌرو ٻڌي، سڪ تہ وڃايم انهي سور ٻري
3 اندر ۾ آگ لڳم تہ عشق جي، ڏاڍو ڏک تہ ويو اٿم زور پري
4 ڏنم رولا رنڊاڻ راهہ ۾، قلم لکيو سو ڪين ٽري
5 لڌم تان پير پنهل جو، "رڪيل" سڃاتم قلب ڪري

## سرڪوهياري ڪافي239

تل اها آهي عقل جي ڪرت ڪچي، لنگهي عشق وارا بينا مرد مچي
1 ڇڏ عقل انڌي نابين ڪي، عقل وارا پيا غير ۾ گچي
2 محبت جي ميدان ۾، پر وانا پيا پتنگ پچي
3 مستي خدا جي خيال جي، رمز انهي ۾ پياسي رچي
4 لکيو لوح قلم ۾ "رڪيل" جي اها ڳالهہ سچي

## سرڪوهياري ڪافي240

تل مونسان ڪيچن پنهنجا قرب ڪيا
ڏسي ذات ٻاروچل جي هوت ويا

1 ٻاروچل ٻيا تہ گهڻا ٻڌم، هڪ تہ پنهل سان منهنجا پيچ پيا
2 آيم اوچاڳا تہ اڪين ڪي، اچي سنگت منهنجا سور ٿيا
3 شل ڪوڙي ٿيان نہ ڪانڌسان، منهنجا الست ڏهاڙي جا انجام هيا
4 "رڪيل" پرجهي ڏسجاڻ پاڻ ۾، محبت ۾ تي تون مست ميا

## سرڪوهياري ڪافي241

ٿل اٿم رات ڏينهان تہ فراق اديون
ناهي وس منهنجو ڪو واڪ اديون

1 پنڌ سچوئي سڪ سان، مانکي گهرجي نہ پيو اولاڪ اديون
2 ستر صبر سان نہ ٿو اچي، درد اندر ۾ آ چاڪ اديون
3 هي هي ڪيان ٿي هوت ڪان، مان نہ سڏن عوشاق اديون
4 ”رڪيل“ محبت ڇڏ تون غير جي، پنهنجو پرين تہ سنجاڻج پاڪ اديون

## سرڪوهياري ڪافي242

ٿل منهنجي ڪانہ لڌائون سنيار اديون، ڏيئي ڏيروير غم جا بار اديون
1 سونهين ٿيان ڪيئن سات جي، ڪنهن ڪئون پچان پنهل جا پار اديون
2 سرتيون سوز فراق ۾، وهن اکين ڪئون نار اديون
3 لائينڌس خاڪ لڳن ڪي، لوڙهہ لتيا منهنجا وار اديون
4 ”رڪيل“ ڪي آسڪ تہ سڄڻ جي، مني آ پنهل جي گفتار اديون

## سرڪوهياري ڪافي243

ٿل نہ جاڻان ڪيئن ٿيندي ڪل ٿي ڪانہ پوي
منهنجي ڪانہ ڪيو نڪا ٻاجهہ پيو
1 ڪشي ڪانہ ڪمان مون، ترڪش وارا تير هنيو
2 جوش ڏيئي جسمات ڪي، مونکي ڏيئي سور ويو
3 فَاذْ ڪُرُوني اَذْكُرْ كُمْ، پنهنجا سچا اهي قول ڪيو
4 ”رڪيل“ جو عرض اهو ٿي، پاڻ ڪهين جا بار ڪنيو

## سرڪوھياري ڪافي244

تل مان ڪيچ ويندس ڪيئن پنڌ ڪري
ھنڙي ساعت منھنجي تي ڪين سري

1 اوڪو پنڌ تہ جبل جو، ڏونگر ڏسي منھنجو تو ڏيل ڏري
2 سورن جو سندرو پڌم، ماريس تنھنجي مان سور ٻري
3 ڏيندس باھہ ڀنڀور کي، چوڪنڊ ٻاري ڏيان ڏري
4 ”رڪيل“ باھہ برھہ جي، منھنجي اندر ۾ تو مچ ٻري

## سرڪوھياري ڪافي245

تل سڄڻ ٻاجھون منھنجي ڪين سري
دل دلبر کي دم دم ياد ڪري

1 سک تہ سمھان ڪيئن سيج تي، ننڊ نيڻن کي تي زوريري
2 ڏکيو آ عشق عجيب جو، من ۾ اندر تو مچ ٻري
3 اعليٰ ڦٽ تہ فراق جا، ڏوھہ ڏسي منھنجو ڏيل ڏري
4 اڳڻ ”رڪيل“ جي اچي، ڪڏھن ايندو منھنجو ھاءِ ٺري

## سرڪوھياري ڪافي246

تل اٿي تہ ڏنم پنھل جا پير اديون
اھڙا ڏيئي تہ ويم ڏک ڏير اديون

1 جت تہ ڪري ويا، اصل ھُينءَ کي وير اديون
2 غافل ٿي تہ ستيس مان، پنھنجي ڪرمن جاھيم ڦيراديون
3 سنجهي سات ڪٺي ويا، ڪري ھن تنتيءَ سان انڌير اديون
4 ”رڪيل“ رھہ تہ فراق ۾، ناھي تہ ڪنل ھي ڪير اديون

## سرڪوهياري ڪافي247

ٿل هن ڇوريءَ کي هنڙي ڇپر ڇڏي، منهنجا ڏير وياهتون سات لڏي
1 سرتيون شهر ڀنڀور ۾، نہ پوندس ڪنهنجي ڪين تڏي
2 پنهل وٺي ويم پاڙ سان، ڪرهل چاڙهي ٻيلهہ گڏي
3 لڏم پير پنهل جو، پنڌ پيس وچي جبل وڏي
4 "رڪيل" آريءَ ڄام کي، نيڻ پريون ٿي سڏڙا سڏي

## سرڪوهياري ڪافي248

ٿل ائين ڏونگر سان ڏک ڏوريندس
وڃي لڪ تہ لنگهي سر پنهنجو گهوريندس
1 اعليٰ قٽ تہ فراق جا، چاڪ اندر ۾ چوريندس
2 هي هي ڪيان ٿي هوت کا، سورن وارا سڳڙا سوريندس
3 ڏيندس باهہ ڀنڀور کي، ڦوڪي ڦوڪي مان ٻاريندس
4 "رڪيل" سچو پنڌ ٿي سبحان جو، ويهي عشق عقل کي توريندس

## سرڪوهياري ڪافي249

ٿل الست ازل ڪون آيم امانت
دستون پيريمغان جي ٿيم هدايت
1 نٺم ڇہ واند وجود کي، ونگ تہ وڌ اٿم سچي وحدت
2 مئخانو ڪعبو ڏٺم، دل تہ وئي اٿم انهي ولايت
3 دم دم دلبر ياد اٿم، نٺم وسارو ڪا ساعت
4 "رڪيل" رمز پريںءَ جي، روز وسي ٿي سچي رحمت

## سرڪوهياري ڪافي250

تل لڳي محبت ڪيو مستان مونکي
تنهنجي نينهن نسنگ نيشان مونکي
1 لڪڻ ڇپڻ لنگهجي ويو، برهه ڪيو بدنام مونکي
2 الف منجهون اظهار ٿيو، سارو سيني ۾ فرقان مونکي
3 لطيفا لدني علم جا، ڪيو باطن ۾ ته بيان مونکي
4 ”رڪيل“ رخ ته پرينءَ جو، عشق ڪيو اعليٰ شان مونکي

## سرڪوهياري ڪافي251

تل آيو آ عشق اندر لڳي آ درد ڏڙي
ظهورو ذات ڪيو متي ويو خيال چڙهي
1 پنڌ پرينءَ جو ويجهڙو، دل ۾ لڏم ٻڌي ڪاهڙي
2 اٿم ڇه اور عجيب سان، روئندي ويم ساري رات رڙي
3 لڳم ڇه ٻاڻ ٻروچ جو، شل ته وڃان تنهنجي سڪ ۾ سڙي
4 ”رڪيل“ رهبر سان رلجي ويو، ڪيئن ته گهاريا مان هڪڙي گهڙي

## سرڪوهياري ڪافي 252

تل ڏسي چشم تنهنجا ٽيس مان چور ڇري
ويم هوش عقل انهي وقت وري
1 ڏاج مليم ته ڏکن جو، اندر منهنجي ۾ باهه ٻري
2 قتيل دل ته فراق جي، شل نه ملان ٿئي سڪ نه ڏري
3 ڏنم ظهورو ذات جو، دل جاڳي پيم نيڻ نري
4 ”رڪيل“ هادي هر رنگ ۾، يار ڏنم ٻڌو خبر ڪري

## سرڪوهياري ڪافي253

ٿل ڏکيان ڪيئن قابو ڪري وڃي پڌر پيون
مانسان اڃي عشق عجيب جون ڳالهيون ڪيون
1 وحدت جام وصال جو، ساقي ويم اهيو ڏاڍ ڏيون
2 هوڪو ڏيئي حق تو چوان، وڃي ٿو امالڪ عشق ڪيون
3 ڪتڻ ڇڏيم تہ ڪڏهن جو، آتڻ اُجاريم چرخو چيون
4 ”رڪيل“ صوفي صاف ٿيو، ڳالهيون وهم جون سيئي ويون

## سرڪوهياري ڪافي254

ٿل ويڙهي منهن مُئن جان، هي تون ستين سنجُهي ئي
1 پنهنجو ڏوهہ نہ پاڻ ڏي، هي تون ڏنئي نہ ڏيئي
وڃي ٻين جي پچر ۾ پئين، هتون ڪنبندا ويا ڪيئي
2 اٿي آڏيءَ رات ڪي، من ڪو حيلو هليئي
غافل غفلت ۾ ويئي، اها عمر اتيئي
3 جن ڪي عشق عجيب جو، هي ڇڏيائون ٻيئي
هاديءَ سان وڃي هڪ ٿيا اهي مرڪن متيئي
4 ”رڪيل“ دلبر دل ۾ آيو پرين هي پيهي
سنگت سمجهي سولهو ٿيندو سر ها سيئي

## سرڪوهياري ڪافي255

ٽل پينر شهر ڀنڀور ۾، مونکي اوجاڳو آيو
ڪيئن سرتيون سمهان سيج تي، ڏاڍي ڏکن ڏکايو
1 هي هي ڪندس هوت ڪان، مونکي جتن جاڳايو
لڳم نينهن نصيب ٿي، ڪجھ نہ ڪرمن ڪمايو
2 ڀني ڄام ڀنهل جي، نيئي روهن رُلايو
ڪيئن لهندس پير پنهل جو، هٿ ڇڪن ڇپايو
3 لتي دل لڪن ۾، انهن رولن رنڊايو
4 "رکيل" سمجهي سو لهين، ائين تي نہ اجايو
پنڌ پرينءَ جي پار ڏي، ٿيندءِ سهجون سجايو

## سرڪوهياري ڪافي256

ٽل اديون مارن جي ماڳ تي، اوتم طرحين تنواران
1 ڪيئن آهہ ڏسيندس عام کي، اتم اندر اوراٽو
هتي هتي تي هڪ ڏسان، ڪندس پرين پچاران
2 مني ٻولي مارن جي، هٽ هنجون تي هاريان
درد يري هي دل ويچاري، تي سهجون سنياريان
3 ڳاٽ ڀريون ڀوڙها ڳاڙيان، منهنجو هانءُ ٿيو قاران
اُتم ملڪ ملير جو، ٻڌيون ڪونجن قطاران
4 "رکيل" انهي راه سان، هي ٿيون هلن هزاران
وڃي ماٺينديون ملير کي، جتي بارش آهي باران

## سر کوهياري ڪافي257

تل منهنجا مارو ملڪ ملير ۾، اوتم اديون اباڻان
1 ڪپن تڪندس ڪوٺن ۾، هٿ ماڙين جا ماٽان
هٿ پڪا پنهوارن جا، اهي ساهون سيباٽان
2 عمر جي ايذاءَ جا، هٿ پلنگ وهاٽان
ڪيئن سکي سمهان سيج تي، اهي سورن وچاٽان
3 جهلو جهوڪ ڏٽين جو اتم اجهو اڏاٽان
ڇپر ڇوري ڪيئن ڇڏيندا، منهنجي پرين پنجاٽان
4 "رڪيل" رمزان روءِ بروءِ، سچ اکين سان جاٽان
نينهن نوان ڪيا عشق اُجاري، اهي پلو پراٽان

## سر کوهياري ڪافي258

تل ور ويهي ڪيئن وساريان، منهنجي ٻاروچل سان ٻولي
1 سمهڻ ڪين سبائي، نڪا خوشي دل کي آهي
تنهنجو غم هڏن کي ٿو کائي، اها لون لون ۾ اتم لولي
2 جيئن سِپ سمنڊ ۾ پياسي، ائين آهيان توکان اداسي
مني دلڙي ويڙم قاسي، هي روهن ۾ تو رولي
3 پنهنجي ڪرمن کون تي ڀايان، مان ته ڪنهن کي ڪين ٻڌايان
جند هر مل جان ڏکايان، اها گهوري تيندس گولي
4 رکُ "رڪيل شاهه" جورايو، تون ته روزون روز سوايو
منهنجو مرشد مان وٽ آيو، مان ته جانب يانيان جهولي

## سرکوهياري ڪافي259

ٿل اُئين گهوريو جيئڻ جڳ ۾، پنهنجو سڱ نہ سڃاڻان
1 اُتي اور الف سان، ڇڏ سيج وهاڻا
چرخو چورج جت چڱي سان، ڏج اندر اوراڻا
2 لايون نينهن نندان ڪرين، هينئون وڏءِ وڃاڻا
اُئين ڪوڙي تيندينءَ ڪانڌ کي، پوءِ تيندءِ پڇاڻا
3 تنهنجو آ ماڳ متي ۾، ڪيڏا ڪرين هت ماڻا
هيٺي ٿي تان هنڌ لهين، اُتي عاجز اڳهاڻا
4 "رکيل" روئيندي راتڙي، اُئين ڄاڻيون ٿي ڄاڻا
دلبر لڌم دل ۾، ڪيم عشقون الاڻا

## سرکوهياري ڪافي260

ٿل اديون آريءَ ڄام سان، منهنجو لڳئي جون لائون
1 سهاڳ واريون سيج تي، ڪيئن سمهن اجايون
جن جي اور عجيب سان.وڃي لوچي لڏائون
2 انگ لکيم تہ ازل جو، ويم قلم وهايون
چونہ پاڙيندس پنهنجو، ويم جانب جڳايون
3 ووڙي ور لڌم تان، ڪري قلبون ڪمايون
دلبر سا ن دمن جي، اکيون او جاڳي آيون
4 "رکيل" انهيءَ رمز ۾، پنهنجو پاڻ ٿا پڇايون
سڙان سڄڻ جي سوز ۾، دل دردون دکايون

## سرڪوهياري ڪافي261

ٿل مونکي پنهل نہ نيو پنهنجي ساڻ اديون
اڇي وري تان وسائيندو ياڻ اديون
1 هن تہ شهر ڀنڀور ۾، ڪنهن سان ڪيان ڪا رهاڻ اديون
2 سورن جو سندرو ٻڌي، لڪ تہ لنگهيس هاٽي ڄاڻ اديون
3 وڃي ويجهي ٿيس تہ وسم ڪي، ڏنم پنهل جو وٽاڻ اديون
4 "رکيل" پرين تہ سنجاتم پاڻ ۾، محبت وارا ماڻ اديون

## سرڪوهياري ڪافي262

ٿل ڀينر شهر ڀنڀور ۾، ٿيم ڏوہڻ سان ڏاڙو
1 ننڊ ندوري ڪيئن ڪيئي، ڪانڌ ويئي ڪجاڙو
ڏيئي ويم ڏير ڏکن جو، اهو سورن جو ساڙو
2 پنڌ پري اٿم وات اٽائي، ڪيئن ڪندس لکن ڪون لاڙو
سڪ وڃايم ستر سارو، منهنجو پنهل سا ن پاڙو
3 آيم پنڌ جبل جو، ڪندس روهن ۾ راڙو
شل ڏيندم پاند پناهہ جو، نہ ڪندم اگهاڙو
4 "رکيل" وڃي ڪيئن رسندين، هي تہ ڪاڏي ٿيو هاڙو
وهہ واہ وسيلو ويجهو ڪندم، تنهن چاڙهيءَ مون چاڙهو

## سرڪوهياري ڪافي263

تل مونکي ڪيچ وڃڻ جي ڪل ڪانہ پيم ڏيئي ڏيرڏکن جوهي ڏاج ويم
1 اُتي اسر ويل کي، او هئي هئي ڪيو اهي هتڙا هنيم
2 سرتيون شهر ڀنيور ۾، اوجَائي ڪئي مون سان جاڙ جتن
3 هي ناسونهين ساٿ جي، او سنج ۾ اديون اها رات پيم
4 "رڪيل" آري ڄام جي، او شل تہ پوان وڃي مون قدمن

## سرڪوهياري ڪافي264

تل جيئن مهميرو اڪسير بڻم، هڪ يار پنهنجو بينظير لڌم
1 ڪيميان ڪم آهہ ڪچن جو، عشق بنان سارو سور سندم
2 وسري ڪين وجود کون، ڀڄڻ مون سان اديون ڀول ڀڻم
3 جي جسم جند جان هي "عشق جي ڪٺاهي منجھہ رڌم
4 "رڪيل" پاڻ پڪو ٿي، جوش جلائي ڪوهہ طور ڪندم

## سرڪوهياري ڪافي265

تل اهو عشق آدم کون اڳ جو هيو، تڏهن محب اچي معراج ڪيو
1 سارو سر آهہ صفات ۾، فن فخت فيہ مِن روحي تو پاڻ چيو
2 الست ازل لوحون قلم، تنهن کون اڳي آواز عشق جو پيو
3 احد چئي احمد هيڪڙو، فرق دئي جو مونکون وهم ويو
4 وحدت جي بحر عميق ۾، "رڪيل" وڃي گم غوطو هنيو

# سرکوهياري ڪافي266

تل ناهي وري اديون ڪواڄ ڪلهه جو، منهنجو ڏينهن ازل جي نينهن لڳو
1 ڪڇو ڪم ڪوڙو ڇاهلي "پلو يار" اصل نقل جو ڏنم سنڌو
2 اوهي دل تي هڪ يار سان، ڇا ته ڪنديس ٻين کي توڙي ڪو سيال سڳو
3 اوساءِ ڇڪيم هڪ سور جو "اوبوتو عقل جو برهه پڳو
4 او "رڪيل" رهيو آ رمز سچي ۾، عشق جو اندر ۾ طبل وڳو

# سرکوهياري ڪافي267

تل سرتيون سندرو سُورن جو ويو پنهل ٻڌايون، ويو ڀڳڙ ٻڌايون
1 ڏکي وات ڏونگر جي اڳيون چيتا ٻلايون
سک سچي جي اڳتون نڪو ڏپ نه ڏڄائون
2 آسرو ته پنيور جو مان ڇڏيو هي لاهيون
ٻڌم ڏکمر ڪيچ ڏي اها سورن جي ساهيون
3 لانگها لڪ لنگهي متي ڏنم ڏاڪا ڏکايون
وڃي پونديون پنهل جي ڪن هن درد جون دانهون
4 سنگ متي ته پنهل سان ڪيئن سينو هي ساهيون
شل پوندي ٻاجهه ٻروچ کي منهنجي چني ڳنڍيائون
5 "رڪيل" انهي راهه تي نتي وسم ويجهايون
سهٽل لڏم سنج ۾ ڪندو پلو پلايون

# سرکوهياري ڪافي268

تل مون سان جاڙ ڪئي آهه جيڏيون جتن، منهنجو پنهل وٺي ويا پنهنجي وطن
1 غفلت ڪيف تتيءَ کي ڪين ڪيو آهي منهنجي ڪرمن
2 لائيندس خاڪ لڳن کي ڇائي ته وڃهي ويا ڇوريءَ جي ڇتن
3 پيرين پنڌنا اجهي پلو يار، ڪيئن ته ڪيان هي حاج هٿن
4 "رڪيل" جو هوت بلوچ سان لوهه محفوظ تي انگ تا لکن

## سرکوهياري ڪافي269

تل جڏهن پنهل ويو تڏهن فراق لڳم، سچو عشق پرين جو پاڪ لڳم
1 وڇوڙو هوت پنهل جو، ٽڪ تہ اندر ۾ چاڪ لڳم
2 گهوريا گهر تہ پنيور جا،سهڻا سڪ تنهنجي جو اشتياق لڳم
3 او ساجن سان سودو ڪيم، سِرُ تہ ڏيڻ جو واڪ لڳم
4 رکيل هر رنگ ۾ هڪ ٿوڙ سان، تڏهن مثل عشاق سڏيم

## سرکوهياري ڪافي270

تل منڙي بلوچن جي ذات هيا، رهي رات اديون مونکئون ڏيريا
1 وجهي ويا درد فراق ۾، جلن ٿا جيرا جوش پيا
2 چوان ڪرمن پنهنجي نصيب کي، پنهل مون سان قول ڪيا
3 آيم پنڌ جبل جو، سنگتي ڪري پنهنجا مان سور ڪنيا
4 عاشق سڏن آفات کي "رکيل" اهي آهن مرد ميا

## سرکوھیاري ڪافي271

تل ورووڙي پنهنجو پاڻ ۾ لڌم، اچي ٻاجھ ٻاروچل قرب ڪيم

1 دلبر ساڻ دمن جي "پلو يار"، وحدت وارو ويساھ ٻڌم

2 محبت جي ميدان ۾، پلو يار ذاتي اسم پنهنجي دل ۾ رڌم

3 اٿم لون لون لولي يار جي "پلو يار" رڳ رڳ ۾ اھو ساز سندم

4 "رڪيل" وسارڻ هوت ڪي "پلو يار" او ائين چڱو مرشد چيم

## سرپيروي ڪافي272

تل هي جهان سجو ئي سينگار عجب، واھ دلبر جو ديدار عجب

1 حسن تنهنجي هيءُ صورت ساري، هميشه تازي اٿم بهاري
عاشقن کي اها ڏنئي ڏيکاري، باطن وارو اسرار عجب

2 هر طرحين جلوو نور ڏٺم، تنهنجي ذات صفات ظهور ڏٺم
الانساني سر مذڪور ڏٺم، ناهي بيرنگ جو ڪو شمار عجب

3 ڪل شيءِ قدير آن، بي مثل بي نظير آن
هر صورت سميع بصير آن آٽي عشق ٻڌم اعتبار عجب

4. ڏٺم دروني جهاتي پائي، درد ڏکن سان دل جڳائي
درياءُ حقيقي تو منجھ سمائي، تنهنجي نينهن ڪيم نروار عجب

5 جهوليءَ ۾ اچي عشق جهليو، تڏهن "رڪيل" جو اوراڪ کليو
جهوڪ شهر ۾ محب مليو، صاحب عبدالستار عجب

## سرپيروي ڪافي273

تل اپڻي ظاهر ذات ظهور ڪيتئي، سر آدم دا مشهور ڪيتئي

1 بوتا خاڪي عجب انسان نهايئي، عشق لڳئي تي آدم بنايئي
وچ تهين دي روح رلايئي، ڪنهن دانش تي دستور ڪيتئي

2 جڏان عشق نہ ها تي هيئڻ ڪُسي اڪيلا، نا ظاهر ڪوئي تابش تجلا
روز ميثاق دا ڪيتئي مثلا، ڳجھ عاشقين ڪون مخمور ڪيتئي

3 عشق تيڏي وچ عاشق هوون، دم دم نال جواهر پوون
درد فراق رت پئي روون، وچ وحدت دي وهلور ڪيتئي

4 احد تي بن احمد آيا، عبديت دابر قعہ پايا
وچ عرب دي فيض هلايا، اهو نور، اعليٰ نور ڪيتئي

5 سمجھ "رڪيل" تان ثابت ٿيوين، شوق شراب دا پيالا پيوين
موتو قبلل مرتي جيوين، برھ لڳاتي پرپور ڪيتئي

## سرپيروي ڪافي274

تل اول آدم سان اقرار ڪيئہ پوءِ عذر داٽي جي ڪٽي ڏار ڪيئہ

1 بهشت سڪونت جاءِ پاڪائي، حوا آدم کي خبر نہ ڪائي
فراق وڇوڙو ٿيڻ جدائي، مشرق مغرب تي فرار ڪيئہ

2 ارواح روح الست ڏهاڙي، اسرار تنهنجي کي ڀيو ڪير اگهاڙي
جيڪا قلم وڙهي ساهر ڪوئي پاڙي، سر عاشق جي مدار ڪيئہ

3 ڪُن چئي فيڪون بنايئي، هر صورت ۾ پاڻ سمايئي
انسان عجب پنهنجو قرب ڇپايئي، لک نالا شهر شمار ڪيئہ

4 بادي ناري آبي خاڪي، چڏ عناصر تي بقا ۾ باقي
نصيب وارن جو تي تون ساقي، اهي وحدت جا ويچار ڪيئہ

5 دئي ٽني هيءَ وئي بناوت، جان جسم هي دل ولايت
حق سنڃاتم عين هدايت، عشق "رڪيل" تي طومار ڪيئہ

## سرپيروي كافي275

ٽل كر حملا حسن حضور آيا تي ظاهر عشق ظهور آيا

1 حسن تيڏي ديان فوجان چڙهيان، چو طرفين كر حلقي كڙيان
نال جسم دي لاشك لڙيان، وچ محبت دي مخمور آيا

2 اپڻا نينهن نروار كيتئي، سر عاشقين دي اظهار كيتئي
الست والا اقرار كيتئي، اهو سچا قول ضرور آيا

3 عشق بنان هي اجايا جيوڻ، شوق شراب پيالا پيوڻ
سر سنجيا پڻ سالك ٿيوڻ، برهه لڳاتي پرپور آيا

4 وچ دروني جهاتي پاوڻ، خوش خوراك خودي كون كاوڻ
دم دم نال اسم جڳاوڻ، ايهو نورون اعليٰ نور آيا

5 سِر "ركيل" دي باهه برهه دي، بيشك ٻلدي ناوت لهندي
غير اندر دا كي صاف سڙيندي، سمجهه تي اهو سور آيا

## سرپيروي كافي276

ٽل كعبو منهنجي من ۾ مكو آ، دل ۾ڏنم ڏيان ڏري نتم پري

1 فاذكروني اذكر كم، قول ٻڌم دل تي نري واڳ وري

2 ووڙي ورهن ۾ لڌم، ڏک ڏاڍا زهد كري، هي نفس مري

3 هر دم حج هميشان اتم، ياد پرين ذري ذري، هك دم نه سري

4 "ركيل" اندر ۾ اچي، مچ محبت جو ٻري، هي ڏونگر ڏري

## سرييروي    ڪافي 277

تل تنهنجي حسن صورت جو ڪو سير ڪري
ائين جيئڻ جڳ ۾ اڳي ڇو نہ مري
1 ڪسي پيريمغان جي دستون ڪاتي، حال ڇڏي پوءِ هيءَ حياتي
جان جسم ۾ پائي جهاتي، پوءِ ونحن اقرب نانهہ پري
2 ويهي وحد ۾ اهي غرق ٿيا، اهي مونا تن محراب ڪيا
سر سجدي ۾ اهي مرد ميا، پوءِ جوش انهي ۾ پيو جيءَ ڳري
3 جنهن جو روز ازل ڪون نصيب هجي، پوءِ عشق وارن جي تلقين ٻڌي
زڪر قلبي ڪمائي وڃي ذات پڄي اها سمجهہ رکي اهڙو ڏيان ڌري
4 اول پنهنجو پاڻ پسي، پوءِ باطن وارو ڏيهہ ڏسي
هر مظهر ۾ تو يار وسي، لکيو لوح قلم سوکين تري
5 اهڙي لڳت لڳم ڪيئن آرام ڪيان، هڪ دم دم ۾ تنهنجا نازنوان
ڏکيو حال "رکيل" هي ڪنهن کي چوان، اهڙو درد لڳم اندر مڇ ٻري

## سرييروي    ڪافي 278

تل هن ساهہ کي سزا ڏيئي، سچ زهر جي پيئڻ وٽي
کن لڙائي جسم سان هي جنگ اڪبر جن ڪٽي
1 زخم جاري ٿيو اندر ۾، عاشقن جي دل ڦٽي
دوا دارون نالڳي، ڪهڙي ٻڌن تنهنکي پٽي
2 مرد هن ميدان ۾، سوپ کن سورهہ سچي
ماري نفس نجس نادان کي، ڳجهہ ۾ وڃهن تنهن کي ڳٽي
3 صاف ٿيا صوفي سچا، غير کون پاسي پڇي
اڇي عشق ماريو آ عقل کي، بحري باز وانگي ڏيئي جهٽي
4 عجب ڏنم انسان ۾، رمز مولا جي رتي
الانسان سري وانا سرهہ، محبت تنهن کون نا مٽي
5 سڻ "رکيل" هي سمجهہ تون، عاشقن سختي سٺي
درياءَ وحدت نوش ٿيا، صدقي ڪيون سرهي سٽي

## سرپيروي    ڪافي279

تل
ساڙيو سوز سڄڻ جي هي ڏيل ڏکن
ڏونهان درد وندن جا روز ڏکن

1 آنگاس وجي ڏونهين لاٽ ڪئي، متي عرش عظيم تي آھ وئي
رليا حق سان ڇڏي هي جهان پئي، اهي جان جسم سان جيءَ جکن

2 اهڙي ٻاه برھ جي منجھ پئي، گهڙي مچ ۾ مانجهي تان مرد ٿئي
تڏهن وحدت وارو جام پئي، اهڙي فائقن ۾ اچي ٻار ٻکن

3 عشق جا جهولا ڪير جهلي؛ لائي ڏوڙ لڳن ڪي خاڪ ملي
تڏهن رمز انهي ۾ ڪو رند رلي، گهلي واءَ تکي ڏني لحظ لکن

4 اوجاڳن آرام وڃايو، بار "رکيل" جي سر تي آيو
ڪجھ نہ ڪير مان ڪين ڪمايو، ڇڏي نيڻين ننڊ هي ساءَ سکن

## سرپيروي    ڪافي280

تل
خودي ڪي هٽيائون، اهو ماڳ نامٽيائون
ڪري حال هيٺو هتون ٻاري ڪٽيائون

1 نہ ڪر هوڏ هستي سدا رھ صبر ۾
ڪري ويھ گوشو ذڪر ۽ فڪر ۾
اي سمجهي سنجاٽي سي سانگا سٽيائون

2 ٽٻو ڏاھ تڪبر تي فاني فنا ۾
ڏس نور تجلو بقاءِ ۽ بلا ۾
ٿيا نيشان نڪري غير ڪي لٽيائون

3 مٺن ڪنهن نہ ماري تنهن جڳ ڪي يلايو
ڏوتي چہ دنيا تنهن رهزن رلايو
ڪيئي خان صوباتن جو منهڙو چٽيائون

4 "رکيل" پير پائي وڃ ھَڪ ڪي وڏائي
اهو ميدان منزل ڏس دل ڪي جڳائي
آهي مرڪ مردن عجب وھ واوٽيائون

## سرپيروي كافي281

تل كر ترڪ طمع خود خوف رجا، ٿي راضي اتي تقدير رضا
1 اول آدم کي ڏنئي شان شجاع، تابع ملڪ فلڪ فرمان ٻڌا
پوءِ عذرداڻي جي ڪيئي جدا، ڪيئي بهشت منجهون ڏنئي فراق سزا
2 هي مڪان متي ٿي سمجھ سڃاڻ، حرص حوس ڇڏ پنهنجو پاڻ
جي ڄاڻ پوئي ته ائين ڄاڻ، نه ته لوڙيندين پوءِ جزا
3 الانسان سري عاشقن تي آواز پيا، وانا سره نينهن تنهنجي نروار ڪيا
اهي غرق وحدت ۾ وهلور ويا، ماڻن مولاجي محبت جا مرد مزا
4 عقل وڃائي عشق جاڳاءِ، منجھ دروني جهاتي پاءِ
سمجھ "رڪيل" پنهنجو پاڻ وڃاءِ اڪبر حج تڏهن ٿئي عشق غزا

## سرپيروي كافي282

تل وهه واهندو ڪن سنان، ڏوئن ڌرم رکن ڏيان
ملان قاضي وضو سارن، ڪوئائن مسلمان۔ او مؤمن مسلمان
1 برهمڻ واچن پوٿي ويهي، ڪتاڪن عجائب جيهي
مشڪل سمجهن اندر پيهي، ڪيئن لهين شڪ گمان
2 ملان مولوي ڪرن واعظ، مصلي مٿئون نبي جا نائب
ڪڏهن ٿيندا توبهه تائب، فضل جي فرقان
3 عاشق پنهنجو اندر ڌوئن ماڻڪ موتي مالا پوئن
دمن سان ٿارام ريجهائن، اهي لنگهي لامڪان
4 "رڪيل" ويهج پاڻ وڃائي، ٻي ته ڪهين سان تنهنجو ڇاهي
الف اورج دل ڄڱائي، پوءِ محب ته ڏينڊءِ مان

## سرپيروي      ڪافي283

تل آهيان فقر جو فقير، ڪيئن پاڻ ڪوٺايان پير
ڪيري ڪلر ڪين آهيان، هن خاڪ سندو هان خمير

1 پنهنجو پاڻ ائين نايايان، ڪين تو جاڻان الائي چاهيان
هستي وارو ليڪو لاهيان، ائين سمجهي ٿيم سڌير

2 نينهن لڳئي تان نفي ٿيءُ، شوق شراب جو پيالو پيءُ
مُوتو قَبل مري جيءُ، انهي درد ڪيو دلگير

3 لڳم جائي جيءُ سان جهيڙو، واندنہ ساعت درد اڪيڙو
ڪنهن تہ هنيم ڪان ڪهڙو، اهو ترڪش وارو تير

4 ”رڪيل“ رمزان جانب لاتيون، سڪ انهي ۾ ڪيئي ڦاٽيون
سوين ڏسن پائي جهاتيون، اهو پين زوق زنجير

## سرپيروي      ڪافي284

تل نفس عقل جون چنيئر تنابان، ويم ورائي پاڻ ڏي واڳان
عشق جي اها سچي گفتار

1 ڳجهہ جون ڳالهيون نينهن جون نراليون، سالڪ سمجهن سيني منجهہ پاليون
طرحين طرحين اتم تن جي تنوار

2 راهہ مسافر هي ٿي ڪوڙ تڪاڻو، هي مڪان فنا جو ڪرنہ تون ماڻو
هتون هليا ويا ڪيئي حاتم هزار

3 جاڻي سنجاڻي تن پاڻ وڃايو، رنج محنت ۾ ڪنن قلب ڪمايو
قبول پيو سِر ڪُنن جو وارون وار

4 سمجهہ ”رڪيل“ هي پاڻ سنجاڻي، چڏ ڪرت ڪچي بي ڪوڙ ڪهاڻي
هڪ سان هڪ ٿي هڪڙو دم نا ڏار

## سرپيروي كافي285

تل كيڏي غير اندر جو ساڙيان، رکان ويرنہ کنھن سان پاڙيان

1 هيڻون ٿيندين تہ لتاڙيندءِ منڪر، تنکي جھڙپ ڏيندس مان ھڪڙي ھيکر
ڪن کي ڪيريان ڪن کي چاڙھيان

2 درد دکايم دل منجھہ دونھون، سير انهي جو ٿيڙم سونھون
سچو عشق ڪمائي دل ڪاڙھيان

3 دل جو حجرو پاڪ ھيو، اتي مولا اچي اثبات ٿيو
وني لام طوبا جي لاڙيان

4 ڪوڙ منجھون سچ ٿيڙم جائي، ڏسان ھر رنگ ۾ "رڪيل" روشنائي
لڳم تانگھہ اھا تي پاڙيان

## سرپيروي كافي286

تل سچا سور پچو اچي ساڏن ڪون
اھي عشق ڪاريھر ڪاڏن ڪون

1 وھہ جي خبر جنھن کي آھي، ماس ھڏاھي تن تپائي
درد ڏکن جي واڏن ڪون

2 پنڌ پيرن سان بار متي تي، مان ھٹ ڪندس ھوت پنھنجي ڏي
اھو پھہ پچيم پيرين پيادن ڪون

3 رڳ رڳ پئي تن جي پڪاري، ياڏ پرين کي دم نہ وساري
ھي دل رڏم چئي راڏن ڪون

4 "رڪيل" ڏس تون نينھن نظارو، حسن حسين شھادت وارو
شان پرئي شاھزادن ڪون

## ڪافي 287
### سريپروي

ٿل اُٺي جاڳڻ سان ڪرجار. جي وڻندن تان وڙڪندا نہ تہ انهن جو اختيار

1 ٻيا ٿي ڪوڙا ڪم اجايا، لک پٽن هي لک لٽايا
عشق ٻنان ٿي ڪين سجايا، وٺ پرينءَ سندو پار

2 ڪوڙي مٽي ڪوڙ قرابت، ڪوچ نغارو وڄي نوبت
توبهہ تقوا زهد عبادت، حجت وارو ورق وسار

3 سُتينءَ سنجهيئي وڙساري، عشق ٻنان توکي ڪير اٿاري
نفس رلئي جي لڳينءَ لاري، توکي حرص ڪيو آ خوار

4 وڪر ڪهڙو وٺج وهايئي، مولا جي محبت ۾ پير نہ پايئي
عمر ساري ڪوڙ ڪمايئي، هٿ رهندين نہ لاچار

5 خان اڪابر وڏا عالي، هتون وڃا هٿين خالي
مال خزانا دنيا مالي، ڇڏي ويا هي واپار

6 درد وندي جون دم دم دانهان، "رکيل" جون هي روز الاهان
ٻڌي ڪي شل ڏيندم ٻانهان، تنهنجو لڏم انت شمار

## ڪافي 288
### سريپروي

ٿل ڪٿي جائڻ منهنجو ڄم ڇڏيم ڏرم
ايندو پنهنجو ننگ تان سڃاڻي

1 دين ايمان پنهل اٿم، نٿو وسري هڪڙو دم، ويم فهم
ڪيو مونکي سورن سياڻي

2 آجو ڪندم عيبدارکي، اچي رکندو لڄ هي شرم ڪندم ڪرم
ڪئي مونسان پرين پڇاڻي

3 اٿم اچڻ آريءَ ڄام جو، اچي اڱڻ منهنجي ڏيندو قدم، لهندو غم
آهيان مون تہ عيبن هاڻي

4 "رکيل" هڪ سان هڪ ٿي، ڇڏ تہ دُئي جو ڏرم، هڪ ٿي صنم
ٻي ٿي ڪوڙ جي ڪماڻي

## سرپيروي ڪافي289

ٿل وئي گذري جي ڪجھ ڪلھ، اڄ تي مهل
بيوس بندي مان ڪجھ نہ ڪمايو

1 ننڊ ننڍي ۾ ڪي نياڳ جي، غفلت ڪئي هي غافل، نت ڪمڙيي مونکي ڪل
ستي پنهنجو ساٿ وڃايو

2 پتم سورن سندرو، هڪ هڪ تي ڪبندس هڪل، جوش ڪون جبل
ڏکن ڏکي کي اڳي تہ ڏکايو

3 سڪ سمر اتم ڪيچ ڏي، پڌ اهائي توڪل، ملنديس شل
پنڌ مان اهوئي سرتي سهايو

4 ”رکيل“ شهر ڀنيور ۾، عشق سان هلي ٿا اٽڪل، لکيم ازل
هل تنهنجي حسن هلايو

## سرپيروي ڪافي290

ٿل ڪيئن اڃي ڪاڏهن لڳي، مستي حسن جي تاب جي

1 اهي اوچتيون اکيون اڙيون، ڪمند زلف جي قابو ڪڙيون
سرعشق جون فوجان چڙهيون، ناهي حاجت عقل حساب جي

2 ڪُنْ فَيڪُونُ تون جاڻ آن، پنهنجو سڃاڻئي پاڻ آن
هر ڪار ۾ تون ساڻ آن، بشري پوشاڪ تي اسباب جي

3 جڏهن الست جو آواز هو، قَالُوا بَلىٰ مون پئي چيو
هڪ هت هتي مون سجدو ڪيو، پڳي دعوا ڏوهہ ثواب جي

4 آهين ”رکيل“ هر جاءِ تي، ناهي فرق ڪوئي هت هتي
برقعو ڪيون چو ٿو لڪين، رکيئي اولو ڳالهہ حجاب جي

## ڪافي291

سرپيروي

تل بي مثل بيچون جي، صورت ڏٺم سبحان آ

1 الانسان سري سچي صحي، ساجن سنڃاتم سولهي
ناهي هُئي نا هوءِ رهي، آيو عشق اعليٰ شان آ

2 عاشق تون معشوق تون، طالب تي مطلوب تون
خالق آن مخلوق تون، جتي ڪتي لامڪان آ

3 سچ دلبر شڪل جهان ڏٺم، هر صورت ۾ عيان ڏٺم
ڇ گوناگون بيان ڏٺم، آيو شاهد تي فرقان آ

4 ڳجهو "رڪيل" اسرار آ، ناهي ڏسڻ لاچار آ
جي منصور تئين تو اختيار آ، اناالحق هڪ چئو حقان آ

## ڪافي292

سرپيروي

تل سهڻي جي صورت جو، ڇا بيان ڪنديس

1 لون ڪوهيارل مونسان لاتي، عشق تنهنجي ۾ پاتم جهاتي
آيم هرجاءِ ڏسڻ منجھ ذاتي، تو سائين سان ڪهڙو طعنو ڪنديس

2 جتي ڪتي تو جلوو جاني، عجب رنگ ڏسڻ سبحاني
پائي برقعو سر انساني، ڏسي عشق عجب تي عيان ڪنديس

3 پوش ڏيئي ڪيئن پاڻ ڇپايان، تنهنجون ڳلي ڳلي ۾ ڳالهيون ڳايان
ڏيئي هوڪو يار هلايان، ڪهڙو شاهن سان وري شان ڪنديس

4 مٺي دل کي اصل اوجاري، عشق "رڪيل" منهنجي آيم واري
وٺم پيچ پرين تو پياري، تنهنجي محبت ۾ شل مان ڪنديس

## سرپيروي ڪافي293

ٿل شب تاب عقل ڇپيا ڪوڙ ڪسب
اظهار ٿيا عشق عين عجب

1 ڪٿي رهبر راهنمائي، هر رڳ رڳ رمز رلائي
وهوا لائق لذت چکائي، ٿيا هر دوجهان نصيب نصب

2 سنگ خوف رکين دل دردون، ٿيا ضعف بدن زي زردون
پڙهہ سنت اداءَ ٿي فرضون، آيا ماهہ مثل شعبان رجب

3 اها بات ڏسڻ تہ ضرور نهين، جنهن ڏسياسو منظور نهين
ائين عارفين دا دستور نهين، بنيا آپ قلندر شاهہ نجب

4 فَنَفَخۡتُ فِيۡهِ مِنۡ رُوۡحِيۡ ٻولي، ڪڙا آک ايوين ٿي اولي
چن "شاهہ رکيل" دي ٻولي، اعليٰ عبد ٿيا ڳيا حجاب سبب

## سرپيروي ڪافي294

ٿل ناهي حاجت هوش عقل جي دلبر، تنهنجي عشق ڪيم نادان ڇري

1 ڏرم ڇڏي مان ٿيس وڃي ڏاري، جر مون نڪتي وس نہ ويچاري
مڙڻ مني ڪان پوءِ مياري، هي ڪوٽي تنهنجي يار ڪري

2 عشق تنهنجي جو عيب لڳم، سو طعنا تنهنجا ڏاج سندم
پوءِ غير وڃائي ٻول ٻڳم، اڇي ظاهر ٿيم ڪا ذوق ذري

3 ڳجهہ ڏسي هي ڳجهہ ۾ ڳايان، لڳم ناتو ڪيئن مان لڪايان
جتي ڪٿي مان يار ٿي پايان، آيس دوست سندي ديوان دري

4 چشمن سان چڪ چور ڪيئي، اڇي ظاهر عشق ظهور ڪيئي
"رکيل" کي محبت ۾ مخمور ڪيئي، منجهہ وحدت جي وهلورري

## سرپيروي كافي295

تل تنهنجي درد جو دارون دوا، ڪنهن کون پچان ڪنهن کي چوان
گجهه ۾ ڳران جيڙي مران، نت ناز پرينءَ جا نوان
1 پنهنجي ڏيل ۾ ڏک مان ڏنو، آرام اکڙين کون ڦتو
هڪ نام مولا جو مٺو، درياءَ وحدت ۾ پوان
2 خاموش ائين پر جوش ۾، ساهه کي صدقو ڪيان
شل پرين ڪندم پنهنجو، ٿيا سير ۾ سورهه سوان
3 بي سري انهي بحر ۾، تنهن لهر ۾ عاشق لڙهيا
ڪنڌي ڪنارو ڪين ڏسن، هڪ رمز ۾ تيڙا روان
4 سچ چئو "رکيل" ڪنهن کون سکئين، پيريمغان فياض کون
شوق جو شراب مئي، دم دم سان پيالو پيوان

## سرپيروي كافي296

تل داغ قبر تائين نيندس، شل ملنديس، حيلو منهنجو ڪونه هلي ٿو
1 ولهيءَ ساڻ وصال تي، سور هتي ئي سهنديس، صدق ويندس
چيو منهنجو ڪين چلي ٿو
2 قلم قريشي ڄام جا۔ چشمن سان مون چمنديس۔ شل ڏسنديس
هين سان روح نارلي ٿو
3 سکيو ڏنم ناڏينهن کو۔ غم عربي جي منيس۔ ائين ته رليس
جيڏيون منهنجو جيءَ ته جلي ٿو
4 پرين پرتم پنهنجو۔ ساڻ خوشي جي کلنديس۔ ائين چونديس
"رکيل" سان محب ملي ٿو

## سر پيروي    ڪافي 297

ٿل وڃي ٻيهر ٻاروچل سان جانب، هيٺي ٿي هت حال ڪنديس

1 ساعت سڪ جي ڪين سهائي، لنئون ٻاروچل وٽڙم لائي
سورسنجهي ويٺس جهولي پائي، شل وحدت ساڻ وصال ڪنديس

2 صدقي سرهي پيرن توئين سارو، تون ياد هميشہ دم نہ وسارو
شال ولهي ڪي ورڏي وارو، صدقي ٿي مان سوال ڪنديس

3 سنگ چني هي ذات متايم، ڦتيل دل هي ڪيئن ڦٽايم
توڏهن سڪ سڄي ڪين گهٽايم، صدقي سرهي مال ڪنديس

4 روز "رڪيل" ڪي هن نت نوان، تو چاڪ پرينءَ جا سور سنوان
شل رهبر ٿيندم راهہ روان، حق ڏسي هڪ خيال ڪنديس

## سر پيروي    ڪافي 298

ٿل انگ منهنجو قلم لکيو هو، دل ڦاٽي ڪڏهن چٽي ويم لٽي

1 ڪن ڳالهن سان سڄڻ وئي دلڙي ناوري،
ٻاڻ هٽي وڏو ٻُتي، ويم لٽِي

2 وحدت ٻاجهون سڄڻ واند نہ ڪائي
محبت ڏنهن منهن نہ متي ويم لٽي

3 ڳالهيون ڳجهہ جون سڄڻ دل جون دل ۾ رهيون
سور ٻڌايان ٻتي، ويم لٽي

4 روز "رڪيل" جون سڄڻ پڄن رسيدان
ڦتيل وڏو دلڙي ڦتي ويم لٽي

## سرپيروي   ڪافي299

تل سر بنا ناهين سودو۔ ٻڌو سندرو سڪ جو سچن۔ پتنگ پچن
1 شعاع شمع جو ڏسي۔ پروانا منجھ پون، گھوريون سرسي اچن پتنگ پچن
2 درد دکايم مچ محبت جو، مارڳ ۾ مرد مچن پتنگ پچن
3 حيف تنهن کي پر هوءِ جي وطن وساريون وتن، ڪوڙ ڪمايو ڪچن پتنگ پچن
4 عشق الانبو باھ برھ جي، "رکيل" اهيئي رچن، پتنگ پچن

## سرپيروي   ڪافي300

تل ڪيئن هي ڪيچ ڪيچ ماڻيندي الا
منيس ماڻهن جي مهڻن، گهٽ تا چون
1 ستيس سنجهيئي اديون، ننڊ تہ نهوڙي ويم
ڏيئي ٻانهن سيراندي مٿن، حيف اٿن
2 شهر ڀنڀور منجهون ور تہ ولهيءَ جو ويو
ڏاڍ ڪيو آ ڏيرن، جاڙ جتن
3 پنڌ جبل جو اديون واٽ اڙانگي
هڪل ڪنديس مان هوتن، چڙهي تہ لکن
4 سڪ سچوئي اديون ستر ويچايم
ٻن وجهان سيج سکن ڏسان ڏکن
5 سر تہ "رکيل" جي اديون باھ برھ جي
اندر الانبا اچن، مچ تا مچن

## سرپيروي كافي301

تل تيندو منهنجو پنڌ تان سجايو، ڏيهہ انهيءَ تي ويندس ڏس پڇنديس
1 لڪ ڏکيا تہ ڏونگر جا، اڄ سونهين اڳيون
سڪ پنهنجي مان ساڻ ڪنديس، ڏس پڇنديس
2 درد بنان چي اديون ڪير ڪشالا ڪري
هيڪل تي مان هلنديس ڏس پڇنديس
3 پير پنهل جو اديون، واٽ وندر جي
رند وٺي وڃي رسنديس، ڏس پڇندس
4 "شاهہ رکيل" سان اديون محب ميلاپو ڪندو
دل جي اکين سان ڏسنديس ڏس پڇنديس

## سرپيروي كافي302

تل وڻن واريون توڙي هجن ڏاريون
ورسان ويهي ويل ڪنديون سدا سکن ساريون
1 ٿيون جي خريد تنهن جا نصيب
دم دم اٿن عيد، ڪڙهيل دل کي ناريون
2 جنهن ڏنو، ماکي مصريءَ ڪئون منو
چون چٽو، اهي هنجون هاريون
3 لڄ شرم باحيا، تن خاکي ويس ڪيا
لٽن ليا، اهي خلل خواريون
4 "رکيل" سدا، ڪر تون گدا
پونديءِ پچا، ڪر تون زاريون

## سرپيروي ڪافي303

تل هت مان کي چاڪان يار چڙيائون
ڏير ڪري ويم ڏمر، ڏيئي خمر

1 وسم شهر ڀنڀور جو پنهل ڀاجهون اٿم پڌرُ، سچو هي برُ
2 پنهل وٺي ويم پاڻ سان، سڪ منهنجي جو سمر، ولهي پنهل جو ورُ
3 ٻڌي سورن سندرو ڏوريندس ڏونگر، جبل ٽڪر
4 ”رکيل“ منجھ فراق جي،دوست ڏسان وڃي دلبر، اديون انور

## سرپيروي ڪافي304

تل اٿم دُور منهنجو ورڪئين وساريان
ڪيان ياد دم دم گهڙي ڪين گهاريان

1 ڏکڙا ڏولاوا ڏنم عشق جي سفر جا، ڪم ڪين اينلم اهي ڪانڌي ڦبر جا
منهنجا هڏڙا ڦبر ۾، ڪندا پرين جون پچاران
2 سُهاڳ جي سهاڳڻ ڪيئڻ ولهي ٿي ويچاري، ڪٽيو ڪانڌڪن ڪن جن عمر جاڳي گذاري
ولهو تنهين جون لهندم سنياران
3 ڪر ياد هڪ کي ٻئي جڳ وساري، سينو صفا ڪر تون ڪڍ غير کي اتاري
پوءِ اٿي راز رب جو برهه جون بهاران
4 لڳم نينهن توسان اڄ ناڪلهه جو، لکيو چونه پاڙيان الست ازل جو
شل قبول پوندم ”رکيل“ جون تنواران

## سرپيروي ڪافي305

تل سدا يار منهنجو اچي وسندو ولهيءَ تي
ايندم پيير پائي محب منهنجي ڳليءَ تي

1 سڪ ۾ سڙان تي ڪندس هوت حيلا، نه اٿم مدد ڪنهنجي اتي ڪرم نا قبيلا
ڏس نظر سان نهاري هن نماڻي نليءَ تي

2 ڏنم عشق تنهنجي اڪڙين اوجاڳا، تنهنجي فقر جا پاتم حال ڏاڳا
تنهنجو واعدو سچو آ منهنجي گودڙي رلهي تي

3 سڏڙا ڪيان تي طرحين تنواران، لڳم درد دل ڪي تيم هانءَ قاران
اچي رهبر رساڻو هن تڪي ۽ ڍليءَ تي

4 "رکيل" ڪين ڄاڻج هُجت ڪمائي، ڪرنا وسارو ٻن پئي جدائي
اهو مالڪ دلن جو اٿي دلبر دليءَ تي

## سرپيروي ڪافي306

تل آيم پنهل لڳم ڀاڳ، اچي محب وسايو ماڳ

1 دل منهنجي کي عشق جڳايو، تڏهن ور منهنجو مون وٽ آيو
اهو سندم عشق سهاڳ

2 منجهه دروني پاتم جهاتي، نظر آيم شغل ذاتي
اتي جانب ڪارڻ جاڳ

3 حق حقيقت ڄاڻ سان ڄاتم، باطن وارو باب سڃاتم
لکيو لوح قلم ڪون لاڳ

4 "رکيل" مٿئون راز الاهي، عام ٿا ڄاڻن ڪوڙ اجائي
ڪٿيو سڪ وارن ثواب

## سرپيروي                    ڪافي307

تل    سھڻا    منھنجو    ساھ    ناسري    تو
دم نہ تيندس جانب جدا سرڪندس فدا
1    سختيون سنم سر تي، او سور آيم پي سڏا، ڪيم وڏا
2    اتم اور عجيب سان، اوسر تہ ڪيم ھي فدا، غم سدا
3    پنھل لڏو اتم پاڻ م، اودر دَر ڪري ھي گدا، ٻول تو ٻڏا
4    "رڪيل" درد فراق م، او عاشق ڏسن تا ڏجھا، ونگ تو وڏا

## سرپيروي                    ڪافي308

تل    ملي جيڏيون ڏيندم وڏايون، تنھنجون لاڻ لکين پلايون
1    اڳڻ منھنجي تي پير گھمايئي، سون ورھن جا ڏکڙا وڃايئہ
منھنجون ميٽيئي سيئي منڊايون
2    لک شڪرانا ڪيم مھڙ پرينءَ ڏي، تانگھ لڳيم سچي پاڪ پرين ڏي
تنھنجي برھہ بچايم باھيون
3    نصيب الستي قلم وھايم، وڃي شھر ميرانپور ھدايت پايم
ٻئا لاڳاپا سڀ لاھيون
4    فيض فياض فقير فقر جو، دريان "رڪيل" آ دلبر در جو
آيو پاند ٻڇي ٻگل پايون

## سرپيروي  ڪافي209

تل
وڏي عشق ڪيم دل قاران
هر رڳ رڳ سوز تنواران

1 عيش عالم جا ٻن هي گهوريان، چاڪ چڪن تا دم دم چوريان
هت ويهي ڪيئن مان وساريان

2 بهشت حورن سان منهنجو چاهي، لنون ٻاروچل ويو اٿم لائي
ٻاجهون تنهنجي ڪيئن تي گذاريان

3 درد فراق سورن ۾ سمايس، عشق اوپڙ اري منجهہ آيس
اهي هڏ هتي هتي ٻاريان

4 حب وطن جي غالب هوئي، تنهنجي راهہ نهاريان رانول روئي
تون موڙ ”رڪيل“ ڏي مُهاران

## سرپيروي  ڪافي310

تل درد اندر دانہ ڪوئي درمل داروں، يارپيارا ڪران مئين پڪاروں
تئن ٻاجهون ميڏا ڪو ئي نهين حال

1 عشق اوپڙا پاتم جهولي، سوز فراق دي ڏتڙم لولي
ڏيسان ٻانهن سيراندي، اوجي ڪرين تون وصال

2 جان جگر وچ رت ديان ويخان، محبت واليان لڳڙم ميخان
ٻيا ڪون اڪيڙي اهي چٽڻ محال

3 راتيان ڏينهان دل ڪون جڳايم، رڳ رڳ دي وچ ذڪر سمايم
نهين تہ وسارا سائين وچ تيم ڪمال

4 عشق جڻيا ڪر ڳل وچ پاتم، هر رنگ دي وچ يار سنڃاتم
شوق ”رڪيل“ داتيم بحال

## سرپيروي ڪافي311

ٿل آيم لالڻ ليڙو پائڻ ڪاڻ، منهنجي اندر سور جاڳائڻ ڪاڻ

1 درد مچايم دل ۾ دونهان، سور اچي ٿيم سر تيون سونهان
هن ڏکي جي تہ ڏکائڻ ڪاڻ

2 عشق تنهنجي جون اوکيون چاڙهيون، چاڪ فراق وجهڻ ٿا ساڙيون
مونکي محبت مچ مچائڻ ڪاڻ

3 نينهن تنهنجي جا ناز نرالا، سر تي آيم سخت ڪشالا
هتي عاشق جي آزمائڻ ڪاڻ

4 ماءُ ڏکن جي ڏني هم لولي،سور سييئي سر پاتم جهولي
هي هي "رکيل" تنهنجي جائڻ ڪاڻ

## سرپيروي ڪافي312

ٿل سمهي غفلت ساڻ گذارڻ ڇا، سک رمز وجود وسارڻ ڇا

1 اوجاڳا بہ اکين کي ڏيئي، دنيا عقبيٰ ڇڏي ڏي پيئي
ڏيئي جوش قلب کي ٺارڻ ڇا

2 سچ جو سندرو ٻڌائون ساهي، ڪيچ وينديون اهي دل سان ڪاهي
پنڌ اڳتي پوءِ نهارڻ ڇا

3 رات اکين جي ٻين ڪان روئن، جهام ڏيون بيٺيون جهڙجان جهوئن
اهڙي عاشق جو آزارڻ ڇا

4 عشق جو غلبو، "رکيل" سر آيو، درد اندر ۾ آنبہ لايو
اهو ڳجهو راز ڏيکارڻ ڇا

## سرپيروي ڪافي313

تل تنهنجا سور وڃن ٿا ساڙيون، مونکي پور پون ٿا ڏهاڙيون
1 جادو جانب لايو جوڙي، واهان سيئي ويم وڪوڙي
اندر ٻاري ڏنو اماڙيون
2 سوال فرياد ڪيان سو دانهان، نصيب ٻنان مان هرگز ناهيان
اهي روز ڪيان ٿي راڙيون
3 ڪاري چڙهدي آيم لوڏو، ترڪيم پيرُ ڪوڙيم گوڏو
ٻن شهر ڀنڀور جون ماڙيون
4 پنهل جي مون ويندس ڪاهي، روح "رڪيل" منهنجي اڳتون چا
مونسان جت ڪري ويم جاڙيون

## سرپيروي ڪافي314

تل مشڪل پوڻ ڇڪي ۾ عشق مچايو اوبر باهه ٻيڙ
1 ننگ ناموس وڃاءِ تون، اومن ۾ پورج هي مڙهه
2 مري جيءَ تان ماٽئين ترڪ ڪري ڏس هي ٽڙ
3 لذت ڇڏتون لوڪجي، وڃي عشق چاڙهي تي پوءِ چڙهه
4 "رڪيل" پتنگ ٿا پون، وڃي سوز پرينءَ جي ۾ سڙ

## سرپيروي ڪافي315

تل مٺان مونکي روڻ ۾ رلايو هي ڪيون مان هلندس ڪيئن مان ڪندس
1 اميد نه اٿم ڪو آسرو، خاڪ لڱن ڪي لائيندس
2 دونهان دردوندن جا، ڏورون پري ڪون ڏسندس
3 ڪوڙين ڪرم تنتيءَ تي، وڃي سور سڄڻ جا سهندس
4 "رڪيل" پاند ٻڇيءَ ۾ وڃي پيش پرين جي پوندس

## سرپيروي    ڪافي316

ٽل    سائين تنهنجو عجب نمونو
ڪڏهن غصي، ڪڏهن رسي، ڪليو ٿو هسي

1 ڪڏهن جنگي ڪڏهن رنگي، پنهنجو پاڻ ٿو پسي
ڪڏهن امن امان ۾، وير ڏيون ٿو وسي

2 ڪاٿي اوجان ڪاٿي فوجان، ڪاٿي بيڪس ناڪسي
ڪاٿي جنگ جدال ۾ طرف ڪيون ٿو وسي

3 ڪاٿي عابد ڪاٿي زاهد، ڪاٿي پنهنجو ڳجهه ٿو ڏسي
ڪاٿي فڪر ۽ فرمان ۾، ڏيئي ڏيڪاريو ڪسي

4 ڪاٿي مڙهيون ڪاٿي مسجد، ڪاٿي هي ”رڪيل“ ٿو رسي
هر رنگ ۾ رنگ يار جو پارس تي لوهه سان گسي

## سرپيروي    ڪافي317

ٽل    تنهنجي باطن جو چا بيان ڪيان
توکي عاشق تي معشوق چوان

1 تنهنجي هيڪڙائي جو هل ڏنم، صفات ساري ۾ پل ڏنم
جتي رمز تنهنجي سو امل ڏنم، اهي رهبر ٿيا وڃي راهه روان

2 غفور رحيم راحم تون، جبار قهار واحد تون
شوق وارن جو شاهد تون، هڪ پلپل ۾ ٿو پيش پوان

3 تنهنجي راز ڳجهي جون ڳالهيون ڳايان، ظهورو تنهنجو ڪيئن لڪايان
ٻاجهون تنهنجي ٻيو ڪونه تي پايان، هڪ دم دم ۾ تنهنجا ناز لوان

4 ساز ”رڪيل“ سامان ڪيم، رڳ رڳ ۾ آواز پيم
هو سندا هيڪار تيم، اهي سچا ٿيڙم ساز سوان

## سرپيروي    ڪافي318

ٿل ڪيچن قول ڪيا ها۔ پاڙيندا هي پارت۔ جيڏيون مونسان جت
1 اوٺن اٺ پلاڻيا، هوتن ڪئي هيءَ همت، جيڏيون مونسان جت
2 ڪاهي رسيا وڃي ڪيچ کي، سچي آهي تنهن جي صحبت
3 اديون آريءَ چام سان خاص ڪندس هي خلوت
4 اٿم اور عجيب سان، مني تن جي محبت، جيڏيون مونسان جت
”رڪيل“ سچي راهہ سان، ڏيوبهہ ڪر وحدت

## سرپيروي    ڪافي319

ٿل اجان منهنجي دل تي ڏتاري، ڇڪي ڇڏايم ور ڇل
1 طالب دنيا جا تڙيا، هٿ مليندا تنهن مهل
2 ٻتيءَ سان جيڪي ٻڌا، خوف تنهين کي خلل
3 ڏوتي ڏک سون کي، ڪيريون وجهي تي ڪرڳل
4 ”رڪيل“ عشق عجيب جو، هاڪ ٻجهي تي مڪل

## سرپيروي    ڪافي320

ٿل اڄ منهنجا روئن نيڻ نماڻا، آيم ازلي سور پراڻا
1 روز ميثاق جي قلم لکيو هو، تانگهہ لڳيم مونکي تڏهن ڇڪيو هو
اهو انگ لکيو تي سياڻا
2 ڪُنْ ڪَمَا فَيَڪُوْنُ ڪمايئي، حوا آدم کون اڳي عشق سمايئي
اتي درج ٿيا کي داڻا
3 واقف حال ثابت سارو، دلبر دل ۾ نينهن نظارو
سچ يار يقين ۾ آڻا
4 پاڻ ڇپايئي پنهنجو لڪ آ، هڪ آ هڪ آهر دم هڪ آ
توکئون ٻيو نہ ”رڪيل“ تي چاڻا

## سرپيروي        ڪافي321

تل   ڪيچن سان قول ڪيم، ايئن چيم
پرين، تنهنجو در نا ڇڏيندس

1 دستون ساقي جي مليو، شوق شراب پيم، حسن هنيم
سچو تو سان حال ونڊيندس

2 هجان شال فراق ۾، شل نہ ملان پور پيم، سڪ ڪنيم
سهٽل ڪي مان روز سڏيندس

3 خاڪ رلي وڃي خاڪ سان، متي روحي خيال ويم، ناهہ نهيم
دل دلبر سان نئين گڏيندس

4 ”رکيل“ عشق عجيب جو، الست ڏهاڙي ڀهيم، رمز رهيم
عجب اندر ۾ تہ اڏيندس

## سرپيروي        ڪافي322

تل   برو چيو بلوچن، ناڻ نہ نين، سدا منهنجو ساهہ جو سمر آ

1 نند ۾ فاذابيان، چيبيا گشان تانگ روان
بن مان وڃهان سيج سکن،ڏسان ڏکن، اهو مان تي ازلي امر آ

2 دوشي مروشي گندان، حال تئي واقف بيبيان
قول ڪيو مانسان ڪيچن، سچو سچن، نہ تہ مان تي ڏيهہ جو ڏمر آ

3 وٺي جند جانا گندان، ٿوي مني اي دلبند
ڳچ تا اندر ۾ ڳرن، مڇ تا مچن، نشو مانکي نينهن جو خمر آ

4 گشي ”رکيل“ دئي حالا، وٺي صدقہ کنئي خيالا
عشق آنبهہ اچن، روحي رچن، منهنجو منير بدر آ

## سر پيروي    ڪافي323

ٿل منا دمي واھ نئي وسيلو، ڇيا ڪنا ٽانگ روان، ٿئين در ڪفان
1 وٺي ناما نظر ڪنئي، عشق ٿئيان م "ششان، ھاخ مُشان
2 قسمت قيد نصيبان ني، نفس ڦاهي ڪذي سنڌاُن ٽرا گندان
3 بيقراري بيشمار ماـ سر صدق گهوري ڪنا اَشت بنان
4 "رڪيل" مست شراب مئي دستون ساقي جام وران، صنم سدان

## سر پيروي    ڪافي324

ٿل عشق اڇي مونسان ڪيون، نينهن جون نيون
ڳالهيون پنهنجي يار سان ڳنڍڻ جون
1 ملڻ جي اميد نہ اٿم، شل منهنجي سڪ نہ گهٽجي
عرض ڪيان ٿي ڇيون هٿڙا ڪنيون ڏانهان منهنجي حال وڻڻ جون
2 جان جيئندس تان دلبر، در نہ ڇڏيندس تنهنجو
سڏيون چوان ٿي سنيون وهم ويون نہ تہ منهنجي روح جي رنڌڻ جون
3 ويس وسڻ جا وڏا ڪکر ڪوهيارل ڪيم
پيچ پنيون بونداں پيون، اڇن ڪنيون، ڇٽيون ڏاڍي ڇوھ ڪون ڇنڊڻ جون
4 پر تون پرينءَ جو پيو، سر تہ "رڪيل" جي اڇي
حسن ويم هيئن هيون ماڻ سان ميون، ڪل نہ ڪنهن کي برھ ينڊڻ جون

## سرپيروي كافي325

تل مان جهڙي آهي ڪانہ ڏکي هن جڳ ۾ ٻکي
مانکي عشق آريءَ جي آزاريو ڙي اديون

1 حيلا ڪندس هوت سان، سڪ ۾ مران يارسڪي، هجان جهڪي
ڪيئن مانکي ور تہ وساريو ڙي اديون

2 اٿم لون لون لولي يار جي رڳ رڳ منجهہ تکي، درد ڌکي
مڇ مانکي ٻاروچل ٻاريون، ڙي اديون

3 آيا اوجاڳا اکين کي، او ننڊ وڃايم سکي، جيءَ ۾ جکي
ائين مانکي سورن سيکاريو ڙي اديون

4 "رکيل" روز ميثاق جي، انگ قلم ويم لکي، مس هي قکي
نہ تہ منهنجو ابدر اوجاريو ڙي اديون

## سرپيروي كافي326

تل ملڪ مارن جو ٿم مليرپري، ڏسان سانگن ڪي منهنجو هيانءُ ٺري

1 ڏکيا ڏولائي جا ڏينهن پيم، منهنجا مارن سان انجام هيم
افراد عمرسا ڪيئن ويم، منهنجي ساعت تن کون ڪين سري

2 سانگن پنهنجا سانگ ڪيا، پنهوار پٽن تي تن مال ڪيا
اهي وس چري سي ڪيئن ويا، اهڙي حيرت ۾ ٿو حال ڳري

3 پکا پرديسي وينا ڪيئن اڏي، ويندا ماڙيون هينٽرٿون محل ڇڏي
قلعا ڪوٽ ڪنڪ هليا لوڙ لڏي، نہ ڪوتوشو سمرساڻ ڪري

4 جٿي محبت وارا مينهن وٺا، تٿي عاشقن جا آرام ڦٽا
هن فاني جڳ ۾ اهي مرد مٺا، ويندا وحدت سان ائين گذر ڪري

5 اي مسافر جيئڙا سمجهہ سهي، ڪرياد "رکيل" اها رمز رهي
نصيب واري ويم قلم وهي، منهنجي اندر ۾ تي باهہ ٻري

## سرپيروي كافي327

ٽل سچي صوفي جي درگاهہ تي، پٽين ماريو فقير ملنگ
1 بچل شاهہ تو سيد سڏائي، درويشن کون تو پاڙ پٽائي
پوک نہ پکس سنگ
2 براهم ڏگر قاتل آندا، تيس پائر پاٽيا هاوي هيڪاندا
تيو اندو کور دلنگ
3 شهر فتحپورپيرن پاڙو، شاهہ عبدالنبي کينُ پردو اگهاڙو
اهو واسينگ هنيو تن ڏنگ
4 "شاهہ رکيل" تون صدق سچو کر، اندر اوجاري عشق اچو کر
ڏينهون ڏينهن لگو تي رنگ

## سرپيروي كافي328

ٽل وهہ وا علي جي اولاد جا، وڃايا حورن آٽي هنڌ
1 سچي بيبي سورهہ ڄايا، کربلا ۾ اوڏنهن آيا، اهي عربي جا دلبند
2 کئي کربلا ۾ شهيدن شادي، قيامت توٽي عشق آبادي، اهي روئي نماريم رند
3 شمس قمرنان تن جوثاني، صورت سهٽي کشادي پيشاني، اهي داٽا اناري ڏند
4 "رکيل" سرتي سختي سهائين حسن مير حسين جو آهين، اهي سچا سامن پنڌ

## سرپيروي          ڪافي329

ٿل هي هي راهه مسافر ماريا، اهو لکيو لوح قلم

1 ڪوفن پنهنجو قرب وڃايو، شاهزادن شاهي شان وڃايو
اهي هل ٿيا ها غم

2 امر مڃي ميدانُ ملهائن، شير بهادر شهادت پائن
ٿيو عالم ۾ ماتم

3 رضا مڃائون رب سچي جي، سيني لاتن عربي ڄام اچي جي
جاري درد لڳو دم دم

4 جانب ويو اٿم جوش جڳائي "رڪيل" زخم اندر ۾ آهي
رکج محبت واري ملم

## سرپيروي          ڪافي330

ٿل وئي مونکي ننڊ تان وڪوڙي، ساٿ سنجهي ڪٽي ويم، جڏين جاڳ ٿيم

1 ڏوبڻ سان ڏاڙو ڪري، جاڙ ڪيم جڳ ۾ جتن، هت نه هجن

2 سڄي شهر ڀنڀور ۾ ڪوڪان ڪنديس ڪنن، شال ٻڇن

3 ٻڏي سورن جو سندرو چوٽ چڙهيس وڃي لڪن ڏنم اکين

4 "رڪيل" رهندس ڪينڪي، پنهل لئم ڏسي ڏکڙن، ساڳي سر سندن

## سرپيروي ڪافي 331

تل تنهنجي صورت جو ڇا بيان ڪيان تنهنجا هر مظهر منجهہ نازنوان
1 تنهنجي تاب حسن جي باري آ، اها هل چل بازر تازي آ
ڪٿي ماتم آ ڪٿي شادي آ، توکي سارو سر سبحان چوان
2 وَنَحنُ اَقرَبُ ناهين پري، آيو ذات صفات ۾ ويس ڪري
ڏسن فڪر وارا توکي ڏيان ڏري، اهي رهبر ٿيا وڃي راهہ روان
3 ڪنهن کي لاهوت لامڪان ڏسين، اوتون هر طرحين ٿوپاڻ وسين
ڪٿي پارس ٿي خوشبوءِ گسين، توکي عاشق تي معشوق چوان
4 آيو باريرہ سر باري آ، عشق آگ اندر منجهہ ٻاري آ
”رکيل“ سڪندي عمر گذاري آ اچي سهجون ٿيڙم سور سنوان

## سرپيروي ڪافي 332

تل پنهنجو قرب اچي تو ڪمال ڪيو، سر عاشقن تي اهو حال پيو
1 پنهنجو چاڻ ڏنئي تا عاشق ڄاڻن، توکي هر مظهر ۾ سچ سنڃاڻن
لامڪان واري منزل ماڻن، تن کي ذات صفات جو ڄاڻ هيو
2 تنهنجي طلب وٺي اهڙيي ٻول ٻڌا، جن جان ڪيائون سر فدا
درد وارا نہ آهن دم جدا، تن کئون غفلت غير حجاب ويو
3 فڪر فنا منجهہ نيت ٻڌائون، بحر بقا جو عيش لڏائون
روزون روزوجن ٿا قدم وڌايون انهي چوڻ واري تي هٿن کئون
4 ناهہ ”رکيل“ تي ناهن کئون، سک ريت اها بي واهن کئون
ڪر پاسو تن گمراهن کئون، تو باري وارو بار کنيو

## سريراڳ وائي 333 ڪافي

ٿل عاشق وڃن ٿا پري، قدم پري، لڪ ته لنگهي پار پيا

1 واٽ اٽائي اڏيون پنڌ جبل جوالا، اوڃي آهه ڪيڏان اندر ٻري، ڏونگر ڏري
سوڙهه تنگي واٽ ويا

2 پنڌ اوجهڙ جو ڇڏي واٽ سماءِ جي هلن، او ذات ڏسن ذري ذري دم نه سري
لڳن رمز رنگي امر ڪيا

3 عشق ماهي جو اڏيون آهه اٽانگو الا، او قلم لکيم ڪيئن ٽري، وٺي نه وري
دل عشق ونگي شرم حيا

4 سر ته "رڪيل" جي اڏيون باه بره جي الا، او ڏنم اهو ڏيان ڏري، سور ٻري
ڏج نه سنگن مرد ميا

## سريراڳ وائي 334 ڪافي

ٿل ڏکڙا ڏسيو ٿي ڏکي- پيم پکي، ٿيو منهنجو پنڌ تان سجايو

1 ڏکيون چاڙهيون ڏونگر لهي، لکن ۾ لٽم، درد اندر ۾ ڏکي مڇ آمونکي
اڏيون مان ته ڪجهه نه ڪمايو

2 ٻول ٻاروچل سان ٻڌم، روز ازل جي الا
تانگهه لڳيم پئي ڇڪي، ساهه تو سڪي
پرين مان ته پاڻ ۾ پڇايو

3 ٻڌي سنڌرو سڄ جو، لٽم پنهل پاڻ ۾
لون لون پئي ٿي لڇي، ڪنهن سان نه ڪڇي
سدا منهنجي دل ۾ سمايو

4 روز "رڪيل" کي شوق جڳايو
جيڙرو پيو، تو جکي سور نه سکئي
عشق مان کي مچ تان مچايو

## سرپيروي کافي335

تل عجب ڏنم اسرار، دستون چڙي دي باز کميندا
کتي وسدا بارون بار ارم دا باغ نهيندا
1 عشق دا تماشا عاشق ڄاڻن، هوون فنا وچ بقا وچ ماڻن
نهين کوئي انت شمار، سر تي آپ سهيندا
2 عشق اناالحق آپ کهائي، سوري اُتي منصور چڑهائي
مستي کيف خمار، جوئي چڑهيا ٻيا کوڻ لهيندا
3 موسيٰ تي فرعون لڑائي، نيل بحر وچ کيوين چاڑائي
کهڑا رکڻ اعتبار، آپ نهيندا آپ ڏهيندا
4 يوسف کون وچ کوهي پائي، عشق زليخان ملھ چکائي
بردا وچ بازار، کهڙي قلم وهيندا
5 عشق دا "رکيل" تون ڏيک نظارا ول نہ تہ اوسين کرگهن وارا
محبت منصب دار، سڻا ساجن سچ پيا سهيندا

## سرپيروي کافي336

تل چٽ ڳيا تير کمان لڳڙم تيز جگر وچ
1 بانکي نين بچيندا بحري ابرو سيف تي مجگان قهري
رخ دا اعليٰ شان، جيوين شاهي شمس قمروچ
2 زخم جگر دا ملم نہ کائي، دم دم سور ڏيون نہ ساهي
باري هي ضَعفُ تمام، مئخانا جوش لهر وچ
3 چتکي تير الغرضي، عاشق کڑدي هک وال نہ مڑدي
کيتم سر نيشان، جڏان آيم نينهن نظر وچ
4 عشق "رکيل" اي مريندا نعرا، آيا سبحان هيا سر سارا
تيڙم مست مدام رنگپور بحر شهر وچ

## ڪافي 337
### سرپيروي

تل تيڏي عشق ڪتيم بدنام، هوش عقل ديان ڳالهين سب ڳئيان
1 هڏ پئي ٻلدي مين ڏيسان لولي، عشق اويڙا پاتم جهولي
صدقي سر سامان، پڪي ازل دي تيڏي ول پئيان
2 قلم نہ ڪاغذ ٿڪ نہ لکيجي، ٻاجهون تيڏي ٻيا ڪجه نہ ڏکيجي
حد نہ ڪا درد بيان، هوش ڪنون مدهوش مين ٿئيان
3 ڪياوت هوسان ڪياوت وت ٿيسان، ٻاجهون تيڏي ڪيوين مين جيسان
ڪياوت هوسم شان، مک موڙان تي مين لوڪون لئيان
4 آپ مين ڄاڻا لوڪ بيگانا، حال "رڪيل" دا مست ديوانا
لڌڙم ملڪ مڪان، سهج ڪرينديان سينگيان سئيان

## ڪافي 338
### سرپيروي

تل هت ملينڊي ٿئي آن حيران، ڏٺڙم ووڪوڙ زمانا
1 ڪوڙ ڪرور تي وٽج وهايم، اپٽي ڏڪڙي روان پئي ڪجه نہ پايم
گذر ڳيا گذران، ڪيها تيسم وو عذر بهانا
2 خاڪي بوتا هي ڪوڙ تڪاڻا، ڪجه نہ ڪيتم مين آپ سڃاڻا
اوين اولا شڪ گمان، تڏان تيس وو راه روانا
3 آيم بار غمان داسرتي رووان، چڪڙ پيري پلئو مين ڪيوين ڏووان
او کهڙا بي ماني دا مان، سنم نان سرتي وو تيڏا طعني
4 تير جگر وچ لڳڙم جاري، لادوا ڦت ڏک تيا باري
او تيڏي نينهن ڪيتم نادان يار "رڪيل" داشوق شهانا

## سرپيروي ڪافي339

تل مالڪ الملڪ مڪان- عاشقين ٻاجهون ٻيا ڪونہ سڃاڻي
1 هستي خودي عقل ڳيوسي، وحدت وجودي پلئي پيوسي
محبت مست مدام، آيا سانول دي ٽڪاڻي
2 حق حسن لامڪان تي آيا، هر صورت وچ آپ سمايا
اسرار عجب انسان، ظاهر باطن آپ تہ ڄاڻي
3 شوق ماهي دي ڪيتم يگانا، مدهوش مست ٿيم ديوانا
حيرت وچ حيران، پاڪ ٿئي اهي پلو پراڻي
4 موج "رڪيل" تي اوهين وچ آوين، سي سي غوطي لڪ لڪ کاوين
اهو عاشقين دا اعليٰ شان منصوري دا منصب ماڻي

## سرپيروي ڪافي340

تل عشق دانہ انت بيان اوڪي عمر نيايم
نہ ڪوئي جاءِ مڪان، سڪ دي سڌ نہ پايم
1 وچ فنا دي آپ سڃاڻي، دوستي اتي اعتبار نہ آڻي
اهو چوڙين شڪ گمان، ڪوئي دلاسا تي ولدي نہ آيم
2 ڏکدي جکدي جوش جليسان، داغ پنهل دا قبرتائين نيسان
انهي حيرت وچ حيران، جان ڪدن دي تلخي چکايم
3 وچ دروني پاتم جهاتي، مين تہ مني دانہ ڪو سنگت ساڻي
لوڪين وچ بدنام، خواري چا خلق هلايم
4 مرجان "رڪيل" تي اهانت هووي، غير اندر دادل ڪون ڏووي
لڳڙم جان جگر وچ ڪان ساقي چا سرڪ پلايم

## ڪافي341
## سرپيروي

ٿل وسري دم نہ تيوي هڪڙا يار جدا
دلڙي درد ڪيتم چا فراق فدا

1 هار سينگار ڪران مين ويس نوان دلبر دي دراتي شل قبول پوان
سڪ سوز ڪيتم جگ وچ سمج سوان ڏکدي ڏونهين تہ جهان ڪتم چا فرض ادا

2 جي ثواب چڱا تہ قران پڙهان، جي مين ذات ڏيکان اسم وچ قلب دي ڪڙهان
جي مين عاشق هووان وچ سوز دي سڙان، جيوين پتنگ شمع تي قربان فدا

3 رات ڏينهان هڪدي تانگهہ لڳم، تت ڳيا دام دئي دا تي حجاب ڀڳم
دل وچ درد پرين داشاهي طبل وڳم، وحدت دي نال وصال تيڙم شوق سدا

4 جتان عشق نهين سو حيوان هووي، تنهن ڪون ذات صفات دي ڪيهي ڪل پووي
سڌ سالڪ دي سوئي سالڪ لهي اها ”رڪيل“ مشڪل ڪرڻ گدا

## ڪافي342
## سرپيروي

ٿل ڪنهن لذت اُتي اعتبار نهين، سڪ صبر قرار آرام نهين

1 لڌم خواب ڏٺم دل جاني، رخ ماهتاب شڪل شهاني
بن يوسف آيا ڪنعاني، تعبير ڪران اختيار نهين

2 هر دوجهان ڪنون هٿ ڌووان، تتي ڪرم ڀيني رت رووان
ملي يار تہ مين خوش هووان، ڪرڻ سيتي گفتار نهين

3 هر صورت وچ سبحان آيا ايس طٰه ذي شان آيا
مقتول رسول امام آيا هڪ دوست بنان ديدار نهين

4 واهہ مجلس تي مئخانا شل پوي قبول دوگانا
هي تہ لوڪ سارا بيگانا، اها برهہ بنان بازار نهين
ڪوئي ملت ”رڪيل“ دي آوي، مئي دل نون ذڪر جيواوي
اهو طالب نہ غم ڪاوي، ڪرڻ ڪوڙا اصل اقرار نهين

## سرپيروي        ڪافي343

تل رخ ماهي دا مهتاب ڏٺم، جلوا حسن صورت اقتاب ڏٺم

1 مجگان تير تفنگ ابروسيف تکي، بيني لعل لبان عجب ڏند چٽي
وهه وا زيب زنخ دل دا ملڪ لٽي، جيوين پتنگ شمع تي شتاب ڏٺم

2 سرتي چيلا پيلا گيڙو ويس سونهين، پاون ڪجل صنم دي نين ڏونهين
دکن درد ونديان دي روز دونهين، ڪالي نانگ زلف بي حجاب ڏٺم

3 صفت ثنا ڪيا بيان ڪران، جامان رنگ پريا ڏيک لباس ڏران
قيصر پاند پني ڏني آپ نران لڳم نينهن صنم تي نقاب ڏٺم

4 نہ ڪو منڪر تي نڪير ڏٺم نہ ڪوئي سوال جواب ڪبير صغير ڏٺم
هڪ ميرانپور وچ مرد فقير ڏٺم، رهبر راز "رکيل" دا اوئي باب ڏٺم

## سرپيروي        ڪافي344

تل تنهنجا زلف ڪاريهر، ينا منجهہ حوض ڪوثر
عشق ڏيکاريا مونکي، جيئن لعل جواهر

1 وروڏائون ڪري پيچ جائي، منهنجي دل کي لٽيائون خبر نہ پيم ڪائي
اوچتي اڙي وجي توسان زوري زابر

2 ابرو پرين تنهنجا سيف سقيلا، مجگان اکيون مارن مانکي تيرا ڪيلا
مان سيني م جهليندس منهنجا ازلي انور

3 رخ نوراني تنهنجي پاڪ پيشاني، شمس قمر تنهنجو ناهي مٽ ثاني
سهڻو سي ڪان چوان ائين چئي ڏل منهنجي دلبر

4 ڪُنو "رکيل" کي اڏي تي آئي، پاتو برقعو بشري متان کو سنڃاڻي
مان وڃائي وري ڪيئن ڪيان مان، منهنجا ڀڳڙ ڀيهر

## سرپيروي   ڪافي345

ٽل   وڃهي ڦير زلف جي نيشان ڪيئي، پنهنجي محبت ۾ مستان ڪيئي
1   سختي بار سهائين ٿو، سر عاشقن جو آزمائين ٿو
پنهنجا منڪر پاڻ بچائين ٿو، اهي حاسد سڀ حيران ڪيئي
2   حال فقر جو واحد تون، هر دوجهان ۾ شاهد تون
خاص دلن جو صاحب تون، پنهنجو برهه بچائي بدنام ڪيئي
3   ڪشف ڪرامت عقلي معنيٰ عشق بنان ٻيا ڪوڙ بهانا
تنهنجا اهل القبور ۾ خلوت خانا، اتي باغيچو بوستان ڪيئي
4   توريت انجيل زبور لٿو، احمد تي فرقان سچو
تنهنجي بحر عميق جو انت نه ڪو، اهڙو احمد سان احسان ڪيئي
5   سمجهه "رکيل" سر ثابت سارو، اناالحق جوهڻ تون نعرو
يار ڏنو ٿي وحدت وارو، پنهنجي دفتر جو ديوان ڪيئي

## سرپيروي   ڪافي346

ٽل   بيرنگ آيا ته بحال، هر رنگ دي وچ ڏٺم نظارا
1   فاينما تولوا فثم وجه الله، حسن تيڏي ذاجت ڪٿ جلوا
ڪشف قلوب ڪمال، هر صورت وچ سر هي سارا
2   باغ ارم وچ پاتم جهاتي، مدهوش ٿيم سر صفاتي
ڪهه ڪهه ڏٺم ديوال، عقل ٿيا وچ اٽان ويچارا
3   غير حجاب وجود وڃايم، جان جسم وچ جهاتي پايم
وحدت عين وصال، نيڻهن مريندا هر دم نعارا
4   جن انسان مطيع ملائڪ سڄ، تون صاحب خلق دا خالق
اهو عشق ڏٺم احوال، مشڪل سمجهن هي پسڻ پسارا
5   عشق "رکيل" ڪون اعليٰ شاني، منع ڪريندي ملان ملواني
ٻي سڀ تال پخال، رهبر باجهون هي اصل اندارا

## سرپيروي      ڪافي347

تل ٽٽ ڳيا غير گمان، اهو الستي مطلوب مليوسي
عشق دانام نيشان، تڏاهين بخت ڪليوسي
1 ظاهر باطن يار يگانا، گوشي ٻه سنجاتم خلوت خانا
نہ ڪوئي بات بيان، حق دا هوڪا هليوسي
2 جڏان سهڻل چا رمز رلائي، رات ڏينهان نيٽين ننڊ نہ ڪائي
ڪيتم ڪاوڻ پيوڻ حرام، اپڻا آپ پليوسي
3 ڪر مطالع دل وچ ڳوليم، رک صفائي سچ اهو ٻوليم
شوق دا اعليٰ شان، وچ ذاتي نال رليوسي
4 اسرار اهو "رڪيل" ڪر نہ ظاهر، وچ مستي دي ٿيوين ماهر
آيا ازلي نينهن مدام، سر تي آڻ جهليوسي

## سرپيروي      ڪافي348

تل پير يمغان دي نال محبت محو ٿيوسي
ٿيڙم عشق دلال مستي حال پيوسي
1 حد لاحد دا حال سڃاتم، بيخود هويم تي خرقا پاتم
خاص تيم هڪ خيال، باطن حق داراز رليوسي
2 طالب تي مطلوب بنيوسي عاشق خود معشوق رليوسي
وحدت عين وصال، حسن حقيقي فيض جهليو سي
3 فنافي الشيخ تي رمز درازي، وجود وڃا وڃ ڏک شبخيزي
ٽٽ ڳيا ڪوڙ جنجال، غير ڪنون لنگهہ پار پيوسي
4 ڪيئي پئي چتدي ڪيئي پئي مسدي، انهي اڏي تي سوين پئي ڪسدي
سچ هي "رڪيل" دا حال، مُوتُو مرتي جيئوسي

## سرپيروي                    ڪافي349

تل جيءَ ۾ جهليندس ڪنهن سان نہ سليندس
اٿم سجڻ منهنجو اديون اوجار
1 عرب عجم ۾ تنهنجو ظهورو ذاتي، پوش پهري آيو ذات صفاتي
احد احمد هڪ آ رحيم غفار
2 نينهن پرين سان مان نئون ڪري لاتو، هر صورت ۾ مان سهٽل سڃاتو
دل جو دلبر اهو هڪ اٿم يار
3 عجب عجائب جون ڳالهيون، نيڻ ڪنيون مان ڏسان ٿي پاليون
ڳجهہ سارو تنهنجو عجب اسرار
4 سر"رڪيل" توکي ڪنهن سمجهايو، اڳڻ منهنجي تي اچي پرين پير پايو
الست ازل کو اٿم عبدالستار

## سرپيروي                    ڪافي350

تل حال جو واقف هڪ اٿم جانب جاني، ٻيو ڪونہ ڏسان ٿي ڪو سوڻ پائي
ڪنهن سان ڪيان پنهنجو مان بات بيان
1 پاند ڳچي ۾ اٿم ڳل منجهہ ڳاري، ڏاڍي ڏکن سان مان عمر گذاري
تيم صفائي پڳم شڪ گمان
2 ورتہ سڃاتم هڪ ٻاروچل، نہ اٿم وسارو اٿم روح جو رانول
لوچي لڌو اٿم لاهوت لامڪان
3 عشق اندر ۾ اٿم اوراتو، رنج محنت ٻاجهون ڪنهن نہ سڃاتو
مشڪل بار برهہ جو اٿم اعليٰ شان
4 ڏنم دروني ۾ جهاتي پائي، ڪير"رڪيل" توکي چوي ٿو چوائي
اهو سر آ ساڃي هوت حقان

## سريپروي كافي351

ٽل اج تہ پنھل ڏنھون آيم سنيھو، لڳم ڀھاري راحت ريھو
صدق ٿيان مان وارون وار

1 ڪين سلينڌس مان تنھنجون ڳالھيون
مان سانپيان اندر ۾ تنھنجي نينھن جون نراليون
ڪرنہ جدائي مان سانءِ ھڪڙو دم ناڌار

2 اڱڻ منھنجي تي ھج تون هميشان
ٺرن اکيون منھنجون تنھنجي قدمن سان
خاڪ مليندس مان سدائين پئيزار

3 نينھن نياھڻ مشڪل ناتو،
ڏکن سورن سان مان يار سڃاتو
رڳ رڳ ۾ اٿم تنھنجي گفتار

4 مني محبت تنھنجي دل کي جڳايان،
ھڪ ڀاروچل ڀيو، نٿي پايان
آيو تہ "رڪيل" تي ڪري طومار

## سريپروي كافي352

ٽل تڏھن ازل جو اڄ ناڪلھ چو
يار پنھنجي کي مان ڪين ڇڏيندس

1 سنم سرتي اھي ڏکن جون تاديون، مرجان ڪن مان نسان مرد ۽ ماديون
صدقي سچڻ تون ھي سچو ساٿ لڏيندس

2 درد بنا ڀيا ڏاڍا ڪيھا ڏاريان، دم دم سان مان توکي تي سنياريان
ھي جسم اسم سان. گڏ تہ گڏيندس

3 آدم حوا کون عشق اڳي ھو، تڏھن سڃاتم يار جو سنيھو
تن جون تنواران اھي، سچي سڪ سان،سڏيندس

4 ھت ھتي اٿم دل جو جاني، شوق "رڪيل" کي اٿم مدامي
سچو تہ ارادو اھو آٿي عشق سان ڏيندس

## ڪافي 353 سرپيرُوي

تل ڪيون اچي گهور، اهي ڪنيو مانڊي سور
پلڪ پلڪ پرين جا پون تا پور، عشق آڻي ٻڌا هاڻي هيئن پور

1 ماريس فراق، پون تا چاڪ ائين سهن عشاق، اهڙا ڪر نہ ڪلور

2 جيئن پئي جلان، ڪنهن سان نہ سليان، خاڪ مليان، تنهنجي ذوق ۾ ضرور

3 سڪ جا مامان، ڪيان ڇا بيان اهي نينهن جا نشان منهنجا انور نور

4 ساري هي صفات، هي تنهنجي ذات "رڪيل" وئي ظلمات، ڏنم ظاهر ظهور

## ڪافي 354 سرپيرُوي

تل تنهنجي عشق سجڻ وجود ويران ڪيم، دل ۾ حول سدائين خفقان ٿيم

1 ڳجهو مرض لڳم ڪهڙا طبيب پڇان، اندر ۾ چاڪ چڪن ٻي ڪنهن سان ڪين ڪڇان
اهڙي ڪالون تہ لڳم لون لون ۾ لڇان هميشہ، حيرت ۾ اهڙي حول هيم

2 ديوانو مست هجان مرجان لوڪ ڏسي، وهوا وحدت ۾ پرين تو پاڻ پسي
ٻي ڪي ڪجهہ چوان متان يار رُسي ڳجهي، رمز لڳم تڏهن هي حال ڇيم

3 الست ڏهاڙي ويم قلم وهي، توسان نينهن لڳم سچ ڪيم سهي
جيڪا گذري وئي اها ڪهي سارهي منهنجي پکي پلئہ اچي عشق پيم

4 توکي طالب چوان مطلوب چوان، توکي عاشق چوان معشوق چوان
توکي ظاهر چوان باطن چوان برهہ جو بار "رڪيل" ڇمي سرتي ڪنيم

## سرپيروي كافي355

تل آزاريل عشق عجيب جي مان جهڙپ آ ڪان ڏکي
1 تسي آهيان توڙکون مان تند دلبر جي درد دکي
2 سک آئون سمهڻ چا لڳي، ڪيڙم مان ننڊ سکي
3 کندم ميلاپو مون سان پرين، باري هان برھ بکي
4 ”رکيل“ ٻاجهون يار جي، آهيان مان روز رکي

## سرپيروي كافي356

تل مان تہ مٺي سان ڪيم پرين پچاٽيون
عشق آريءَ جي وڌم اندر منجھ گھور
1 درد دکايم دل منجھ دونهان سور تتئيءُ کي اچي ٿيم سونهان
چکن چاتي کي پيچي ڪيم پور
2 هيئن نٿي چاٽان ڪنلم ميلاپو، نيهن لڳم توسان نئون منهنجو ناتو
لڳي اٿم لوري اندر ۾ عشق ٽکور
3 شل ٿيندلم ڏينهن سدورو اچي تہ ڪنلم مان سان پرين لکن جو تورو
اڱڻ ايندو منهنجي اچي تلندم تور
4 ڪيئن تہ ”رکيل“ ويٺي تي ڪانگ اڏايان
سک ڪنڊم ساڙي ڏکي دل کي ڏکايان
پاڻ پچايان پنهنجو جيئن چنڊ تي چڪور

## سرپیروي کافي357

تل داغ جدائي دالڳم سيني وچ جاري
فرياد ڪريندي او داهان ڪريندي ميڏي دلڙي آزاري

1 ايمان عقل سڀ هوش ڳيوسي، عشق ماهي داپلئي پيوسي
باهہ برهہ دي لڳيم بيحد بي قراري

2 انگ ازل دا اها مس ڪيوين ميسان وچ نال پنهل دي شل مين جيسان
ڪيچ وڃڻ دي ڪيتم تياري

3 ناز غماز دل ڪون سوز سڙيندا، جان جسم سارا قلب ڪڙهيندا
نينهن لڳم تيڏا بي اختياري

4 ڪاري چڙهندي آيم موڙا ہن تہ جدائي داپيم وڇوڙا
"رڪيل" سڪندي ساري عمر گذاري

## سرپیروي کافي358

تل ڪوئي ناڪيتئي انجام، واعدا اڄ ناڪلهدا
مين منڙي آن حيران ميڏا ماهي ڪڏان وت ولدا

1 چوڙ ڳياتي پيم وڇوڙا، پنڌ پٽردا تيڙم ڏوڙا
ساٿ نہ ڪوئي سامان اوڪا پنڌ جبل دا

2 سندرا ہڏمين تيسان راهي، اڳون منڪر نڪير تي ڏيسم گواهي
ڪيا آندو حڪم حڪان ڪڏان ماهي ميڏي نال ملدا

3 اڱڻ ميڏي تي شل قدم گهميسين، ويسن ڏکڙي تي حال ونديسين
تيڏي عشق ڪيتم بدنام، چوڙيم ڪم عقلدا

4 لوڪ ڪريسن بسڏڙئي ريسان، ور سهاڳ سدا شل سڏيان
ڪيتم نيٹين ننڊ حرام، جگر جوش نہ جهلدا

5 پيچ "رڪيل" تہ گهتئي جڙجائي، هڪ نال هڪ نهين ڪا جدائي
خطري تت ڳئي خام لڳڙم نينهن ازل دا

## سرپيروي كافي 359

ٿل توڙي چکن پيا چاڪ، محب مني جو در نہ ڇڏيندس

1 ڳڻ تنهنجا مان ويٺي تي ڳايان، لڪ پلايون پنهل جون پايان
تنهنجي حسن جي هاڪ توکون سوا ٻيو ڪنهن سان نہ سلينديس

2 سور ٻرا ٽڪ سک ٿي ساريان، راضي رضا تي شڪر گذريان
عشق منهنجي آ خوراڪ، پنهنجي اندر ۾ آٽي تہ اڏيندس

3 شل نہ سڪ کون مان ٿيندس واندي ڏيندس پنهل کي ٻانهن سيرانڊي
منيس تنهنجي فراق دل پرين سان نيئي تہ ڳنڍيندس

4 ڳڻ "رڪيل" جي ڳچي منجھ ڳانا آيم سرتي شغل شهانا
هادي مُنهنجو حق پاڪ حال پنهنجو مان تهن سان نہ ويڇيندس

## سرپيروي كافي 360

ٿل ڪنهن سان ڪيان مان صحبت صلاحان، دل آزاريل درد جون دانهان
سڪ تنهنجي ۾ گذاريم سال

1 اصل ملامت تنهنجو عشق مياري، لوڪ جا طعنہ گلا خلق جي خواري
سنم سيئي سرتي پايان تي پلايون پال

2 جڳ سڄي ۾ سڏجان ڏهاڳڻ، ور پنهنجي سان سچي هان سهاڳڻ
نام تنهنجي آهيان ننگي ننگ پال

3 باجهون تنهنجي ٻيو ڪنهن کي ٻڌايان، الست ڏهاڙي لڌم لاوان
در نہ ڇڏيندس ما ن تنهنجو شال

4 چئو تہ "رڪيل" سچ سانگو لاهي بهشت دوزخ سان منهنجو چاهي
طلب تنهنجي ۾ آهيان هڪڙي خيال

## سرپيروي ڪافي361

ٿل عشق پرين جي ڏنم اوجاڳا، ڪيئن ته وهايم اهي سور سياڳا
پون پنهل جا مانکي پلپل پور

1 سڪ ته سڄڻ جي وتم سينو ساڙي، ٻڌايان ڪنهن کي اندر اگهاڙي
ماٺ ڪيون ته مُجهان ٿي تنهنجون ٻڌي ڳالهيون مذڪور

2 لڪ پلايون تنهنجون ٿي پايان، روز ويٺي مان ڪانگ اڏايان
اڱڻ ايندو منهنجي گهوٽ ڪري گهور

3 شوق اندر ۾ شور مچايو، جنهن سر آيو ڪنهن نه لڪايو
روز ڪري ٿي زوري تنهنجي ذات ظهور

4 باه برهه جي تيز تکي آ، آئي ته "رڪيل" تي هڪڙي جهٽ نه جهڪي آ
نينهن لڳم توسان منهنجا اعليٰ نور

## سرپيروي ڪافي362

ٿل سنجهي پئي ساٿ لڏيائون، مونکي ڇاڪون ڇڏيائون
نه ته مان ڪيچ وڃان ها هت آ تتي کي ميار

1 اڳ نه پنهل کون پنڌ پڇاهم جائي، لڪ ته جبل جا ڏکي وات اٽائي
سڪ ته اندر ۾ آٿي ٻڌا طومار

2 اڳيون شينهن چيتا باندريولا، ڪن ٿا ريڇ راڙيون ٻگهڙ ٽولا
ڏکي ته ڏونگر جا ٻجهن پري پنهوار

3 لڳم جان ڪدن جي ڪنهن کي سهايان، حج حجاوت ڪنهن سان اميد نه پايان
پنهل ٻاجهون ڪير لهندم سنيار

4 ڪين ڪمايم جاڳي سنجاڻي سمر نه توشو اڳتون ان نه پاڻي
سڪ ته سمر تيم تنهنجي مٺي گفتار

5 حال رڪيل جو دلبر توسان ڳجهه جون ڳالهيون ٻي نه ڪهينسان
دم نه هُجان شل توکئون هڪڙو وار

## سرپيروي كافي363

ٿل ذات بلوچن ڏيرن ڏکايو ڏيئي کيف تتيءَ کي کنهن نہ جڳايو
پنهل وٺي ويا مان کي کري ويران
1 ڏيرن جتن مونسان ڪئي تہ پلاٿي آيم پنڌ ڏکن جانت هم عمراجائي
سک تہ اندر ۾ آئي ٻڏاسامان
2 گهوريان پنيور کي هيکل ويندس
نہ کو سنگت ساٿي کنهن کي نہ چوندس
شرک نہ پايان نکو شک گمان
3 پنڌ جبل جان چيرجون چاتان، رات انداري کن ٽيون اماڙيون لاٿان
گهور پنهل تون هي سر قربان
4 روهہ رلايو عشق مجازي، هلڻ حقيقت سرجي بازي
سالک سهي کر اها بابت بيان
5 عشق "رکيل" کي ويم وکوڙي دام دئي جو ڇڏيائين توڙي
لاحد وارو وچي ڏنم مکان

## سرپيروي كافي364

ٿل کاکيون کيچ ڏٺن ڏي، هوتن ڏي کا هلندي
1 ڏاڍو پنڌ ڏکن جو سور نہ کنهن سان سلندي
2 آڙهہ ٻاري عشق جو کا جوش تنهن سان جلندي
3 سرتيون ذات صفات ۾ کار نہ کنهن سان رلندي
4 "رکيل" مست شراب مئي جنهن پيتو سا پلندي

## سرپيروي      ڪافي365

تل   اٿي جاڳ تہ جانب سان ملين سورن جو تي سمھڻ يار
1   ھيءَ عمر افراد ويئي ڪرتون ياد جمڻ يار
2   بناچي عشق عجيب جي ہيو ڪوڙ تي ڪائڻ گھمڻ يار
3   لنگھندين پھرين پور سان جي ھوندءِ ساڻ پتڻ يار
4   ”رڪيل“ سڪندين سال ٿيا، ڏيندءِ پاند پنھڻ يار

## سرپيروي      ڪافي366

تل   ڪنھن سان نہ سليندس، پنھنجو پاڻ ڪي پليندس
ناز پرين جا نت تہ ڏھاڙيون
1   جيڪا ڪلھہ سان گذري اھا اڄ ڳالھہ ناھين
يار سان سچو تي ڪوڙا ناھہ چوٿو ناھين
2   شوق حقيقي رڪ تون اھي چڙھي چاڙھيون
اھي نينھن جون نراليون تنھنجي ڳجھہ جون ڳالھيون
مان سايبان اندر ۾ شل ٻڌن نہ سياليون
ور سھاڳڻ ٿيندينءِ، تنھنجون محل پوءِ ماڙيون
3   جيڪا متي تي گذري سچي عشق ڏانھن جاڃ
امر لکيو ھو پنھنجي يقين ۾ آڃ
4   پناھہ پرين جي ڏڪيندو اگھاڙيون
سر تہ ”رڪيل“ جي آيو امالڪ عشق حقيقي ڪري جلوو لاتڪ
قول سچو اھو ويندس، پرين سان پاڙيون

## سرپيروي    ڪافي 367

ٽل پينهنجي شهر پنهور ۾، ڪيچ ڏٺي اڄ آيو
1 سدا چي آيم سهڻو مونکي جانب جڳايو
2 ٻڌم ٻول ٻروچ سان رڳ رڳ ۾ سامايو
3 لوچي لڌم تہ لڙاٽ ۾ سوز ڪيم سعيو
4 اڳڻ شال "رڪيل" جي پرين پير اچي پايو

## سرپيروي    ڪافي 368

ٽل ادين منهنجو سنگ سو پرين سان، ڪالهہ وڃي چي ڪيائون
1 گهوران گهوريندس سئو ڦيري سهڻل تون روز ازل جي اتاهون
2 ڪڏهن چہ ملندين مٺل وتم وڇوڙي وڏي، ٻُڏي ورندي نہ ڇيائون
3 خون جگر جو پيتم سڪ وڏو اٿم ساڙي تير اندر ۾ هينائون
4 روز "رڪيل" جي ننڊ نہ نيڻن ڪي ماڻ انهي سان ميائون

## سرپيروي    ڪافي 369

ٽل پينهنجي شهر پنهور ۾ مان هتي نا رهنديس
1 انگ لکيم تہ ازل جو ڪيچ وڃي ٺهنديس
2 ٻولي ڦولي يار ڪي، لڪ تہ لنگهي وڃي لهنديس
3 حال تہ منهنجو هوت سان ڪجهہ نہ ڪنهن کي چونديس
4 "رڪيل" راز پنهل جو ٻجهہ ۾ پئي سهنديس

## سرپيروي كافي370

تل ڪاڏهن قلم لکيو هيم، اصل ازل جو انگ وويار
1 مني پئي وڃي مامري اٿم زور اور جو زنگ وويار
2 وکوڙي ويم وجود کي عشق چڪايم ڏنگ وو يار
3 لڳم ڇه پاڙ ٻروچ جو وجهي ويو وحدت ونگ وو يار
4 "رکيل" پنهنجو راز تي روز ڏهاڙيون رنگ وو يار

## سرپيروي كافي371

تل منهنجي ڪرمن ۾ ڪين لکيو هيم ورسان ڪيڙم وس وويار
1 ستيس ڇه غفلت غير ۾ ڏيئي ويم سور سرس وو يار
2 ڏير ڇڏي ويم ٺڪ ۾ اديون ڇه هُين ڪو عڪس وو يار
3 اديون ڇئي آريءَ ڄام جو ڏور ٻُڌان تي ڏس وو يار
4 ڪکر ڪوهيارا ڪري اچي تہ رُلي تي رس وو يار
5 "رکيل" ڇئي رهبر راهہ ۾ شل پونديءَ ٻاجهہ ترس وويار

## سرپيروي كافي372

تل رکي رمز فتح پور رايو اچي ويڙهي يار سمايو
1 نصيب وارا ڏسي عيد ڪندا ويساهہ سچو پوءِ خريد ڪندا
تن تون دوزخ عشق اُجهايو
2 ناقص هنڌ تي ڪيئي ظهورو، تيليءَ مٿون جوڙيئي ٺنيو پورو
هٿون بار برهہ جو آيو
3 فيض وارن ڪون فائدو ڏسجي ڪري دل سچي پوءِ پارس پسجي
ٻڌو نيعت تان قُل پايو
4 شهر ميران پور جا نار آيا، هت شهد شڪر جا بار آيا
تو تہ "رکيل" سان رنگ لايو

## سرپيروي كافي373

تل آيم عشق عجب سامان ڪٽي، ڏک درد فراق جي هام هٽي

1 رگ رگ ۾ اهڙو جوش جڳايو، باهہ برهہ جي پڙڪو لايو

ڪمر ٻڌي ڪيم سورن سعيو اچي باب منهنجي اها بات ٻٽي

2 هڏ ماس منهنجو ڳجهي ڳتي ڳاريو، زيب زينت هي مان عقل وساريو

يار ڪڏهن اچي ڏيندم وارو تڏهن ٿيندم پورو اتم اٽي

3 دک لڳم ڪيان درد جون دانهان، پون قبول شل اتي الاهان

عشق وڪوڙيم ٻيون سڀ واهان، پورو هيڪل ويندس هڪ ڄٽي

4 حال "رکيل" جو هرگز هي ٿي، ڪونہ ٿيندم ڪو سنگت ساٿي

منجهہ دروني پاتم جهاتي نہ اتم اجهو ٻيو ڪونہ ڏٺي

## سرپيروي كافي374

تل آيم عشق اديون هو هٿيار ڪٽي، وهوا وڏا تکڙا جا منهنجي باب ٻٽي

1 ٻڙچيون ڪات تکا عاشق روز ڪسن، سختيون سور سندن پرين جا نازپسن

لنگهائي لڪ تہ لڪندم نئين توڙتسن، ڪولي ڏس تون اکيون عشق جي اتم اٽي

2 هجان تہ هميشه هڪڙو دم نہ پري دلبر ٻاجهون اديون منهنجو ساهہ نہ سري

ورکي ڪيئن وساريان توڙي ڪو قتل ڪري، اچي ضيب منهنجي اها ڳالهہ ڳٽي

3 آڙاهہ سيني ۾ برهہ جو روز اسان، اندر ۾ چاڪ چڪن ڪنهن کي آهہ ڏسان

ننڊ نيڻن کون هي آرام ڪسان، تنهنجي سک ۾ سڙان وئي اتم واهہ وٽي

4 تنهنجي لاحد جو چا بيان ڪيان، توکي عرش زمين آسمان چوان

توکي عشق چوان عين عيان چوان، سارو سر تہ "رکيل" بي بيان ڏٺي

## سرپیروي کافي375

تل عشق سڑیندا غیر پلیتي تن کون لڳڙم رمز حقیقي
جان جسم سار اکیتم کباب

1 آبي خاکي بادي ناري چارئي عناصر ٽٹ ٹئي فراري
موج بحر دا تیم حباب

2 جوش نہ ڏیندا کائي ساعت وارا، سوز فراق تیڏا یارپیارا
کیوین تہ کران اهو سوال جواب

3 ڏینهن ڏکئي اوکي عمر نیاوان نال پنهل دي لڌڙم لاوان
حال وندیسان اهو ڏوهہ ثواب

4 دستون ساقي جام پلیندا، مئخاني وچ پر پر ڏیندا
پیریمغان "رکیل" کون ڏتا شوق شراب

## سرپیروي کافي376

تل اهو لدني علم ضرور باطن والا باب پڑهیوسي
معلوم ٹیا مذکور جڈان اندر وچ الف اڑیوسي

1 محنت ٻاجهون نهین فقیري شیخي مشائخي دم مارڻ پیري
ایوین ٹیسین نا منظور اسم ذاتي قلب نہ کڑهیوسي

2 ویس ٻڌڻ تي خرقہ پاوڻ لوک نڳي کیتي ساڈ سڈاوڻ
اندروچ جاڳیا نهین سور عشق دي چاڑهي تي نہ چڑهیوسي

3 ملئي وانگي واعظ، سڻاون اندر کالا ٻاهر لوک مناون
درد سکیئي نا دستور دل دا دشمن دز نہ تڑیوسي

4 کریاد "رکیل" هکدم نہ وسارا نینهن مریندا هر دم نعره
تي محبت وچ مخمور جند جانب نال جڑیوسي

## سرپيروي كافي377

ٽل جان جگروچ تير، جائي چاجوڙ مريوني
اکين رو- روهنديان نير، دلڙي تتي دي کيوين چاڙيوني
1 زخم اندر وچ جاري جکدا، واند نہ کائي دم دم ڏکدا
وچ سيني دي چير، قاتل چا زهر پريوني
2 تک تک ساري رات نيايم، واعدي اتي ميڏا يار نہ آيم
اهو کنهن نون سڻاوان نذير، آوڻ کيتي وقت تريوني
3 وچ وحدت دي ڏيکڻ خلاسا، نال پارس دي لڳڙم پاسا
عشق عجب اکثير روشن چا قلب کريوني
4 شهر فتح پور تي کيتم سعيا اڳڻ "رکيل" دي رهبر آيا
تي عبدالستار فقير آوڻ سيتي قدم ڏريوني

## سرپيروي كافي378

ٽل عمر ٻيم افراد، کوئي دلاسا يار نہ ڏيندا
تيڏي برهہ کيتم بيتاب ڏهاڙي ڏک پيا ڏيندا
1 تيل قليل تي سيند چتا وان، کرهار سينگارتي ورکون ياوان
خوب لڏم اهو خواب جهولي چند جهليندا
2 وحد ٻاجهون واند نہ کائي، لڳم صابڻ دل کون ٿيم صفائي
مٽ ڳيا غير حجاب مشک عطر خوشبوءِ مليندا
3 عشق اندر وچ ٻاليم کورا ظاهر باطن ذات ظهورا
روشن ٿيا مهتاب، اها ٻولي آپ ٻوليندا
4 حال "رکيل" ايوين تان ٿيوين، مام موتو دي مرتي جيوين
ناوت ڏوهہ ثواب شوق دا شراب تي آپ پليندا

## ڪافي379 سرپيروي

ٿل تينون دلبر ايوين ناجڳاوي، ڪھڙا ڏوھ ثواب

1 برقعا ڪول تہ مين جهاتي پاوان
عمر ساري دي مين ڏکڙي سٹاوان
ڏيوڻ حلف حساب

2 عشق اصل هي خلق دي خواري
منهن موڙان تہ مئين ٿيوان مياري
لڳڙم نينهن نواب

3 ڏک عذاب سدا سک پاوان
دلديان ڳالهايان مين ڪنهننون سٹاوان
اوندا شرم حجاب

4 جلوا جمال سڄڻ سرسو نهين
شمس قمر مشتاق بہ ڏونهين
ايريا "رکيل" شب مهتاب

## ڪافي380 سرپيروي

ٿل ڪڏڻ اوسين ساڏي ڪولھ، ور سهاڳڻ سدا مين سڏيسان

1 هارسينگار سيئي ڳھ پاوان، مشڪ عطر مين لڳين ڪون لاوان
تيسان صدقي گھول، عشق تيڏي وچ شال اڏيسان

2 جيڏيان سرتيان ڏيون واڌيئي سهج پنهل دا ٿيم سدائي
پنيم سارا پول شهد شڪر وچ آپ گڏيسان

3 ونحن اقرب پاتم جهاتي نور ظهور آيا سر ذاتي
سچا هي قول پرين دا ٻول، هڪ دم دم نال رليسان

4 جام شراب مين وحدت پيتا مست "رکيل" ڪون محبت ڪيتا
رمز حقيقي رتول، نال چڪڻ دي ڪيوين ڇڏيسان

## سرپيروي ڪافي381

ٿل ناهي مرد اهو آهي مادي، هٽي دنيا تي لافان بادي
1 حديث سڀوري ٿي هيئن فرمائي، طالب دنيا جو ڪدڙو آهي
ڪوڙ فريب فسادي
2 قرب تنهنجو ڪهڙو آهي، پٽ جو پيءُ سان ٿي وير وجهائي
ڏس تالر ٿي ڪري تادي
3 جڳ ساري کي ڪيئن پلائيي نفس ڏيئي هي حرص بچايئي
ڪيئي فعل مختيار سوادي
4 ڪن کي غوطن منجھہ گمراھہ ڪيئي، ڪن کي شوق پنهنجي پر شاھ ڪيئي
تون هوت حمايت هادي
4 رمز "رڪيل" هيءُ جن سڃاتي، پنهنجو پاڻ ڏنائون پائي جهاتي
آيو عشق اڳڻ ٿي آبادي

## سرپيروي ڪافي382

ٿل ڦتو چيٽ لڳيون هي بهاران، بڌيون ڪونجن ڪالهہ قطاران
1 ولر ڪري هيئن وس تي آيون، اچي سانگ چڙهيون اهو ماڳ نہ مٽايون
تنکي واءُ وطن جون پچاران
2 فراق ڦوڙائو ڪجهہ نہ گهٽائي سڪ وطن جي نصيب موٽائي
تون موڙج محب مهاران
3 قسمت قيد مسافر آيون، مٽان دشمن ويري ڪنهين نہ ورايون
اهي ڪنديس درد پڪاران
4 درد ڏکن جون دم دم دانهان، وڃي اگهيون اتي عرش الاهان
اهي "رڪيل" جون اڇنگاران

## سرپيروي  ڪافي383

ٿل  هڪڙو دم نہ خوشي جو مهجور ڏنم
هي فاني جهان سارو سور ڏنم
1  ڪائڻ ڪاج خوشيون ڪاڏي ويڙيون اسان
هي هنڌ پلنگ سپ زهر ڏسان
هڪڙي يار بنان سرتيون ڪيئن مان وسان
جاري زخم جگر جو ناسور ڏنم
2  اجهامي ڪين اديون هي ٿو مچ مچي
ٿاهي صبر ستيا نڪو موت اچي
ڏسي شمع شعاع جيئن پتنگ پچي
دفتر درد سندو دستور ڏنم
3  تنهنجا تير تکا آهن نازنوان ساهيون سيني اچن ٿا سور سنوان
جن کي نوڪ لڳي سي ٿيا رندروان، سو تہ سولي اتي منصور ڏنم
4  تنهنجي روز "رڪيل" کي تانگھہ لڳي
آيو عشق ائين ويو عقل هڄي
هر جاءِ حسن ڏسان دئي پول پڳي
جليو آهہ جبل جيئن ڪوهہ طور ڏنم

## سرپيروي  ڪافي384

ٿل شل پوندم ٻاجهہ ٻاروچل کي نتي اميد پايان
1 مان جهڙيون تان منيون ڪيئي سڪنديون وتن سدا
ڪانگ ويني تي اڏايان
2 هي هي هوت ويم سرتيون سک نہ ڏسان
جنڊ هرمل جان دکايان
3 سونهين تينديس، مان ساٿ جي
پنڌ نہ ٻين کون پڇايان
4 جبل ڏونگر ۾ اديون رات نہ رهنديس
رات ڏينهن ڪيون ٿي ڪاهيان
5 لڪ لڪيون تہ لنگهي وڻ ڪيچن جا ڏنم
اها رمز "رڪيل" ڪيئن چپايان

## ڪافي385 سرپيروي

ٿل سورن ۾ منهنجو ساهہ، مان تہ ڏکن ڪاڻ هت ڪيئن ڇايس
مان تہ سورن ڪاڻ ناحق نپايس
1 سک قرار آرام وڃايم، عشق اندر ۾ آڙاهہ لايم
ڏکيو آرياني راهہ سهج پرين جي ڪيئن سمجهايس
2 اور اندر ۾ اٿم اماڙيون ڪيم غير وجودون ساڙيون
ڏنم دهشتي درياءِ عشق اوڙو انهي منجهہ آيس
3 نينهن پرين سانڪيئن وڃي لاتم، الست ڏهاڙي تڏهن سڃاتم
اهو تہ نهيو اٿم ناهہ، درد جي سڄڻ جي ڏکن ڏکايس
4 سر تہ "رڪيل" جي باهہ برهہ جي، ناهي حاجت بات ڪنهنجي
ڪونہ تيم همراهہ ڪين ڪمائي ڪين سمايس

## ڪافي386 سرپيروي

ٿل ريهہ ڪجل دي پاون، دم دم ڏينديان جهلڪي
اکيان سڄڻ ديان متواليان
1 لڪ لڪ چوري پاتم جهاتي، ٿيا تجلي دا چمڪا وچون ظلماتي
نوڪ مريندیان اهي نراليان
2 ڪجليان ٿهري مينون ساڙگيان، جان جگردي وچون لنگهہ پار پيان
ديدان تيڏيان دوناليان
3 اَبرو سيف سنَن مجگان تيريالي نازپرين دي رخ تي زلف سياهہ ڪالي
پاون ڪنڌين تي واليان
4 نال "رڪيل" دي ازل ڪنون جوڙيان نين سڄڻ دي مينون درد مريندا ڏڙيان
سکيم اڳي اٿا ڪنهن نہ سکاليان

## ڪافي387
### سرپيروي

ٽل آٽي قسمت ڪيم قيد نہ مان سيد نہ مان سيدؑ
منهنجا ڪچا تي ڪردار ڪنيم لوڪ جي ميار
1 ڪوڙ تا چاڻن لوڪ بيگانا، سهٽل سنم تنهنجا طعنا
پاڻ وڃائي منصب پائي، اچي عشق ڏنا اظهار
2 امر لکئي هي قلم وهائي، منهنجو نينهن لڳو آ توسان جائي
ڪندس ريهان راتيان ڏينهان، اٿم پرين جي پچار
3 مان ڪون پلي چله چڱيري، جنهن ڪون ڇڪي ڪين ڪيري
نہ مان ٿوبي نہ مان ڪني، جنهن ۾ رجهن طعام تيار
4 نہ مان پير نا امير، تنهنجي فقر جو فقير
نہ اٿم حجت نہ ڪا حاجت، منهنجا اهڙا تي اطوار
5 "رڪيل" آيم عشق آويڙو، جيءَ سان لڳم جائي جهيڙو
منجهہ فراق پون چاڪ، ٻڌم طرحين هي تنوار

## ڪافي388
### سرپيروي

ٽل جانب جدائي ڪرنہ وڃڻ جي وائي
هج تون هميشہ جانب منهنجي جهولي جهولي
1 ويهي نہ وساريندس مان پرين تنهنجون ڳالهيون
مر جان ٻڌن منهنجو سهيليون تہ سياليون
پهہ تہ لڳيءَ جو لکي آٽي رولي رولي
2 ڦتيل چہ دل کي ڦوڙائو ٿو ڦاڙي
سڪ سڄڻ جي سينو وڌم ساڙي
پرين شال پاڙيندس باروچل ٻولي ٻولي
3 سخن سچي جي ڪل مونکي ڪيهي
ٻول ٻڌاهم ور ساڻ ويهي
ڳالهيون ڳڻ ڳائيندس لڳم لون پرين لولي لولي
4 درد فراق جون دلبر داٺان سر تہ "رڪيل" جي آيون هي صلاحان
سيج سورن جي ڏک منهنجي ڏولي ڏولي

## سرپيروي ڪافي389

تل سڪ ڪين ساريندس، مان وِهي نہ وساريندس
جانب ڏيئي ويم، جيءَ ۾ جھوري جھوري

1 تير جگر ۾ جيڏيون اٿم جائي، ڦٽ نہ ڇٽڻ جو ڪئي هان درد توائي
منيس قيد ازل جي زور مونسان زوري زوري

2 حال جو واقف محرم جاني، ڪو سور پڇي مان ڪون حرف حقاني
آگ اندر ۾ باھہ اندر ۾، لڳي اٿم لوري لوري

3 دنيا عقبيٰ مان وينس وڃائي، بهشت جون حوران منهنجو تن سان چاهي
يار ڏسان پنهنجو جهاتي پائي چوري چوري

4 حال "رڪيل" هي مان ڪنهن سان ونڊايان
دل جون ڳالهيون مان دل کي ٻڌايان
صدق ڪيم سر گھور پرين گھوري گھوري

## سرپيروي ڪافي390

تل ٻجهي راز ڇپيل کي تني دل قتيل تي
پوش ڏيئي قابو ائين نان اگهاڙيان

1 درد جون دوناليون، دل جون ڳالهيون
ماٺ ڪيون من ۾، اندر ۾ اماڙيان

2 سنگ ناساهينديس ڪيچ ڏي ڪاهينديس
ماڙيون پنيور جون ڦوڪ ڏيئي ساڙيان

3 ڪشف ڪرامت . عشق امامت
اهو قول ازل جو پرين ساڻ پاڙيان

4 تنهنجي نينهن جو ناتو "رڪيل" سجاتو
پنهنجي جانب جيءَ کي، نيئي ڪٺي ۾ ڪاڙهيان

## سرپيروي كافي391

تل تيڏي عشق مچايا آڙاھ، بي سر سورھ ڪڙدي
ڪمڙا ڏوھ گناھ جوش ڪٽاھي وچ ڪڙھدي

1 ويک شمع تي پتنگ سر ڏيندي، سورھ ڪڙدي ناقدم ھٽيندي
عشق ٿيا ھمراھ عجب لڙائي وچ لڙدي

2 پچدي پچدي بيشڪ رچدي، صاف ٿئي وچ سالڪ سچدي
گم ٿئي وچ راھ، حرف حقيقي ھڪ پڙھدي

3 لڪ لڪ چوري پاتم جھاتي، صفاتي ٿئم اثباتي
دھشتي درياھ موج لھر وچ لڙھدي

4 پوڻ چڪي وچ ھي مشڪل بازي روز "رکيل" سي گھردي غازي
صدقي ڪريندي ساھ سچ ٿيون جڏان سڙدي

## سرپيروي كافي392

تل حال جي حقيقت ڪنھن سان ويھي اوريان
پنھل بنان مان سليان ڪيھا سور

1 بعضي پنھل ڪاڻ پور بہ پون تا ماٺھون تتيءَ ڪي چريو بہ چون تا
شال ڪندا محب منظور
شال ووڙيندس، پنھنجي پنھل سان لکيو شال پاڙيندس
ڏونگر ڏوريندس

2 ڏونگر ڏوريندس شال ووڙيندس، پنھنجي پنھل سان لکيو شال پاڙيندس
ھونديس ھميشہ ھوت جي حضور

3 ھن تہ عمر ۾ ڪين بي ڪمايم، امڙ ادي سان حال نہ ونڊايم
لنگھي تہ لڪڻ ڪون ٿيس ظاھر ظھور

4 ناھہ تہ نفي ۾ ڇڏ وجود وڃائي، اسم "رکيل" ھي اثبات ڪمائي
آيو تہ اسان ڪاڻ نرمل نور

## سرپيروي                    ڪافي393

سڄڻ ڪو حال منهنجو تہ بيان ڪيان

ٽل جي ٿي سور سليان پون چاڪ نوان

1 ڪڏهن ڏسن ڪري خيال خوشي، ڪڏهن ويهڻ محبوب رسي
منهنجو جانجسو ڪنبي ساه سسي، دل سان فڪر ڪري تہ درود چوان

2 گهرجي ننڊ نہ گهٽي ڏاڍو خوف اٿو لهريون لوڏاسوين بسيار تہ پو
جن جي سڪ سچي تن ڪان ويجهي وسو، جيڏيون جوڙ پڙهي ٽيس راه روان

3 بعضي ڏسي تہ خوشي ۾ الحمد ڪهان، بعضي ڪرن غصو انتظار رهان
سهمان ساٿڻ جا اديون شال سهان توٽي ويڻ وڏا اٿم سائين سوان

4 انهي حال منهنجي ڇو جواب ڏيئي، سڄڻ ٻاجهون اديون ڪنلم ڪونہ سهي
سائين "رڪيل شاه" ٻڌي هٿ ٻئي، ڪيا ها اچڻ جا ڪي انجام اوهان

## سرپيروي                    ڪافي394

ٽل آهي ميڏي ڪاروز ازل دي، نال پنهل دي ٻولي ٻولي

1 ازل ڪنون تہ نڪاح پڙهيائي، پچي گهت سمنڊ صندوق لڙهائي
نال ڏوبي دي آڻ ڪڙائي، ڪنجي تہ اندر دي ڪولي ڪولي

2 قدرت سيتي آپ نپائي، ساڳي سهڻل آن ملائي
پچي وت سارا شهر ڪلائي، پاتم ڏکين دي چولي چولي

3 جيڏيان سرتيان ڪجهہ نہ سباون سي سي پڙيان گهوٽ پلاون
درد ڦٽي ڪون پيت نہ پاون لک لک ڏيون توڙي لولي لولي

4 "شاه رڪيل" نون آڻ مليسي، درد اندوه اندر داويسي
دستين ميندي سهڻل ليسي، صدق وڃان مين گهولي گهولي

## سرپيروي ڪافي395

تل ڏونگر ڏوريندیس سرمان گھوريندس
باري عشق مچايو اندر آڙاھ

1 چپر چوليندیس پنھل ڳوليندیس روھ ڏکي ۾ نفس کي روليندس
ڪونہ تيم ڪو ساٿي همراھ

2 پنڌ جبل جو ڏکيون چاڙھيون لڪ لنگھي مان ڪنديس راڙيون
هتي رهڻ اٿم سخت گناھ

3 هن پنيور سان منهنجو چاهي، ڪيچ ويندس مان ڪاڪيون ڪاهي
هتي رهڻ اٿم سخت گناھ

4 چني چڏيم ہيا سيئي سانگا سر تہ "رکيل" جي عشق جا الانبا
باھ بره جي اٿم سنجھ صباح

## سرپيروي ڪافي396

تل دین میرا عشق ہے، کفرے مسلمانی کجا

۱ میرے اندر میں کربلا، فکر ہے فنا فی اللہ
درد ایسا زلزلا، دور گیا خوف رجا

۲ مست ہوں مخمور ہوں سر وحدت بھرپور ہوں
خود معرفت منظور ہوں میرا قلب ہے روشن شجا

۳ عشق اعلیٰ شان ہے خود صوفیان کا بیان ہے
جتھ ذات حق او سلطان ہے ایسا شعاع ہے شمس ضیا

۴ احدیت آمد 'رکھیل' ٹٹ گیا کوڑا عمل
اتھ چلدا نہیں دئی کارمل جتھ قرب ہے کشف دجا

## سرپيروي كافي397

ٹل يک دم نہ مجھون آرام ہے کراں ياد دل سے دم بدم
۱ توں محبوب ميرا ميں مشتاق ہوں بيقراری جان من
عشق صحبت ہے .ميرا دن رين تيری ايسے صنم
۲ درد ميرے کے دوا رحمائی ہے شما
صد بار قربانی شدم، پيزار عاجز اے صنم
۳ احد اعلیٰ . نور. حق، جسم ميرا ہے بدن
عبديت ہے روءِ پوش اسرار خولی ہے ختم
۴ شاہے 'رکھيل' اس بحر. ميں عشق مستی ہے کمال
يار ميں گويد بگو نعرا ناالحق ميں زنم

## سرپيروي كافي398

ٹل دلبر درد وندن وٽ هوت هتون هلي آءَ
1 ماري اڳي تہ فراق جي ڏکي دلڙي نہ ڏکاءَ
2 اديون چي آيم عرب ۾ شان وڏي سان شجاع
3 چپ تي سوال جواب ويو پوي تو کونہ سماءَ
4 "رکيل" نہ راحت روح کي هيو سيبائي نہ ساءَ

## سرپيروي كافي399

تل كڏهن ملندو مان سان پرين سرتيون كا ڏيوم صلاح
سرتيون ڏيوم صلاح كا، ڏس كو پنهل جو ڏاھ
1 هيٺي تي تہ هنڌلهين اتي ريجاٽي مون راھ
2 تنهنجي اچڻ سان عيدان كيان ساري خلق كري وھ واھ
3 فذ كروني اذكركم اتم وحدت وارو ويساھ
4 "ركيل" سي تہ رسيا وچي، كري رات ڏينهان تكي كاھ

## سرپيروي كافي400

تل كلئي ظاهر باطن چشم ڏونهين، ٿيا ذات صفات تي سير ڏونهين
1 دل وچ دلبر جبتك آيا، روشن زمين آسمان ڏونهين
عجب تماشا عشق دكايا، ٿيا حاصل هر دوجهان ڏونهين
2 باغ سيني ٿيا بلبل بولي، علم عقل منظور ڏونهين
ظلمات ڳئي ٿئي پردي پاسي، هويا عاشق خود معشوق ڏونهين
3 معراج منگائي سر سمجهائي خلوت تي خود خاص ڏونهين
احد احمد فرق نہ كوئي، وحدت كثرت سمجھ ڏونهين
4 رحمت راز"ركيل" تون چاتج حسن حسين شهيد ڏونهين
بيشك بالا منصب اعليٰ ٿئي شمس قمر حيران ڏونهين

## سرپيروي ڪافي401

تل عشق امانت عين حضور، سهڻي مڪي آ سوغات اسان ڪان
1 تنهنجو حسن ناپيد نظارو، صورت بشري سر آهين سارو
ظاهر ذات ظهور،هر مظهر ۾ تنهنجون ته اوطاقان
2 عشق عجائب چيز چڱيري سالڪ سنجاڻي سِرڪِن گهوري
محب اڳيون منظور پرت وارن جون پاڪ پوشاڪان
3 جوش انهي ۾ جيءَ جلائن، پنڌ پرينءَ جو پار پچائن
ڪيئن جليو ڪوهه طور، تاب ته تجلي آيو عشاقان
4 تي "رڪيل" تون فنا منجهه فاني، پاڻ نه يانئج نام نيشاني
اهڙو ذوق ضرور مام محبت جي چڏيان ڪيئن چاڪان

## سرپيروي ڪافي402

تل پڙهه برهه جو باب، عشق اناالحق جو هڻ نعرو
1 رهبر باجهون نا علم عنايت، پڙهن عالم ڪرن هدايت
برهه بنان برباد، سالڪ سمجهن اُهو اشارو
2 باب برهه جو پڙهن بيراڳي، هر جاءِ هوت ڏسن ٿا ساڳي
پاڻ ڪري ته ڪباب، سورهه ڪن ٿا ائين سڌارو
3 گلستان بوستان پڙهن جائز، منطق معنيٰ ابجد واعظ
هردو حج ثواب، لدني علم عوشاقن وارو
4 رندي رمزلڳي اچي تازي، سمجهه "رڪيل" هيءَ سرجي بازي
تسبيحه توڙ حساب، سائن سان سائين ليڪو نڪو چارو

## سرپيروي     ڪافي403

ٿل  واهه چهرا يار وکيندي ني، عشق عجب رنگ لئيندي ني
1  گل گلشن تي هر دم جان جسم چاکيتم روشن
نازپرين دي جهلدي خم خم، عُروج نزول سکيندي ني
2  بحر حقيقي غلبا لايا، سک قرار آرام وڃايا
رڳ رڳ دي وچ يار سمايا، محبت مچ مچيندي ني
3  ذات ڪماوڻ مطلب مقصودي اعليٰ تيوڻ عبد عبودي
خلوت خانا شوق وجودي مشڪ عطر مکيندي ني
4  رمز لڳي تہ اي رنگ لايا، نام فتح پور آپ هلايا
جام "رکيل" کون پرُ پلايا، شربت شوق چکيندي ني

## سرپيروي     ڪافي404

ٿل  اندر آنبهہ عشق مچايا، آٺي درد فراق دماما لايا
1  وجود دليلان اجايون چاليون، اندر ڳٺيون اندر ڳالهيون
خوف خطرا عشق وڃايا
2  تيم شڪرانا شب روز شادي، ڪيم پير يمغان هدايت هادي
دل نوز لطيفا ڪمايا
3  سور چکيو دل وحدت وارو، وڃي کين پيو منجهہ سمنڊ سارو
يل اولا برهہ يجايا
4  رمز "رکيل" هي محبت واري تيو سير سڄي جو عشق پساري
دل لوچي لک لنگهايا

## سرپیروي        کافي405

تل درد انهي دا درمان نهين، سچ عشق بنان آرام نهين
1 حڪيم طبيب ڪيا وت ڄاڻن، مرض انهي ڪون سالڪ سنڃاڻن
خون جگر دا پيون ڪاڙهن، ڳئي خطري ڪوڙي خام نهين
2 دم دم دي وچ طبقي آون، عاشق موج بحر وچ غوطي کاون
فنافي الله تي آپ نہ پاون، بيرنگ ذات بيان نهين
3 ڪياوت ڄاڻن ڪشف ڪرامت، هر دم هوون حال حڪايت
جان جسم هي دل ولايت غفلت غير گمان نهين
4 بار برهہ دا سر تي سهندي، سر ڏيوڻ ٻاجهون مول نہ رهندي
عاشق هو ڪا دل دا ڪمندي، پن اولا ڪوئي عنوان نهين
5 عشق عقل دا جهڳڙا جهيڙا، عشق ڪٺيا عقل دا تت ڳيا ٻيڙا
وهوا "رکيل" دا وسدا ويڙها عجب ايهو ارمان نهين

## سرپیروي        کافي406

تل ڏکڙا اندر دا کنهن ڪون ناسڻيسان
جو دم حياتي رو رو نيبسان
1 ڏيوان دل ڪون دلاسي لهندي نہ لوري
آيم بار غم دا ڏينهن رات جهوري
مردي نہ جيندي لڳم درد زوري
تيڏي خاڪ قدمين دي منهن ڪون مليسان
2 لڳم داغ سيني من ڪون مونجهارا
هي هي ڪران مين چلدانہ چارا
ڪڏڻ يار اوسي ڏيسم بخت وارا
سو بار صدقي قربان ٿيسان
3 ناقص نماڻي نہ اميد رکدي
وس نهين چلدا ساعت نہ سک دي
ڳجها مرض لڳڙا نهين خبر ڏکدي
جزا نيت دي اپڻي لڙيسان
4 لڳم تانگهہ دل ڪون حق دي حقائي
هڪ هي هميشان سڄل سدائي
نهين تہ "رکيل" ڪون ڏوجهي واهہ ڪائي
ٻانهان پڌيسان هڻڙي جڙيسان

## سرپيروي — ڪافي407

تل وس نهين چلدا حجت نہ هلندي
رت رووان هٿ ڏووان جند پئي جلدي

1 ڦوڪ ٻالڻ تي اٽالڻ اڄ نهين ڪلهدا
ڪران زاري سئو واري عشق نهين ٽلدا
ڪران ڪيوين وچان ڪيڏي پنڌ ڀاري ٽلدا
مئين عذابي پيرين پيادي اڪين رورو ملدي

2 نينهن لاوڻ پير پاوڻ دل ڏاڍي دردي
رات ساري هي انڌاري مين تہ ڏني ڏر دي
هي وچوڙا پنڌ ڏوڙا ساعت نہ سردي
هڪ واري دلداري سهڻا ڏيوين ولدي

3 ڪران دانهان تي الاهان ڏک نهين ٽندا
نہ ڪوئي دارون تسان پارون ڦٽ نهين ڇندا
نہ ڪوئي ڄاڻان نہ سنڃاڻان پرين تيڏي مٽدا
جڏان آوين ليا پاوين مين تہ رلي رلدي

4 جڏان ڀالين چا سنڀالين خوش ڪران خبران
نت شادي هي آبادي سک اهو سنيران
سچ ڄاڻان تي سنڃاڻان درد واليان قبران
"رکيل" جائي آشنائي اڄ نهين ڪلهدي

## سرپيروي — ڪافي408

تل مانسان ويهي ڪيئي وصال، ڏنو هيٺون منهنجو حال
مرشد مير منهنجا پير تون ننگي آن ننگ پال

1 مرشد منهنجو فيض صفاتي، دين ايمان ظهورو ذاتي
اندر چولي لڌم ڳولي تنهنجو ايڏو قرب ڪمال

2 شهر ميرانپور جهوڪ سونهاري، جنهنجا مٽڙا ماڻهون گل بهاري
دائم قائم تنهنجي گادي، تنهنجو وسي خوش عيال

3 بخت بلند تن نيڪ الاهي، شرم پريا شهزادا شاهي
اوهي مائٽ منهنجا سدا سهنجا، تن ايڏو آ اقبال

4 عمل عضوا دل جي گواهي، سڪ منهنجي ۾ ناهي ڪوتاهي
سچ ڄاتم حق سنڃاتم ايهو خانوند تنهنجو خيال

5 درد وندي جون لک دعائون، منهنجي مرشد جي اولاد ڀلايون
"رکيل" جائي وحدت وائي، مڏ محبت جو مثال

## سرپيروي ڪافي 409

تل سالڪ ٻاجھون سمجھڻ مشڪل
ناهي عقل جو ضرور، عجب عشق جو مذڪور
1 عشق عقل کي عارف ٽورن، نفس قيد ڪري ڏک سان ڏورن
سر پرين تون سارو گھورن، منجھ محبت جي مخمور
2 عشق جي معنيٰ عاشق ڄاڻن هر طرحين تا حق سنڃاڻن
وجود صفائي غير کي ساڙن تن کي حاصل حق حضور
3 مرد پنهنجو ٿامن ڪمائن، منجھ دروني جهاتي پائن
خوف رجاجا خطرا ڪائن، ڪيون ظاهر ذات ظهور
4 ”رکيل“ تي تون شرم شتاب، کولي اکيون لاهه حجاب
مليئي فيض حقيقي لڳئي ڀاڳ اهو پير يمغان جو پور

## سرپيروي ڪافي 410

تل نڪوئي داد نا فرياد، اول ڏوهه پوءِ ثواب
ڪٿي ملڪ ڪٿي مال، ڪٿي سوال هي جواب
1 ڪڏهن پور ڪڏهن سور، ڪڏهن ماٺهن جو مزور
ڪڏهن خاڪ ڪڏهن ذات ڪڏهن خودي ۾ خراب
2 نه مان پير نه امير، آهيان فقر جو فقير
نه مان سيد نه مان سعيد، آهيان آب جو حباب
3 نه مان عابد نه مان زاهد آيم عشق بنائي شاهد
نه مان پاڪ ناپليت هتي هلي نا حساب
4 ڏنم يار عبدالستار تڏهن وسريم هي سنسار
”رکيل“ ٻول اکيون کول ڪونهين عشق ۾ حجاب

## سرپيروي كافي411

تل كر عشق کي امام، ملڻ ٻاجهون يار جي، ڇا ڪفر ڇا اسلام
1 هر نام هڪورام جنهن حق سنڃاتو
جهڙو ڏرم سو ايمان، سڀڻ وعليكم سلام
2 عمل ڏسي عشق جو كر صورت سر نشان
زاهد پنهنجي زهد ۾، ڏس ڪامل جو كلام
3 جي عاشق ٿين معشوق تي، تي گولن جو غلام
ٻيائي جي ٻولي ڇڏي، كر خودي کي تمام
4 "رکيل شاهه" تون آركوع تي سجدو كر سلام
اندر مكو اندر كعبو، لنگهي قاف پڙهج لام

## سرپيروي كافي412

تل آب حيات عشق ڏنائون، اهي قائم آهن كير
فكر فاقئي منجهه فقير
1 قبران تن جون مشرف معنيٰ، نور الاهي خلوت خانا
اهي اصيلن جا افسانا، هُئا بيشڪ بينظير
2 برهه پڙهاين اهو باب كري ڏنائون تن تراب
کهڙو تن تي ڏوهه ثواب ائين سمجهي ٿيا سڌير
3 روشن تن جو روح رباڻي تن موليٰ سندي ذات كمائي
بهشت دوزخ جي كاڻ نه كائي اها سچ لنگهيا سي سير
4 نظر جنهين جي كيميان پارس، عقل هوش وڃائي حرص هوس
"شاهه رکيل" جو اهو ڏس، هيو پيرن مٿي پير

## سرپيروي ڪافي413

ٿل ڪري تتيءَ ساڻ انڌير وٺي پنهل ويم ڏير

1 ستيس سنجهي ڪيم ڪونہ اوجاڳو، منهنجا عمل ڪوتا چونلم ڪير سياڳو
نہ تہ هيءَ ڪميني ڪير

2 چتن چائي مٿو اگهاڙو، ڏوہڻ سان ڪيو جتن ڏاڙو
آيم وڏ رکيون هي وير

3 هن پنيور ۾ ڪين مان رهندس، لڪ چڙهي وجي لعلڻ لهندس
اتي پرين جا اٿم پير

4 واءِ ڪري تي "رکيل" واڪا اتي ڏونگر جا تي ڏکيا ڏاڪا
اهي سرها پايم سير

## سرپيروي ڪافي414

ٿل هن درد جو دارون دوا، سڄ دوست جو ديدار آ
ناهي وسيلو ڪو ولهيءَ ڪي هن مريض جو تو ڪئون سوا

1 ڪي ڪمين جا پرجهلو ڪي لهن ڪنهن جو سماءَ
مونکي اجهو نہ آسرو تون پاند پنهنجي منجهہ لڪاءَ

2 فنا جاڻج پاڻ کي بي فڪر هيئن نہ جڳاءَ
ڪجهہ نہ جاڻج ڪين ڪي ڪوڙي اتي هي هو هوا

3 جوش ڏئي جسمات ڪي درد جو دونهون دکاءَ
جن لڳي لوري اندر ۾ سي ڪندا ئي هاءِ هاءِ

4 پيريمغان جي دست ڪون، شوق جو پيتم شراب
ميخاني ۾ محبت ڏنم روحي رکيل تي تي روا

## سرييروي    ڪافي415

تل  ننڊ نيڻن کون وئي حرام پيئي، مونکي واءُ وطن جي اڪير لڳي

1  سهاڳ واريون سک ڪين سمهن اڪيون عشق بنا آرام نہ ڪن
هڪ تانگھ لڳيم وڃان ڀيائي ڀن، سر صدقي سارو مال مڏي

2  جڏهن عشق آيو تڏهن عقل ڀڳو، منهنجو ناز پرئي سان نينهن لڳو
غفلت غير ويو شاهي طبل وڳو، منهنجي رڳ رڳ وحدت ساڻ وڳي

3  تنهنجي درد فراق سورن ساڙيو، جان جسم منهنجو اندر ڪاڙهيو
مان تہ پرين سان پلو پاڙيو، صاف ٿيم سينو ترت تڏي

4  ائين چاڻ رکيل ارمان نہ ڪر، اٿي بار برهہ جو زور زبر
اهي سڪ واريون ڪنديون ڪين صبر، اها آسن ڪي تہ اميد وڏي

## سرييروي    ڪافي416

تل  حاسد منهنجا پيا ڪهن نتا سهن
ور پنهنجو مان ڪين ڇڏيندس ڙي اديون

1  ڏير حاسد نہ هجن تہ سچي ڪيئن سڏجان، اوچاڪ فراق پون نيڻ وهن
دل دلبر سان گڏيندس ڙي اديون

2  انگ ٻاروچل سان لکيم ازل جو اديون، او ناز پرين جا نهن روز لهن
چمي مان تہ سرتي جهليندس ڙي اديون

3  دور دنيا جا باغ بهشتن جا اديون، پنهل ٻاجهون ٻن پون ڏڪڙا ڪنيم
پرين مان تہ پاند ۾ پائيندس ڙي اديون

4  قدم مبارڪ وو اڳڻ رکيل جي اچي او قول اهو شل ڪهن رات رهن
ويهي مان تہ حال ونڊيندس ڙي اديون

## سرپيروي ڪافي417

ٽل هي ڪيئن ناڪميني قربان ٿي، سو تہ لڳين صدقي الله
1 ميران پور جي ماڳ تي گهوري هيءَ گهرجي الله
2 سڄڻ چي لوري هڪ جي سڪ نا اهو سلجي الله
3 سون ڪوهن سو پرين اتي دل تہ نيئي گڏجي الله
4 اصل عبدالستار جو "رڪيل" سگ سندس سڏجي الله

## سرپيروي ڪافي418

ٽل منهنجا مارو ملڪ ملير ۾ سڪ سي وسن سهنجا الله
1 ڪڏهن چئي ملنديس ڪڙم سان مٽ تہ اٿم پنهنجا الله
2 سنگت مئي سان سور ٿيا لوچيم نالهندا الله
3 ناڪس ڪي تہ نصيب ٿئي رات اچي رهندا الله
4 "رڪيل" اعليٰ عشق آهہ ٻيا پنڌ پچين ڪنهنجا الله

## سرييروي ڪافي419

ٿل خبر خاصي هيءَ تنهن کون عاشقن کون ڪو پڇي
جهوري جهجهڻ تنهن جوش ۾ لونءَ لونءَ اندر ڇاتي لڇي
1 اهڙي عشق جي آويڙ ۾ ڪو سر ڏئي سورهه اچي
پيريمغان جي پيش تي آٽي اڏي تي سرڪسي
2 هن جسم کي ڪوڙو ڪري پاڻ پنهنجي ۾ پڇي
مام موتو جي پڙهي موت جو ذائقو چکي
3 وهم خطرا سڀ ڇني پنهنجي حال هيٺي کي ڏسي
حق جو طالب تڏهين ٿئي وڃي راهه ۾ اهو رسي
4 صبر جي شمشير سان ڪو نفس قاتل کي ڪهي
بوڙوتي "رڪيل" ٻيائي نہ ٻڌ ڪجهہ ڪين کي ڪنهن سان ڪچي

## سرييروي ڪافي420

ٿل رندي باب پڙهجي تڏهن سالڪ تي سڏجي
صفائي سچائي ڪيڏي غير ترڙجي
1 عشق جي عنايت حقيقي هدايت ڪشفون ڪرامت
ڪشفون ڪرامت جسم ذات گڏجي
2 جي صوفي سڏائين ڪ تان صفائي سر جو سڄاڻ اٿي دل سان سچائي
نہ ڪر خيال ٻيائي وجهي قلب ڪڙهجي
3 دروني ۾ جهاتي ٻاهر نہ نهارج سچو قول اهو پنهنجو پاڻ پاڙج
اٿئي دوست دل ۾ نہ ڪنهن پار لڙجي
4 "رڪيل" نينهن لاتو اندر ۾ اوراتو پڪو پيچ پاتو
پڪو پيچ پاتو جند جان جڙجي

## سرپيروي          ڪافي421

تل ڪشف ڪرامت اها تي مفت ملامت
نيت ٻڌي ڪرتون عشق کي امام
1 نفس جو سجدو اها تي اجائي آڙي، عقل جي اٽڪل ڪوڙي باري
سر تہ فدا ڪر تي ڪسي قربان
2 ڪڏهن قضا نہ ٿئي عشق جي نماز عبادت واللہ نہ ڪائي وسري نہ وحدت
دفتر درد وندن جو لکيو ديوان
3 جسو ڪر جامي محراب مونا ڪيم ڪعبو دل کي ٻيا ڇڏيم نمونا
هر طرحين هڪ آ ڏنم ورائي سلام
4 احد تي هت احمد آيو برقعو پائي تو عربي سڏايو
شاهد جاڻ رکيل اهو سچو فرقان.

## سرپيروي          ڪافي422

تل تنهنجي صورت جو ڇا بيان ڪيان تنهنجا هر مظهر منجهہ ناز نوان
1 تنهنجي تاب حسن جي بازي آ اها هل چل بازر تازي آه
ڪٿي ماتم آه ڪٿي شادي آه توکي سارو سر سبحان چوان
2 ونحن اقرب ناهہ پري آيو ذات صفات ۾ ويس ڪري
ڏسن فڪر وارا توکي ڏيان ڏري اهي رهبر ٿيا وڃي راهہ روان
3 ڪنهن کي لاهوت لامڪان ڏسي اوتون هر طرحين توپاڻ وسين
ڪٿي پارس تي خوش بوءِ گسين توکي عاشق تي معشوق چوان
4 آيو بار بره سر باري آهہ، عشق آگ اندر منجهہ ٻاري آهہ
”رکيل“ سڪندي عمر گذاري آهہ، اچي سهجون تنرّم سور سوان

## سرپيروي ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ كافي423

ٽل هڪ نانءُ تنهنجو اتم ياد اچان تنهنجي آشنائي تئون قربان وڃان

1 اچي عشق سچي اظهار ڪيم تنهنجي ناتي نينهن نروار ڪيم
تو سهڻل ڪان سينگار ڪيم آيم بار بره جو تمام ميان

2 اهڙي سڪ سچي سامان ٻڌا هڪ دم نہ هجان توکئون يار جدا
منهنجا هڏ قبر ۾ پيا ياد ڪندا ڪيم درد فراق تنهنجي فکر فن

3 توسان حجت حاجت ٻيو ڪير ڪري ڪهڙي طاقت ڪنهن کي ڪوهام پري
لکيو لوح قلم کون سوکين ٽري ڪهڙي تعريف ڪيان تنهنجي صفت ثنا

4 اهڙي روز رکيل کي رمز لڳي الست ازل کون مان ٻول ٻڌي
آهيان ڪوتي ڪري تو يار سندي شل پيرو پرين ڏنهہ ڪين پڄان

## سرپيروي ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ ‌ كافي424

ٽل تنهنجي ساز خوش آوازتون، مجنون ڪيئي مست ٿيا
جند جان سر صدقو سسي، سي ڪيئن نہ ڪاريهر ڪندا

1 منڊ محبت جو لڳن تن کي وکوڙي زهر وين
سڌ تڏهن ساري پين حق جي ولايت ۾ ويا

2 ڄاسينگ وانگي ور وجهن وجهي پيچ قابو ڪين ڇڏن
دلدار سان نيئي دل گڏن تنهن ٻول ۾ ڀڄڻ ٻڌا

3 عشق جو آواز اعليٰ، آيو عاشقن تي بره بالا
ڪري عبدالان جوش جهالان مسروو ٿي سي مرڪندا

4 حاجت فقر جي حال جي نہ طلب خواهش طلب وسال جي
مستي خدا جي خيال جي فنافي الله ٿيڙا فدا

5 جوگي جڳت ۾ پيا پڇن سر ڏنو سارو سچن
تنهن رمز ۾ رکيل رچن دم يار کون ناهن جدا

## سرپيروي كافي425

تل انهيءَ سوز ۾ جيڪي سڙيا تن عشق سان انجام ڪيا
نينهن جو نعرو هڻي لئالوڪ جا لاهيون ويا
1 دفتر درد جي ديوان ۾ داخل وڃي هو درج ٿيا
شوق جو شربت چکي مستي انهي ۾ محو ٿيا
2 علم لدني عشق جو باطون ۾ في الحال ها
قرآن تن جي قلب ۾ هو پڙهي حافظ هيا
3 الست ڪون آواز ٿيو رمز وارن تي روا
جا قلم تقدير جي راضي انهي تي هو رهيا
4 سڻ رکيل هي سمجھ تون صاف ٿيا صوفي سچا
غير جا پردا چني هو وڃي حق سان رليا

## سرپيروي كافي426

تل تاب عقل دا گذرگيوسي جان جسم سارا جان جسم سارا وچ عشق رهيوسي
1 مئين ڪون ڪمين نہ ماريا انهي مئين تہ رلايا جڳ ساري ڪون عقل پلايا
لکيا لوح قلم تي لکيا لوح قلم تي اهو امر ٿيوسي
2 ظاهر باطن ٿيم صفائي فثم وجه الله ڏٺم جانب جائي
هر صورت وچ هر صورت وچ نظر آيوسي
3 ڳل وچ پاتم خرقہ خاڪي درد پرايم دستون ساقي
جام وحدت دا جام وحدت دا پر تہ پيتوسي
4 سمجھ رکيل سڻ هڪ دي حڪايت، تي ناغافل هڪ دم ناساعت
عشق ماهي دا، عشق موليٰ دا، پلئي تہ پليوسي

## سُر بردو كافي 427

ٿل عاشقن الله جي هر وقت ۾ آ حاضري
اهي راهہ ۾ گم راهہ ٿيا، جڙيا ويا جيڪي مري

1 ترڪ تي سائين ترڪ ڪر، لعنت نہ رحمت فرق ڪر
گلا صفت ڏي گوش نا، جن سوز جي سرڪي پري

2 سالڪن هي سڌ لڌي، علم اون عرفان جي
آهن قلندر روز شب، قرب آين قادري

3 دست ڏوئي دارين مون، طالب موليٰ ٿيا تهدليٰ
هِن هُن ٻنهين ڪون هو ويا، اهو عشق آين اڪبري

4 صادقن سمجهي ڏٺو، سر سارو اسرار ۾
آهي "رکيل" هو پاڻ ميان، باطون مون ڏس ظاهري

## سُربردو كافي 428

ٿل عشق جي آڙاهہ ۾ پوڻ برهہ جي انهين باهہ ۾، لائقن لاچار هو
ڪڏي ڪٺاهي منجهہ پيا، ڏيئي ٽپي ٽيا پار هو

1 عام چون ٿا ائين هي وجي سائين غار ٽيو
هي هي ڪيون هو ٿا چون هن ڪارڪون بيڪار ٽيو

2 منهن ويڙهي پئو مونجهہ ۾، ڪر غم سيراندي يار هو
بي نہ ٻولي ڪا ٻڌن، ماسو الله پار هو

3 بي سري انهي بحر جي، ڏور ڪون ڏهڪار هو
سوجهو جنهين سيئي گهريا، سالڪن سينگار هو

4 جيڪي نينهن ڪون بي نصيب ٿيا، تن ڪين ڪي اعتبار هو
هو حرص دنيا جي هنيا، هي تنهين اطوار هو

5 آيو "رکيل" تي اوچتي، بي خودي جو بار هو
قطري منجهون ڪلال ٽيو، منجهہ ڪيف جي قرار هو

## سُربردو کافي429

ٽل عشق عجب اسرار ڏنم سوئي سخن سچار ڏنم
رهبر راهه رباني دا، مرشد عبدالستار ڏنم
1 طالب ڪون تلقين ڪريندا، مطلب تي مقصود ڏسيندا
لفظ اهو لاثاني دا، وچ سيني دي انوار ڏنم
2 نظرجنهين دي هي ڪيميان ثابت، ڪيا ڪريندي شيخ مشائخ
جلوا ٿيا ميڏي جاني دا، نيلي اتي هسوار ڏنم
3 باطن ٿي تي اظهار هلاون، لدني علم لطيفي آ ون
مستي خيال مدامي دا، سر سيد تي سينگار ڏنم
4 رهبر تيم سائين راهه رفيقي، خضر پڙهايم خيال حقيقي
"رکيل" راز نهاني دا، ڳڻي غفلت تي هوشيار ڏنم

## سُربردو کافي430

ٽل طالبن توحيد جو، صادقن سمجهيو قصو
نصيب وارا پيانون خود ميرانپور هت ڏسو
1 صاحب عبدالستار آ، ناهين وٽي هڪ وار آ
مطلوب طالب حقُ ڇيو، ويو تنهن ڪون وسوسو
2 ڪوڙ دنيان ڌوهه ڊپ، صوفن وٽون سارو ويو
ڏوئي ورق وجود جو، سائين حلق وارو هي حصو
3 شيخ ٿي، مشائخي، فنا منجهون بقا ڏسو
چوڏهن طبق وجود ۾، پوءِ وجي پرکي پسو
4 عشق جي معنيٰ اها، غم فاقئي سان فائدو
جن ٻڌو سندرو سچو، سائين "رکيل" وجي سور سيو

## سُربردو — ڪافي431

تل رندي چال عجائب رهندي، ڪوڙ ڪڏاهين اوِنا ڪهندي
وِهواهي وت واعظ تنهاندا،عاشق خوب الیندي
1 ٿي پسارِي ٻهندي مجلس، اووت هِٽ هلیندي
طالب نون چا رمزِ وکاون، ٿوڪ آڙاهہ پلیندي
2 قلزم دي وچ مارن غوطا، صوفي سارا سیر ڪریندي
واقف ٿي اسرار ڪنون، وچ جهولي عشق جهلیندي
3 چپ بیهودي گفتار ڪنون، او پهلا سخن پلیندي
مسرور هئي وچ مستي دي، جوش خموش جلیندي
4 هر جاءِ هادي حق سنڃاڻن، سجدا صحي ڪریندي
ڪعبہ قبلا دل دي اندر، ٻڌ احرام سلام ولیندي
5 "رکیل" رمز ڏنو ني ساري، دم اناالحق مریندي
عشق بنان ٻیاڪون الاوي،هرجاءِ حڪم هلیندي

## سُربردو — ڪافي432

تل آیو منهنجي عشق اڱڻ، اچي عزم حڪم زور ڪیو
هوش عقل جو اختیار ویو
1 هڪ تہ الف سهي پڙهیم، جيءَ پنهنجي سان جڙیم
غیر وجودون تڙیم، پیچ پرینءَ سان پیو
2 چنڊ جهولي منجھ جهلیم، چشم نابینان ڪلیم
رمز ماهي جي رلیم، یار ڪیم هڪ تہ میو
3 پیون تہ پچاران پون، ڪي وري ڪیئن پیاڇون
پنهنجي تتيءَ جي سو پیاڏون، ڪنهن جو ورتم ڪین چیو
4 سو تہ سماپا سهان، روز اُچن نت پیا نوان
ڳڻ تہ "رکیل" صحت چوان، حسن تنهنجي هي هوش هنیو

## ڪافي433

سُربردو

تل شرع وارن شرڪ ڄاتو، هي خودي آ خام جي
منصور اناالحق چيو، منجهہ معرفت جي مام جي

1 هوتا چون حلاج آ، نابين ٿيا نادان جي
هي ٿيو رضا راضي مٿون، سر ڏيئي سبحان جي

2 مرتبو هي ٿيس مٿي، شوق اعليٰ شان جي
سڏ تنهن کي سي ٿا ڄاڻن، عشق جي امام جي

3 نوش وحدت جام جنهن ڪيو، مست ٿيو مدام جي
سولي مٿون هسوار ٿيو، انهين درد واري دام جي

4 اڄ توڙي آهي اڄا، سڏ تنهين سلطان جي
عاشق ولايت ٿا لهن، لائق وڃي لامڪان جي
واهہ "رڪيل" هي رمز ڏس، محبت موليٰ ميدان جي
سي لڙهيا هن لهر ۾ نيشان ٿيا تو نام جي

## ڪافي434

سُربردو

تل عشق وارن جي اندر ۾، درد جو هي شور آ
سالڪن سمجهي ڏٺو، ذاتي ظهورو زور آ

1 هن لهر ۾ جيڪي لڙهيا، سي نہ مطلب کو نہ مڙيا
داخل ٿيا ديدار جي سوچوي ڪيئن چور آ

2 پائي ڏنائون جسم جهاتي، درد وارن دل سڃاتي
محبت منجهون سي مست ٿيا، جيئن چنڊ تي چڪور آ

3 عام کون آجا ٿيا، خاص خودسي اولياءَ
ڏس شوق وارن جي شڪل، جيئن مرد صورت مور آ

4 نينهن آين منجهہ نظر، سڻ "رڪيل" اي باخبر
عشق بانجهون آ اندارو، نابين سوئي ڪور آ

## سُربردو　　　　　　　　ڪافي435

تل　دست ڏيئي ساقي پياريو، شوق جي پيالو شراب
سر ڏيئي سجدي سچي ۾، بحر ۾ پئو بي حجاب
1　جي رڪعتان رمز جون، تو پڙهائي برهہ باب
دم دم سان دلبر ڏسان، مان ڇا ڪندس بيو ڪو ثواب
2　جي مرد ٿئين ميدان ۾، وردون وظائف سڀ وڃاءِ
رسم رندي سڪ سچائي، نينهن ڏس ڪولي نقاب
3　منهن پرين محراب مونا، جسم جامي لا جواب
درد جو دفتر اندر ۾، ڪشف جو قاري ڪتاب
4　علم لدني عشق آيو، وسري ويو روزو نماز
ناهي واندو وحدت دم وسارو، هوت سان ڪهڙو حساب
5　چئو "رڪيل" هو ڪير آ، تنهنجي ويساهہ ۾ ڪو ڦير آ
چوي چوائي پاڻ تو، سمجهي سڄاڻي ٿيءُ شتاب

## سُربردو　　　　　　　　ڪافي436

تل　رمز رندي ڪار مردان، ڪيئن وڃي ڪنهن ڪون سڪن
مطلب ڏسي مطلوب ڪون، پيريمغان ڪون تا پڇن
1　اهڙي درد جي دوفان ۾، جيئن نوح واري طوفان ۾
سر ڏيئي ميدان ۾، لونَ لونَ اندر ٽالوري لڇن
2　جن سنڃاتو ذات آ، سر سارو صفات آ
حيرت اها هيهات آ، هيون طبل شاهي تڪن
3　جن سنڃاتو پاڻ ڪي، انهي علم لدني ڄاڻ ڪي
ڪُلي عقل واري ماڻ ڪي، ٻڌ پاڻ تون بيو ڪنهن سان ڪڇن
4　اهو رنگ ڏس تون لعل آن، وهوا "رڪيل" تون نهال آن
سچي فقر جو حال آن، اهڙي رسم رندي ۾ رچن

## سُربردو      ڪافي437

تل بيخود هويم يارو، پوندي خبر نہ ڪائي
حضرت عشق حقيقي، ازلي آتش لائي
1 ڪيڏي ڪعبہ ڪيڏي تڪيا، عشق تڪاٽا جنت البقيا
دلبر دم نہ وسارو، رهندي صاف صفائي
2 باربرهہ دا، مارن ظاهر غوطا، لهر انهين وچ لڙهدي، عاشق ٻڏدي چاتا
ٽيوڻ پار پسارو ويندي لوڪ لڪائي
3 الٽا بحربرهہ دا، عاشق ترن اوپاري، مارن ڏڙيان دلبر، ڏيندا عشق اُلاري
مارن نينهن نغارو، ڏيندا لوڪ واڏائي
4 انهي تہ اڏي تي آون، عاشق ڪسديني ڪيئي
سي سي ڳالهيان سڄڻ ديان، سالڪ سمجهن سيئي
”رُکيل“ ويک نظارو اوندا ويس مٽائي

## ڪافي438
سُربردو

تل هت هُتي هڪ يار جاني، ڏس عشق ۾ پائي ليو
1 وهم خطرا جن وڃيا، تن هت هميشہ حج ڪيو
اڻ سونهن جي آ اڳيون، اچي سونهون سيد ٿيو
2 زهد مون ذاڪر وڃي، عبدڪون اعليٰ ٿيو
جن سنجاتو پاڻ ۾، دوجڳ وڃي جانب جيو
3 ڪيئن صفت ڪيان عشق جي، ساري ملڪ جي مس ناپڇي
لک لفظ لکي هڪڙو ڏسان، هر دي اندر ٻاري ڏيو
4 روزون ازل جي ”رکيل“ وڃي پيچري پر جي پيو
شهدون شڪر شراب آ. ثابت وڃي سرکي پيو

## سُربردو كافي439

ٿل انهي عشق ازلي جي عاشق ڪيئي درد محبت جي ڦتيا
1 سر ڏي تہ ساجن سو ملئي، توڙي دئي وارا ڏنڏا
لشڪرعقل ڪيڏا ڪٽڪ، هڪ خيال حيرت جي هتيا
2 ڪي جهنگل يليا گمراهہ ٿيا، ڪي گوشي وينا گذران ۾
ڪي مسجد ۾ وچي مسلا پڙهن، ڪي سوزسانول جي سٽيا
3 هڪڙا ورهہ ويران ڪيا، ٻيا تا اچن سولي سنوان
شمس الله جهڙا شاهد سوين، آهن اجان ناهن گهٽيا
4 ڪڏهن هستي اچي همراهہ ٿي، ڪڏهن مستي خدا جي خيال جي
رمزان ”رڪيل“ جن سان لڳيون، ميدان ۾ سي نامٽيا

## سُربردو كافي440

ٿل اکيان ريءَ ڪجل ديان ڪاليان، ول مارن دوست دوناليان
1 ڪر جلوا آون جنگي، وج بيوس دلڙي ونگي
جابر دست زوراور زنگي، ول ڏيوي برهہ بنواليان
2 چڙهہ اکيان ڪرن نظارا، جيوين سيف ڪري سٽڪارا
ول بخت ڏيوي شل وارا، لڳن رمزان رانول واليان
3 در عشق حقيقي ڳئي آن، پڙ آفت دي وچي پئي آن
ڳل لاون سينگيان سئيان، ڏيون طعني جيڏيون سياليان
4 پنهل ڪيتي ڪيچ تياري، دل هجر وڇوڙي ماري
”رڪيل“ رب ڪريم ستاري، ٿيون خوب خوشيان خوشحاليان

## سُربردو        ڪافي441

تل منهنجو پير اچي هڪ واري، لک وار سدا دل ساري
1 دلبر درد تنهنجو دل جاني، هنئڙي منهنجي کي هي حيراني
اڱڻ آءِ وچي ويراني، ڏاتر شال ڏيکاري
2 سچيون سرتيون سچي ڪمائي، خوش وسي ٿي هٿ هر ڪائي
مان وڃائي عمر اجائي، شال ٻڏي کي تاري
3 جيڪو بحر عميق انهي منجهه آوي، سو سو غوطا لک لک کاوي
منجهه عروج نزول سماوي، لذت عشق اجاري
4 "رڪيل" حال سڻيو هڪ واري، جان جسي کان ويم قراري
ڦٽي دلڙي اها آزاري، ڪيئن ور تہ وساري

## سُربردو        ڪافي442

تل ڏيک رووان اڻي ڏکڙي، ظالم عشق پيم آ پڪڙي
1 دستون جام پيتم مئخاني، ڏيون طعني ماڻهون بيگاني
ڪيئي ڄاڻن مرد تراني، آيا جانب ڪاتي ڏکڙي
2 دل درد ڪيتي توائي، ڪم وسر يا فڪر دنيائي
سڻي سانول دي آشنائي، خضر يار وڪايا مکڙي
3 مين ستي عمر گذاري، سو فرياد ڪرن لک واري
مٺ خويش ٿئي بيزاري، ايوين ويڻ ڏيون چا رکڙي
4 تيڏي برهہ ڪيتي بيراڳي، روح "رڪيل" داهويا راڳي
فيض شهر فتح پور ساڳي، لڳا سانوڻ هويا سکڙي

## سُربردو كافي443

تل هي لڳي رمز اساڏي دل نال وو، ڏيندا وت عشق اوگاهي

1 تخت هزاري دا، اٿ ڪيوين آيا وو
منجهيان داڻيا مهوال، خلق عجب وچ آهي

2 رنگ پور دي وچ وو، رانجهن مليا وو
چوڙيم جهنگ تي سيال، تيڏي ڪيتي ميڏا ماهي

3 لڄ تہ شرم ديان ڳالهين، ستر وڃايم وو
وچ ڦاٿم تہ هڪ خيال، ساعت نهين ول ساهي

4 ڪون "رڪيل" تان وو، ڪون اليندا وو
معنيٰ مشڪل هي مثال، عاشق دي آشنائي

## سُربردو كافي444

تل ٻئا ڪون پڇي ڏوهہ ثواب، تيڏن ٻاجهون ميڏا وو جاني

1 نال سبب دي وو، رخ رانجهن ڏٺم
رات لڌم تان هڪ خواب، دلڙي ٿئي ديواني

2 منڪر نڪير وو ڪيا وت پڇسن وو
عشق تيڏي ڪيتم ڪباب، وچ وحدت وحداني

3 عين هدايت وو، شاهد مستي وو
لائق نهين پڇڻ جواب سر ڪيتم قرباني

4 سر تہ "رڪيل" دي وو، باهہ برهہ دي وو
محب مليم مهتاب ڪوئي نهين تيڏا ثاني

## سُربردو — ڪافي445

تل دل منهنجي دلبر لٽي، ويو ڪيئن زوري
سو لڳين هي صدقي، سر سانول تون گهوري
1 ڪيئن تہ مٺي هي ماٺ ڪري، آگ اندر ۾ ٿي ٻري
دم سانول ريءَ ناسري، ٻڌم ڏکن جي ڏوري
2 درد مٺي هي حيراني، ڪيس فراقن فاني
ڪڏهن ايندم دل جاني، لون تہ لڳم تنهنجي لوري
3 پڪي پيس هادي حق جي، سال ٿيم ڪيئي سڪندي
لڄ تہ شرم ڪون لڪندي، جهجهڻ اندر جي جهوري
4 هلان حسن ڪئي تابش، عشق تنهنجي جي آتش
"رڪيل" ڪري ڪيئن هي بس چتر ڏيئي تو دل چوري

## سُربردو — ڪافي446

تل ڪاڪيون ڪوهيارو، ڀڳڻ ٻاروچو، محب منو اٿم مهتاب
1 جيئن ستارا، چوڏاريون چنڊ کي، ائين عاشق هن بي حجاب
2 ونحن اقرب ويجهو آهي، شوق ڏيکاريو شتاب
3 چنڊ سج ڪون سدا پرين سهڻو، تنهن ڪون تڪو آتن تاب
4 پرين "رڪيل" تو پاڻ سڃاتو ناهي ڏوهہ ثواب

## سُربردو كافي447

تل عمر گذاريم سڪندي، ڪڏهن پرين مون وٽ ايندا ياره ايندا

1 چت تہ چنوڙي منهنجا پلو پراڻا، ڪيئن تہ ڪيان مان محب سان ماڻا

ڏاڻ ڏڪي ڪي ڏيندا يار ڏيندا

2 عشق تنهنجي اچي ڪيم اليلان، موج مستي جي ڪري تن ۾ طفيلان

سور اچن ٿا سڏيندا يار سڏيندا

3 آهيان تہ ڏهاڳڻ اصلون ڏاري، وس بيوس هان مان عاجز ويچاري

هن چوري ڪي نا چڏيندا يار چڏيندا

4 سهاڳ ”رکيل“ ڪي آسرتيون سيباڻو، روز ازل کون آ اصلون پراڻو

هن گهوريل ڪي نيئي گڏيندا يار گڏيندا

## سُربردو كافي448

تل شل نہ ملان سڪ ۾ هجان، برهہ لڳو اٿم تنهنجو باري يا باري

1 بار برهہ جو منهنجي سر تي سدائي

رات ڏينهان هڪ دم واند نہ ڪائي

وس نہ پنهنجي هي ويچاري يار ويچاري

2 ڪرمن منهنجن هت ڪجهہ نہ ڪمايو

ساٿ سورن جو مون وڪر وهايو

حاجت نا منهنجي زاري يار زاري

3 ساز آواز رڳ رڳ منجهہ تنواران

جان جسم دل ڪن هو جو پچاران

سر سالڪ جي تہ سچاري يار سچاري

4 ناز پرين جي وڏو نينهن نهوڙي

غير اندر جو ڪڍيو عشق اکيڙي

رمز ”رکيل“ عجب ڏيکاري يار ڏيکاري

## سُربردو  ڪافي449

تل هوت ڏي هلڻ جي ڪيم، اڳيون ڏکيون ڏونگر جون اٿم چاڙهيون يار چاڙهيون

1 لڪ ته جبل جا ڏکي وات اٽائي، پير پٽون تيم دل درد دکائي

سور وجن تا مونکي ساڙيون يار ساڙيون

2 رات انداري ڪيان ريهان روئي، سڪ ته سڄڻ جي مونکي خوف نه ڪوئي

ٻاري عشق ڏنم ته اماڙيون يار اماڙيون

3 چوٽ چڙهي مان ڪندس پڪارا، شل ته ٻڌي منهنجون پنهل تنواران

روز ڪيان ٿي هٿ راڙيون يار راڙيون

4 ٻي نه ڪنهن سان ڪيان ڳجهه جون ڳالهيون

سٽدو "رڪيل" جون هڪ يار سنياليون

اچي ته ڏکيندم، اگهاڙيون يار اگهاڙيون

## ڪافي450

### سُربردو

تل سانه ستي ڪان طبيبن ڪيم، درد منهنجي جي دوائي دوائي

1 رنج محنت جو وڏو، جيئڻ ته نشاني دڪ جي

ڏاءِ انهي منجهه ڏڄندا، جاءِ لڏائون جهڪ جي

دم نه هٽن سي هوائي هوائي

2 ڪيم فڪر ائين فاني، پاڻ نه يايان پنهنجو

ويم وڪوڙي ذڪڙا، دم نه سمهان ڪو سهنجو

تنهنجي تاب ڪيم چه توائي توائي

3 حال جو واقف منهنجو، ويم وڃوڙو وجهي

ڪين ٻڌايان ڪنهن کي، سڄڻ جي ڳجهي

تنهنجي برهه ڪيم چه بهائي بهائي

4 جي پاڻ پساري تيئڻ هٿ ڪول ته اچي هر ڪا

سين مرضن جي دوا، دل تنهنجي منجهه درڪا

توڙ "رڪيل" تو رهائي رهائي

## سُربردو        ڪافي451

ٿل    نازپرين جي نينهن جون، مٿون آيم ڇ ميارن ميارن

1    لوڪ سڄي جا طعنا، سهٽل آيم سر تي
صبر بنان ڙي سرتيون، ڪنهنجي نہ وڃان مان درتي
توڙ ڪندس نيئي تنوارن تنوارن

2    پيير پرينءَ جي پڙ ۾، ڪيئن تہ وڃي تو پاتو
ڪٽڻ ملامت خواري، عشق وارن سچ ڄاتو
پري پيين وڃي پچارن پچارن

3    سور تہ سختيون ڙي اديون، ڏاج ڏکن جو ڪنيم
ننڊ نيڻن ڪون وئي، پور پنهل جو پيم
ڪيئن تہ ڇ ورڪي وساريان وساريان

4    لک شڪرانا ڪندس، اڱڻ منهنجي تي ايندو
شل ڪو دلاسو دل ڪي، هن تہ ڏکي ڪي ڏيندو
تون موڙ "رڪيل" ڏي مهارن مهارن

## سُربردو كافي452

ٽل
کيو نينهن نشي آ چالاڪ مونکي
ڏينهن رات تنهنجو هي فراق مونکي

1 بوف غاليون سمهان نہ اٿم ننڊ سڪي
تنهنجي تانگھہ لڳيم کيو اٿم درد دڪي
خوش لوڪ وسي مان جهڙي ڪان ڏکي
تنهنجي سورن ڪيو بيچاڪ مونکي

2 ڳاري ڳلتي فڪر پئمال ڪيم
يجي ڪوڙ عقل جو حجاب ويم
سڙي غير ويو سچ صاف ٿيم
مانجي عشق ڪيو آ پاڪ مونکي

3 نہ امید پايان نہ وصال وٽي
جيڪا رب جي رضا منهنجي باب ٻٽي
ائين ڳجھہ ۾ ڏنم اها ڳالھہ ڳٽي
تنهنجي محبت ڪيو مشتاق مونکي

4 ڏسان جلوو حسن جو جوڙن ٿا
اهي ناز پرينءَ جا نهوڙن ٿا
او تون سمجھ "رکيل" منهن موڙن ٿا
محب مان سڏن عشاق مونکي

## ڪافي453

سُربردو

تل هي مونکي شوق مولا جي تہ فقير ڪيو
سڪ سوز ڏکن زور ظهير ڪيو

1 لوڪ سڄي جا طعنا، ڪن ٻوڙا ڪين ٻڌن
ڪنيم ميارن مٿون، حال منهنجي تي هجن
لکيو لوح قلم جي تقدير ڪيو

2 وسري ويم سڀ ڳالهيون، هڪ تانگھ مولا جي لڳم
دل تہ سڄاتو دلبر، پل دئي جي پڳم
لڳو درد سڄڻ جي دلگير ڪيو

3 عشق ملامت ٻتون، غم جو بار سهڻ
غير پليتي پري، دل ۾ دوست لهڻ
توھ تن ڪي ڏيئي بي تہ نظير ڪيو

4 "شاھ رڪيل" جون رمزان، ڪڏهن ٿيون ساڙن
قول الستي اهو، پرين مون سان تا پاڙن
رخ روشن تنهنجي بدر منير ڪيو

## ڪافي454

سُربردو

تل احد تي هت احمد آيو اولو رکي انسان تي
وچون ميم رکي تاپيائي چاڙن، اهو سر سچو سبحان تي

1 ڪفر وارن ڪين سڃاتو، هيا اهي حيوان تي
ڪري ظهورو ظاهر آيو، سچن جو تہ زمان تي

2 بشري برقعو پهري آيو، نسب اعليٰ شان تي
ختم نبين جو عربي آيو، سر اهو سلطان تي

3 صفان ٻڌي ڪيو سچن سجدو، ٻڌ بيرنگ جو تہ بيان تي
فيض ورتو فقراون ونڊي، آيو عاشقن جو تہ امام تي

4 نہ آدم حوا نوح نبي، نہ موسيٰ بن عمران تي
بحر انهي ۾ در ڏنوسي، رڪيل سو رحمان تي

## سُربردو     ڪافي455

تل گوناگون ويکيجي، بيرنگ رنگ ماهي دا
سرڪي سوز پويجي، رخ هي راز تنهين دا
1 هر هردي وچ آپ سمائي، نال عجب ڏي سير وکائي
ذات صفات سڏيجي، شملا شوق شاهي دا
2 لدني علم لطيفي، عشق ڪريندا عنايت
هڪ ٽيوڻ پيچ پاوڻ، اسم جسم دي حڪايت
هرجاءِ هوت ڏيکيجي، پلاڪي ڪون ڪنهين دا
3 عشق بنان سڻو لوڪو، جيوڻ ڪوڙ حياتي
خبر تنهين ڪون هئي ساري، جي وت پئيندي جهاتي
سوئي سبق سکيجي، تيسئي صاف عقيدا
4 روز "رکيل" ديان دلبر دلڙي ڪريندي پڪاران
ڪي وت سمجهن هڪ هي ڪي وت ڪرينڊي مياران
چپدا نهين تہ چپيجي، صوفي صاف سهي دا

## سُربردو     ڪافي456

تل ملامت مرڪ مردن جي، اصل آ عشق بدنامي
نہ ترسن خلق جي رسوا، بحر بازار قرباني
1 سهن طعنا گلا خواري، تنهين ڪيو عشق اختياري
سچي هڪ يار سان ياري، لٿي دلڙي ويم جاني
2 سنجاڻن نفس جي شامت، نہ اٿن صحت نہ ڪا فرحت
جهڙي رحمت تهڙي لعنت، سوري اٿن سيج سبحاني
3 ڏين سر دام ۾ دستي، ڇني ڦاهي ڇڏن هستي
هميشان يار جي مستي، دلي ديدار همداني
4 گهي آبي گهي خاڪي، گهي ٿن سير افلاڪي
رهن فنافي الله باقي، ڪٿي دل درد ديواني
5 "رکيل" ناراز ڪن ظاهر، وني وحدت ٿيا ماهر
ازل جو عشق ٿيو رهبر، ربوبي راز رحماني

## ڪافي 457
سُربردو

ٽل جملہ جهان ڏٺم، پلئي وٽ ڪجھ ناپيم
روُرو ڪران مين هڻ زاري

1 رلدي پُلدي راهہ حقيقي ڏٺم، پيريمغان دي دستون نال خنجر دي ڪٺم
جند نہ ڪيتم اها پياري

2 تاب حسن دا مشڪل، وچ پاتالون پسدي
عشق اڏي دي اُتي، ڪئي پئي قليلون ڪُسدي
دست سجڻ دي ڪٽاري

3 رنگ پرئي داجلوا، هر هر دي وچ هوندا
ڪن فيڪون ڪنون، جتان ڪتان پيا سهندا
عجب تيڏي هي ستاري

4 رووڻ تڏان سڪيم، جڏان رمز لڳيم تيڏي رخ دي
باهہ برهہ دي "رڪيل" درد وچون پئي دکدي
دم دم نال هشياري

## ڪافي 458
سُربردو

ٽل منهنجو انگ ٻاروچل توسان، لوح قلم ڪون لکيو هو
1 وات اٽائي واقف ناهيان، ڏونگر ڏيھ ڏکيو هو
2 ڪيئن تہ ڪميني، ڪيچ ماٺيندي، قسمت قيد چڪيو هو
3 حرف حقيقي حق سڃاتم، سورن سان مان سکيو هو
4 هي سر سارو، "رڪيل" جو ملھ خريد وڪيو هو

## سُربردو    ڪافي459

تل ڏونگر ڏي ڪو ڏس الا، مونکي جانب واري آ جاءِ جتي
1 ڏس پڇو اٿم وات اٺائي، هلڻ هيڪل نتم ڪو سورن پائي
راهه ڏکئي منجهه رس الا، هن چڪڻ چاڙهي ڪون، ڏي مدد متي
2 ووڙي لهندس ور تہ وندر ۾، ڳولج ٿولج پنهنجي اندر ۾
ڪڏهن لتم هي ڪس الا، ڪنيم سورن جو سر بار ستي
3 لعل لڙاٽ ۾ لهندس لوچي پول پڇم، هي سڄاتم سوچي
پرجهي پاڻ ۾ پس الا، لائي رمز رندي، آيم ڳالهه رتي
4 ڏنم سمجهي سر سڄاتم، ڪنيم اکين تي دل سان جاتم
ناهي تہ "رکيل" جو وس الا، ائين لوح لکيو جي، ڪجهه قلم ڪتي

## سُربردو    ڪافي460

تل لون لون منجهه تان لڳيم، باهه برهه جي پلو
عشق آيم سر تي زوري، برهه آيم سر تي زوي
1 لاهي سڄاتم سر جو سانگو وو
مون نہ تہ سمجهيوڙي اديون، عشق اڙانگو وو
گهور ڪندس هي سر گهوري
2 وس بيوس تہ ڪيم، سورن سنيالان وو
هوت پنهل ڪاڻ اديون، ڪندس ڪشالا وو
جيءَ اندر منجهه اٿم جهوري
3 ڳالهه ڳجهي ڪيئن تہ ڪيان، ناهي چوڻ جي وو
پورهت ڪي آهي نيت، پيش پوڻ جي وو
چپر چڙهندا ڪيئن هي چوري
4 درد فراق فڪر "رکيل" ڏکن سان ڏنو
مڪڻ ماڪي ڪون سرتيون، من ۾ محب منو
چاڪ پون ٿا مونکي چوري

## سُربردو    ڪافي461

تل عشق جي آزار ۾، جي مرد ٿئين وڃ هيئن مري
ڪربلا ميدان ۾، نيزي مٿون چاڙهي سري
1 جي نينهن جو نالو ڳنهين، وڃ سوز ۾ سارو سڙي
پرزا ڪيون هيئن پاڻ ڪي، وڃ شوق ۾ سارو ٻري
2 منصور جي مطلب لڌو، سر مٿي سوريءَ ڏيئي
تڏهن سڏجي تو سچو، سر عارفن جو اڪبري
3 علي جي اولاد سان۔ منجهه ڪربلا جي فيض ٿيو
واهه شهادت عين پيالو۔ ڏس دوست جي هي دلبري
4 ڏس سچائي سالڪي۔ شمس ۽ تبريز جي
ڪل لٿي منصب مليو۔ حضور جي ٿين حاضري
5 سر ڏيئي صوفي سچي ٿيو۔ اقبال اعليٰ احمدي
ٿيو شهادت شاهه عنايت۔ وهوا۔ رکيل۔ سان رهبري

## سُربردو    ڪافي462

تل هڪ مرد واري مام سان، صفات ۾ ثابت ڏنم
منصور واري دام سان، منجهه ذات جي ضامن ڏنم
1 ڪفر ۽ اسلام ۾ حق ڏسي ساءِ هڪ لڌم، توحيد جو ڪلمون پڙهي
اورچ نه ٻئي ڪنهن عام سان، ظلمات ۾ روشن ڏنم
2 راضي مٿي رب رضا، صابر وجي سمجهي ٿئا، ٽڪ ٻڪ اسانجو ڏاج آهه
نصيب واري نام سان، ڪلمات ۾ لکيو ڏنم
3 جي مرد ٿئين پو ماري، اجان عشق جو پنڌ ٿي پري، ڪر ياد ياهُوالله ڪي
سائين جي رسين وجي رام سان، وحديات ۾ واحد ڏنم
4 سڪ "رکيل" هي رمزتون، رهه يار جي ته فراق ۾ پيهي ڏنائون پاڻ ۾
انهين عشق جي ته اُڏام سان هر رات ۾ رانول ڏنم

## سُربردو  ڪافي463

ٿل جنگ عجائب وهوا جائي، عشق ڪڙا ميدان هي ملهائي
نيهن نياوڻ مشڪل باري، راتيان ڏينهن رک خيال خدائي
1 توڪل بنڌ ڪر تهدل ڪڙدي، لوڏاها ڪر لائق لڙدي
چڙهن غزاتي ٿيون غازي، ڏيون سر سدائي
2 توبہ ڪرڪي ترڪ ڪريندي، ظالم نفس ڪون ضرور مريندي
رهن رضا تي عاشق راضي، اوندا ويس مٽائي
3 خطري دل وچ جنگ اڙيندي، رهزن دنيا راه مريندي
ڏيون طلاق تنهين ڪون تازي، وتي رلدي پڇون اجائي
4 سک تہ اهوئي سچ الاوڻ، ”رکيل“ فقير فقير سڏاوڻ
ڪيا سمجهن اوملان قاضي، عاشق دي آشنائي

## سُربردو  ڪافي464

ٿل عقل اجائي هي وو عمروجائي وومِيان، عشق بنان ٻيون سب ڳالهيون
1 عشق عقل جي، وولڳي لڙائي ميان، عشق ڪٽي جنگ وو ميان عقل هارائي ميان
مال مڏي سرهي لٽايون
2 پڙهن ڪتابان ووبيهي ڪن معنيٰ ميان، سوتہ ثواب ڏسن نفل دوگانا ميان
عشق جون النيون اهي چاليون
3 نفس نجس جون ووشوم جون شيلان ميان، وهم تہ خطرا وودل جون دليلان ميان
ملڪ چڏيندين هت ماليون
4 عشق جڏي آيو ووسڌ ٻئي ساري ميان درد ”رکيل“ سان وو آتش ٻاري ميان
جوشن ۾ هتي جند جاليون

## سُربردو      ڪافي465

تل ابرو هلال صنم دي، خوش نين ڏونهين
1 مژگان تير جگر وچ وڙدي، زلف سياه بشيهر چالڙدي
مشتاقان تي زابر ڪڙدي عاشق قتل ٿئا هر دوجهان ڏونهين
2 دهن شڪر پر شيين لعل لبان سچ سهندي، ڏند مرواري دلبدي ڪجھ قيمت لهندي
زيب زنخ ڳل وچ مالهان وت نهندي شمس قمر سهٽل تون تي قربان ڏونهين
3 آدم آپ بنيا خوش آواز چنگي، جامان پوش ڪيتئي سير صفات رنگي
عشق دکايا جلوا حسن داوت جنگي، طالب محو هيا ٿئي مطلوب ڏونهين
4 بار برهہ دا سرتي بي اختيار آيا، روپ رواج ربي هيا سبحاني سعيا
راز"رڪيل" اي اسرار چپايان شان شهادت هيا حسن حسين ڏونهين

## سُربردو      ڪافي466

تل هوت پنهل جو خان پنهل جو، اچ ايندم ڪو پيغام پلوڙي پينر
1 اکيون پرين جي وو پار ڏي ميان الا، هينئڙو ٿيم حيران پلوڙي پينر
2 سورنہ سانيبان وو سانول جا ميان الا، اوراتو ٿم ارمان پلوڙي پينر
3 ڪيچ ويو تہ ڪو هيارو ميان الا، آرياڻي آري جام پلوڙي پينر
4 اڳڻ رڪيل جي وو پير پرين جا وو ميان، اٽن اچڻ جو انجام پلوڙي پينر

## سُربردو ڪافي467

تل بحر بيچون ۾ ڪيئن وجي ڪاهي پيا
مردن مشاهدو هي ڏٺو حق سچاٽي بيريا
1 جي لڙهيا هي لهر ۾، تن پيو سارو سماءَ
ڪاهي پئاسي ڪين ۾، جي ويرو وحدت ۾ ويا
2 ترسيا نہ سي ترهو ڏسي، تنهن سير جي سامان جا
سر گهوريون سي ٿا گهرن تنهن موج مستي ۾ ميا
3 سڌڙيا ڪنڌي تي ڪيئن گهرن بيٺا ڪرن سي هاءِ هاءِ
عجب تنهن آ ويڙ ۾ جيڪا گهريا سي رهنما
4 عشق بازي رنج محنت، درد وارن جي دوا
فراق فاني جي ڪيا حيران حيرت ۾ هيا
5 ڪين جاڻج پاڻ کي ڪوڙ تي هنڙي هوا
رهہ "رکيل" هڪ رمز ۾، سر سالڪي جو لهہ سماءَ

## سُربردو ڪافي468

تل عجب گفتگو عشق جو، ڪيئن ٻڌي ڪنهن کي چوان
پور پلپل جا پون ٿا، نينهن وارن کي نوان
1 رمز رندي ڪار مردان، صحبتي هر دوجهان
ماسوي الله ياد هو، سمجهي ٿيا سهجون سو ان
2 جي نظر نافيو نظارو، تهدلي ناهي طمع
جيءَ جسم جند جان هي، فڪر وارن جي فنا
3 عين تن جون عادتان، حفظ ڪيائون ياد مان
پنهنجو ڏنائون پاڻ ۾، تنهن رهبري ۾ ٿيا روان
4 دم سچاٽي دل سچي سان، ٿي حڪايت ۾ هماءَ
چِتو دئي جو دام هي، وجي پرتوي پرجي پوان
5 جي "رکيل" هن راز جي، آهي سوز وارن کي سماءَ
چوي چوائي پاڻ ٿو، اولو رکي هي پيش مان

## ڪافي 469
### سُربردو

ٽل سڏ نہ ڪھڙي عام کي سرت وارن جو سماءُ
بيشڪ پياسي بحر ۾، لڙهي ڏٺو تن هي لقاءُ
1 اول اسمون ذات جي، ظاهر ڏس جاءُ بجاءُ
دام دئي جو دور تيو، هر جاءِ ڏسڻ هڪ حق آءُ
2 سرڪي چڪيائون سوز جي، "سي ڪندا ويا هاءِ هاءِ
عشق جي آويڙ ۾ تي چيائون آءُ آءُ
3 جي لڙهيا هن لهر ۾، عجب تن انصاف آءُ
ساڏو سمنڊ جي سير ۾، ڪڏي وجي ڪاهي پيا
4 جي "رکيل" صوفي سڏائين وردون وظائف سڀ وڃاءِ
جي سالڪ ٿئين هي سمجھ رک، وحدت مجاهدو وجي وڏاءُ

## ڪافي 470
### سُربردو

ٽل عيب منھنجا شل نہ پچن، هن تہ مٽيءَ جون مندايون مندايون
1 منھنجا چارئي پاند چڪڙ منجھ ميرا، ڪيئن تہ ڌوان ڪيان صاف سهيرا
ڏس نہ گولي جون گندايون گندايون
2 منھجا ورويجھا او منھنجا واھ وسيلا، هوت ڪنديس مان توڪان هردم حيلا
پرچ پرين ڪر نہ جدايون جدايون
3 ڪندم ٻاجھ ٻاروچل ڪڪر ڪوهيارو هن تہ ولھي تي آيو وسڻ جو وارو
اڇي لوڪ ڏيندم تان وڏايون وڏايون
4 عشق تنھنجي هي منھنجو جيئڙو جلايو، سڪ تہ "رکيل"ڪي آئي مچ هي مچايو
درد ڏيئي ويم ڏکايون ڏکايون

## سُربردو    ڪافي471

تل هن تہ مني جي يلو ماڳ تي،
ايندم پنهل واڳ واريون واريون

1 تنهنجي خاڪ پيرن جي اومان اکن ۾ پائيندس
پري سرمي جان تہ سرايون سرايون

2 سرهو ساٿ خوشبوءَ اڱڻ تي،
ايندم بار ڪٿوري پرايون پرايون

3 سرتيون سهيليون سڀ واس وٺن
جي پنهنجون هجن ڇا پرايون پرايون

4 سڪ تہ "رڪيل" ڪي آ سرتيون سهاڳ جي
يار ايندم قدم وڏايون وڏايون

## سُربردو    ڪافي472

تل جي درويش ٿئين پئو درد واري دام ۾
ڳل جٽيون پائي عشق جون ڏي سر سچو سبحان ۾

1 ويهہ نہ واندو ڪرنہ وسارو، تي فڪر جي فرمان ۾
ڪر ننڊ حرام اُتي جاڳ جائي، پئو محبت جي ميدان ۾

2 حرف حقيقي حق سڃاڻي، مستي سر مدام ۾
هي هستي حرفت ڇڏ وڃائي، اڄ عشق سندي انجام ۾

3 اندر پنهنجي پائي جهاتي، گهٽ نہ ڪر ڪلام ۾
فذڪروني اذڪر ڪم، ڏنم سچو قول قرآن ۾

4 "رڪيل" پنهنجو يار سڃاتو، دل سندي ديوان ۾
هادي ڏسيم هيءَ هدايت رهہ پرين جي پيغام ۾

## سُربردو ڪافي473

تل ڏک عشق جھڙو ڪو ناڏٺم، آهي مرض مونکي لا دوا
واعظ ملن جو ڪيئن ٻڌان، پنھنجي لڳي ٿم هاءِ هاءِ
1 ملان قاضي مولوي اسلام جا آهن ٿنيا
نمرود فرعون ڪيترا، هتون ويهندا اٿندا ويا
2 پاتم جھاتي پاڻ ۾، معلوم ٿيم سڀ موجزا
علم لدني عشق آ، توحيد جي حاصل ٿيا
3 درياه جي تنھن موج ۾، گم ٿيس غوطا ويا
ترهو نہ ٻيڙي نا ملاح، موتي لڌم جي تري پيا
4 منصور ٿيس مطلب ڏسي، دفتر درد جا اندر هيا
هر دم اناالحق چوان، آهي رمز وارن تي روا
5 سچ "رکيل" سر ڏيئي، ميدان ۾ سي مرڪندا
سو لڏائون پاڻ ۾ قربان ٿيا فاني فدا

# سربلاولي     ڪافي474

سائين منهنجي مرسل جا شان وڏا ته اجر
سائين سچي ته سيد جا ها غم هل بشر ٿل

1 جبرائيل جنتيءَ سان شاتل ٿيو آڳ، نازمين آسمان هو نه هو سڄوئي جڳ
ايڏا قرب قدر، سائين منهنجي مرسل جا

2 محب متي معراج تي قادر ڪوٺايو، ملڪن ۾ غوغاءُ پيو سين ڪيو سعيو
زيارت ڪان منتظر

3 احد احمد هڪڙو فرق نه پايان آدم، شڪرتنهن شب رات ۾ طبق ٿيا روشن
مليو فيض فقر

4 چارئي يار رسول جا پلارا بيشڪ پاڪ پنجن تتن کي هوت پايان تي حق
روحن جا رهبر

5 پرٽي رات رسول جي حورن ڪيا هيرا، سداڳائن سهج مون سيد جا سهرا
صدق تيون هر هر

6 پنجئي تن پيارا اتم شڪر ڪيان شابس متي تن محبن جي سج ڪئي تابش
پاڪ لٽن چادر

7 جا بيان صفت آ متي تنهين منور، "رڪيل" ڪيئي قربان ٿيا سوين شمس قمر
آيو اڙين جي آذر

## سر بلاولي ڪافي475

ٽل برقعو پائي تہ بشر۔ احديت مون احمد آيو۔ احمد آيو عربي آيو

1 گھر اچي عبدالله جي تولد ٿيو روشن
لک ڪروڙيون ارواحن سجدو ڪيو باطن
صدق شمس قمر، سدا سھڻل ڇايو

2 سو مبارڪ روحن تي سڏي ملائڪ ڏين
عين اچي اظھار ٿيو شڪر ڪيو عاصن
لٿو ڏوھہ ڏمر پرينءَ پير پايو

3 احد احمد ھڪڙو سالڪ سڃاڻن
طالب تنھن توحيد ۾ ڏئي نتا ڄاڻن
عشق وارن تي امر۔ فائق فرمايو

4 پڙھي صلوات سيد تي وڃي روءِ رسن
اعليٰ شان عجب آ عارف ٿا ۾ ڏسن
مٿون چانو ڪڪر، مولا ڇٽ جھلايو

5 عاشق منجھہ فنا جي جنگ ائين جالن
ڏسن بحر بقاءَ جو سيني اندر پالن
سچو ٿين تہ سفر، تن جسم جڳايو

6 "رکيل" سگ دربان آ جتي خاڪ سندو
اصل عربي ڄام جو بردو ھي تہ بندو
اجھو اٿم انور، ھي رنگ بڻايو

## سربلاولي  ڪافي476

ٿل منهنجو سدا گهر آيو، سدا گهر آيو، اديون وڻجارو، دل سندو دلبر
1 بادل برساتيون ڪيون، وسڻ جون ويتر
ٿيندي آبادي عالم ۾، ڏيندم چانو ڇپر
2 قدمن تون قربان ڪيان، سولڳين هي سر
شال پسنديس ڪاڙهي دوست مني جو در
3 دوست سندي ديدار جي، حب اٿم هيڪر
مديني جو مصطفيٰ ڏيکاري ڏاتر
4 مٿون احمد ڄام جي، آهي چانو ڪڪر
معافي سنگ سرڪار ڪيا ساب، پيم ته سفر
5 رهبر "رکيل" جي اچي، ٽيندم ساھ سمر
ٻڌي ڪي ٻانهان ڏيئي، ورڪندم شل ور

## سربلاولي  ڪافي477

ٿل ويڙهي منهنجي آيو سونهن پريو سرور
اچي پير پايو اڱڻ آيو، انور
1 پرينءَ جي پيزار تون، سو لڳين هي سر
اکين اوهيڙا ڪيا، وسن لئي ويتر
2 مان جهڙي جي ماڳ تي پيو پاڻ قدر
جهلي چنڊ جهولي پيو، چکيم شهد شڪر
3 اجهي تنهنجي آسري سندو فيض فقر
عاصي تنهنجا اُمتي تون چوڻ چانو ڇپر
4 پرڻي رات رسول جي، حوران ٿيون حاضر
ملڪن پئي مشاهدا ڪيا ڏيھ ڏٺي ڏاتر
5 عشق وارن جي چاڙ تون "رکيل" خاص خبر
احد احمد هڪڙو اٿم شهد شڪر

## سربلا ولي                    ڪافي478

ٽل  ڦڪل ڳيا قند ڦير، دل وچ حق سمايا
1  خرقا خاڪي پوشا پھريوسي، چوڏھين طبق نظر آيوسي
بيرنگ برھ دا بار چايوسي، ڪيتا عشق انڌير، غفلت غير وڃايا
2  زيب زينت ڳھہ مين گھڙائي، ڪڙيان ڪنگڻ نٿڙي جڳائي
چوڙا بيڙا ڳل هار سهائي، اهو سهاڳڻ سير، ٽيم سينگار سجايا
3  فيض فنا نماز مئين نيتي، لٿم ڏوہ پوشاڪ پليتي
سرڪي سچي مين پريم دي پيتي، دهشت ناڪ دلبر حيرت حڪم هلايا
4  سمجھڻ صفات عجائب توليان، وھوا سجڻ تيڏيان لڪ لڪ بوليان
عاشق گھندي وات وچوليان، شملا ٻڌي شير، ”رڪيل“ سارا راز ڇپايا

## سربلا ولي                    ڪافي479

ٽل  ڏٺم ڪفر سوئي اسلام، عشق جٺيا مين ڳل وچ پاتا
1  گر ميري مينون بابت بتاتي، صحن دل دا سارا صفائي
جيڏي ڪيڏي هڪ روشنائي، خطري سڙگئي خام، عشق آ تي اهو رنگ لايا
2  ڏٺم ساجن سنت اُتاري، مسجد مندر وچ دواري
ڏيکي اهو جيڪو ٿي ڪر ماري، اٿان ڪنهن پئي رام، اٿان ڪلمان قلب نہ ڇاتا
3  برقعہ پا انسان ٿي آيا، صورت بشري آپ ڇپايا
صم بڪم مھر لڳايا، جس جھپيا تيرا نام ٿي ڳيا ول گونگا ٻاتا
4  احد ٿي تي احمد آيا، فضل اپنا فيض وڏايا
آپون آپي آپ سمايا، پيوڻ سيتي جام، عشق چنبين وچ آڪر چاتا
5  ”رڪيل“ عشق آيا مئخاني، ڏيون طعني لوڪ بيگاني
عشق نہ ڄاڻن ملان ملواني، سر ڪرڻ قتلام، نينهن نياوڻ سوئي هي ناتا

## سربلاولي        ڪافي480

ٽل رک سرت سچائي سري رام، ستگر سانون هي گيان بتايا
1 لڇمڻ رام تي شوق جڳايا، سري ڪرشن سانون مک وکلايا
نانڪ نام تي باب سڏايا، هر مين ئي هر نام، ظاهر لوڪ لباس ڇپايا
2 مڙهيان مستيان مين ناويسان، ڪيتم ڪعبہ دل ڪون طواف ڪريسان
سو سو ڦيري سيس نويسان، ڪيتم عشق امام سهيون ساجن مين سجدا پايا
3 بالا برهہ ڪيتم بيقراري، نينهن لڳم ڏک بي اختياري
ڳل جٽياتي بدن بهاري، اوري رهيا ايمان، منزل ني سانون عشق پهچايا
4 دين ڪفر وچ پاتم جهاتي، ينم غير تي شڪ صفاتي
هڪ سڃاتم ظهورا ذاتي، آيت وچ فرقان ڪل شيءِ قدير سمايا
5 مئخاني وچ محفل جاڳي، شغل شاهانان "رڪيل" دل شادي
عبدالستار اهو سر ساڳيءَ ءِ جلد پلايس جام، رمز لڳي تي اهو رنگ لايا

## سربلاولي        ڪافي481

ٽل لڳا عشق تيم لاچار، درد اهو مين سڪڙانہ پايا
1 ڪڏان دانشمند تي مرد ترانا، ڪڏان مدهوش قران ديوانا
ڪڏان غرق وحدت دي وچ مئخانا، دلبر داهي ديدار، شوق تسا ڏي شور مچايا
2 دهن شڪر لبان تي لالي، عشق انهي دي الٽي چالي
موج چڙهي سرآئي جلالي، ايوين ڪريندا مارون مارهوش ڪنون بيهوش الايا
3 عشق هڪو سائين حرف پڙهايا، سمهڻ ڪاوڻ عيش وڃايا
شيشا شراب ازل دا آيا، برهہ ڪلي هي بازار، هر رنگ دي وچ سير وڪايا
4 جڏان عشق آيا سائين ساڏي خاني، ٿيئي شروع چوطرفون طعني
ڪيئي سڪي سائين ڪيئي بيگاني ڪرن گلاڏي گفتار، وهوا "رڪيل" اهو سچ لڪايا

## سربلاولي كافي482

تل آيا عشق اندر وچ شور، سک قرار آرام نہ ڏيندا
1 غم مونجھارا ڏکڙا آيم، جانب اپٹي جھولي پايم
بار برھہ داسر تي چايم، توڙ نباھين تيءَ نہ لغور، وَنحَنُ اَقربُ نال سھيندا
2 درد فراق تي فنا وچ فاني، لنگھہ پيوسي لامکاني
ھر طرحين ھک جلوا جاني، حد اناحد گھور، ٻوليان اھي سپ آپ ٻلينداا
3 ويڙھہ اويڙ برھہ دي پڙکي، ڏيون سر نہ ڏرن کنھن دڙکي
آپون آپي آپ سجاتم، جيوين اداسي چکور، صورت چنڊ جھليندا
4 مرد کريندي عشق کمائي، دم دم دشمن نال لڙائي
مدعي مار "رکيل" روشنائي، دُز اندر داچور، صوفي کون سڏيندا

## سربلاولي كافي483

تل باھہ برھہ دي ساڏي سر ٻلدي
اج نھين کلھدي ھي روز ازل دي
1 غم ھڏين وچ اھو جوش جڳايا، عشق خريد مين ڏک چاوھايا
کرکر دانھان تتي مين اي حال وڃايا، وس بيوس ٿئيان کائي نھين ولدي
2 مستي واليان موجان چڙھديان، کرن لڙائي لاشک لڙديان
اوڃاڳا آيم اکين اھي سڙديان، جوش انھين وچ جند پئي جلدي
3 بيقدري کون قدر نہ کوئي، کيوين مئين سجاڻا ساجن سوئي
کران تہ وکوھي ٻيئي اھا حيرت ھوئي، حجت حاجت ميڏي کائي نھين ھلدي
4 تون جانب دي مريندي جدائي، سر تہ "رکيل" دي سختي آئي
منھن وچ ڏوڙي چتين وچ چائي، ڏي ڳيم جان اصل نسل دي

## سربلاولي       ڪافي484

تل مين سڪندي ويڪان تخت هزارا، بخت تتي ڪون ڏيوي شل وارا
لانجهن سائين رنگپور والا، بن ٿيا جوڳي ڪرڻ ڪشالا

1 ڪيئي پئي ڄاڻن هي هڪو حق تعاليٰ، سالڪ سمجهن اهيو هي اشارا
2 ڪاري چڙهدي آيم ڏوڙا، ڳئي تہ خوشي ڪيڏي ٿڪ ٿيم ڏوڙا
وچ تہ فراق دي پيم وڇوڙا، ڪيوين تہ ڪران مين چلدا نہ چارا
3 حال انهين وچ هميشان هووان، ڪران گريا سئينان اکيان نہ ڏووان
رت ديان هنجون ٻيني مين هردم رووان، غم تہ رفيق ميڏا ڪوئي دم نہ وسارا
4 نال رانجهن دي نينهن نياوان، روز ازل ديان لڌڙم لاوان
خرقا خاڪي مين ڳل وچ پاوان، سير "رڪيل" سوئي سر ٿيم سارا

## سربلاولي       ڪافي485

تل مين مٺڙي تي لوڪ دي مياري
سر تي ملامت برهہ داباري

1 لوڪ بيگاني ڏيون طعني، حال نہ واقف تي ڪون پڇاني
عاشق درد ڪيتي ديواني، مستي خمر خماري
2 رانول رورو هٺڙي ملدي، لڳڙي لوري تانگهہ ازل دي
جانب جلدي چاڏيسي ولدي، ڏيوڻ ڏاج تياري
3 مئي پيوان تي دوجڳ جيوان، سازآواز مين مطلوب ٿيوان
مجلس خاص تي رند سڏيوان، بحر حقيقي بيشماري
4 اهي نازپنهل دي ڄاڻ نشاني، واحد شاهد تي هڪ هي جاني
برقعہ بشري اهو راز نهاني "رڪيل" سچي گفتاري

## سربلاولي		ڪافي486

تل	اکيان سھڻل ديان ڪيف ڪکوريان، پاون چاربھ ڪجل دي، جلدي

1 ابرو سيف تي مجگان قھري، نين ڏونھين تيڏي بانکي بحري
لعل لبان سھڻين دي ڏند مرواري، صفت سچي ھي نسلدي، جلدي

2 زلف سياھ گھتن پيچ پاون، جلوا حسن داچا سير وکاون
درد وندي دل مني کون جلاون، پيڙ پراڻي پئي پلدي، جلدي

3 عاشق پيون او آب حياتي، مشتاق منڙي پاون جھاتي
ھرجاءِ ويکن ظھورا ذاتي، لگڙي ھي تانگھ ازل دي، جلدي

4 رخ مھتاب او صورت دا صاحب، سر سانول دي چيرا عجائب
دوست ڏني ڏک تيون وچ غائب، رمز"رکيل" وچ رلدي جلدي

## سربلاولي		ڪافي487

تل	منھنجو ٻاڻ ٻروچ سان، ڪون لڳم ڪيھ

1 منھن ويڙھي تہ مٺن جان، سنجھي آءُ تہ ستيس
ھتون ھوت ھليو ويو، سور آيا ويني سھ

2 عمر جو اٿم آسرو، وحدت جو ويسھ
مني ھن تہ مريض جو، ھار ڳچي جوڳھ

3 ڪڏھن ايندم ڪيچ ڏنھن، ڪانگل ٻولي ڪھ
ڪکر ڪوھيارو ڪري، اچي مون وٽ لھ

4 سرتيون "شاھ رکيل" سان، نينھن ڪندو نيھ
رنج وجي تہ رنجيءُ جو، رات اچي ھڪ رھ

## سربلاولي ڪافي488

تل سانول سان منهنجو سڳ لکيو لوح قلم
1 وٺ وصالون ناپوي، عشق مچايو اڌم
پاڙيندس تہ پنهل سان، دوستي وارو دم
2 انگ تہ اڳي لکيو، جڏهن ڪيو هُوڪن
مينتي چڏيان مس مون، آيم ڪون فهم
3 ضعيف پيم ذاتي جو، حسن ڪيو هاگم
رليو اسانجي روح ۾، رمزن وارو غم
4 لڳم عشق عجيب جو، ويو غفلت غير غم
”رکيل“ جاڃ راڙتون قرب وارن جو ڪم

## سربلاولي ڪافي 489

تل پنهنجي خان پنهل ڪاڻ، ڏوريندس ڏونگر
1 ٻڌم سورن سندرو، اڳيون ٻاري ٻجهي ٿو ٻر
سرتيون سهيليون اديون، وٺجم ڪون وکر
2 لکيم روز ازل جي چڻي رات چپر
لڌم پير پنهل جو، آ هوڙي تي اندر
3 پوندي ٻاجهہ ٻروچ کي، ورڪندم شل ور
چڻي چڏيندس ڪينکي، دوست مني جو در
4 ”رکيل“ روزون روز آ، درد سندو دفتر
چا ٻڌايان ٻين کي اندر جو او ٻر

## سربلاولي ڪافي 490

تل جيڏيون خان پنهل ڏنهن، ڪالھ آيم ڪانگل
1 سنيهو تہ سورن جو، مانڌي مڪو آجن
مليم ڏاج ڏکن جو، آيم پنڌ جبل
2 ڏکيو پنڌ ڏونگر جو، هيڪل مان ڪندس هل
وڻيو ويندس پاڻ سان، سور نہ ڪنهن سان سل
3 ملڻ تيو مشڪل سان، ڪندس جوش جتن
هجان شال فراق ۾، اجهو اٿم عشق عمل
4 وحدت جاڻ وصال تون "رکيل" تنهين سان رل
سڪ سمهڻ ڇا لڳي، جان جئين تان جل

## سربلاولي ڪافي491

تل اڱڻ منهنجي ڙي اديون،عشق آيم اڄ ڪل
1 ٻڌم سورن سندرو، چوهي ويندس شل
ماڻيندس منزل ڪي، لڌم لعل امل
2 پرين جي پار ڏنهن، پوَ لٿم هي پل
لوڏن لڪن ڪون لنگهي، ڪندس ٻانهہ اچل
3 اوجاري دل اچي ڪي سڪ سچي سانول
عاشق سونهن دارين ۾، جيئن گلابي گل
4 "رکيل" ظهورو ذات جو، ڏسان حيرت هل
هر طرحين هڪ حق آ، رخ تنهنجو رانول

## سر بلاولي كافي492

ٿل اديون اباڻن جا، مارن ماڳ وسن
1 پکا پهنوار پٽن تي، آڻي ڪيئن تہ اڏن
سانگ چرن سانگيڙا، چيڙيون مال ڏسن
2 قسمت قيد ڪيم ڪيئن، وڇوڙي ويتر
نہ اٿم اميد ملڻ جي، مان ڪون شل نہ رسن
3 مان ڪي ملڪ ملير جي، ٽڏي واءُ لڳيم
اهڙي اڪير اندر ۾، روبون نيڻ پسن
4 "رکيل" رهبر جهوڪ ۾، وني دست چميم
وڏائون چٽنگ سيني ۾ ڪنل ٽام ڪسن

## سربلاولي كافي493

ٿل لڳيم لون لون اندر لوري، جيڻ جڳ ۾ جهجهڻ جهوري
وڏو مشتاق ڪي ماري
1 حسن جي تاب جي حيرت، ڪيو وهلور منجهہ وحدت
چکيم اها شهد شربت، نهوڙيم نينهن هڪ واري
2 پرين جي پاڪ پرويزي، شڪر ڪر شان شب خيزي
چڏي ڏي نفس جي تيزي، ثمرڪڻ ساٿ سان ساري
3 ڪنل ڪي ڪل پئي ڪيهي، اندر حق هو ويم ويهي
پرين پيچري آيم پيهي، ٻارڻ ويم عشق جو ٻاري
4 "رکيل" ڪيئن راز ٿو پائين، متي لامڪان تي آهين
اجان ٿو ڪين منجهہ ڪاهين، بقاءَ جي لنو لڳس لاري

## سربلاولي كافي494

تل اوريان شال اندر ۾، دوست منو دلبر

1 لڏم پرجو پيچرو، روھ ڏڪئي لون رندوو
ڏونگر ڏوريان ڏک سان، پرينءَ ڏي ٿئم پنڌ

2 لکئم لوح قلم کئون، اصل توسان انگ وو
پونديس شال قبول مان، هيٺائي جو هنڌ

3 اٿم اوسارا تہ اندر ۾ دردن نہ کيڙم دنگ وو
سڏي وينديس سامهون کين ڦيرينديس کنڌ

4 سرتيون ساهيڙيون، لڳم نينهن نسنگ وو
ونو ويساھ رکيل کئون صاحب جو سو گنڊ

## سرپيلو كافي495

تل آيا دلبر ماهي، آيا دلبر ماهي، ملڪ فلڪ سي ڏيون گواهي

1 وچ مڪي دي تولد هويا، محمد نام سڏايا
عرب سجي تي امن هويا، شاهي شور مچايا
عرش زمين تي غلبا غالب، خلق خوشي وچ آهي

2 چوڏهن طبق هوئي وچ روشن، گهر عبدالله دي شادي
جن انسان ملائڪ حوران، ڏيون مبارڪ بادي
تيا ظهورا ذاتي ظاهر، شان آيا سر شاهي

3 عشق بنان ٻيا ڪون سڃاڻي، لدني راز رباني
احد تي بن احمد آيا، برقع پا انساني
هر هر دي وچ آپ سمايا، آ وندا ويس مٿائي

4 باطن ظاهر يار ڏنوسي، ماريا نينهن نغارا
دل وچ دلبر ياد ڪتوسي، يج ڳيا چوڙ انڌارا
قلزم دي وچ قطرا وڙيا "رکيل" رل ڳل سپاهي

## سرپيلو          ڪافي496

تل عرشون زمين تي آيا، جنهن عربي نام ڏرايا
1 گھر عبدالله دي شادي، تيا ملڪ امن آ بادي
ڪيتي آپ هدايت هادي، وچ قادر قرب ڇپايا
2 بن احمد آيا پردي، ٿئي انس ملائڪ بردي
سرقدمان تي آڏردي، جنهن سمجها سو تنهن پايا
3 تيڏي هڪ حڪايت جانا، ڏوجها اورنہ ڪوئي پڇانا
اهين وحدت وچ خلوت خانا، هر رڳ رڳ يار سُهايا
4 تيڏي خال حڪايت ساري، رک دم دم دي هوشياري
ڪيتم اسم جسم اعتباري، تون "رکيل" نام سڏايا

## سرپيلو          ڪافي497

تل وهوا ويس مٿايئي، بشري برقعا پايئي
نام فقير سڏايئي، وهوا ويس مٿايئي
1 دل ولايت عين هدايت، ساري سمجهہ پيوسي
ملڪ فلڪ اسرار حقيقي، لدني حال تيوسي
2 چوڏهن طبقن هوئي وچ دل دي، عجب رنگي رنگ لايئي
عاشق ڦر معشوق جو بنيا، واهہ ڪيتا نينهن نظارا
واحد شاهد آپي هويا، اي ذات صفات ستارا
دم دم دي وچ هوڪا حق دا، هر جاءِ آپ هلايئي
3 حال فقر همہ اوست هميشان، سر تي ثابت آيا
مئخاني وچ مستي هوئي، شربت شوق چکايا
اندر باهر هوئي صفائي، اها رمز رلايئي
4 دلبر دي ديدار ڪيتي، سي سڪندي سيس هزاران
دربان هوئي دروازي تي، سائين شاهہ سڪندر داران
احد احمد فرق نہ ڪوئي "رکيل" پول پلايئي

## سرپيلو کافي 498

تل ماريا نينهن نغارا، بخت ڏتم اهو وارا
تيئڙم مطلب سارا، ماريا نينهن نغارا

1 ميرا نپور وچ ماهي مليا، مرد اهو مردانا
قلبي ڪشف وڪايس مينون، شاهي شوق شهانا
يار اسان نون ياد هميشان، ڪوئي نہ دم وسارا

2 پيريمغان دي دستون مليا، وحدت جام وصالون
مئخاني وچ مستي هوئي، پيتم ڪيف ڪلالون
بي سر صوفي بحر انهين وچ، ڪيتم عشق اشارا

3 دين ڪفر دا دفتر ڏوتا، هر جاءِ نظر هڪڙائي
نينهن لڳم اي پول پڳم، وچ آيا يار صفائي
مسجد مندر دير ڪشنت وڪيجي حق نظارا

4 سر اسرار تي سمجهڻ مشڪل، اوداهہ ٿين ديواني
مينون مليا عشق ماهي دا، منع ڪرن ملواني
عجب عجائب رمز ”رکيل“ دي پيڙم پيچ پسارا

## سرپيلو کافي 499

تل جوگي تي مين ڳوليسان، سامي تي مين ڦولهيسان
جتان رانجهن اٿان ويسان

1 پڳڙي ٻڌڪي يڳتي بن سان، جلويدار جامان پئسان
ڇير پيرين وچ ساڏ سڏيسان، شاهي تلڪ لڳيسان

2 وچ دواري سيس نوايم، مڙهي مندر هڪ هوسان
تيرٿ تڪيا دل وچ دلبر، اناحد بين وڄيسان

3 ڳل پشوازي جٽيا ڏوتي، صوفي صاف سڏيسان
واهگرو گر پورا مليا، بت ڪون سجدا ڏيسان

4 دين ڪفر دي تڻ ڳئي تڳي هر جاءِ هڪ ڏنوسي
بات اسي ڏي ڪوئي ڪئي سمجهي، جتان مين پيا اليسان

5 رمز ”رکيل“ دي ڪون پڇاڻي، ڪيئي ملان هوون ملوائي
اولا پن آذان پڙهيو سي، شاهي طبل وڄيسان

# سرپیلو کافي 500

ٹل آیا ابتر وقت زمانا، کر طمع ترک بیگانا

1 خلل خلق وچ شور مچایا، ہر ہک کون حیراني
خویش قریب عزیز نہ سھندي کاڑھ دنیا تي دیواني
کوئي نہ کنھن دا سنگت ساتي، ہرکوتي سي روانا

2 گلا غیبت پچر پرائي، افراد ویجا وڻ عمر اجائي
طلسم ظاهر زباني رکدي، اندر کوٹ دغائي
هرس کنون نابین نہ رجدي، کردي کوڑ بھانا

3 دنیا دار غنیاءِ سڈا وڻ تکبر مایا مالي
رهزن دنیا کنھن نہ سجاتي، اها کالي منھن کالي
جنھین جھگي وچ دنیا رهندي، اهو ویران کریندي خانا

4 بیرنگي دا رنگ ڈنوسي، نفس بچایس زابر
جس تن لگڑا عشق حقیقي، اهي صبر کریندي صابر
عرش منور آهہ تنھان دي، شاهي شغل شمانا

5 سر "رکیل" دي بار برهہ دا، روز ازل دي آیا
نینھن لگا تي نظر کلي، مین خرقا خاکي پایا
دم دم عشق نماز پڑھیندا، ادائي کیتم دگانا

## سرپيلو  ڪافي501

ٽل  وڏ اشراف ڪمينو ڪير، سمجهڻ عشق عقل جو ڦير
1  وهوا آدم آل عجائب، پنهنجي ذات ڇپائي مخفي غائب
ڏسن  عاشق  درد  دلبر
2  نفس عقل جي خواهش خرابي، جتي دنيا تنهن سان تعدي
اونده  تن  ڪان  انڌير
3  اصل اصيلن تو عشق اوجاري موئي دل ڪي خيال جياري
شملا  ٻڌي  ويهن  شير
4  عقل اجائي عمر وڃائي، عشق نئين تو توڙ رسائي
”رکيل“  پڙ  م  پائي  ڏس  پير

## سرسهڻي  ڪافي502

ٽل  سير  صفات  سڄڻ  جو  آسارو
لک  ڪروڙ  پدم  سونيلان
1  عجب رنگي رنگ يار ڏيکاريو، هر صورت ۾ آهه سمايو
باطن وارو باب پڙهيوسي، درد وڃايون دليلان
2  الانسان صورت بشري، پنهنجو پاڻ ڇپايو تو
عرش منور ڪرسي قدسي، سرت پيم ته سبيلان
3  سر زمين آسمان حڪايت، حق ڏسڻ منجهه آيو
طبق چوڏهن هڪ آهڪ آ، ويون دئي واريون شيلان
4  رمز ”رکيل“ ڏس دل منجهه دلبر، پول نه ڪو پانئج پيو
عشق آرام وڃايم اڇڪله، لاتم برهه بهيلان

## ڪافي503
### سرسهٽي

ٽل رام بنان ٻئا ڪوئي نہ رهنا، رام پيچن رنگ لايوري
رام بنان ٻئا ڪوئي نہ رهنا، ستگر سنت سمايوري
1 چيلي طالب سڻو نصيحت، ذاتي اسم جڳايوري
استغفار پڙهو وت توبہ، گهر گهر لاڏ لڏايوري
2 احد تي تي احمد آيا، پڇي اناالحق الايوري
تم با اِزني ڪمو ڪرامت، هر جاءِ حڪم هلايوري
3 علم پڙهياتان عالم هويا، ملان نام ڏرايوري
منطق معنيٰ ڪنز قدوري، پڙهيا علم گوايوري
4 ڪهان وت مسجد ڪهان وت دوارا، بن بن ناڪرآيوري
اندر ٻم هي سنت اتارا ”رڪيل شاهہ“ ملايوري

## ڪافي504
### سرسهٽي

ٽل رانول اي رنگ لايا، ڏيندا لوڪ واڌائي
1 آپ پلیندا، آپ الیندا وو، ھي سانول صنم سدائي
2 سالڪ سمجهن الَٿ سماوڻ وو، عاشق رهندي بقائي
3 آپ تہ ڇاٽي آپ سڃاٽي وو، آپ ڪري روشنائي
4 روز ”رڪيل“ دا يار نظارا، ڏيوڻ سرهي سڃائي

## سرسهڻي كافي505

تل دلبر دوست پيارا، ويڙهي اسا ڏي ني آيا
1 مين مني دا عشق اويڙا وو، محبت مڄ مچايا
2 منڙا ماهي دا سخت الاوڻ وو، مين چم اکين سرچايا
3 نال اکين دي مين نہ سڃاتا وو، اتي ڇهري يار پلايا
4 ذوق ظهورا ذاتي والا وو سانول آپ سمايا
5 آوڻ سيتي راز "رکيل" دا وو، اتي مستي جام پلايا

## سروهاڳ كافي506

تل اومان ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان، ڪاڍو اٿم ڪوهيار ڏي
هي هي ڪيون هتڙا هٽان، اکيون پرين جي پار ڏي
1 جي ملي مان سان پرين، مان صدق ٿيان سو واروي
لالي لبن جي شل ڏسان، گهوري ٿيان گفتار جي
2 جڏهن عين ٿي اثبات ٿيو، وسري ويم سنسار هي
بهشت حوران ڇاڪيان: ناهن مونکي درد ڪارسي
3 قابو زلف جي قيد ۾، مانکي ڪيئہ لاچار هي
سڪ سچي ستر ڪيم، آيس زيربرد بار جي
4 جي "رکيل" طواف ڪرين، دل سچائي دلدار ڏي
توڙي ڪفر ڪعبو ڏنم، اندر پنهنجي ۾ اسرار هي

## سر وهاڳ    ڪافي507

ٿل اوجي ساهہ جو سانگو رکين، تہ عاشق سڏائج ڪين ڪي
رهہ يار جي هڪ طلب ۾، ڇڏ وساري جڳ ٻئي
1 پئو عشق جي آڙاهہ ۾، جي مرد ٿئين تہ منصور ڇئو
اهو حال ڪ اناالحق چوان، وائي اٿم هڪ يار جي
2 جوش ڏئي جسمات کي تن لاسندي لذت چکي
پرين سڃاتائون پاڻ ۾، سڏ تنهن کي ساري پئي
3 لوحون قلم جيکي لکيو، اها مس نہ ميسڻ جي اٿم
قطرو پيو منهنجي روح تي سچو سڃاتم سو صحيح
4 سک رکيل جي سالڪ ٿئين هت نايل ڇڏ پولو پيجي
انصاف سان جي عين ٿئين اهو حال ڇئو هو ڪو ڏئي

## سر مانجهہ    ڪافي508

ٿل ڏٺم جملہ جهان، وهوا بازر تازي هي
وهوا بازر تازي هي، اها چلڪ پلڪ دي بازي هي
1 ڪيئي پئي آون لک لک جاون، بيچوني دا پيت نہ پاون
معلوم نهين مڪان، ڪُوڙ اجائي آزي هي
2 مسجد مندروچ دواري، ڪٿ ڏيان گيان تي سنت اتاري
ڪٿ شاهي اعليٰ شان، ڪٿ وت ملان قاضي هي
3 گُرڪا چيلا ڀي اڪيلا، محبت نال رکي وت ميلا
عشق ٻڌي احرام، سورهہ سردا غازي هي
4 ڪٿ مشائخ تي مجزوب هلايئي، ڪٿ سالڪ رند تي آپ سڏايئي
ڪٿ طالب مست مدام، ڪٿ رهبر "رکيل" راضي هي

## سرمانجھ کافي509

تل کھوري پئيا کھو، دم کھو گروکي بات هي
کھو گروکي بات هي، صفت الفت کي ذات هي
1 ونحن اقرب نيڙي وسدا، چيلي طالب پچن کرو
گوشي بيٺي اسم جڳايو، رام تمهاري ساٿ هي
2 سرت رکو تم سيس نوايو، جيتي ئي مرجايا هي
پوجا کر ڦل پايو، تان هر ۾ اي هي ناٿ هي
3 جسني اپنا پرپ سڃاتا، تسني تلک لڳايا هي
ازل کنون ارواح تهيندا، ذات اتي نا ذات هي
4 "رکيل شاھ" نون دونون جڳ وچ، ثابت عشق سمايا هي
مرشد ميرا عبدالستار، هردن تان شب رات هي

## سرمانجھ کافي510

تل کھو برھ کي بات، جستن آپ سمايا هي
جستن آپ سماياهي، ست گر پيت بتاياهي
1 تينون رام کھون رحيم کھون، خالق تي مخلوق کھون
حسن تيري دا جلوا هر جاءِ، عجب رنگي رنگ لاياهي
2 رب ارني تي لن تراني، ڦرگھونگھٽ کيون وٽ پاياهي
تجلي طور سينا تي دلبر، جلدي نور دکايا هي
3 ظاهر باطن نام تمهارا، عشاقين جهپ پايا هي
هر دم هوکا ڏيندي هر جاءِ، اپني ذات چيپاياهي
4 احد تي احمد آيا، نام رسول سڏايا هي
وهوا "رکيل" اي برقعه بشري، سالک تي سمجهايا هي

## سر مانجھ    ڪافي511

تل گرو جسي ڪا نام، اسني رام ڪھايا هي
اسني رام ڪھاياهي، ستگر سنت سماياهي
1 عشق ڪبيرا نانڪ مين هون، گرديو تي گنگامين هون
ڏر ڪرشن ڀڳوان، هر طرحين رنگ لاياهي
2 بت پرستي سيس نواوڻ، ديا دواري تلڪ لڳاوڻ
اوئي ڪسي ڪاڪام، لڇمڻ رام ريجھايا هي
3 مين برھمڻ پنڊت جوڳي، ٻانيڻ ٻاوا مشر يوڳي
اهر ڳُر دڪايا گيان، قسمون قسم بنايا هي
4 مشڪل اوئي ساڌ سڌاوڻ، عشق جٽيا، ڪرڳل وڄ پاوڻ
اهو ينڻ شڪ گمان، وهوا نينهن نچايا هي
5 من ڪو مارڻ ڪرڻ جهڪائي، درشن پاوڻ سرت سچائي
اهو "شاهہ رڪيل" داشان، قدم تڪاٽي پاياهي

## سر مانجھ    ڪافي512

تل درد بنان هي هن دستور، راز ٻجھي ڪي ڪير ڏسي
رازٻجھي ڪي ڪير ڏسي، تي پارس سان پئمال گسي
1 پيريمغان جي قدمن تون، قربان سجوتي ڪيئن ڪسي
حاضر تي هي حق حضور، هادي وارو حال پسي
2 اندر پنهنجي ۾ الف جڳائي، دشمن ڪي ڪر ڏُور دسي
چٽ ڪري هي چڪنا چُور، نفس نجس نادان نسي
3 باطن وارو باب پڙهي، ڏي جانب ڪي هي جان جسي
اَتي اندر ۾ ڏس ناڏور، هر رنگ ۾ تو يار وسي
4 وهوا "رڪيل" هي وحدت وارو، ڏاهو تي تو ڏيهہ ڏسي
پڪون پين سي پهلي پُور طلب تي تون طلب تسي

## سر مانجهہ   ڪافي513

تل جي ڪجهہ جڳ وچ جيوڻ ڪوڙ، عشق بنا هي عمر اجائي
عشق بنان هي عمر اجائي، رهبر ڪيتم راهہ نمائي
1 فڪر بنان دا نفي ٿيوسي، اثباتي وچ آ ڳيوسي
دل وچ روشن نور، هڪ حرف شناس حقيقت آئي
2 جس تن جوئي عشق لڳا، دام دئي دا پول پڳا
ڪيتا ذات ظهور اها رمز لڳي تي تي روشنائي
3 الانسان سري دا سمجهڻ، مشڪل معنيٰ ٿک هي پرجهڻ
وهوا ڪشف قبور، اهل فقردي سر تي آئي
4 بار برهہ دا سر تي چاوڻ وهوا "رڪيل" هي توڙ نياوڻ
ٿي مستي وچ منظور، ڪر پسند پرين هڪ جانب جائي

## سر مانجهہ   ڪافي514

تل انهي عشق چڪي تنهن آڙاهہ ۾، ڪو گهرندو مانجهي مرد مچي
ڪو گهرندو مانجهي مرد مچي، پوءِ پرواني جان پتنگ پچي
1 ڪمر ٻڌي ڪو پوندو ڪاهي، سرجو سانگو لاشڪ لاهي
پوڻ ڪٺاهي جي منجهہ چاهي، لعل ٿيو تنهن موج رچي
2 اونهون بحر عميق ڏسي، سڌڙين جو ويو ساهہ سڪي
دهشت ڪون هو دوريڳا، تنهن ڪوڙن جي هئي ڪرت ڪچي
3 فڪر ڪري جن فيض سڃاتو، ٿيو عشاقن تي امر اچي
دل ۾ دلبر يار لڌائون، هڪ دم سان ٿين سڪ سچي
4 "رڪيل" هي اسرار عجائب، چئو باطن وارو باب ڏسي
حاضر ٿي تو حق سڃاتو، سڪ مستي واري مام نچي

## سر مانجھ    ڪافي515

تل عشق بيھاريم چاڙھي ميدان، سر ڏيئي تي بي سر بيشڪ
1 عشق اصل ڪون آھي اڙانگو، سورھ ڪن ناسر جو سانگو
ڪي مرد بھادر جوان، اصل اصيلن چيو اناالحق
2 برھ جي باري ڪو مشڪل ڄاڻي، منجھ فنا جي سنجھ سڃاڻي
پڄم ھي شڪ گمان، ويو حجاب لنگھي ٽيس لائق
3 عشق وارن تي گلاسو خواريون، ماڻڊي مڪيون ھن مٿل موچاريون
ڪيئي پيا آڻن طعان، ڪوڙي طمع جولاھي ڇڏ تعلق
4 نينھن لڳم ڏسان ناز ڏھاڙيون "رڪيل" راز مھاڳ مھاڙيون
عشق جو اعليٰ شان، شاھ گدا تنھين تي شائق

## سر مانجھ    ڪافي516

تل چڙھ گڏھ تي ٿيءُ ھسوار، وجھ لغام لچي ڪي ڪھرو
1 ٻئي گڏھ ڇي دنيا ڏوتي، ڏڪ اھڙو ڏيئي ڪپي اچي چوٽي
ھٿون ويو اٿم وار، ڏنم لاڏ ڪوڙيءَ جو لھرو
2 ليڪو لکن جو ڪرن سنيارو، قابو سخت لغام ڪنديارو
ڏس شومن جو تہ شمار، عمر افراد ڏناٿون پھرو
3 ھار سينگارءِ زيب زينت، ڏس لباس ڪوڙي جي قيمت
تن ڪي ھت ھتي ڪري خوار، جن ٻڌو آ تنھين سان نھرو
4 مختصر بيان ڪيان ٿو، ساڻ صفائي جي سچ چوان ٿو
عشق عجب ”اسرار، جن لڌو آ "رڪيل" ھي بھرو

## سرمانجهہ كافي517

تل اها رسم رسڻ جي يار پيارا، منهن تي گهونگهٽ پائين ٿو
منهن تي گهونگهٽ پائين ٿو، اتي عاشق کي آزمائين ٿو
1 ڪيئن نہ ڏسن سي ازلي عاشق،بحري باز پڇائين ٿو
چايو چنبن ۾ عشق اُڏاري، هو ڪو پاڻ هلائين ٿو
2 پائي اندر ۾ جهاتي جاچيم، پول نہ بيو ڪو پائين ٿو
هڪ آ هڪ آ هردم هڪ آ، فرمان اهو فرمائين ٿو
3 چپ پلي هي چال عجائب، صبر سوئي سمجهائين ٿو
وحدت ۾ وهلور ڪري، سچ سيني منجهہ سمائين ٿو
4 دام دئي جو درد مندن کون، چڪي پاڻ چنائين ٿو
فاذڪروني اذڪرڪم، اهي فائق فيض رسائين ٿو
5 وهوا "رکيل" هي واهہ وٽي، اهو جائي جسم جڳائين ٿو
لدني علم لطيفا لون لون، پيچ پرين سان پائين ٿو

## سرمانجهہ كافي518

تل ريءَ جلڻ جي جانب توکان، گرمي آ نان سردي آ
گرمي آنا سردي آ، اها باهہ سيني ۾ بردي آ
1 سينو صفائي وحدت وائي، مالڪ جي اها مرضي آ
محبت جو ميدان ڏنائون، دل تنهنجي دردي آ
2 نہ سمهڻ سهائي ننڊ ڦٽائي، هي هي ڪيون هي مردي آ
شل نہ ملان منهنجي سڪ ناگهتجي، واهہ نہ بي ڪا وردي آ
3 مهڙ ڪري محبوب ڏنائون، جان ڪدي سا ڏردي آ
ايڏو بار سهن سي عاشق، لون لون ۾ هي لرزي آ
4 دم دم سان تو ياد ڪيان، اها ساعت هڪ ناسردي آ
صحي "رکيل" هي سر سڃاتم، شرقي آڇا غربي آ

## سر مانجهہ كافي519

تل هن مٺي جي ماڳ تي، شل پيرو ڪين پچن
شل پيرو ڪين پچن، ڙي اڏيون اچڻ عجيبن
1 جن جي اور عجيب سان، سي ستيون ئي جاڳن
اڏيون عشق الله جو، ڏاڍي ساڻ ڏکن
2 روئن پٽن پاڻ کان، هي ننڊ وڃائي تن
ڦوڙائي تہ فراق جي چڪيا چاڪ چڪن
3 لڌم پير پنهل جو، لٽيو منجهہ لکن
ڪاهہ تہ پڇين ڪيچ کي، متان ڪچو ڪيچي ڪن
4 "رکيل" تنهنجي راز جي، کي سالک سڌ لهن
جلن جاڳن جوش ۾، هو ڪنهن کي ڪين چون

## سر مانجهہ كافي520

تل نازن سان ڪٽي نيڻ نهار، هوندس شال پرين تنهنجي پاڙي
1 توٽي سچاٽي يار نہ جاٽي، هرگز ويندس منزل ماٽي
پرين واري شل پار، سوز سڄڻ جي وڌم تن ساڙي
2 سور سهاپا ڪنهن سان نہ سليندس، منجهہ اکين جي جانب جهليندس
وحدت ويهي نہ وسار، نيڊءِ لعل لکن کون لاڙي
3 سگ سهٽل سان ڪهڙو وري ساهيان، لوح قلم جو لکيو نہ لاهيان
هي ڏاري ٽئي ڪيئن ڏار، ويندس هوت پنهل جي هاڙي
4 عشق وارن جو آرام وڃايئي "رکيل" سان جوڙي جادو لائيئي
دلبر هيئن نہ ڏُتار منجهہ قلوب وڌو اٿم ڪاڙ هي

## سر مانجهہ   ڪافي521

ٿل ملڪ سڄي ۾ مولا، جانب جون اٿم جهوڪان
جانب جون هن جهوڪان، مفت لڳيون هن موڪان
1 جاڏي رضا آ رب جي، واهڙ تاڏي وهن
طلب ڪيون ٿا تساپين، نينهن لڳوتن نوڪان
2 پرين اسانجي پاڙي ۾ ويس وسڻ جا ڪيا
نصيب وارا نوڙيا، بد بختن تي توڪان
3 اولياءَ الله جي وچ ۾ فرق ناهي هڪ ترجو
انڌا ڏسن ڪين اکيون، هت هتي ٿن روڪان
4 راز "رڪيل" جو ڳجهو، سڪ وارا سي سمجهن
مولا جي محبت ۾ تهدل ٿي تون توڪان

## سر مانجهہ   ڪافي522

ٿل حرف سڄاڻي هڪڙو، الف پڙهيائون اکر
الف پڙهيائون اکر، دل ڪون ويو ڪوڙ مکر
1 سورهہ سدائين سچ سان، الف اندر ۾ اورن
دم نہ هجن هڪ واندا، چت چرخي سان چورن
لاپڙهن لاهوتي وڃن سچ جو وکر
2 فڪر فنا ۾ فاني، پاڻ نہ ڄاڻن پنهنجو
سک نہ سمهن سيج مٿون، سرڪندا نہ سهنجو
خاڪ وڇاڻو تنجو فاقيوفي سان فقر
3 جنگ جسم سان جائي، عشق عقل تو لڙي
سچ صوفي صاف ٿيا، غير ڪڍيائون تڙي
عشق ڪٽي عقل ويو، سوي ڪري ٿيو سُڪر
4 پير ڏنائون پڌرو، رند ونڃي ٿيا راهي
هوت وجي هڪ ٿيا، دم هڻن ٿا شاهي
وهوا "رڪيل" رمز اها دل سچي دهن شڪر

## سر مانجهہ كافي523

ٿل علم سچو تين معلوم، حرف پڙهيائون هڪڙو
حرف پڙهيائون هڪڙو، ڏيئي هوڪو چون پڙهو
1 دل روشن تي رهي، شغل ذاتي ڏسن
عشق اچي پيچ وڌا جي جسم سان جڙيو
2 فکر فنا منجهہ فاني، پاڻ ڏسن نا پنهنجو
عشق آيو عقل يڳو، غير اندر کون تڙيو
3 صاحب صفائي جا سهڻا تنهن سڄاتو سپرين
هيکانده ٿيا هک سان الف اندر منجهہ اڙيو
4 مست چون ٿا مولي، ٿيا اثبات اصل
يار "رکيل" جون رمزان عشق وچي عرش چڙهيو

## سر مانجهہ كافي524

ٿل جنهن مٿون عشق آيو، جاڻ اُهيئي جاڻن
جاڻ اُهيئي جاڻن، قول الستي پاڙن
1 ڏئي باهہ برهہ جا پڙڪا، اندر الانبا اچن
باق نہ نکري ٻاهر، قلب کيون سي ڪاڙهن
2 اورن الف سان اهي، ٻيائي کين ٻڌن
هوت وچي ٿيا هک سان دام دئي جو ساڙن
3 درد وندن جا دونهان، دل ۾ کهڙ ٻرن
سک تنهين جي سچي، ملک اهو وچي ماڻن
4 کيئن تہ "رکيل" قرب وارا، مارگ ۾ سي مرکن
عشق ناهي کا اٽکل، سر سوري تي چاڙهن

## سر مانجهہ   ڪافي525

ٿل پنڌ پرين جو پڇي، سورن واريون سي سکيون
سورن واريون سي سکيون، ڏک سان گذارن ڏکيون
1 اکين اوجاڳا ڏيئي، سک نہ سمهن سي تتيون
ڪيئن تہ وسارن ورکي، پرت پيتائون پکيون
2 منهن پائي مونن ۾، ماٺ ڪيون ويهن مٺيون
اسم ڪمائن اهي، تيغ برهہ جي ٽکيون
3 غير اندر جو ڪوري، صاف ڪيائون سينو
ذات رهي وچي حق جي، شهد ڏنائون چکيون
4 روز ازل جي "رکيل" عشق آمارو ڪيم
ٻجهہ انهي جون ٻاهيون، لوح قلم جي لکيون

## سر مانجهہ   ڪافي526

ٿل سانگ ڪري سانگيئڙا، هتون هليالوءِ لڏي
هتون هليالوءِ لڏي، ويا مال مڏيون ملڪ ڇڏي
1 هت سانگ ڪرڻ ڪان آئين، ڇا وکر وهايئي وڃئي
اڳيون ٽريون ٽيون ٽُرن، عمر ويئي حرص هڏي
2 ڏاهہ ڏهاڙيون نہ ٻڌءِ موت نغارو وڄي
لکين وڃن ٿا لڏيون، تون ڪيئن ويٺين پاڻ گڏي
3 جار نہ ڪيئہ جاڳڻ سان، غفلت ۾ ويئي رات لنگهي
سک تہ سمهڻ ٻن گهوريو، سور وهائج سڏي
4 راز رباني "رکيل" آيو عشق وارن تي اڏي
فيض حقيقي فقر مٺي، مردن شان وڏي

## سر مانجھ ڪافي527

ٿل منھنجي اندر ۾ اديون، مچ ماتم جو ٻري
مچ ماتم جو ٻري، ريءَ سانول ناسري

1 ڪيئن ڪيان وچان ڪاڏي، عمر ساري غم ۾ ويم
ھن اڪين ڪين ڪيو، ماريس ذوق ذري

2 جيڪي وريتيون ورسان، سُھاڳ ماڻينديون سيئي
منھنجي اڱڻ ڪڏھن ايندو، ولھو شال وري

3 ڪيم فراق فاني، گھوريو وڇوڙو ماري
جي آھ ڪيان جبل جلي، ڏک ڪون ڏونگر ڏري

4 صبر ڪيان ڪيئن سرتيون، جوش جھلڻ ۾ نہ اچي
دانھن ٻنان داد نہ ٿئي، رڳ رڳ ڪوڪان ڪري

5 رمز اھائي "رڪيل" الست ازل جي لڳيم
سڪ تنھنجي ۾ سڙان، پلڪ نہ ٿيان ھڪڙي پري

## سر مانجھ ڪافي528

ٿل دم نہ جدائي تو دلبر، ساعت منھنجي ڪين سري
ساعت منھنجي ڪين سري، آگ اندر ۾ ٻري

1 وات ڏکي پنڌ مشڪل، ڏسي منھنجو ڏيل ڏري
لکيو منھنجي ڪرمن ۾، قلم اڙي ڪين ٽري

2 آيم بار برھ جو سرتي، پيم وڇوڙو ويتر
درد مني ھي دلڙي، آئي عشق ازل جي اَري

3 محبت ملڪ ڏسن، منھن ويڙھي مونن ۾
من ۾ پوئن سي موتي، ڪامل قلب ڪري

4 روز "رڪيل" تن جو ڪسڻ، ڪيئن نہ قبول ڪندا
جن سمجھيو تن حاصل، ذات ڏسن ذري ذري

## سر مانجهہ كافي529

تل سرتيون سک کيئن سنيران، ڏينهن ڏکيا تي ڏوريان
ڏينهن ڏکيا تي ڏوريان، سر تہ پنهل تون گهوريان
1 سهڻل تنهنجي سک ۾، روئندي رات لنگهيم
تنهنجي جهوري ۾ جهڄان، چاک چکيا تي چوريان
2 پٽڙ پرائي پٽڻ، سورن پري آسيکا
پار کڏيون تان پرين لئي، جهوري ۾ سر جهوريان
3 جيکي وربتيون ورسان، مر مرکي سي مرکن
کانڌ کتيو کاٽيارن، اور تنهين سان اوريان
4 ڳالهيون ڳجهہ جون "رکيل" کنهن سان کين کجن
صبر اچي ناسرتيون، سور پرين جا سوريان

## سر مانجهہ كافي530

تل درد لڳم جاني جو، خود محبت جي ميدان ۾
محبت جي ميدان ۾، سچ شغل واري شان ۾
1 شغل ذاتي باالله باقي، مشکل سمجهڻ مام ۾
آتش لائي مچ مچائي، ڏس عشق سندي چوغان ۾
2 اجايو آسڻ اتي ڦاسڻ، اتي دئي واري دام ۾
ڏنائون نہ ڏوري رهيا اوري، شک جي بہ گمان ۾
3 دل جاڳائين منصب پائين، رهہ فکر جي فرمان ۾
جي صوفي سڏائين سرکپائين، پئو سختي جي سامان ۾
4 پريت پوري چڙهہ سوري، اتي عاشق جي انجام ۾
"رکيل" ڇاتو پاڻ سڃاتو، امانت سانيي امام ۾

## سر مانجهہ کافي531

تل آئي عشق کوڙيا جنگي پيشخانا
لڳي آ لڙائي ٻڌن مرد ڳانا

1 ڏسي مام موتو ويهائن حياتي، يجي هوڙ هستي بقا ۾ ٿيا باقي
لکي لون لاتي، يڳائون ٻهانا

2 عقل ٿيو اجايو بينا عام اوري، اڳي عشق وارا وڃن سرگهوري
کنهين جي نہ توري، لنگهي ٿيا روانا

3 ماري نفس جنگي بينا سر سهائي، ڪڍيائون ڪوڙي کي ڇڏيائون ٽڙائي
اتي پير پائي، پڙهيائون دوگانا

## سر مانجهہ کافي532

تل ڦريا ويا ڦرائي، تهين محل موٺي
يجي بي نصيبن، ڪئي يا دل ڪوٺي

1 شامل شرڪ .شيطان، جهليائين تاٺي
ڏسي مال دنيان، هين حرص هاٺي
ادا اڄ سياٺي، مٺي تي ڪلهوٺي

2 اکين ۾ اندارو، ٿين نفس غالب
رکي حب دنيا ٿيندو ڪين طالب
تهين جو مطالب جٺي روڄ روٺي

3 امانت سلامت صبر جن سڪونت
وٺي وات وينا، ولي نامُ وحدت
تنهنجي هدايت، ڪري ڪير چوٺي

4 لکيو جن جو ناهين ڇئي چو ٻڌائين
"رکيل" پاڻ پنهنجو چو ٿو جي ڪپائين
اتي پيو سهائين، چوٽن سر چوٺي

## سر مانجھ — ڪافي533

ٽل ادیون میڏا عشق ڪیتا اھو حال، رخ سجن دا عجب خیال
1 عشق ڏکایا سمنڊ جو سارا، ني ڪڙایس نال ڪنارا
وھن نالي ڪریندي وارا، پوک پکاون پال
2 زوران زور ڪریندا زوري، جھاتي پاتم لک لک چوري
ریھ ڪجل دي لاتم لوري ڪران تماشي تال
3 حال ڪنون بي حال گھمایئي، خلقت ساري لوک ڪلایئي
ڳل جٽیاتي پیوت ملایئي، آپي تون آپ سنیال
4 مرشد ڪردا راھنمائي "رکیل شاھ" نون غرض نہ ڪائي
عبدالستار ھي پیت بتائي، آیا ننگي ننگ پال

## سر مانجھ — ڪافي534

ٽل میر عمر ماندي کي، مھر پویئي ڏي موکل
مھر پویئي ڏي موکل، توڙ ڪنديس نیئي توکل
1 سک نہ سمھڻ خوش ھي گھمڻ، قید وارن ڪش نہ اچي
باندي خانو بڇڙو قید پوي ڪونہ شل
2 مٽ تہ مٽي جا مارو، پکا پنھوار اڏن
ڏٽ ڏوتي کاڄ کائن، لوڏ چڱي ھٽ اچل
3 پٽ جون پوشاڪان ڦھري، مون نہ وٽن ٿیون ماڙیون
سور وجن ٿا ساڙیون، روز پون ٿا زھل
4 "رکیل" مارن جون رمزان، چاڪ فراق ڦٽیون
سھج واریون سورن سنیون کان پوي تن کي کل

## سر مانجهہ     ڪافي535

تل سڪ مارن جي ڙي عمر، روز تنهين ڪاڻ رڙان
روز تنهين ڪاڻ رڙان، سور اندر منجهہ سڙان
1 ڪڏهن ميلاپو منهنجو نہ تي اميد پايان
ڪين سلينديس ڪنهن سان، جانب جيءَ منجهہ ڪڙهان
2 امر قلم لوح لکيو انگ منهنجو روز ازل
شل پاڙينديس پنهنجو ويڙيچن کي وٽان
3 ڪاڻ خوشيون ڪاڄ اهي، ويس وڳاين ساڙيان
سانگن بنان سڪ نہ ڏسان، ڪيئن پلنگن تي پڙهان
4 تانگهہ اڪير اڪيون، طرف اباڻي پالن
"رڪيل" جهڙيون وچي رسنديون باب برهہ جو چڙهان

## سر مانجهہ     ڪافي536

تل تن مارن ڪان سڪندي، سهمن ۾ وئي دلڙي سڙي
سهمن ۾ وئي دلڙي سڙي، روز ازل جي اڙي
1 ڪيئن تہ ڪکن ۾ ڙي اديون، چڪي منجهون،چٽڪ پئي
مچ محبت جو ٻريو گهٽ ناهين ڪا گهڙي
2 سوچي دلاسا دل کي، ڪيئي تہ ڏهاڙيون ڏجن
اڄ تہ صبح پرين ايندا، ليڙو پائيندا لڙي
3 ڪيئن ڪندي هي تہ ڪڏهن، سڌ نہ پوي تي سڪ جي
ساڻ ڏکن جي ڏسنديس، سبق سورن جو پڙهي
4 روز "رڪيل" جون وچي، پيش. پڪاران پيون
جيڪي منهنجو جي تو جلي، لاتم درد ڏڙي

## سر مانجهہ کافي537

تل ماڳ وڃان مارن ڏي، دير ڪنديس ويندم رُسي
شڪ پوندن ويندم رسي، محبت مُنهنجي دلڙي کسي

1 آيس اِنهي اولي ۾ جيئن پڃري منجهہ پکي
لات چتون تو لوين، حق جي ذات ڏسي

2 لڏم لوئي ۾ لا وان، روز ازل جي تڏهين
هاٿي وري ڪيئن ڪيان پٽڙم پلو پسي

3 رات ڏينهان تات يڪي، تن منجهہ تانگهہ لڳيم
ڦنيل ڦوڙائي ماريس، سر پيرن تان سِسي

4 رت روئن سي "رڪيل" ڌور ڪيائون دل جو
انهي اڏي تي عاشق ڪئي ويڙا تاڪُسي

## سر مانجهہ کافي538

تل ماڳ وڃان مارن جي،گهڙيي هتي ناگهاريان
سڪ سچي سان سڄڻ، سانگيئڙا تي ساريان

1 ڪائڻ پٽڻ زهر تيم، تانگهہ وڌم تن ساڙي
ويس زيور زيب زينت، سڪ تن جي منجهہ ٻاريان

2 محل هي ماڙيون بنگلا، بي وفا تي چاٽان
سنج ۾ بيٺو سانگن جون، اهي هڏڙا اتي نيئي ٺاريان

3 دم دم سان ياد ڪيان، ڪيئن تہ وساريان ويهي
ڏين سور سنڌو نا ساعت گهوريو سرنا واريان

4 منهنجا پهنوار پري، ڏو تي شال ڏسان
تيندم "رڪيل" جي سنگت درد اهو تي ڏاريان

## سرمانجھ کافي539

تل اديون ڙيي اباڻن ڏي، اٿم اميد اجان
اٿم اميد اجان ويڙيچن ڏي وڃان
1 مَٽُ مارن جو هت مان کون ڏسان تي ڪاتي
دل جي اکين سان دم دم محب مٺي کي ميان
2 طرف انهي جي ڙيي عمر، ٻاجهاري اٿم ٻولي
شال وطن تي ويندس پيرو کين پيچان
3 سک سچي جو سندرو، درد ٻڌايم دل کي
ڪائڻ جون شيون لذت ويم، خاڪ ڏسان تي رُجان
4 روز "رڪيل" کي سرتيون، جانب جي اٿم جهوري
ڏاج ڏکن جو مليم سک پانيان تي سجان

## سرمانجھ کافي540

تل ملڪ ملير مارن جو، سدا پيو شال وسي
سدا پيو شال وسي هيءَ ڏيھ اباڻا ڏسي
1 پيچ پني پونر پليا، کيون گلزاريون گاھن
سبزا ٿيا اهي سڪا، جيڪو پنهنجي پرکي پسي
2 واءُ وطن جي اديون، هاٽي منهنجي هينڙي لڳي
تيو قاران هيانءُ ڦٽي، هي حال نہ ڪنهن کي ڏسي
3 آڙھ اندر ۾ اديون، مچ محبت جو ٻري
ڪيئن آھ ڪيان ڪوڙي سڏجان، طلب تنهنجي هجان مان تسي
4 پرجھ "رڪيل" ڪيئن پئي، پيريمغان جي پنڌ جي
دم دم سان اٿم دلبر، جيئن لوھ پارس سان گسي

## سر مانجھہ  ڪافي541

ٿل پکا ماروئڙا منهنجا، پٽ تي پنھوار اڏن
پٽ تي پنھوار اڏن، ماڙيون محل ڇڏن
1 ڪيئن مان ٽڪان ڪوٽن ۾، سور سانگن جا ساڙن
اداڙي عمر واءُ وطن، گوندر مُئي کي ڳڏن
2 ٻن ساڙيان ويس وڳا، پٽ ريشم ڪيئن پهريان
ڪتيون مارن جون خاصيون، لوئي پاند لڏن
3 هنڌ وڇاڻا پلنگ، سڪ وارا ڪيئن سي سمهن
خاڪ تنهن جي ڪٽ آ معرڪي محشر ۾ مرڪن
4 ڪر تہ "رکيل" ڪم ايندءِ، واندو ٿي نہ وحدت
وس نہ ويچاري پنهنجي، محب سنياريون سڏن

## سر مانجھہ  ڪافي542

ٿل شڪر گذاريان ڙي اديون، پرين منهنجا شال اچن
پرين منهنجا شال اچن، قول ڪيو آوو سچن
1 روز مارن جي ڙي اديون۔ راهہ نهاريون روان
سڏڙا پريون پئي سُڏڪان، ڏک تہ ڏيکاريو ڏچن
2 قسمت قيد ڪيمہ ڪوٽ قلعن ۾ قابو
اداڙي عمز اوريندیس، مچ ٿا اندر ۾ مچن
3 نينهن نهائين ڪون، سڪيم سيجاٽي سچو
ٻاڦ نہ ڪري ٻاهر۔ ڪيئن تہ ائين رچ رچن
4 سر تہ "رکيل" جي ڙي اديون، ٻاهہ برهہ جي پڙڪي
سک نہ ڏنم ڪا ساعت، پتنگ وانگي پيا پچن

## سر مانجهہ    ڪافي543

تل عمر مير مارن ڪان ماندي ناهي لائق تنهنجي منجهہ شان

1 ڪوٽ قلعا تنهنجون محل هي ماڙيون، منهنجي اندر ۾ تيون لڳن اماڙيون
پڪا پنهوارن منا اٹن مان

2 ڪائڻ ڪاج هي سک نہ سباٽان، منهنجي مارن جا ياڻ پراٽان
چڱا اٹن چوغان

3 پٽ پوشاڪان ڪين مان پهريندس، لوئي اباٹي لڪي نہ لجائيندس
پاجهون سانگن جي ڪوڙا سامان

4 ڏٿ ڏوٿن جو ڪرن گذارا وس چرن تا "رڪيل" ويچارا
ڪهن ڪين ڪلام

## سر مانجهہ    ڪافي544

تل پنهنجا پنهوار مان ڪيئن وساريان، سک بڌايم ايڏا اعتبار

1 رات ڏينهان اکين اوجاڳا، اور اندر ۾ بڌم سورن ساڳا
دم دم ساڻ سنيار

2 جاڏهن آيس مان اوڏنهن ويندس دل مارن سان گڏ تہ گڏيندس
ڳل لڳي ڪيڏيندس پار

3 درد ڏکي کي پيم وڇوڙو، پنڌ ٽرن جو آيم ڏوڙو
طرحين طرحين ڪندس تنوار

4 وچي ميرانپور مان لڌوسي شوق "رڪيل" جو شان لڌوسي
صوفي مرد سچار

## سر مانجھ  ڪافي545

ٽل ڪر واھ گرو ھر نام باري عشق بنائي ھي
باري عشق بنائي ھي، ھر دو ڏونھين ھر جائي ھي
1 مڙھيان مسيتان مڻ ناويسان، صدق سيتي مڻ سجدا ڏيسان
صبح پڙھان سبحان سرڪي يار پلائي ھي
2 سائين لوڪ سڏاوي سوئي جيتي ٿي مرجاوي جوئي
سر ڪرڻ قربان، مشڪل بات اٽائي ھي
3 فسق فجور ڪريندا گويا عالم ھويا عمل نہ ھويا
ڪاوڙ زد حرام ساري عمر اجائي ھي
4 گنگا تي جمنا تابع ڏوھان، صحيح محمد ساڏا سونھان
آخر پيش امام، والي مرد مولائي ھي
5 شاھ عبدالنبي گر ميرا آيا، ”رڪيل شاھ“ نون مڪ وڪلايا
پيا دليندا دام رانجھن رمز رلائي ھي

## سر مانجھ  ڪافي546

ٽل گُرو گرو گر ديڪو، ميئن ديڪيا ھي اس شان ۾
مئين دڪيا ھي اس شان ۾ جيوين بلبل ھي بوستان ۾
1 معراج ويڪو مڪ مرشد والا، گل سنبل تي گل افضل لا لا
گل ڪيتڪ ھي سربالا جيوين روشن ھي چوغان ۾
2 جو حيوان ھو وي انسان سڏاوي ذات اسم دي جوت جڳاوي
جوئي منگي سوئي پاوي، تان مرشد دي ديوان ۾
3 توڙ جٽيا جاما پايا، سامي تي مئين تلڪ لڳايا
واھ جي رام ريجھايا، جي آيا ھي اسلام ۾
4 عشق سچي اي قمر ٻڌائي، ھوش عقل ناحاجت ڪائي
ڪر ”رڪيل شاھ“ بي پرواھي تان عاشق تي احرام ۾

## سر مانجھہ ڪافي547

تل سڪ وارن کي عين ثواب، ڏسڻ عاشق جو جائز آهي
ڏسڻ عاشق جو جائز آهي، ڏسڻ رڪيل جو لائق آهي
1 عشق جون ڳالهيون عاشق ٻڌائن، لڪڻ ڪون ڪيئن لڪائن
رڳان تن رباب، طلب تاران وحدت وڄائي
2 سڪ وارن قرار آرام ڦتو هي، ڇير ٻڌي يار ڏنوسي
ڪري تن تراب "لون ٻاروچل وڃڻ لائي
3 شرم شرع جو پوش ڦريائون، منجھہ طريقت ترڪ ڪيائون
هليا حقيقت لاهي تہ حجاب معرفت جو منصب پائي
4 "رڪيل" مدامي دل جو جاني صدقي صدقي سر قرباني
ڪسي تي ڪباب، سانگو سر جو لاشڪ لاهي

## سر مانجھہ ڪافي548

تل مان ڏي ڪيو جي خيال ڏسن سان نطر تيڙم زيارت
1 هيءَ نماڻي نال نہ نيائون، رمز چي لائي ريهي رتائون
حج مڪو ٿئم حال پرين پاڻ اچي ڪندم پارت
2 منزل باري ڇيلهہ ٻڌي سي وحدت منجھون واٽ لڌي سي
سائين اچي تہ سنيال عشق اتاري ڪيم عمارت
3 "رڪيل شاهہ" سندونا ثاني، منصب اعلي سڪو سلطاني
ايڏو اٿن اقبال، هجي ڪير ڪري ناحيرت

## سر مانجهہ    ڪافي549

تل عشق جنهنجي گهر آيو، عطر ڪٿوري ڇا لڳي
چندن گسي خوشبوءِ ٿئي ميدان سارو پيو هڳي
1 اڱڻ تهن ايوان تي، اڇي پر تور پرجو پوي
ساڳلي .هيڪار هيڙي جت نينهن جو نعرو وڃي
2 تابش برهہ جي بار جي، جنهن سر آئي سوئي سهي
جلوو حسن هرجاءِ هڪ آهہ، سمجهي ايئن ڪوئي سڳي
3 قلب روشن دل سچي حاجت عقل جي ناهلي
ذاتي تجلو نور جو، ميثاق ڪون هيڙم اڳي
4 رخ ”رڪيل“ هي رمز رندي، بيرنگي بيشڪ بلي
عجب عبدالستار مانڪي، فيض سمجهايو سڏي

## سر مانجهہ    ڪافي550

تل سر سجوئي پاڻ آهہ، چوي چوائي تو چوان
عجب تنهن اسرار ۾، ڏس ناز دلبر جا نوان
1 سور سختيون سيج سوري نينهن وارن تي ندان
ڪين ترسن تاب ڪون هو سهج ڪون تيڙا سنوان
2 عشق آئينو اکيون، پاڻ ۾ پنهنجو ڏسان
دل سجاتو دوست هڪ آهہ، بي نہ ڪنهن جي درپوان
3 اونهي بحر عميق جون بي مثل آهہ بي بيان
خبر انت شمار جي ڳجهہ عاشقن کي آعيان
4 هي ”رڪيل“ هي ريت ڪهڙي توڙي ڏسڻ جملي جهان
پنهنجو مطالع پاڻ ۾ ڪريان ذاتي ٿيءِ روان

## سر مانجهہ  ڪافي551

تل ڪيان ڙي وگوها ويني، هي هي ڪين نہ ڪيم
هي هي ڪين نہ ڪيم پنڌ ڏاڍن سان پيم
1 نفس رلئي سان ڦاٿيس، ڪيئي ڪاڻ تنهن ڪاڏا
ڪين مجي تو منڪر، اڄ توڙين ڪين گهٽيم
2 خبران زماني جون ٻڌي، تڪبر حرص هنيم
نانءَ ناموس متي تڪبر حرص هنيم
3 رات سجي ويم لنگهي سڪ تہ سمهڻ ٻن گهوريو
سڪ ۽ سمهڻ چا لڳي، عمر اجائي ويم
4 هڪ وني تي هيڪل ڪين ڏسي پئو ڪاهي
شل نہ ملان هجان سڪ ۾، بار بره جو ڪنيم
5 درد وندن جون دانها. ملڪ انهي ۾ ٻجهن
داد بنان داهن جي، "رڪيل" ائين يار چيم

## سر مانجهہ  ڪافي552

تل سگهو سور وڃن ڪيئن سرتيون، منهنجي ڪرمن ۾ لکيو ڪين
1 عمل نيڪي ڪم نہ ڪمايم، غفلت ۾ ساري عمر وڃايم
عشق لڳئي ڇئو آمين
2 جنگي نفس تي سخت لڙائي، ڏيوڻ سرهي مڙڻ ڪچائي
يڪ دل ساڻ يقين
3 اڪبر جنگ جهين وچ ڪڙدي، مارن لاف تي لائق لڙدي
اهي غازي مرد حسين
4 برسر بار برهہ جو آيو، درد رڪيل کي ڏکن ڏکايو
اڄي برهہ وڃايم بين

## سر مانجهہ کافي553

تل عشق بناچي اديون عمر اجائي ويم
عمر اجائي ويم، کل کائي ناپيم
1 پاڻ نہ ڄاڻئي پنهنجو پرين وسئي ٿو پاڙي
ٻيون ٿي اجايون ڳالهيون هوت بناهل هاڙي
دل نہ سڃاڻئي داغيل حيرت ۾ نان هيم
2 سر سوري تي ڏس تون، هٿ نہ گذارج سنهنجو
رت روئڻ جي ٻاجهون، پرين ڪنڌ نا پنهنجو
ڳالهہ سڄڻ جي ڳجهہ جي، چوڻ واري هيئن چيم
3 عقل اکين ڪون انڌو، اوندهہ منجهہ ڪين ڏسي
عشق ماهي جو جن وٽ، وارا ڪيون پيو وسي
مرد سچا محبت ۾ هوڪا ڏيون ٿا هلن
4 روز رکيل ڪون اچي، پار پرين جا پچن
نصيب تن جا سچا لونءِ لونءِ ۾ سي لڇن
وڃ ڪيائون وحدت ڪي، سرڪ سچي سي پيئن

## سر مانجهہ کافي554

تل درد وندن جا دونهان، دل ۾ روز دکن
دل ۾ روز دکن، پرين منهنجا جهوڪ وسن
1 سڪ ٻڌايم سندرو، پار پرين جا پچم
ذات ڏسيائون حق جي، لوح قلم ڪون لکيم
2 عشق وڌم نئين اتي ڏولائي منجهہ ڏکن
ڪين ڪمائي ڪجهہ نہ ڪيم آسرا سيئي چنيم
3 دل جو دلبر هڪڙو ٻيو نہ پايان سنگتي سکن
اهڙي مونسان لِون تہ لڳي سرڪي سوز چکيم
4 هوت پنهل ڪان ڙي اديون چائي وڌم چٽن
اهڙي اميد نہ ٿم ڪو راز رکيل سان رکن

## سر مانجهہ   ڪافي555

ٿل امر لکي جي ڙي اديون، وئي تو قلم وهي
وئي تم قلم وهي، سور ڏسي ڪيم سهي
1 جنهن مٿي سر سختي، ٻيون ٻاڙي چون ۾ پري
جت باهہ ٻري هنڌ اهو سڙي ٻين کي ڪل نہ پئي
2 امڙ اروٽا ڏنم رات ڇني جي ڇئي
ٻڌ سورن جو سندرو، وڃ ڪيچن سان ڪهي
3 ڪيئن هت قسمت آندم دوست ٻنادر ماندي
اکين اوجاڳا ڪيا ڇا گذري ڇا رهي
4 دست وتم مرشد جو ويم خودي جون ڳالهيون
ٻني ٻاري ٽيس دايو، يار لڌم تان لهي
5 جيئن نوڙت ۾ نوين رهہ رياضت ۾ رکيل
پير نہ ٿي تون پوءِ تي ڳالهہ عجب جي نهي

## سر مانجهہ   ڪافي556

ٿل مني مارن جون ڳالهيون جيءَ پنهنجي سان جهلجن
جيءَ پنهنجي سان جهلجن، دل جون دل ۾ هجن
1 صبر ڪيان ڪيئن سرتيون، ماٺ ڪيون ٿي مجهان
اچن اوقات ائين، روح پنهنجي ۾ رجهان
اهي خاصن جون خبران، سڏڙيا ڪيئن سڻن
2 ڪنين سڻان ڪينڪي، اهي اکيون نا ڏسن
ڏار اکيون هن دلجون، جيڪي پرين کي پسن
روءِ برءِ رمزان، روح منهنجي سان رلجن
3 خوف رجاکون وو ميان.لاهوت سي لنگهيا
قلزم ۾ پيو قطرو سالڪ سرهو سمجها
عين ٿياسي عاشق واٽ سوان هلن
4 رهبر ٻاجهون "رکيل" سي ڪيئن راندرون
زهد عبادت تقويٰ، توبہ ترت تنهن
پاڙون ٿيا هو پاسي سور اهي نا سلجن

## سر مانجهہ كافي557

تل عمر اباڻن كان سدا، منهنجو ساهہ سكي
سدا منهنجو ساهہ سكي، قسمت قيد هتي
1 ٻن تنهنجا دور دنيا، سوچي لباس لڳن
پٽ پهريان كين عمر، لڄ لوئي نان لكي
2 هت تنهنجون مصريون منيون، هت منهنجون ڦوڳ ڦريون
كلڻ كائڻ خوا ب خوشيون كين وڻن ٽيون مونكي
3 اصل ڏكاليو عمر كڙم واريون هن كي كي
لاڄ پريون كن لائق مارن منهن ٽئي مٽي
4 "ركيل" اهيئي روئن، سي حق جي راهہ هليون
ناحق وارن ناهين وٽيو توبہ كرتون تكي

## سر مانجهہ كافي558

تل منهنجا اباڻا پٽ تي، پكا پهنوار اڏن
پكا پهنوار اڏن، گذر ڏكيو آ سانگن
1 كاڄ مارن جو پسي ڏورا، للهر لوڙك چيڙ چاڙهن
وس چرن ويچارا، مال واريون چڏن
2 هت تنهنجا محل ۽ ماڙيون، دور دنيا جا گهوريان
سيج پلنگ سك نہ سمهان، ٻن تہ وجهان متاع مڏن
3 ويس وڳا زيور زينت پٽ پهريان كين عمر
كٿيون لويون لعل منهنجون ساهيليون ٽيون سڏن
4 لوح قلم امر لكيو، قسمت قيد كيم
پاند پلو منهنجا ميرا، آجا كيو نيئي گڏن
5 اهڙو فراق ركيل عشق وارن جو آ سچو
هلن حقيقت ۾ اهي، معرفت بار لڏن

## سرپھاڑي    ڪافي559

تل پيريمغان ميڏا ميران مختيار آيا
ميران مختيار آيا عبدالستار آيا

1 اڳڻ اسا ڏي سدا شال سونهين، سودا ازل دا ڪتاوت روحين
تاج شهاني سرتي برھ بھار آيا

2 حڪم ڪتوئي وفي انفسڪم، حاضر ناظر ظاھر باطن
جتي ڪتي مولا ويکان عشق انوار آيا

3 لک لک دعائين مرشد مين تہ مگندي، سدا شال قائم گادي هوسي تساڏي
سدا شال جوڙا جيوئي سخن سچار آيا

4 شاھ "رڪيل" داهي نينهن نظارا جهوڪ شھر داهي پسڻ پسارا
جتان ميڏا ماهي وسدا يار ين داتہ يار آيا

## سرپھاڑي    ڪافي560

تل سر وو ساڏي سئيان، عشق هي امام آيا
عشق هي امام آيا نينهن تي نشان آيا

1 ايمان عقلدا چلدا نہ چارا زوران زوري عشق مريندا نعرا
هلان ڪر هو ڪا ڏيندا حڪم حقام آيا

2 زھد عبادت ڪشف ڪرامت عين هدايت عشق سلامت
ظاهر ظهورا ذاتي مست مدام آيا

3 پل ٻيوسي ڪون پُليندا بي اختياري آپ بليندا
بار برھ دا باري، سر تي ڪمام آيا

4 آپ ڊھيندا آپ نهيندا، سر تي سختي سوز سهيندا
راز "رڪيل دا" سارا ڪھڻ هي ڪلام آيا

## سرپهاڙي كافي561

تل حرمين ڏي حاجي هليا، ڪعبو اديون مان هت ڏٺو
1 مدد سيتي مصطفيٰ، هر جاءِ هادي حق ڏسان
نڪري چڙهيس نينهن جي نظر، چوگان ۾ ڏٺم چٽو
2 توبہ تڏهن قبول ٿئي جڏهن دل اڇي ٿئي ڪنهن دام ۾
ڪر ترڪ چڏ طمع تڙي، تڏهن حج ٿيئي حاصل منو
3 اونهين بحر عميق جي، هي سڏ لڌي آ سالڪن
سختي تنهن جي سيج آ، مس عشق جي لکيو چٽو
4 هن دنيا جو داخلو مردن چڏيو هي آسرو
راهہ حق جي رسيا "رکيل" صوفن وچي سر تي سٺو

## سرپهاڙي كافي562

تل سک ناسمهون سرتيون سدا، ڪيو ياد ياهو الله
1 بنان جاڳڻ جيڏيون، سکيو سمهڻ سو گهوريون
فرياد سو فرياد وي، رهزن دنيا هي بري بلا
2 جي بهشت جي خواهش رکن، شب خيز تي شاهي رسيا
وردون وظائف وارتون ڪر لا اِلٰهَ اِلاَّ اللهُ
3 تابع نفس جو تن ترڪ ڪر سچو صبر سيئي سکيا
سختي ڏسي تن سر ڏنو، سر عاشقن جي زلزلا
4 سک "رکيل" هي سمجهہ رک، ڏس عاشقن جون عادتان
سولي چڙهي پڙهيا سبق، ڪري حسن آيو هي هلا

## سر پهاڙي ڪافي563

تل شائق پرينءَ جي شوق ۾ شب روز سي آهن غرق
1 جن کي لڳي جڙجان ۾، جهوري جهجهڻ لونءَ لونءَ لڇڻ
سي منيون ڪيئن ماٺ ڪن، پيون ماري هي تن آمرڪ
2 اهي اکيون آهن بکيون تو دوست جي ديدار ڪان
شل نان ملن سڪ ۾ هجن، تن فائدو سڪ ۾ فرق
3 سچو سندرو تن ٻڌو، سانگو نہ سر جو سي ڪندا
بيشڪ پياسي بحر ۾، ڏئي غير جو واري ورق
4 سر ٻنان ناهين سهانگو عشق جو سودو سچو
آيا "رکيل" اهي اگهيا هي ڏنو طمع کي تن ترڪ

## سر پهاڙي ڪافي564

تل ہم صنم کے دست، سے شراب پیا ہے
1 کہ در بحر میں دیدم بموسیٰ کلیم اللہ
کوہ طور کے اوپر تا سلام کیاہ ہے
2 نہیں بہشت کے طلب چہ کنم حوراں را
اس ذات کے صفات میں افسوس لیاہ ہے
3 گم ذات میں دیکھا، تھا اسرار تماشا
اس جام تان تمام، بے اختیار دیا ہے
4 'رکھیل' شاہ کا محتاج، ازل روز سے ہوا
تیرے زلف کا زنجیر، میرے گل میں سیاہ ہے

## سرپھاڙي ڪافي565

ٿل آيس پرين جي پيچ ۾، وڃي اوچتي دلڙي اڙي
1 ڏک ڏولاوا ڏوجھرا، ڏس سبق سورن جو پڙهي
سمجھو سخن سرتيون سچو، متان پير پايو هٿ لڙي
2 وڄ واءُ وانگي تيز سان، آيو عشق سيني منجھ چڙهي
دهڪا ڏمن جا دل ٻڏا، لائي درد آٽي هي ڏڙي
3 شب روز شاهي شوق ۾ هيءَ گھٽ نـ گھاري ڪا گھڙي
مدعي ماري جنهن مچ ڪيو دشمن ويو سڪندو سڙي
4 ”رکيل“ سارو صاف ٿيو ڏيئي غير کي توڙون تڙي
اولو پيچي هي اکن ڏٺو، جند جان جانب سان جڙي

## سرپھاڙي ڪافي566

ٿل اڄ تـ پنهل يار جا، خود ناز تم نوان
1 بعضي غضي بعضي هسي، ويم دوست دل کسي
ڪڏهن رووان ڪڏهن کلان، سيني سور ٿيم سنوان
2 ڪڏهن ڪفرواري دام ۾، ڪڏهن محبت واري مام ۾
ڪڏهن مومن هان اسلام ڏيئي هو ڪو حق چوان
3 حسن صورت سو سندي دوست جي ديدار جي
جڏهن پارس سان پاسو لڳئي لڳيم رمز ٿيس روان
4 صوفين کي ناهي ٻوهـ دغائي، اندر ٻاهر يار صفائي
”رکيل“ جا چئي جانب جائي، ڳجهون ڳالهيون سڀ ڪيان

## سرپهاڙي     ڪافي567

ٿل سهڻي يار جي ديدار ڪان، دل روز پئي سڪي
1 نہ سلام نہ پيغام، پنهل يار ڏنهون اچي
گهڙي حال لنگهيم سال، لڳيم تانگهہ پئي چڪي
2 سڻي فرياد ڪندم داد، هي امداد پي اچي
راتيان ڏينهن لڳم نينهن پيس يار جي پڪي
3 جانب جوش منجهون پوش، اندر دو ڏ پيو دڪي
هو ۾ هوتان خوشبوءِ، لڪايان ڪين پئي لڪي
4 "رڪيل شاهہ" جي صلاح عجب خلق ڪي اچي
صبح شام وڏائي گام ڪر تعميل هي ٠تڪي

## سرلوڙائو     ڪافي568

ٿل وڃي درد: انهيءَ منجهہ تيڙس داخل، جتي خون جگر جو جوش لڳو
جتي خون جگر جو جوش لڳو، مستي موج بحر نوشون نوش لڳو
1 قلزم ڪارو يار انهيءَ ۾، لهرن جو تہ لقاءَ لڳو
نہ ملاح نہ ٻيڙي سير تڪي ۾، حيرت وارو هوش لڳو
2 رڄ نہ پايان حال فقر جو، وحدت وارو ويساهہ لڳو
اندر ۾ آ باهہ برهہ جي، خائف ٿي خاموش لڳو
3 اونهين بحر عميق انهي ۾، ڪنهن نہ ڪنڌي جو پاند لڳو
غوطو ڏيئي ٽيس گم انهي ۾، اسرار ڳجهي جو پوش لڳو
4 پنهنجو پاڻ پاڻ وڃائڻ، هن هستي جو تہ حجاب پڳو
"رڪيل" ڏنو آ رنگ پرينءَ جو، هر طرحين انوش لڳو

## سرلوڙائو    ڪافي569

تل نينهڙو لاتم پاڻ سڄاتم، ڪيم ديس انهي جو ديدار
ڪيم ديس انهي جو ديدار، دل جو ملڪ وڏو بيشمار
1 شاهه سڪندر روءِ زمين ڪي، جاچي ڪيو آ جار
دل جو ملڪ ڏٺو درويشن، جتِ مولا جو مدار
2 چوڏهن طبقا دل جي اندر ۾، عشق ڪيا اظهار
طلب حقيقي هر دم هڪ، هيو نہ پڇائن پار
3 مئخاني منجهہ پاتم جهاتي، آيو ڏسڻ ۾ يار
واحد وجود وحدت سارو، ناهي، وٺي هڪ وار
4 فڪر فنا جي فاني ڪيڙو، ڏس رمز "رڪيل" اسرار
قلزم ۾ وڃي قطرو رليو، اصل نسل او جار

## سرلوڙائو    ڪافي570

تل منيس زي مانڪون صورت نہ وسري، مان ساجن سچ ڪيئن سڃاتو
مان ساجن سچ ڪيئن سڃاتو، آيم نينهن نيائڻ ناتو
1 هر جاءِ مان تي هڪ ڏسان، اٿم سچو قول ڪوهيارو
هيو ور ڪنديس ڪون هيو، مان پيچ پرينءَ سان پاتو
2 جوش خموش جاري جاڳيم، ازلي عشق اُلانبو
ڦوڪي آڙهہ اندر ۾ جيڏيون، لالڻ مونکي لاتو
3 سمجهہ پيم هي سور پرائي، دردن دوڏ دڪايو
سک قرار نہ صحت سمجهان، عشق تڏهن مان چاتو
4 اندر هوتي باهر هو، اڇي دل ۾ دوست سمايو
"رڪيل" اها رمز سڃاتي، رات ڏينهان اوراتو

## سر لوڙائو        ڪافي571

تل عشق اندر ۾ شور مچايو، جانب ويو اٿم جاءِ ڪري
جانب ويو اٿم جاءِ ڪري، محبت جو تو مچ ٻري
1 عجب اوجاڳو سمجھ سچائي، دل ۾ ڏس تون ڏيان ڏري
دم دم سان ديدار سڄڻ جو، نانءُ وٺي تو هانءُ ٺري
2 ترڪ طمع جو تڏهن تڙايئي، عاشقن جي آ پرهيز پري
خوف رجا جا خطرا خواهش، تڏهن وڃن جڏهن نفس مري
3 رمز رندي هي سمجھڻ مشڪل، سڏڙين جو تو ڏيل ڏري
عشق بنان ميدان انهي ۾، ڪير اچي پيو قدم پري
4 حد لنگهي هي بيحد ڪيڙو، ”رکيل“ ڪي انهي ذوق ذري
هر طرحين تو حق ڏسان، پڌر پيو وڃي خيال پري

## سر لوڙائو        ڪافي572

تل عشق اندر ۾ آڙھ ٻاريو، سوز وڌم تن ساڙي
سوز وڌم تن ساڙي، منهنجا هڏ هلندم هاڙي
1 مٿو مچ ۾ جان جلائين، سختي سر سهائي وو
سچو عاشق تڏهن سڏينڊءِ، سولي سر چاڙهي
2 باھ برھ جي تيز تکي آ، ٻاروچل ويم ٻاري وو
ڳجهو راز ٻڌايان ڪنهن کي، آيل ڪيئن اگهاڙي
3 صحت فرحت سور وڃايم، ناھ اکين خواب اوجاڳو وو
جلڻ ريءَ نان جانب ڏسندين، قول پرين سان پاڙي
4 سمجھ ”رکيل“ تون پاڻ سڃاڻي، متان ٻاهر ٻاڦ ٻڌائين وو
مکڻ سيخ پچائڻ مشڪل، متان ڪچو ٽين کن لاڙي

## سرلوڙائو كافي573

ٽل عشق نهين كوئي اٽكل بازي، سولي سر چڙهاوي كون
سولي سر چڙهاوي كون، رندي رمز پڙهاوي كون
1 جان جان عشق نہ ٿيوي رهبر، ذاتي خيال جڳاوي كون
ٻلدي ڀاهہ برهہ جلدي، آڙهہ وچ اڙاوي كون
2 ٻهہ ٻهہ ملان مسلي كردي، مستي مام ملاوي كون
سي سي سجدي ڏيون ساري، هستي توڙ چڙاوي كون
3 جو رستا سائين عاشق ويندي، الٽا باب ٻڌاوي كون
اناالحق دا ڏيون هوكا، شاهد وچ كڙاوي كون
4 "ركيل" ناراز ڇپاوڻ، وحدت جام پلاوي كون
قُم بي اِزني آپ كمائي، فالم فوج لڙاوي كون

## سرلوڙائو كافي574

ٽل باور ناهين پيت نہ پڙم، عشق خريد وهاڻ جي
عشق خريد وهاڻ جي، لنئون لائي خرچ جي لائڻ جي
1 مال دنيا سان عشق نہ ملندءِ، هي تي هستي حجت وڃائڻ جي
سر جي بازي سر تي آئي، سك رمز وجود وڃائڻ جي
2 ناميدي نينهن وارن سان، پاڻ نہ پنهنجي پائڻ جي
فكر فنا منجهہ فاني ٿيڙا، دردون دود دكائڻ جي
3 اندر سياهي منهن سان محبت، ميٽا جي تہ ميائڻ جي
دوستي سان دغانان گهر جي، ناهي حاجت كوڙ لكائڻ جي
4 ڏوهہ ثواب توبهہ تقوا، سك ريت اها تہ مٽائڻ جي
علم "ركيل" جي لدني لهجي، وحدت سير وڃائڻ جي

## سر لوڙائو    ڪافي575

ٿل حجت حاجت هو هنڙي ناهي، سنگ نہ پرين سان ساهيان
سنگ نہ پرين سان ساهيان، مان ڪجھہ نہ الائي چاهيان
1 آبون گل جو نهيم پنوڙو، ڪجھہ مان ڪجھہ تي سڏايان
آتش بادون خودي خرابو، واءِ اها تي وڏايان
2 جاچي ڏس عناصر چارئي، ناهہ نفي تي ناهيان
راحت روح رلائي ذاتي، جسمون اسم جڳايان
3 هلڪي تي اڳيون هوتن جي، پاڻ نہ پنهنجو پايان
سال ٿيم سڪندي سڪ ۾، ڪيچ مٿي تي ڪاهيان
4 سک رمز "رکيل" رضا تي راضي، عشق تڏهن چئو آهيان
درد لڳئي تہ ديوانو سڏ جين، حجاب اهو لج لاهيان

## سر لوڙائو    ڪافي576

ٿل پڙڪي باھہ برھہ جي پينر، جوشن ۾ تي جاليان
جوشن ۾ تي جاليان، اهو قول پنهل سان پاليان
1 جوش خموش خوف خدائي، عشق اوجاڳو آيم وو
ڪودم سک ناسنيران سرتيون، آيم عشق اليلان
2 فقير سڏاوڻ ڏک هي پاوڻ، ڪون فقير سڏاوي وو
پوڻ چڪي ۾ مشڪل بازي، وحدت عين وصالان
3 ننڊ حرام دردي دل ڪي، ذاتي خيال وڃايم وو
سينو ساڙيم سوز پنهل جي، دم دم دوست سنياليان
4 حال "رکيل" جو واقف سارو، معنيٰ ڪرڻ مثالان وو
ڪي صاحب صفائي جا سالڪ سمجهن، محبت پوتم ماهان

## سر لوڙائو        ڪافي577

تل روز پنهل ديان مين رمزان ويکان، مرشد پيت بتائي
مرشد پيت بتائي، ڪيتي رهبر راهنمائي
1 مين قربان تنهن مرشد تون، جنهن ڪعبا اٿ وڪائي وو
مئخاني ڪر دل ڪون سمجهيم، صوفي سر سدائي
2 هر جاءِ حسن هڪو سائين هڪ هي، ڏوجها اور نہ ڪوئي وو
وچ صفات دي ذات ڏٺم، سارا سر خدا ئي
3 سوز انهيءَ وچ سڙدي عاشق ادني لم عطائي او
حل اهو ناهرگز رڄدي هڪڙا دم نہ جدائي
4 جنهن ڪون تانگهہ لڳي سائين تن وچ، ڪردي سربهائي وو
عشق "رڪيل" تي آرام نہ آوي، نيڻين ننڊ نہ ڪائي

## سر لوڙائو        ڪافي578

تل لک شڪر ڪيان مان سو سو پيرا، اڱڻ ٻاروچل آيو
اڱڻ ٻاروچل آيو، مان تہ ڳات پري ڳل لايو
1 سورن پري جو سمهڻ گهوريو، مونکي جانب پاڻ جڳايو
مٺي محبت موهيو اداسي جيڙو، دردون دود دکايو
2 مان جهڙي سان ڪيو ملڻ جي، تو پنهنجو قرب وڏايو
چندن جي خوشبوءِ گسڻ سان، رڳ رڳ حق سمايو
3 پينر شهر پنيور ۾، منهنجو ڏکن ڏيل ڏکايو
اتم آس آري ڄام اچڻ جي، پير پرين هٿ پايو
4 "رڪيل" برقعو بشري پهري، منجهہ صفات سمايو
انا احمد بلاميمي، عبدون احد سڏايو

## سر لوڙائو كافي579

تل ماريس تنهنجي وهم وڇوڙي، ٽٽڙم پاند پراٽان
ٽٽڙم پاند پراٽان، توكي هڪ كيون ٿي ڄاڻان
1 اڪيون اتي وڃي اڄ اڙيون، مان تہ ائين دل سان پانيان
نت نوان تنهنجا ناز ڏهاڙيون، ڪر نہ مني سان ماٽان
2 اهڙي آتش عشق مچائي، شب روز ڪيان ٿي پُڪاران
درد وندي جون دم دم دانهان، ڪين وڻن ٽا ڪاٽان
3 پلڪ پلڪ ۾ پور پون ٿا، مان ويٺي ڪانگ اڏايان
سڪ سدا منهنجو ستر وڃايو، ويڙم ويس وڇاٽان
4 رمز "رڪيل" سان ڪهڙي لاتئي، سڄ چئو سڄڻ سياٽان
گهايل جا اهي چاڪ چڪن ٿا، پر جا ڪندس پڇاٽان

## سر لوڙائو كافي580

تل تنهنجي ناز غماز نهوڙيم دل کي، بيوس وئي اهي ونگجي
بيوس وئي آهي ونگجي، منهنجي هاروچل ساڻ ٻنگجي
1 نڪو داد فرياد ڪيان سودانهان، حجت هتي نان هلندي
بدبخت آهن تہ نصيب تتي جا، ڏوهن ۾ وئي ڏنگجي
2 پير پرين جي پڙ ۾ پائڻ، جسم جلائڻ جنگجي
عشق بنان هيو ڪير اچي، سوري تي سر ٽنگجي
3 ڪن ڪُها فيڪُون بنائي، هي رمز پرينءَ جي رنگجي
سر صفات ڇپائي پنهنجو، عين صورت ۾ انگجي
4 تابش جو آهي تاب تڪو، ڪين سورهہ بيهن سنگجي
پتنگ پون ٽا روز "رڪيل" شعاع شمع تي لنگهجي

## سرلوڙائو كافي581

ٿل كرياد الستي مسافر جيڙا، كالهہ اهو تو قول كيو
كالهہ اهو تو قول كيو، جيكي ستيون تن كون سات ويو
1 غفلت غير هي ننڊ نياڳي، هي هي توكي حرص هنيو
نہ رام رهائي كين وهائي، پلو تنهنجي ۾ كجهہ نہ پيو
2 هتڙي آئين ڏيهہ ڏسڻ كان، تو سودو كهڙو وٺج كيو
ڳل منجهہ كفني ڏيندءِ ٿاهي، هئي هئي چوندءِ موت هنيو
3 اٿي اور الف سان اوجاڳا ڏيئي، سيني پائي ڏس لعل ليو
اها عادت سكجي اصيلن كون، اوجو كمتل آهي مرد ميو
4 وحدت اندر ويم وكوڙي، پرينءَ سان منهنجو پيچ پيو
مٹي دل كي عشق اوجاريو "ركيل" سارو سچ چيو

## سرلوڙائو كافي582

ٿل فكر فنا جي كٺرم فاني، جان جسم سارو تنهنجي سورن ساڙيو
1 ماس هڏا پنهنجا، تنهنجي سك منجهہ باريان، رگ رگ ۾ اٿم توہر جون تواران
جلن ٿا جيرا منهنجا، نئين كٺاهي ۾ كاڙهيو
2 من جي خودي وٺي كٺهن جي كاٺي كيئي پيار پنهنجو تٺهن مهر كيئي ماٺي
قول الستي اهو، اڃي پرين مُوسان پاڙيو
3 كين كمايم الائي چاهيان، اميد ملڻ جي اها نتي پايان
غير غرور وڃڙم، نئين تنهنجي عشق اماڻيو
4 چئو تہ "ركيل" توكي كيرتو چوائي، جاڻ سڃاڻي پنهنجو سر سمجهائي
انهي برهہ جي باري تي، كنهن توكي چاڙهيو

## سر لوڙائو     ڪافي583

ٿل پنھنجي ڪرمن ڏنھن ٿي پانيان، مان ڏک سان عمر گذاري
حجت حاجت منھنجي ھنڙي ناھي، زوراور سان اٿم زاري

1 جي وٺندن تان ئي وڙ ڪندا، نہ تہ انھن جي اختياري
ھي ھي منھنجي حال ذڪي ڪان، آھيان اصل آزاري

2 ڪڏھن چہ لھندم ڪوھہ ڪشالا، سانول ڪندم ستاري
سڪ اندر ۾ ٻارڻ ٻاريو، برھہ لڳو اٿم ٻاري

3 مرڻ جيئڻ جي ڪل نہ ڪائي، پنھنجي وس نہ ويچاري
علمون حلم جي سمجھہ ھدايت، ھڪ جي رک تون سچاري

4 ڪاھہ ”رڪيل“ تان ڪيچ پڄين، پوئتي مڙڻ مياري

## سر لوڙائو     ڪافي584

ٿل ڪالھاڪون تو ڪانگ لوين، آيم سھڻل جا تہ سلام ڪٽي
سھڻل جا تہ سلام ڪٽي، ٻولي ٻاروچل جي واھہ وٽي

1 دل اڪيون اٿم طلب توھانجي، ھاڙي ويندس ھڪ ھٽي
حسن تنھنجي جو سير سمايو، حيرت ڪيو مدھوش ھٽي

2 فڪر فنا جي فاني ڪئڙم، پرين جي پيزار پٽي
عيب گناھہ مني جا ميرا، ڌوتا تو ديدار ڏٽي

3 پوش انساني سر سبحاني، ڳجھہ ۾ اھا تو ڳالھہ ڳٽي
برقعو پائي ويس مٽائي، آيو اٿم انسان ٻٽي

4 عشق امامت نينھن نظارو، عُشاقن جي آھي اتم اٽي
”رڪيل“ غير وڃائي سارو، صاف ڪيو سينو سڪ گھٽي

## سر لوڙائو      ڪافي585

تل خان پنهل وهيل ڏي ويندِيس، دم نہ ٿيندِيس توکون ڌار پري
دم نہ ٿيندِيس توکون ڌار پري، منهنجي ساعت تن کون ڪين سري
1 درد دمن سان ڪيان ياد پرين کي، اندر پڙڪا ڏيون ٿي باهہ ٻري
سڪ سچي آٽي سور ڪتڙا ڪيا، قلم لکيو انگ ڪين ٽري
2 جان جسو هي جيءَ پرينءَ تون، صدقي ٿي قربان ڪري
ڪندم قبول دل جون دانهان، اڱڻ ايندم شل قدم ڀري
3 اڱڻ ايندم شل عيد ڪندس، منهنجو يار ڏٺي ٿو هانءَ ٺري
لڄ شرم هي پت سان پوري، دلبر سندم ڏيان ڌري
4 درد فراق وڇوڙو ورڪان، ڏونگر ڏسي منهنجو ڏيل ڏري
هي هي حال ”رکيل“ جو هيڏو، ماريس تنهنجي ذوق ذري

## سر لوڙائو      ڪافي586

تل فائدو چاڻ فراق چڱو ٿي، ڪر نہ وصال جي وائي
ڪر نہ وصال جي وائي، هي جانب جي نہ جدائي
1 ڪوڙي ٿيندينءَ ڪانڌ اڳيون جي، ڪيئي پٽا ڪنديءِ ڪچائي
ميري ڪيئن منظور پوي، رکيئي دل ۾ تہ دغائي
2 پاڻ کي پائمال ڪري، هي رند وني ٿيءَ راهي
اوجاڳن اجاريو جي کي، لنون ٻاروچل لائي
3 ڪاڙهن دل کي ڏسن چہ ڪيميان، جنهن پارس ساڻ گسائي
هڪ دم دم سان جواهر موتي، پوئي من منجهہ مالهان پائي
4 وڙن واريون رهائن ورسان، ”رکيل“ سڪ سچائي
اهي مرجان ماڻن سهج سداءِ، پت ۾ جنهن رهائي

## سر لوڙائو           ڪافي587

ٽل جاڳيس ڪين جانب ڪان جيڏيون، سانول ڪيچ سڌايو
سانول ڪيچ سڌايو، منهنجي سمهڻ سهاڳ وڃايو
1 سڄو شهر ڀنڀور جو، منهنجو رانول ڪنهن نہ ريجهايو
2 اکين اوجاڳو ڪين ڪيو، منهنجو سنج ۾ پنڌ ٿي سڄايو
3 هي هي منهنجي حال ڏکي ڪان، اڃي ڏونهون درد ڏکايو
4 لوڪ سڄو نندان ڪري، مونکي محبت مچڙو مچايو
5 ”رکيل“ سات سلامت سوئي، تن جيڏن جيڙو جلايو

## سر لوڙائو           ڪافي588

ٽل ڪان پنهل ڏنهن ورندي آيم، ويٺي ڪانگ اڏايان
ويٺي ڪانگ اڏايان، هي ڏک سان عمر نيايان
1 غم وڇوڙي سورن ساڙيو، ڪيئن باهہ اندر ۾ ڇپايان
سڪ سنڌو ناساعت مونکي، شل لهندس توسان لاوان
2 عشق تنهنجي ساءِ ڪيم سودائي، هي خاڪ ڇتن منجهہ پايان
ڪنين پنهل جي پوندم ڪوڪان، دردوندي جون دانهان
3 ڪونہ ڪهين جو ڀنبڻ ڀائي، هي ويدن ڪنهن سان ونڊايان
ڳارن ٽيون اهي ڳجهہ جون ڳالهيون، دل جون دل کي ٻڌايان
4 نينهن لڳو تہ ننڊ وئي، هي جانب جان جلايان
سو قيري تہ ”رکيل“ تي صدقي، پنهنجي پاڻ نہ پايان

## سر لوڙائو      ڪافي589

ٿل امر لکي جي هئي ميسڻ مشڪل، ڪاتب قلم وهائي
ڪاتب قلم وهائي، منهنجي ڪرمن جي هي ڪوتاهي
1 درد فراق وڇوڙي ماري، جانب ڪيم جدائي
شل نہ ملان منهنجي سڪ ناگهنجي، ڪيچي ڪندہ ڪچائي
2 جانب لئي نہ جاڳيس مان، هتون هوت پنهل ٿيم راهي
پيرين پيادي هي ڪيئن پڄي، دل جو پنڌ سچائي
3 انگ لکيو منهنجو هوت پنهل سان، مان سورن سيج وڇائي
سڪ واريون هو سمهن نہ سيئي، نيٽين ننڊ وڃائي
4 هلڻ هرگز ويهڻ نہ وڃ تي، ڏونگر وات ڏکيائي
"رڪيل" هي هي تن ڪان هاٽي، سورن ڪان تہ سمائي

## سر لوڙائو      ڪافي590

ٿل هي هي سرتيون حال فقيري، ڏک جا ڏينهن گذاريان
ڏک جا ڏينهن گذاريان، ور ويهي ڪيئن مان وساريان
1 جودم جيوان جانب جوئي، ساجن پنهنجو ساريان
آتش عشق الانبو لايم، هڏ هتي هتي ٻاريان
2 عالم ليکي عشق سهانگو، خبر تنهين جن ڏاران
خون جگر جو پيئڻ مشڪل، گهوريو سر نہ هي واريان
3 نفس رليو تو روح رلائي، حرص هنيون هيڪاران
فقيرن ٻاجهون ڪنهن نہ هٽايو، منڪر ڪي ڏيئي ماران
4 سوز سوين هي ساز ڪڙاڪيا، لاتم برهہ بهاران
راڳ رڳن ۾، "رڪيل" آيو، هُو هُو ڪن سپ تاران

## سرلوڙائو كافي591

ٿل اهي چڪن ٽا چاڪ فراق، جيءَ ۾ سور جڪن
ڏسان ڏوري شال ڏکن

1 سمر سور تنتي جا، جيئڻ ٻن سکن
2 جهولا جهليندس جان تي، لوهاٽيو آهه لکن
3 لوڪ لکائي نه پوي، کهڙي سڌ سکن
4 "رکيل" نينهن نيائجي، دردون دود دکن

## سرلوڙائو كافي592

ٿل مڙين موچارو، آيو وڻجارو، سرهو ساٿ پري
1 پنجتن جي صفت سچاري، يار پرين جا پلارا چارئي
ٿار اکين جا ڏسي دل ٿي ٺري
2 مشرق مغرب عجم عروسي، ملڪ فلڪ تنهنجي ڪندا پاءِ بوسي
حاتم هزارين تنهنجا دربان دري
3 مرشد منهنجو منجهه جهوڪ سونهاري، سرڪي سچي مونکي پرين ته پياري
ڪيو آ ظهور ظاهر تنهنجي ذوق ذري
4 سوين تنهنجا سوالي ويندا ڪين خالي، تون وارث وسيلو آن امت جو والي
آصي اچن توڏي اها اميد ڪري
5 احمد ٿي ائين اولو ڪري آيو، احد منجهون تو عبد سڏايو
ڏس ته "رکيل" ائين تون ڏيان ڏري

## سر لوڙائو كافي593

تل عشق جا وڏيل اهي، ٽڪر ۾ ٽوٽا
تن آ ڪباب تن جو، پنهنجو پاڻ ٽا پچائن
1 تن آ تراب تن جو، سي ٻوڙها ڪيئن ڳاڙن
جوش خموش پنهنجو، اندر پيا اماڻن
ساز آواز سمجهي، نيئي نينهن سان نچائن
2 عشق نانگ ڪاريهر شل ڪنهن کي نہ ڪائي
وهہ جي خبر وڃي، ڪو تنهن ڪون پچائي
سورن جون دانهان، منٽي ڪي ماتم مچائن
3 سڪ نا سمهن سي، اکين اوجاڳا سهڻان
وجهي وحدت جون، ورهہ جون واڳان
دم دم سان دل کي، تنهنجي رنگ ۾ رچائن
4 قول ڪنل سان، شل پنهنجو اچي پاڙي
اتم آڳ اندر، تنهنجي سڪ وڏو ساڙي
بيو ڪنهن ڏي وڃان، مونکي شل هتي ناگچائن
5 ذڪر فڪر سان پرين هن پورا
چاڪ چوڏاريون، چڪن ٽا چورا
چاڻ "رکيل" پنهنجي غير کون بچائن

## سر لوڙائو كافي594

تل خوشبوءِ خاصي عطر ڪٿوري، صورت سهڻل جي جئن گل گلابي
1 چشمون چمن تنهنجو شهد شڪر پيارا، واس وٺن ويهي فيض فقر سان
اولو يڳائون حساب حجابي
2 دام دئي جو چڙي ويم سانگو، اچي ويم اندر ۾ عشق جو الانبو
باهہ برهہ جي آيم شوق شتابي
3 قلم لکيو هو بي نہ ڪمين سان، الست ازل جو انگ منهنجو توسان
هتي مان سچاتو هيم حسابي
4 پري ڪان پرين جي "رکيل" کي آئي، بوءِ عجائب سيني ۾ سمائي
ملڪ پڌايان سارو عجم عرابي

## سر لوڙائو    ڪافي595

تل دلبر دل کون دم نہ وسري، پلڪ پلڪ ۾ ڪندس پچار
1 ڪيئن چپايان ڪين لڪي ٿو، طرحين طرحين ٻڌيم تنوار
2 ذات زوراور سان لڳم ناتو، وڙ ڪندا نہ تہ آهيان لاچار
3 ڳڻ پرينءَ جا ڳالهيون تہ ڳائيندس، عشق تنهنجي آڻي ڏنا اظهار
4 عشق ازل جو سر "رڪيل"، جي مون نہ سڃاتو منيس ميار

## سر لوڙائو    ڪافي596

تل دل ويچاري دردن ماري، سورن آڻي هتي ٻڌا سامان
1 روز ڏهاڙيون وچن ٿا ساڙيون، جلوي حسن جي ٻاريا جولان
2 دل اڪيون ٻئي ڦاٽيون ڦند سان، مام ڏيئي ڪيئي ڪيئن مستان
3 نينهن وارن کي ننڊ نہ ڪائي، حيرت ۾ اهي آهن حيران
4 تانگهہ "رڪيل" کي طلب ملڻ جي، آءٌ پرين مونسان ٻڌ انجام

## سر لوڙائو    ڪافي597

تل مان لوچي لڌو آ پنهنجو پاڻ ۾، اوهان ڪين ڏٺو منهنجو محب منو
1 پاڻ سڃاتم پنهنجو، تڏهن پرتم ور رنو
2 اڳڻ آيم اوچتي، اڃي محبت مينهن انو
3 اوندهہ جو اسباب ويو، اپريو چوڏهين چنڊ چٽو
4 "رڪيل" روءِ بروءِ سان، هٿون تير چٽو

## سر لوڙائو كافي598

تل منهنجو لکيو لاهوتن سان لڳو، اها واهه وٽي اچي باب ٻٽي
1 جاچڻ نه ڪاجاءِ ٿي، او سهڻا ڳجهي ڳالهه ڳٽي
2 اتم عجيبن جي، او سهڻا مٽي عشق آٽي
3 لڳم نينهن نصيب ٿي، او سهڻا ڄاٽان هڪ ڏٽي
4 "رکيل" ٻول ٻروچ جو، او سهڻا ڏس تون پير ڪٽي

## سر لوڙائو كافي599

تل ڪيئن ميسيان مس تقدير جي، لکيو قلم قضا، جيڪا رب رضا
1 سختي سر سچن جي، مستي عشق مزا
2 محبت جي ميدان ۾، اٿي دم دم سان غزا
3 حاضر تنهن حال ٿيو، نيڪي خير جزا
4 "رکيل" مڻن کي مارتون، سمجهي ڏينس سزا

## سرلوڙائو كافي600

تل مان ڏنو ڪاهيارو ڪيچ ڏٽي، پڪي عشق پيم
پڪي عشق پيم، دل جو وهم ويم
1 دسيم دز اندر جو، ماري ميد ڪيم
2 ٺريم نار اکين جا، تو ڏنهن ڏاڙ ڍهيم
3 ٻاروچل پنيور ۾، سدا نچايم
4 "رکيل" رمز سچيءَ سان، سمجهي سچ چيم

## سر لوڙائو ڪافي 601

ٿل بيان چوڻ ڪرڻ ڪون ٻاهر
ڳليءَ ڳليءَ تي اهي ڳالهيون تنهنجون ڳايان

1 دل جو دنبورو، اهي رڳان منهنجون تاران
رڳ رڳ ۾ هو هو جون پچاران
لڪ لڪ ٻيرا تنهنجو ٻلايون تي پايان

2 آسمان ڪاغذ درياءَ مس ڪيان سارو
ناهي حاجت لکڻ جي تنهنجو حسن پسارو
صفت عمر ساري مان ڪنهن کي ٻڌايان

3 دل جو قطرو پانيان تي ملڪ ولايت
دم دم سان تو هڪ جي حڪايت
جاءِ نہ لکڻ جي توکي ڪاٿي مان لڪايان

4 يار ”رکيل“ جي اڳڻ تي آيو
قدم مبارڪ اچي پرين پير پايو
حال جو واقف منهنجو مان توسان پيچ پايان

## سر لوڙائو ڪافي 602

ٿل ريءَ تي ملڻ جي منهنجي دل ماندي، اجهي پرين ايندا ايندا
اڄ مان اڳڻ ٻهاريان

1 ڪڏهن پرين ايندو، مان ڏوندس ميرا
جوش انهي ۾ جلن تا جيرا
آءَ تہ عمر ساري ڏکن ۾ گذاريان

2 ڳچي پاند پايان، مان ڪانگ تي اڏايان
ڳجهون تنهنجون ڳالهيون مان ڪنهن سان ونڊايان
حال جو واقف محرم، هڪڙو دم نہ وساريان

3 قدم پيري پرين اڳڻ منهنجي ايندو
دل کي دلاسو ڏکيءَ کي ڏيندو
نيڻ ڪنيون مان تنهنجي راهہ نهاريان

4 باروچل ٻولي پرين شال پاڙن
روز ”رکيل“ کي تنهنجا سور ساڙن
پورهيون تنهنجا سدا توکي ساريان

## سرلوڙائو كافي603

تل مان پير پيئنديس پاڻ كان، او سرتيون ڇڏي ورويم
1 آيم ننڊ نياڳ جي، او سرتيون ڏيرن ڏاڍ كيم
2 ڏينديس باھ پنيوركي، او سرتيون كيچن سان قول كيم
3 سڄو ساٿ سورن جو، او سرتيون پري بار كنيم
4 هجان شال فراق ۾، او سرتيون پلئي عشق پيم
5 "ركيل" روئيندي راتڙي، او سرتيون حيرت هوش هنيم

## سرلوڙائو كافي604

تل منهنجو لڳو آهي عشق مولاسان، مرجان گلاكن، توڙي بد چون
1 خلل خواريون خلق جو، عاشق سر سهن
2 انگ تہ لكيو هو اڳهين، منهنجو سنگ تہ سپرين
3 جنجو عشق الله سان، اجهڙسي نہ پون
4 گلا كندڙ گار تيا، هاوي منجھ هجن
5 "ركيل" چوي سمجهيا كينكي، سچ كي كوڙ چون

## سرلوڙائو كافي605

تل مان تہ جُهران جهجان پئي جوش ۾
اينڌم شال وري، پونڌم نيڻ ٺري
1 پير ڇنم هي پنڌ ۾، منهنجي ساعت كين سري
2 ڏير ڏكي كي ڏيئي ويا، سر تي سور پري
3 اڇڻ جي تہ انجام جي، وئي آهي ويل ٽري
4 "ركيل" هي آتش عشق جي، جهلنئون تاب ٺري

## سر لوڙائو  ڪافي606

ٿل هوت چوي چوائي پاڻ تو، ڏسو پاڻ پڇي، منهنجي ڳالھ سچي

1 دم پچائي درد سان، لايو رنگ رچي

2 هٽ وني هاڙهي هليون، ڇڏي ڪرت ڪچي

3 عشق چڪي آڙاھ ۾، بيٺا مرد مچي

4 "رڪيل" آيون سي اگهيون، آتڻ منجھ اچي

## سر لوڙائو  ڪافي607

ٿل منهنجو ڪاڏو اٿم ڪيچ ڏي، گهاريان ڪين گهڙي، اکيون ويم اڙي

1 اٿي اسر ويل ڪي، ڏسي رند رڙي

2 الڪي منيس عجيب جي، لاتم درد ڏڙي

3 ڇڏيم هن پنيور ڪي، ڏيئي ترڪ تڙي

4 "رڪيل" سي تہ رسيون وچي، منجهون قلب ڪڙهي

## سر لوڙائو  ڪافي608

ٿل اهڙي ننڊ آيم تہ نياڳ جي، قابو ڪيف ڪيم، سنجهي سات ويم

1 جيڏيون جاڳيس ڪين ڪي، پنهنجي ڪرمن ڪي تہ ڇيم

2 آيو ڏولائو تہ ڏکي ڪي، سرتيون ثمر ڪون ڪنيم

3 فڪر ۾ تہ فراق ۾، وجهي پري پنڌ پيم

4 "رڪيل" ڪين ڪين ٿئين، انهي حيرت هوش هنيم

## سولوڙائو    ڪافي609

ٿل منھنجو آيم ٻاروچل گهرگهري، ڪنھن سان ڪين سليان
ڪنھن سان ڪين سليان، سرخي چندن مساڳ مليان
1 عطر ڪتوري اڱڻ تي، گل گلابي گلان
2 سو ڦيري صدقي وڃان، جھولي عشق جھليان
3 لوچي لڌم لامڪان کي، ٻليس آءٌ نہ ٻليان
4 "رکيل" ھو ڪو حق جو، ڏيئي پنھنجو پاڻ پليان

## سرلوڙائو    ڪافي610

ٿل تڏھن ڏٺم ظھورو ذات جو، مان ھڪڙو حرف پڙھيو
اندر ۾ الف اڙيو
1 نفس نجس نادان کي، ماري توبھ مان ترت تڙيو
2 عشق دسيو تہ عقل کي، عقل سھمن منجھ سڙيو
3 محبت جي ميدان ۾، وڃي مٿي خيال چڙھيو
4 "رکيل" روز ميثاق جي، منھنجو جانب سان تہ جڙيو

## سر لوڙائو كافي611

ٿل عشق فڪر جي ذات ذڪر جي، تانگھ اندر ۾ لڳم تنوار
1 منھنجي اندر ۾ عطر ڪٿوري، ذات ظھورو تجلو نوري
هوهو مچايم اھڙو ھبڪار
2 قلم امر سان لکيو پيمانو، رنگ مولا جو اھو ڏنم زمانو
الست ڏھاڙي ڪيم پچار
3 حوا آدم کون اڳي تہ هياسي، روح رلائي پنھنجي پرين سان وياسي
ٻي نہ ٻڌم ڪا ٻولي ٻاڪار
4 چئو "رکيل" ڪي ڪير ٿو چوائي، سر آساڳي پاڻ ٿو سمائي
وٽ نہ پايان، هڪڙو وار

## سر لوڙائو كافي612

ٿل شوق جي شراب آٽي، پرين تہ پياريو
نينھن جي نشي ڪيڙم، مدهوش هاٽي هاٽي
1 سُرڪ سورن جي ساقي پياري، ڏنم ڏيھ ڏکن جو هي ويلھ نہ وساري
آيم اڄاڳا زاري، هي جند منھنجي ڄاٽي ڄاٽي
2 سڪ ٻنان ٻيون ڳالھيون نہ سھائن، شھر ٻنيور جون جيڏيون نہ ٿيون ڀائن
هوت پنھل ٻاجھون، ڪير مونکي راٽي راٽي
3 هر صورت ۾ ڏسان يار جو نظارو، ٿيم صفائي پڇي ويم اندارو
هڪ آ هڪ آ جانب هڪ آ، يار ٿي يقين ۾ آٽي آٽي
4 سندرو ٻڌي مان ڏونگر ڏوريندس، صدقي پرين تون هي سر گھوريندس
تانگھ "رکيل" اها، دل گھٽو ٽاٽي ٽاٽي

## سرلوڙائو         ڪافي613

ٹل منھنجو چاهي ڪفر اسلام سان
نٿي پاڻ پايان لڳي خاڪ لايان

1 ڪين سمايس ڪين ۾، نفي نانھ ناهيان
2 چنم دام دئي جا، هر جاءِ هڪ آهيان
3 هو وڻ هستي حجت هي سينو چا ساهيان
4 جاڏي "رڪيل" راز پرين جو، تاڏي ٿي ڪاهيان

## سرلوڙائو         ڪافي614

ٹل منھنجو انگ پاروچل هوت بلوچ سان
لکيو لوح قلم مچايا عشق اڌم

1 ڪيئن سونهان سرتين وچ ۾، ماريس تنھنجي غم
2 سدا اڌم سھٹا پرين، تنھنجا اڱڻ منھنجي تي قدم
3 شال نياهيندس نينهن سان، دلبر سان اهي دم
4 "رڪيل" آتش عشق جي، ڪري پيو ڪير ملم

## سرلوڙائو         ڪافي615

ٹل لڏو اڌم پيرِ پنهل جام جو
ڏاڍي ساڻ ڏکن، لوچي منجھ لڪن

1 اوکو پنڌ جبل جو، سختيون سور سهن
2 گهوريان هن تہ پنيور کي، آئي ڏاري منجھ ڏکن
3 ڏسان شال پنهل کي منھنجا روبون نيڻ سکن
4 "رڪيل" آتش عشق جي، من ۾ مچ مچن

## سر لوڙائو — ڪافي616

ٿل جاڳيس ڪين جتن ڪان جيڏيون، ويڙم ننڊ نهوڙي
ويڙم ننڊ نهوڙي، هاٺي ماريس ڏکن وڇوڙي

1 ڏنم ڏير پنيور ۾ آيا، ڪيچي ڪيف ڪڪوري
آنءُ نہ جاڳان ڏوهہ ڪندا، ويندا سڱ تتيءُ ڪون توڙي

2 رات انڌاري پنڌ جبل جو، لڪ ڏکيا ڪير ڏيکاري
ساٿ پنيون مان ٽيندس سونهين، انگ لکيو تي لوڙي

3 سو ڦيري ٽيان صدقي سج ۾، تو ڄام پنهل جي تہ ڇائي
هيڪل ٽيس حيران ڇپر ۾، حال ڪيا هٿ جوڙي

4 جيئن سسئي پنهل جي پوءِ تون، ہنڌ "رڪيل" سندرو ساهي
امر لکيو ازل جو اهو، ڪير قلم کي موڙي

## سر لوڙائو — ڪافي617

ٿل اڱ نہ ہڏيون هيم ڳجهون تنهنجو ڳالهيون
هاٺي وري هاٺي مونکي سورن سيڪاريون

1 پيريمغان مونکي سور سمجهايا، آيو عشق حقيقي ڳي عقل جي دعوا
سير گهٽيون سيئي، مونکي ڏکن ڏيکاريون

2 برقعو کولي رخ سان ڏنائون، هٿ ۾ خجر منهنجي دل کي ڪنائون
ديدان دو ناليون تنهنجون، ريفل لاريون

3 چاڪ چڪن تا ڦت نہ چتن تا، عشق جا ايزايل هٽيا نہ هٽن تا
درد جون دانهان، ظلم جون زاريون

4 هر جاءِ ڏسڻ ۾ حق مونکي آيو، يار "رڪيل" سان نئون نينهن لايو
ناز نوان تنهنجا برهہ بهاريو

## سر لوڙائو   ڪافي 618

تل غافل ڇڏ غفلت کي، ڪتڻ جي ڪر ڪار الا، سمهڻ کي ٻن ساڙ الا
1 ڪتڻ ٻاجهون ڪين ٿي، هٿ نہ ڏيندءِ ڪو هٿي، پاڻ ٿيندءِ بيزار الا
2 جيڏين سرتين جي اتو، فلانو اڄ فوت ٿيو، رکيون ايندءِ يار الا
3 ثمر ڪتجانءِ ساٿ سان، عمل نيڪيون پاڻ سان، اڳتون اٿي اظهار الا
4 "رکيل شاهہ" چوي سيدا، مدد ٿي نامي خدا، عالم جا سردار الا

## سر لوڙائو   ڪافي 619

تل مست ڪري وئين دل کسي وئين
ڪين اچي مونکي اديون آرام
1 سور پرايم سڪ وهايم، دم ڪمايم اوڄاڳا آيم
ننڊ نيڻن کي اٿم حرام
2 سيني اندر ۾ درد دکي ٿو، چاڪ پون ٿا ڏيل ڏکي ٿو
ڪشي هنيو ٿو اهڙو ڪان
3 ڪين وساريندس ورمان پنهنجو، حال جو واقف محرم منهنجو
ٻڌم پنهل سان اهو انجام
4 سر "رکيل" جي باهہ برهہ جي اچن الا انبا سڪ نالهندي
روز ازل جي اٿم مدام

## سرلوڙائو    ڪافي620

تل عشق صورت انسان ڏنم، آيم بشري برقعو پائي
آيم بشري برقعو پائي، اولالڻ پاڻ لڪائي وو
1 ونحن اقرب قول سچاتم، جانب جيڙو جڳائي وو
هو معڪم جو سبق سچائي، هر طرحين حق آهي وو
2 رمز سڃاڻڻ مشڪل آيم، سختي سر تي سهائي وو
فنا في الله سر شيخي آيم، سالڪ سير سمجهائي وو
3 جنهن تن آيو عشق الانبو، اوڻو زوري غير تڙائي وو
وهم وجودون وئڙا سارا محبت مچ تو مچائي وو
4 شهر ميرانپور يار مليوسي، آيم ويس مٽائي وو
دائم قائم جهوڪ پرين جي، سر ستار سڏائي وو
5 عبديت مون تو احد سڏائي، رانول تو رنگ لائي وو
عشق رڪيل جن اولا اڳتون، غير حجاب وڃائي وو

## سرلوڙائو    ڪافي621

تل اديون منهنجي احمد عربي چام جو، اتم روشن روضو چراغ
اتم روشن روضو چراغ، متي عرش زمين آواز
1 اتم اڇو آصن جو، اتم اڇو آصن جو قرب دار قريشي
حضرت هاشمي تم، فائق فيض فياض
2 چائڻ چپن سان چميم، چائڻ چپن سان چميم
او حضرت هوت حبيب جو ڪيم، تهدل سان طواف
3 چارئي يار يلا او چار ئي يار يلا
ابابڪر عمر عادل جو تم زابر زور غماز
4 قاتل ڪفار سندو، او قاتل ڪفار سندو
عثمان علي اسد الله تي تم روز رباني راز
5 اتم سڪ سچي او اتم سڪ سچي
حسن مير حسين جو تم درد اندر منجهہ داغ
6 "رڪيل" راهہ نما او رڪيل راهہ نما
مرشد ميرانپور جو مير تم جنهن سوز چڪايو ساز

## سر لوڙائو          ڪافي 622

تل دونالیون دیدان دلبر تنھنجو، جان جگر کون پار لنگھیون
جان جگر کون پار لنگھیون، سڌیون سیني منجھ لاچار لڳیون
1 ڪٺي اکیون ڏنائون، مانڌي، ٻڙچون مڙگان تیر ائین
ساڙي سیاھي غیر اندر جو، پڇي تیم بیزار بدیون
2 ابر باران اي ماھر منور، جلوي رخ جو آھي تاب تکو
تجلو ذاتي پیریمغان جو، عین ڏنم اظھار ادیون
3 عشق امانت سر سچائي، محب مکو آھ مدار متي
ڪیف ڪلال جام پیاري، ڪیو وحدت ۾ وھلور ونگیون
4 ھي وڃائي ھو لڌائون، ساڻ جسم جي جوش جنگیون
"رکیل" سرجو سانگو لاھي، ڀھڳڻ سان وڃي ٻیلھ ٻنگیون

## سر لوڙائو          ڪافي 623

تل ائین ڪین ڏسڻ ھي ڪوڙ چوڻ، ناھي مردن جو ڪو شان میان
1 سچي یاري تہ سر ڏجي، ائین مرڻ مناسب سچڻ ڪجي
جیڪو سورھ سرجو سو ڪٿین پڇي، آھي عاشقن جو اھو انجام میان
2 ٻڌي سندرو سھجون سي تہ گھڙیا، لڙھیا لھر انھین ۾ وڃي ترت تریا
سڌڙیا ڪنڌي متون اچي ٻوڙ وریا، ناھي ڪم ڪچن جو خود ڪو خام میان
3 آیو عشق حقیقي ھم اوست ائین، جلڻ جانب لئي اتم جوش جیئن
پر وحدت جو جڏھن جام پیین، پیو درد وندن کي ھي دام میان
4 "رکیل" عشق ماھي جو جت چٽنگ پئي، ٻیائي جي ٻولي نہ ڪا دئي دوروئي
پیا بحر انھین ۾ جیئن سمنڊ سوئي، تیو عاشقن کي عین عیان میان

## سر لوڙائو    ڪافي624

تل منھنجو آيم ڪوھيارل ڪيچ ڪون، وو ميان ڪري لوڏ لڪن
ڪري لوڏ لڪ، او جيڏيون، ڇڪاسي سپ ڏکن
1 تيون شاديون شهر ڀنڀور ۾، اچي حوران تيون هار ٻڌن
2 سڪ وارن سجدو ڪيو، اوجيڏيون سرڪي ٽا سوز چکن
3 تيو ظهورو ذات جو، اوجيڏيون مڪي جي ۾ ڪکن
4 اجهي آصن جي اچي، اوجيڏيون پنو مارن جي ۾ پکن
5 عجب تنهن اسرار جي، اوجيڏيون رکيل رمز رکن

## سر لوڙائو    ڪافي625

تل ڪل هاٿي ڪاڻ پوي تي ڪيئن ڪيا، ڏيئي ڏيروبيم سج ۾ رات پيم
1 اوجاڳو ۾ اکن ڪي، پلو يار، اوجاڳو ۾ اکين ڪي، او سهڻا سڪندي سال ٿيم
2 مونا ڪيم محراب، پلو يار، مونا ڪيم محراب، او سهڻ جامي آ جسوتن
3 واقف نا سونهين سات جي، پلو يار، واقف نا سونهين سات جي، او سهڻا آئي ڏکي منجهہ ڏکن
4 "رکيل" واعدو ويجهڙو، پلو يار رکيل واعدو ويجهڙو، او سهڻا ڪيچن قول ڪيم

## سر لوڙائو    ڪافي626

تل ڪھڙا سليان سجڻ جا سور مان، ويم ونگ وجهي، ڪيان ظاهر ڳالهہ ٻجهي
1 ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان، پلو يار، او سگهان ڪين پڇي
2 ڏکي وات ڏونگر جي، پلو يار، پيس مونجهاري منجهہ منجهي
3 دلبر جي درد فراق ۾، پلو يار، پيم جيرا هاڻ ۽ پڇي
4 عشق چاڙهيم انگاس تي، پلو يار، ٻولن ويس ٻجهي
5 "رکيل" ٻاجهون رمز جي،پلو يار، او سهڻا ٻي نا ڳالهہ سجهي

## سر لوڙائو کافي 627

ٿل کڏهن مان سان پرچندين، تون کيئن تہ مان سان پرچندين

1 هار سينگار هي مشڪ مليندس، سر کنڌ لائي سينڌ چٽيندس
سهجون توکي سڏيندي

2 چير ٻڌي مان جامو پايان، پڳت بنجي آواز ٻڌايان
نہ تہ سامي ٿي مان لايان تلڪ لڱين

3 رند وٺي مان پنڌ پوان، توکي گوشي ويهي ياد ڪيان
هي ڏني تنهنجي ناز نِوين

4 قدم پنهنجو پاڻ ڏريندين، رکيل جي تون اڱڻ ايندين
هن چيپر مئي کي ڪين ڇڏيندين

## سر لوڙائو کافي 628

ٿل فوج حسن دي سائي سر آئي، ماري چڙهہ ملڪ دليندا وجان ڪيڏي دانهين

1 هڪ چاڻان ڏوجها ڪوئي نہ پڇاڻا، جٽ ڪٽ ڏيکان يار دا ٽڪاڻان
اوهر مظهر وچ جاني تيڏيان جائين

2 دست تسا ڏي لادي ڪاتي، بيوس ڏاڍي دل وچ ڦاتي
او ڦري مستاني سانجهي صباحين

3 ماٺو بيگاني سينگيان نہ ياون، ڏيون دلاسي جيڏيان ڳل لاون
او رو تہ رانول ڪران اهي آهين

4 لهي مانداڻي ملي درد نا، شاهہ رکيل دا ٿيا خصمانا
راتيان ڏينهان اکيان او ڏاهين

## سر لوڙائو    ڪافي629

ٿل مس مستي جي دل جو پنو تہ ڪتابي، الست ڏهاڙي ڪاتب قلم وهائي
1 انگ اصل ڪون لکيو منهنجو توسان، مان تہ ڪين سينلس ٻي تہ ڪهين سان
حال واقف تون آن، سڄڻ سور پائي
2 چاڪ چڪن ٿا چريو ڪيو چوري، ڏنم ڏکن کي ڏونگر ڏوري
نازپرين جي مونکي، ڪيم سودائي
3 درد پرين جي ڪيم ديوانو، غير وڃائي پڳم ٻهانو
ساڻ سڏايان هاٽي، تيم صفائي
4 اندر ٻاهر ظاهر باطن، هر جاءِ هڪ آهہ سچ سڃاتم
رمز رکيل اها، تنهنجو رخ روشنائي

## سر سورٺ    ڪافي630

ٿل اکيان تيڏيان يار اهليان، مجگان تير ماريئي ني
1 لال لبان تي سونهين صابر، دست ڏونهين زنگي زابر
ابرو تير سيف بهادر، ڏاڙي خاطر ڏاريي ني
2 بازان وانگر ڏيون پڙڪي، مشتاقان نون مارن جهڙڪي
دهشت سيتي ڏيون دڙڪي، عاشق خواب اٿاريي ني
3 اڙديان لڙديان نہ ولديان ول ڪي، لگيان دليان رمزان رلڪي
ڪجل پاڪي ڏيون جهلڪي، زلف سياهہ سينگاريي ني
4 ”رکيل شاهہ“ نون مليا جاني، مرد منور در دراني
فدا ڪيتم سر قرباني، سائين آپ سنياريي ني

## سر سورٹ کافي631

ٹل دلڑي اساڏي يار ديواني، جادو لاکر کسدي ني
1 مارڻ کيتي چڙھن مزاري، چونکي دار کڙاون چاري
فوج حسن دي چاڑھن باري، ويک تماشا ھسدي ني
2 دھشت ڏيک تي کنبن جيري، ول ول آون ڏيون ڦيري
جھٹکن سانئون کڙي پريري، حال اھو نان ڏسدي ني
3 جادو تيڏا ٻالڻ ٻالي، جيوين بجلي وچ بادل کالي
مرشد درياءَ طالب نالي، جيوين ساوڻ دي رُت وسدي ني
4 نينھن تساڏي ماريا نعرا، خلق سٹيا ھي عالم سارا
"رکيل شاھ" نون وليا وارا، لوہ پارس نال گسدي ني

## سر سورٹ کافي632

ٹل بلبل تيڏي باغ اسيڏا، خوب کريندياں ٻولڑياں
1 اسم جسم دي حکايت ھووي، صاف ذکر ساڏا قلب کماوي
آتش عشق آرام نہ آوي، برھ تيڏي ديان پولڑياں
2 سي سي غُنچي سي گلزاريان، سيني اندر سير ھزاران
ابروسي جيوين بارش باران، شھ پريان ديان تولڑياں
3 پيجرا خاکي تي بت بڻايئي، روز ميثاق دي روح رلايئي
سر سيد دي چٹ جھلايئي، صدق وچان مين تہ گھولڑياں
4 عشق عقل دا جھت پٹ جھيڙا، دل درياھ محبت ٻيڙا
"رکيل شاھ" دا وسدا ويڙھا، جڏان جانب پاتم جھولڑياں

## سر سورٺ
## ڪافي633

ٽل ڪوڙيا عشق تنبو طولان، سوين سامان جنگي
1 عام خلق کي خبر نہ ڪائي، الف مليوسي انعام، زڪر رگ رگ ۾ رنگي
2 عشق جھڙو بيو بهادر نہ ڪوئي، هوش عقل ٿيو غلام، هليا ٻئي هٿ ٻڌي
3 سوره ڪن ناسر جو سانگو، مرد بينا تہ ميدان، ڪري هليا لوڏ لنگهي
4 "شاه رڪيل" جو عرض اهوئي، لحد جي ڏي امان، وڃي لوڙهہ لوڙهہ ڪنبدي

## سر سورٺ
## ڪافي634

ٽل حد ڇڏي لاحد منجھہ لوچن، درد وارا پنهنجي ديس ويا
1 ماهہ منورَ دل منجھہ دلبر، سچن اهي قول ڪيا
موتو واري مام سڃاڻي، ٻنهين جڳن ۾ حيات هيا
2 پاڪون پاڪ پليتي پاسي، صوفي صافون صاف ٿيا
دنيا عقبيٰ طمع ٽڙيائون، تن آولا منجھہ آذان ڇپيا
3 بيرنگ برقعو بشري پهري، پوش انهي منجھہ پاڻ هيا
اناالحق ٿو عشق سڏائي، محو وڃي ٿيا مرد ميا
4 سچو عشق "رڪيل" جن سر آيو، پاڻ ڍڪي پرهيز پيا
جن انسان ملائڪ حوران، پائن لک لک لعل ليا

## سرسارنگ    ڪافي635

تل جي جسي جسمات سڄيءَ ۾، اندر ساتار لڳي
1 هڏڙگان حڪم ڪن هو هو، درد واري هي ڏار لڳي
ساز وضو هو غسل پاڪائي، برھ ڪلي بازار لڳي
2 عشق امانت عين الاهي، پلڪ پلڪ ۾ پچار لڳي
دهڪا دمن جا درد مچايا، هوءَ سندي هبڪار لڳي
3 ڪيئن هتي هي غلبو غالب، فوج حسن چوڌار لڳي
مستي موج متون مدامي، قالو بليٰ ڪوڪار لڳي
4 فائق ڏس فرقان فکر سان، گوشي تي گفتار لڳي
هي هدايت رمز "رڪيل" سان، وحدت وارون وار لڳي

## سرسارنگ    ڪافي636

تل ڪرن عشاق ظهورو ظاهر، حسن تنهنجو هر رنگ ۾ هو
1 جن ملائڪ حيوان هزارين، اتم آھ انسان الو
عجب هي اسرار ڇپايئي، آدم سر آھ سوئي سو
2 لوح قلم لولاڪ ڄڻايئي، محب مٿي معراج ويو
عرش منور اعليٰ سارو، دل سچي ۾ ڄاڻايو تو
3 فذ ڪروني اذڪر ڪم، سخن اهو سمجهايو تو
لهن عاشق دل سان لوچي، ڏئي وارو دم ويو
4 "رڪيل" راز ربوبي رحمت، جانب پاڻ جڳايو هو
ساعت ساعت عين هدايت، پھ لڳا هو پرين جي پو

## سرڪئونسيو ڪافي637

ٽل عشق آتش آ عجائب، مرد ڳوليندو اچي

1 جي مرد ٿين مولائي سچا، ڏس ڪردار دنيا جا ڪچا
ڪي ڦرياهن ڪي بچا، ڪي راهه روليندو اچي

2 نفس ۽ شيطان جي جنگ، ڪي جهليندا جوان
علم ۽ عرفان جي، هي تيغ توليندو اچي

3 عشق لج لاهي ڇڏي، هي شبهه شرڪ حجاب جي
ٽاڪندي خواري خلق جي، هي ٻول ٻوليندو اچي

4 ٿيا مرد مستي ۾ غرق، شب روز رڳ رڳ ۾ فرق
طالب موليٰ دنيا ترڪ، اسرار کوليندو اچي
جي "رڪيل" سمجهين رازتون، وجهه عشق جوڳل سارتون
ڏس نينهن جا نوان نازتون، ڪهڙا ڦول ڦوليندو اچي

## سرڪئونسيو ڪافي638

ٽل سچي ظهوري ذات جي، وڏو عشق عقل کي دسي

1 عشق عقل جي جنگ آوڏي، عقل ڳولي ٿو دنيا هيڏي
عشق ذات ۾ ڏيئي ٿو ٽبي، هوڪا ڏيون حق ٿو ڏسي

2 عقل چوي عيش عشرت هئن ڪيان، عشق چوي خون جيرن جو پيان
سڪ مام موتو ٿئي جڳ جيان، سچ يار تو ۾ تو وسي

3 علم سڌ عرفان جي، جي لائق ٿيا تن لوچي لڌي
بيچون کي ڪاهي ڪنڌي، رهه طلب ۾ طالب تسي

4 برقعو کولي ڇوڙيم ڇتا، هي حجاب جا پردا لٽا
وهوا "رڪيل" سچ سي سکيا، جيئن لوهه پارس سان گسي

## سر ڪٺونسيو ڪافي639

تل وھوا رندن جون رمزان سچون
مستي عشق جي موجان چڙھيون

1 بيرنگي بيچون جون اھي، سالڪن ڳالھيون ڳڻيون
لاھوت ۽ لامڪان جون، وحدت وارن ڪي وٽيون

2 خاموش اٿون پر جوش ۾، ڏس درد وارن جون ڏڙيون
بحرڪن ڪڙڪا ڪپر، جلوو ڪيون ڏين ٿا، جھڙيون

3 پڙڪن برھہ جي پيڙ ۾ وچي عشق سان اڪڙيون اڙيون
سي ڪٺل ڪيئن ماٺ ڪن، ڪين غير دشمن ڪي ٽڙيون

4 امر ساڻ عجيب جي، اھي راھہ ويندين ڪيئن رڙيون
سڻ "رڪيل" تان ساڌ ٿئين، سچ سبق سورن جو پڙھيون

## سر ڪٺونسيو ڪافي640

تل ڏاڍا ڏک پسنديون سي اديون، ور جنھن ووڙي لڌو

1 سور سختيون سي سھن، رولا رندا رڻ راھہ ۾
اھي قرب واريو ڪيئن ڪنديون، سڪ ڪون سچو سندرو ٻڌو

2 جن جي اور عجيب سان، اھي سک ڪيئن سمھن
ڪنھين قيد زلف جي بنديون، آھي سور سھاڳ تن سندو

3 رک دل سچي ھڪ يار سان، ٻيو نہ ڪنھن جو ڪجھہ ٻڌج
ٻاجھون عشق جي اُھي انديون، نہ تہ يار چوندءِ پوءِ گندو

4 ڪيئن سمجھن سنجاڻ ۾ اچن، درد جو دانھان ڏکيون
ڳالھيون "رڪيل" اھي تو سنديون، ڇڏ خوف خطرن جو سندو

## سر ڪٺونسيو ڪافي641

تل بيرنگي بيچون جا، اهي ناز ڏسجن تا نوان
1 گهمي درد غم جي ڪلور ۾، گهمي عشق واري سور ۾
گهمي همہ اوست جي پور ۾، لڳي رمز رندي ٿيس روان
2 سودو ڪيوسي سر بسر، تڏهن نينهن آيوسي نظر
چڙهي ميدان مستي جي پڌر، ڳجهو حال هي ڪنهن سان ڪيان
3 ڪر فڪر تي فنافي الله جي سون ٿئين تڪو طلا
پئو بعد ۾ بقابا الله، هو ڪو ڏيئي حق تو چوان
4 بيمثل بي بيان جي، اها تعريف تنهنجي شان جي
اتي ڏنم انسان جي، سمجهي ”رڪيل“ او سڏو سوان

## سر ڪٺونسيو ڪافي642

تل سرتيون صبر هي ڪيئن ڪيان، اهڙي جوش ۾ جيءَ تو جلي
1 پڙڪا برهہ جي باهہ جا، منهنجي اندر مچ تو ٻري
جيئن ڪڙاهو تيل جو، اوبر ڏيون تچڪا جهلي
2 ڪهڙيون ڳالهيون ڪنهن سان ڪيان، اهڙيون سجڻ جي سور جون
سانييان اندر ڪنهن سان سليان، نہ تہ حال منهنجو پيو هلي
3 توڙئون انهي تڙ پيڙ ۾، عاشق امالڪ ٿا اچن
آءُ سڏن آفات کي، سر عاشقن جي پلي پلي
4 اها امانت ازل ڪون، پلئي اچي پيم پڪي
سمجهي سچاٽي سو لڌم، تنهنجي رمز ۾ ”رڪيل“ رلي

## سر کيڏونسيو ڪافي 643

تل اها رسم رندي ڳجهي رازجي، سڌ سالڪن کي ساري سچي
1 جن اندر درد جا ڏونهان ڏکيا، سي ڪيئن سمهن سامي سکيا
تن کي اوجاڳا آيا ڏکيا، پيا بحر ۾ بيشڪ بچي
2 لڄ شرم ستر پوش ۾، هر دم هجن همہ اوست ۾
آيا عشق جي پرجوش ۾، وهوا پتنگ پئڙا پچي
3 پاڻ وڃائي نفي ٿيا، پڙهي مام موتو مري جيا
في الدارين ڪون اهي ويا، مٿي مرد ٿيا منور مچي
4 خاص سندي نصيحت خبر، ڪيئن عام ڄاڻن بي قدر
ناهي نابينن کي نظر، پيا غير غفلت ۾ گچي
5 اندر الانبو ٻار تون، پنهنجي يار کي نہ وسارتون
اندر عشق سان اوجا تون، پيو رمز ۾ "رکيل" رچي

## سر کيڏونسيو ڪافي 644

تل سڪ واريون سي ڪيئن سمهن، جڙ جان ۾ جن کي لڳي
1 رنج محنت رت روئن، منجهہ مراقبي جيءَ سان جهوئن
سڄ ساهہ سان اهي گوهر پوئن، ننڊ حرام نيڻن کون پڳي
2 ناسوت کون نڪري هلي، پنڌ جبروت جي جوشون جلي
منجهہ ملڪوت جي محبت رلي، ڪاسهج واري تي پڳي
3 جڏهن نيهن دلبر سان لڳو، تڏهن ٻاڻ ٻيائي جو پڳو
نڪري هليس هي توڙي تڳو، سڄ نينهن جي نوبت وڳي
4 حد ڇڏي لاحد هلي، ڏنم يار جي ڳجهہ ۾ ڳلي
"رکيل" راهہ پرين جي پلي، ڪاتوهہ ڏسندي تڳي

## سر ڪئونسيو ڪافي645

ٽل وسري ويم اهي جڳ ٻئي، جندجان ۾ دلبر ڏٺم
لون اندر لوري لڳيم، دز اندر جو تڏهن دسيم
1 مدعي ماري ڪيم رئي، غلبو عشق جو زابر ڏٺم
جڏهن موج مستي جي ڏٺم، تڏهن آسرا سيئي ڇنيم
2 هستي خودي عقل جي وئي، سڀ صورت ۾ سرور ڏٺم
هرڪار ۾ هر حال سان، هر جاءِ تي هڪ تو ڏسان
3 ڪيم علم باطوني سهي، اعليٰ اُتي انور ڏٺم
لڳيم رمز رندي هڪ حال سان، تڏهن قلندر چونه تيان
4 پلئي اچي ”رڪيل“ پوان، عشق پيچ سان پرور ڏٺم

## سر ڪئونسيو ڪافي646

ٽل عشق سندو انور، اڱڻ منهنجي تي آيو
1 ٽيندس سهاڳڻ سرتيون، وري اچي ڏيندو وارو
گهوريندس مان هي سر، پير پنهل اچي پايو
2 درد ونديءَ جون دانهان، شل ته ٻاروچل ٻڌي
لاهه ڏکي تون ڏمر، هي ته ڪنل ڳل لايو
3 فڪر فراق ۾ فاني، وڃائي وجود ڇڏيم
ٽُڪي لنگهيس جبل ٽڪر، سهج تنهنجو تم سعيو
4 سچ سورن جي سرتيون، لنگهي ته وسم ٽيس ويجهي
چاڙ پيم تان قدر، سمجهه ”رڪيل“ رخ رايو

## سر ڪئونسيو ڪافي647

ٽل تن سور جون سرڪان پرپون، اهي مکڻ ماکيءَ کون مٺيون
1 سرڪ سوز فراق جا، ڏک ٽا پرن عاشق ڏکيون
گم غار ٽيا وچي غيب ۾، صدقي کيون سرهي سٽيون
2 قاتل ڪيف ڪلال کون، پيتو جام ويراڳن وٺيون
پڪون پياڪ ٽا پئن، چاڙهيون چپن تي وهہ جون وٺيون
3 لايون نينهن نندان نہ ڪن، آيون اوجاڳن منجهہ اکيون
سڪ ناسمهن اهي سيج تي، دک درد ڏکن جي ڦٽيون
4 نشي خمر ۽ خمار سان، منهنجي اندر ۾ ڏٺي ٿو جهٽيون
آويڙ ۾ آيو ”رکيل“ ڪمڙيون هڏان تنهن کي پٽيون

## سر ڪئونسيو ڪافي648

ٽل عشق جا آويڙ ٽا اچن، ڪن ڏاڍا پيا ڪڙڪن
1 گهي لڪن لوڏن ۾، گهي لڙها زور چڙهن
گهي سج ۾ گهي وسم ۾، گهي سوريءَ لڙڪن
2 بيرنگي بحر ۾، ڏاءَ ڪيو ڪين ٻڃن
موج درياءَ جي مستي، ٽوبا اتي پيا ٽٻن
3 قلزم جيئن ڪن ۾، سر گهوريون سيئي گهرن
ناهي سانگو ڪا ساعت، ڪنبن اهي پيا ٽڙڪن
4 چئو تہ ”رکيل“ ڪيئن نہ چوين، لڪ يجي چڙهہ لڪن
هڻ نعرو تي قلندر، ٻج نہ ڪنهن ٻئي دڙڪن

## سر ڪئونسيو ڪافي649

ٿل چوطرفين اُلا پيا اٿن، عاشقن مٿون درد پيا دکن
1 ڪيئي پيا چون جادوگر، ڪيئي پيا چون ڪوڙ مڪر
ڪي سالڪ سچ ڄاڻن، ڪيئي نياز ڪيون پيا نمن
2 جي عاشق سڏائين سچو، ڪن ڏيئي نہ ٻُڌ ھين جو
روز طعنا تنھنجا ساڙن، جيئن لوھا تيم لڳن
3 ٻڌي سندرو ئي سچ جو، ڇڏ طمع تي تارڪ
درد اندر منجھہ ڏک جو، مچ مچايم ڏکن
4 سھہ تہ "رڪيل" تون سر تي، بار برھہ جو لاحد
تڏھن سڏيندءِ سچو، ننڊ نہ ڪجانءِ ڪا سکن

## سر ڪئونسيو ڪافي650

ٿل برھہ ڪيتي بيقراري، ابد ازل دي وو يار
1 زخم جگر دي ڪون ملم نہ ڪائي، عشق تساڏي آتش لائي
وس بيوس تہ ويچاري، نسل اصل دي وو يار
2 ملت ماھي دي ھي دور دراري، سھي ڪر ڄاڻي سردي باري
سولي اتي تان ھسواري، پيچي ماھي نال ملدي وو يار
3 ھر رگ ھوتان ھو يار سمايا، اسم جسم دي وچ روشن آيا
گل روشن تان ھزاري، جان پئي جلدي وو يار
4 حال "رڪيل" داھي يار نظارا، ماھہ منور ڪشف تہ سارا
ازل ڪنون ھي آزاري، اڄ نھين ڪلھدي وو يار

## سر ڪئونسيو ڪافي651

ٿل ناهي اڄ ڪلهہ لکيم ازل، ناز ڀري سان نينهڙو
1 نور ڀري نيڻن سان، من وڌو هي موهي
پور پون ٿا پلپل، جوش جلايم جيڙو
2 سڪ ٻڌايم سندرو، شوق پرينءَ جي شغل
توڙ ڪنديس نئين توڪل، هوت پنهنجي سان هنيڙو
3 اڇن امالڪ ڪاهيون، حسن تنهنجي جون فوجان
ماٺ نہ تن ڪا مهل، درد ڏکيءَ ڪي ٽيڙو
4 پهچ پرينءَ جي پٽ ۾ "رکيل" اڇي شل رهجي
عشق لڳي چا اٽڪل، پاءَ اندر ڏس ليڙو

## سر ڪئونسيو ڪافي652

ٿل يار سڄڻ تنهنجون ديدان، مشتاقن کي مارن
1 مجگان تير تکا ابرو سيف سٽن
لنگهن دوناليون دل ڪون، ائين ٽيون امالڪ اڇن
ڏاڙي خاطر ٿا ڏارن
2 طبل تکي تيز سان، سيني اڇن ٽيون سيون
جان جگر ڪون جائي، لنگهي وڃي پار پون
مڇ اندر منجهہ ٻارن
3 عشق وارن جون اکيون، سڪ آ جنهين سيئي سمجهن
فکر فهم عقل اتي، ٻيو ڪينون ڪين ٻڌن
سو ڪارن ڪيئي تارن
4 ڪيئن تہ "رکيل" سان ڪجليون،دام وجهي وٺن جهٽي
شور شغل زير ڪيون، منهنجي دلڙي وجهن ڦٽي
ڏني ڏونگر ٽيون ڏارن

## سر ڪئونسيو ڪافي653

ٿل نور پريءَ جي رخ تي، زيب زينت زلف ڏنهن
1 ڏند وو اناري داڻا، دهن شڪر پر شيري
قيمت لبان لعل لهن
2 ابرو هلال وو هجن، مجگان تير لڳهن
سيني وو عاشق تا سهن
3 گل وو چمن کي چوڪنڊ، ڪي ته هزار هجن
پونر سوين پيا پٽڪن
4 سچي آ صورت سهڻي جي، جيئن مهتاب مثل
ڏسن عاشق ڪيئن سي رهن
5 پوش انسان پهري، يار ”رڪيل“ کي لٽيئي
قرب ڏيون تا ڪهن

## سر ڪئونسيو ڪافي654

ٿل عشق ڇو اڱڻ منهنجي آيو، سڌ نه لڌم سورن جي
1 سهه مجني جان ڏک غم، ويڙهه ولن جا وو اڏم
سڪ ليلي ڏک لايو، گهاءُ زخم گهورن جي
2 وجي ته اتي دل ڦاٿي، جتي نه سنگت ڪو ساٿي
سر هيڪل ڪر سعيو، پلڪ پلڪ پورن جي
3 ڪيفي اکيون تنهنجون ڪجليون، تاب ڏيکارن تجليون
رخ تنهنجي رنگ لايو، ناهي ڪا حاجت حورن جي
4 حسن تنهنجي جا لشڪر، ذات زوراور زابر
”رڪيل“ اتي پهه پايو، فوج ڏسي پورن جي

## سر ڪيڏونسيو ڪافي655

تل سڪ تنهنجا تي پانيان ڳڻ تنهنجا تي ڳايان ڳليءَ ڳليءَ تي ڳالهيون
1 هر هر ڏيان تي هوڪا، درد مچايم ڏڙيون
ڪين ڏسيون تي ڪاهيان، سورن سيڪاريم چاليون
2 سڪ نہ سنڌو ڪا ساعت، رمز لڳيم رت رووان
خاڪ لڱن ڪي لايان، محب ڏسي من پاليون
3 جلوو حسن جو جانب، رخ مهتاب صنم
زلف تنهنجا ڪن ضايع، لال لبن تي لاليون
4 چشم ڏسي تيس چري، وس وو عقل جو ويو
عشق "رڪيل" ڳل لايان، سچ نہ پائن ڪي سياليون

## سر ڪيڏونسيو ڪافي656

تل چن وو متي چڏ مائتي اسين ناهيون ڪنهن جا سيال سڪا
1 ڪهڙي مان وڏائي هت ڪيان، اتم مڪان متي
ڪوڙا هي ڳانديا ڪنهن سان ڳنڍيان، رهن هتي بي بقا
2 آئين هڪ تي تان هيڪل، ڪهڙو وهائيي وڪر
هت پوءِ ملينديَن هيءَ هيءَ، نانءَ نشاني نڪا
3 اولو تي اڪين جي اڳتون، نفس رليو تو راڻي
ويهي وحدت ڪر محنت، پيچ پرينءَ سان پڪا
4 پاڻ نہ جاڻج پنهنجو، ڪر اثبات الله
رمز اها تي "رڪيل" لڪ وو لنگهي ڏس تون لقا

## سر ڪئونسيو ڪافي657

ٿل دوست مليم تان دلبند، تنهنجي مٿ نہ پايان ڪوٺاني
1 اکين اوجاڳا ڪيم، دل روشن ٿيم سچي
سر تنهنجي جو سوگند، هِتي هُتي آن هڪ جاني
2 دم دم سان دلبر، ياد ڪري يار لڌم
هوت ڪيم هنئين ۾ هنڌ، سر تہ لڌم سبحاني
3 عشق ارادو سچو، باب برهہ جو پڙهيم
ساب پيم سڪ جو پنڌ، رمز لڳيم روحاني
4 محب مليم ميرانپور، سر تہ سچو گهور ڪيم
ڪين ڦيريندس ڪنڌ، ٿيو تہ "رڪيل" قرباني

## سر ڪئونسيو ڪافي658

ٿل شرم پريون اکيون ڪيئن مان کڻان، لوڪ اڳيون لڄ ٿي اچي
1 ستر تنهنجي منجهہ سھٽا، شل تہ هميشہ هجان
تڏهن توکي يار وٽان، محبت تنهنجي پئي ٿي مچي
2 اڳي عيبن پريون هيم اکيون، هاٽي پنهل کٽي پاڪ ڪيون
غير چڏي متي چڙهان، ناز تنهنجي ۾ دل ٿي نچي
3 اور اندر ۾ اٿم، ڪيئن تہ وساريان ور ڪي
سڪ تنهنجي منجهہ سڙان، پتنگ وانگي پئي ٿي پچي
4 باجهون تنهنجي بيو ڪجهہ نہ ٻڌان، نہ تہ پرين ڪندين ناپنهنجو
باب برهہ جو پڙهان، هي رمز تنهنجي منجهہ ٿي رچي
5 دل تہ "رڪيل" جي دلبر، لٽي ڪيو نيئي قابو
رات ڏينهان پئي ٿي رڙان، سڪ تہ ڏنم تو سيد سچي

## سر ڪئونسيو ڪافي659

تل وسري نٿو ور مون پرين، سدا سهاڳڻ شل هجان
1 هت هتي هڪڙو اٿم، مان ٻيو نہ ڪندس ڪون ٻيو
منهنجو حال محرم يار، لڳي پاند پرينءَ جي پڇان
2 جائي اٿم جڙ جان ۾، لون لون اندر لوري لڳم
جزي عقل جي ٻاري يڳيم، ڪيون مونجهہ من ۾ تو منجهان
3 منهنجو نيهن دلبر سان لڳو، هن هستي سندو توڙيم تڳو
شاهي عشق جو طبل وڳو، مشهور ملڪن ۾ ٻجهان
4 سهڳ سورن جو سڪيو، منهنجي باب ۾ قلم لکيو
تنهنجي شوق جو مان ذرو چکيو، آيو "رڪيل" ٻيو ڪنهن ڏي منجان

## سر ڪئونسيو ڪافي660

تل ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان، وڃي دام دل ڪي ويو ڪسي
1 هڪ نوڪ رانول جي لڳي، ويو غير جو گفتو يڄي
هڪ خيال سان دلڙي ٻڌي، بعضي رسي بعضي هسي
2 عزازيل تڪبر ڪون تڙيو، ابراهيم آڙهہ ۾ اڙيو
منصور سولي تي چڙهيو، اسماعيل قرباني ڪسي
3 دارا سڪندر ايشما، شاهي جهان نوشيروان
يوسف ڪنعاني ڪجا، بعضي خوشي بعضي غصي
4 سِسي نيزي تي ڏري، اجان عشق جو پنڌ آ پري
"رڪيل" مرشد ڪي مريي ڪري، اسرار الله جو ڏسي

## سر ڪئونسيو ڪافي661

ٽل من فدا اے جان قرباں، صد ہزاراں بار بار
شوق ملنے کا ہے مجھکو، دل گوید اے یار یار
1 مرنا مرنا ہر کو کہے، عاشق کا مرنا روز روز
موتو اقبل انتمو توا، نفس کُش کُن پارھ پار
٢ دست ساقی جام وحدت، نوشیدائی ہشیار باش
ہستی غفلت دور کن، عشق گریان زار زار
٣ کیسا کہوں کفر ہے، دین میرا ہے سجن
ھر جاءِ دیدم ذات حق، حسن توئی وار وار
٤ عشق مستی اے 'رکھیل' دل ہماری درد ہے
پیر مغان سجدا بہ کن، دیدار تو درکار کار

## سر ڪئونسيو ڪافي662

ٽل خاص خوشيءَ جون خبران، دوست ڪندس دم دم
1 هتي هتي هڪ سان جيئڻ، ڪيف ڪلالئون پيئڻ
آب حياتي زم زم
2 رنگ گلابي گلشن، رخ ماهي جو روشن
زلف سڄڻ جا خم خم
3 ناز پري نيڻن سان، مرڪي ڏنائون مانڊي
سورن سندو ڪيو ڪم ڪم
4 سر تہ "رکيل" جي سرتيون، باھ برھ جي الا
ائين سمجهان تي شبنم

## سر ڪئونسيو ڪافي663

تل امر لکيم لوح قلم، الست نصيب چئي
1 الست بربڪم رايو، قالو بلا تڏهن چيم
ياد ڪندس هڪ دم دم، محبت مولا جي مني
2 انگ ٻاروچل توسان، شل مان پاڙيندس پنهل
ڪين ڪندس ڪوڙا ٻيا ڪم، ڦڪت ڪيم سڀ ڦٽي
3 انا احمد بلا ميمي، احد سچو ٿي آيو
صلي علىٰ عليہ وسلم، قوت اٿم اها ڪني
4 درد "رکيل" جو دارون، ٻاجهون تنهنجي ڪير ڪري
ٿپ منهنجي جي ملم، هٿ هادي جي مان ڏٺي

## سر ڪئونسيو ڪافي664

تل چوڻ پاڙينديس مان لکيو، باب منهنجي جيڪا ٻٽي
1 جان جئندس تان جلندس، در نہ مٽينديس دلبر
تانگهہ ازل جي چڪيو، ميخ ويم من ۾ هٽي
2 پنڌ آ ڏکن جو ڏاڍو، ڪيئن تہ لڪن ڪان لنگهان
باب برهہ جو مان سکيو، هيڪل ٿيس هڪ جٽي
3 ڏک ڏيرن جو ڏاڍو، جوش جتن ڪان اچي
تاب جهلينديس تڪو، پنهل ويا هتون ڪٽي
4 پنهل ٻاجهون ڪيئن پرجهان، ٻيو نہ ڏسان مان شل ڪو
شوق سورن جو مان چکيو، ويو آ "رکيل" کي وٽي

## سر ڪئونسيو ڪافي665

ٽل مان ڪيئن ڪيان ڪنهن کي ڇوان، وڃي اوچتي اکڙيون اڙيون

1 دل اکيون قابو قيد ۾، ڦاٽيون زلف واري زيب ۾
آيون ڦڪل ڪنهن فريب ۾، جادو لڳن کوجائي جڙيون

2 دل توسان دلبر لڳي، منهنجي حال محرم سان ڳجهي
تڪي ڇا ڪندي خواري خلق جي، جيڪي سبق سون جو پڙهيون

3 اهي دور دنيا جا ٻن پون، توڙي باغ بهشتن جا ٻجهن
ڏک يار جي دل کي رڌم، گهوري وڃان ماڳون مڙهيون

4 آيم سور سر تي تو سهان، اهي ناز پرين جا نوان
ڇئو "رکيل" ڪنهن کي ڇوان، لاتيون درد آٽي هيئن ڏڙيون

## سر ڪئونسيو ڪافي666

ٽل ڪر ڪي ڳنيڻ جون ڳالهيون، يار ڇنڻ منجهه ڇاهي

1 ڪڻ وو اکيون ڪل مان سان، ڇوهه رکين تو ڇاڪان
ننگ پنهنجي وچ پاليون، حجت حاجت منهنجي ناهي

2 قلم ازي انگ لکيو، عشق تنهنجو پيم پکو
وهن هنجون اکيون آليون، مان ملان سڪ لاهي

3 مجگان تير چڪي، ابرو هلال رخ تي
سونهن لبن تي لاليون، زلف زيبا حق آهي

4 سور ثمر ٿيم سهنجا، محب ميلاپي منهنجا
سمجهه "رکيل" اهي چاليون، ڏس تہ ڏنم سچ ڏاهي

## سر ڪئونسيو ڪافي 667

ٿل مرڪڻ نال نہ مارين وو يار، چشمان تير تفنگي
1 زلف سياھہ ابر ڪر آون، ڪر سينگار ڪجل ول پاون
ڪرن لڙائي تڪراري وو يار، اکيان تيريان جنگي
2 رخ مهتاب لبش نوراني، سر سولولاڪ تي تاج شهاني
ڏند اناري مرواري وو يار، بيني عجب رنگي
3 مين قربان ڪران سر سارا، ويکان حسن جما نظارا
ڏي دلداري هڪ واري وو يار، نامي خدا ننگي
4 اڄ عجيب اڱڻ مون آيا "رڪيل" روز غلام سڏايا
سر سرداري تو هزاري وو يار، مين آن مطرب چنگي

## سر ڪئونسيو ڪافي 668

ٿل تنهنجي حسن حيران ڪيا، انسان عاشق آدمي
1 جا ستي تنهن سوز جي، تن ڪي وٺي تي ڪينڪي
آهي خنجر جان ۾، سي پون سڪ ڪيئن سمهي
2 جي اڱڻ منهنجي اچين، قربان ٿيان صدبار مون
سرڪنڌ ڪيو سر مون وجهان، اها خاڪ پيرن جي چمي
3 خوب خوش اي روءِ تو، من نديدم اميد ري
اعليٰ نسب عاليشان تو، عرش شت هم پائي ڪمي
4 فرياد "رڪيل شاھہ" تو مذنبي يا اغثني
يا سيدا بهري خدا، هر دو سرارس هاشمي

## سر ڪئونسيو ڪافي669

ٽل تڪبر تڙا يو توڙ ڪون، اصلون عزازيل ڪي
1 مٿي ڪري ماريو منو، پنهنجي پرجهہ ۾ پئڙو پنو
مٿي طوق لعنت سر سٺو، حجت ڪيائين حيل ڪي
2 گھمي گوناگون جي، بيمثل بيچون جي
ڳجهہ ذات جو منجهہ صفات جي، پاڻون پري ڪيائون ڏيل ڪي
3 عشق ڳالهہ پنهنجي ٿو ڪري، ويو غير جو نقطو پري
اصل عين ٿيو ذري ذري، وجهي ڪير ڪمند فيل ڪي
4 ”رکيل“ فنا ڪي ٿو ڏسي، نئين نينهن ڪيو ناڪس ڪسي
هڪ يار دل منجهہ ٿو وسي، اصلون ڏنائون ايل ڪي

## سر ڪئونسيو ڪافي670

ٽل ڳجهيون پرينءَ جون ڳالهڙيون، دل جون اندر دل ۾ رهيون
1 پڌرو ڪري پيغام ڪي، اهي ڏسن ڪيئن عام ڪي
جانب منهنجي جيءَ سان جڙيون، سيني اندرسوگھيون ڪيون
2 محبت اندر مچ ٿو ٻري، هي دم سانول ريءَ نہ سري
تنهنجي سوز ۾ سيئي سڙيون، وهلور وحدت ۾ ويون
3 آلا ڦٽ فراق جا، توڙي چڪن سو چاڪ پيا
روئن اکيون ٿين آلڙيون، سڪ نا سنڌو سورن سهيون
4 اندر ڪورو ٿو هڳي، ٻاهر ٻاڦ نا ٻجهي
چڳيون ”رکيل“ تن چالڙيون، سچون ٻڌائن هي چيون

سر ڪئونسيو          ڪافي671

تل جڪندي عمر ساري ويم، اکڙيون پرينءَ جي پار ڏي
1 ڳوليان پرين شل نالهان، سڪ جو سيڪو سيني سهان
في الدارين ۾ هڪ ڪي ڪهان. خم خم زلف جي ڏار ڏي
2 من نار سان دل يار سان، وحدت سچي گفتار سان
دارون درد جو ديدار سان، انهي عشق جي انوار ڏي
3 دل جو اکيون پرکي پسن، منزل ڪيون رخ سان رسن
درياءَ وحدت منجهه وسن، هڏي يڪائي يار ڏي
4 وهوا فتح پور جي پچر، آهي عشق جي جاتي خبر
"رکيل" رمز جي تکي تبر، وڍيون وجي اسرار ڏي

سر ڪئونسيو          ڪافي672

تل سڪ کون هڏي سندرو سچو، هن حال هيٽي سان لڌم
1 موتو واري مام سان، پرين پرتو پر جو پيم
ڏورون ڏٺم دونهون عشق جو، پوءِ ويساهه وحدت سان ٻڌم
2 جيئن سهاڳو سون کي، پگهري ڪري پاڻي
ائين اسم ذاتي زور سان، وجهي ڪوٺائي ۾ رڌم
3 لک لڙايون کون لنگهي، ڪيم روهه کي ڇيتون ڇپر
سچي سڪ رسائي تي سگهو، ڏک سوز سورن جا سندم
4 اند محبت مچ ٻري، هي ٻاڦ ٻاهر نابجهي
ائين "رکيل" رک پاڻ ۾، ڳتي ڳجهي ڳاري وڌم

سر ڪئونسيو ڪافي673

ٿل مرض لادوا آهي عشق جو، حاجت ناهي اڪسير جي
1 سوطبيبن جون ستيون، ڪيئن وجي ڪنهن کون پڇون
لوري لڳم لون لون لڇون، انهي درد جي دلگير جي
2 هي دل فراقن جي ڦٽي، ڪهڙي ٻڌان تنهن کي پٽي
ڏينهن ڏينهن کون ناهي گهٽي، ڦکي مليس ڪا فقير جي
3 تنهنجي راز ۾ رلجي ويو، قطرو وڃي قلزم پيو
صفا ساڏ ٿيو هي مورک ميو، بيشڪ برهہ بينظير جي
4 سچ هي "رکيل" ائين چاڻ تون، پنهنجو پڇائج پاڻ تون
سک رندي رسم رهاڻ تون، بازي بدر منير جي.

سر ڪئونسيو ڪافي674

ٿل جهڙي تهڙي آهيان يار جي، عيبن پري مان ڪوتي ڪري
1 ڪيئن وساريان وراديون، هڪڙي گهڙي ناساعت سري
اهڙي لڳم جڙ جان ۾، هر وقت ۾ اٿم حاضري
2 ڪر حجاب جا پردا پاسي، پوءِ صوفي سڏيندءِ قادري
ٿي غير کون پاسي پري، ڏس درد جي ڪولي دري
3 ڏي عشق ۾ سر هي سچو، وسري ويم ٻئي جڳ وري
تنهنجي حسن حيران ڪيو، جانب ڏنم جهڙي مري
4 سمجهي سڄاڻي چئو "رکيل" آتش اندر ۾ ڪاڏهن ٻري
پيريمغان روزي ازل، ڏنم روح کي ذوقون ذري

## سر ڪئونسيو ڪافي675

ٽل ڪيون سوز مون صدقي سسي، جيءَ جوش ۾ جيڪي جليا
پرواز پروانا ڪري، ميدان ۾ مورڪ ملهيا
1 سڏڙيا بينا پوءِ تي سنگي، هليا مرد منزل ۾ لنگهي
جن الف سان دلڙي ونگي، حق سان اهي هڪ تي هليا
2 ڏس محنتن جا معجزا، درياءَ وحدت نوش ٿيا
اهي حسن تي هم اوست هيا، اهي سير سالڪ ناسليا
3 سڪ ڪون ﭝڌي سندرو سچو، ڏڙ ڏار سسي تي مٿو
سڏڙيا صرافن ڏي اچو، پوءِ رمز صوفي جي رليا
4 لاتقنطوا رحمت لهي صوفن ڪئي ثابت سهي
شاڪر ٻٽي جيڪا نهي، راضي "رڪيل" هو تي چليا

## سر ڪئونسيو ڪافي676

ٽل منهنجو مارن سان لکي نينهن لايو
بر جي بدن ڪان۔ جهنگ جي مرن ڪان۔ بختن بچايو
1 ڇڪيون رندا جي وچ تي وڏائون، مونکي محبن ڏاهن هٿ پي جهليائون
عشق بنان اديون جئڻ آ اجايو
2 . هوت ڏي هلڻ جا هيڪل ڪنديس هيلا، پنڌ آڏکن جواتي ڪڙم نہ ٿبيلا
ڪانڌن ڪين ڪيو مان سرتي سهايو
3 منهنجي وطن جا وڻ ڇہ ڦلاريا، جهوڪ اٿون ميرانپور سدا سينگاريا
سڪ ڇہ سچيءَ جو ڀهرو مان پايو
4 دلبر دئي جا ڇني ڇڏم ڏاڳا، عشق اڪين ڪي ڏنم اوجاڳا
تڏهن "رڪيل" جي اڱڻ تي آيو

## سر ڪئونسيو ڪافي677

ٽل ڳالهيون ڳجهيون سڄڻ، اوريان نہ ٻي ڪنهن عام سان
ڪيو چور چشمن سان ڏسي، دلڙي ڦسايو دام سان
1 ويا ظلمات جا پردا لهي، ڪولي اکيون سر ڪر صحي
نہ هي رهي نہ هو رهي، رهزن رسيا وڃي رام سان
2 ويهڻ سمهڻ جاري جفا، قلبي وڃي روحي رسيا
ڪيون مشق مس صوفي صفا، مشفق هجن هڪ مام سان
3 گرمون حسن بازار جي، ناهي خبر بي شمار جي
عارف ڄاڻن اسرار جي، شائق الف جي شان سان
4 سينو سڌري صاف ٿئي، شافع مدت منداڻون معافي ٿئي
اهڙو عجب انصاف ٿئي، رکيل جهڙي نہ غلام سان

## سر ڪئونسيو ڪافي678

ٽل آهيان انتظار بيقرار دل يار متايئي
1 ڏيئي ويس ڪيئي درويش، عجب سير بتايئي
منل ٻول گونگٽ کول، رکي گام گهتايئي
2 اهڙي درد جي دوا، ڏسڻ عام کي روا
تون حبيب تون طبيب، هي مريض ڇتايئي
3 جا تي شمع ٻري، تاتي پتنگ پاڻ پوي
دوزخ ۽ بهشت جي، خواهش طلب هٽايئي
4 جيڪي ويس ۽ وڳا، ڇڏي يار ڏي ٻڳا
رکيل شاھ سان نگاھ، اها رمز رلايئي

## سر کيڏونسيو — ڪافي679

تل رندی مجلس راز توئی، سوئی کہنا نام نام
اے مسلمانو الا الا، با برہمن رام رام
۱ ہر صورت ہے صنم، دلبرا دیدار تو
ماسوے اللہ عین حق، ماشنا ختم کام کام
۲ مسجد کہوں مندر کہوں، مغلوب غالب ہم کہوں
زیر بالا توئی مولا لامکان لامکان
۳ باصفا صوفی چہ باشی، خوش بجو لاالہٰ الااللہ
ہر جاۓ ہے موجود حق اسرار تو انسان سان
۴ اے 'رکھیل' خودرابین، دیگران توکار نیست
چون ندیدی عشق را خطرئی تو خام خام

## سر کيڏونسيو — ڪافي680

تل لڙات مئون لوچي لڌم، پنهنجي پنهل جو پيچرو
1 ڪوه جبل ڏونگر ڏٺم، ڏکيا لڪ لنگهيان ڪيئن ڪيترو
هتڙا ڪيون هڪلاڪيان، اجهو پنهل ٿم آسرو
2 سڏجان سهاڳڻ ڪيئن سمهان، ڏک يار جو ناهي ڍرو
شب روز دانهان درد جون، سچ تو ڏسان مان سوجهرو
3 جڏهن پر تو پرجو ڏٺم، دشمن دڙکي پوءِ چڙهيو ٻرو
رليو راٽيندڙ هت رهيو، سو ڪيئن ٿيندو ڪوتو ڪرو
4 پنهنجو سڄاتم پاڻ ۾ حد فراق جو پڙڻم پرو
رمزان رکيل عبدالستار جون، ٺم ٺم پيتم هڪڙو ڏرو

## سر ڪئونسيو ڪافي681

ٿل حج مڪو جن هت ڏٺو، پيرين سي پنڌ هي ڪيئن ڪنديون
1 هت لڏائون هوت ڪي، ويهي معرڪي سي مرڪنديون
طواف ڪيائون پاڻ ڪي، ڪعبو سچو آهه دل اديون
2 جي فڪر فرمان ۾ تنهن ٻول سان اهي ٻڌيون
نڪري نظاري نينهن جي، سڪ سوز ۾ سائين سنديون
3 عجب اورن الف سان، توڙي هجن گدليون گنديون
لوچي لڏائون لڪ لنگهي، منظور ٿيون ميريون منديون
4 وهوا رکيل پنهنجو پسڻ، آزاد ٿيو بيشڪ بنديون
علم لدني جن لڌو، ڪوڙين ڪتابن جون ڪنڌيون

## سر ڪئونسيو ڪافي682

ٿل هڪڙا حيرت حيران ڪيا، ٻيا ٿا اٿن سرهي ونگيون
1 بيرنگ بازي برهه جي آئي عشاقن تي انگيون
محبت سندي ميدان ۾، سورهه بيٺا سندرو ٻڌيون
2 ڪيئي ڪنا هن ڪات سان، ڪي بيٺا اوري سنگيون
ڪن ماڻي منزل منصور جي، سوري مٿون سرهي ٽنگيون
3 لامقصود ٿي فنافي الله، هتون ويا هنڙا ڇنڊيون
تن طمع ڪي ترڪ ڪيون، لاهوت ۾ ويا لنگهيون
4 ڪيئن "رکيل" ڪاڏهن لڳيئي، جيءَ جان ۾ جوشون جنگيون
ويم وڪوڙي وجود کي اهو عشق ڪاريهر ڏنگيون

## سر ڪئونسيو ڪافي683

تل اداڪانگل ڪيچ وڃي چئو، منهنجو احوال سچي سيد کي

1 سڪ سچي سان ٿي سجڻ ساريان، لڱم دل ۾ ورنہ وساريان
هي جند جان ڪنديس سر صدقي

2 مرڻ انهي ڪون اڳيئي مرجي، جاءِ جنت ۾ تنهنکي ڏرجي
اهڙو شان مليو ميت کي

3 مڪان فنا جي ڪيڙم فاني، مئن خودي جي رهي نہ نشاني
ايڏو پال ڪيو بعيت کي

4 رڪيل رازپرين ڪيئن پسجي، جسم جان پنهنجو نا ڏسجي
اهو ڪير پڄي لاحد کي

## سُرآسا ڪافي684

تل نام نيشان ساڏا پتا نہ ڪوئي، آدم حوا نا ڄائي هون

1 قطري وچون انسان بڻيوسي، پڇي چارئي عناصر جوڙ ڏتوسي
قلزم دي وچ قطرا رليوسي، موج انهين وچ پائي هون

2 ڪٽ اسان ڪٽ مڪان اسيڏا، نور ظهوريي شان اسيڏا
راحم تي رحمان اسيڏا، هر مظهر وچ سمائي هون

3 صيف لِسان زبان اسيڏي، ڪم قلم دي ڦير مڙيندي
بحر حقيقي جنبش جڙيندي، امن عدالت آئي هون

4 سر اسرار مرد مئخانا، سالڪ مست شريف شهانا
وار قلندر هون نقش نشانا، ڪشف قلوب ڪمائي هون

5 بات "رڪيل" اهو باب پڙهيوسي، ڪن ڪها فيڪون بڻيوسي
الانسان تي عجب وٽيوسي، اپني ذات صفات ڇپائي هون

## سُر آسا

## ڪافي685

ٿل الانسان تي صورت بشري، عجب رنگي رنگ لاياهي
1 ڪٿي آدم ڪٿي شيش نبي، ڪٿي نوح طوفان تي راز ربي
ڪٿي يونس گهتي چاپيٽ مڇي دي، الاالله فرمايا هي
2 ابراهيم وچ آڙاهہ اڙايئي، صابردي تن ڪيڙي لايئي
ذڪريہ نون چا ڪرٽ چيرايئي، انت ڪنهين ناپايا هي
3 يوسف ڪون وچ کوهي پايئي، پڄي مصر بازار چا ملهہ چڪايئي
يحيلي نون چا قتل ڪرايئي، تون اپنا راز ڇپايا هي
4 ڪربل دي وچ جوش جڳايا، ملڪ فلڪ حيرت وچ هويا
عرش زمين آسمان بہ رويا، عاشق شهادت پايا هي
5 پُرڪر وحدت جام پلايئي، منصور نون چامست ڪرايئي
پڄي سولي اتي چا پڪڙ چڙهايئي، اناالحق الايا هي
6 عشق ”رڪيل“ هي سردي بازي، ناوت جاٽي دور درازي
سر ڏيوڻ ٻاجهون ٿيسئي ناراضي، محبت مچ مچاياهي

## سُر آسا

## ڪافي686

ٿل برهہ اها بازار لڳي، ڪر سودا سچا سر ڏيوڻ دا
1 بازارانهي وچ بهادرڪڙدي، سر ڏيوڻ ٻاجهون مول نہ مڙدي
سولي اتي هسوار تي چڙهدي، آپڻا آپ وڃا وڃڻ دا
2 موج انهي وچ عاشق آون، سي سي غوطي لک لک کاون
بيچوني داييت نہ پاون، سک درد وي دود دکاوڻ دا
3 سمجهہ سهي ڪروجود وڃاوڻ، منصوري دا منصب پاوڻ
نينهن نسنگ نشان لڳاوڻ، ڪر زهر جسم تي ذڪاوڻ دا
4 محويت وچ محو ٿيوسي، دام دئي داتٽ ڳيوسي
بيوسي وچ پلئي پيوسي، عشق ڪيتم تڏان آوڻ دا
5 رمز ”رڪيل“ اهو راز الاهي، جنهن سر آوي شان تہ شاهي
ملڪ فلڪ تي ڏيون گواهي، نهين ذات ظهور لڪاوڻ دا

## سُر آسا        کافي687

ٹل نور پرئي دا رنگ نمونا، برهه اها بازار لڳي
1 الانساني برقع پائي، وچ آدم دي اپٹي ذات چپائي
ملڪ فلڪ تي ظهور الائي، هر طرحين گفتار لڳي
2 ڪٹ شيث نبي تي ڏنڙي هوڪا، ڪٹ نوح طوفان بٹائي موڪا
ڪتي عاشق ڏيکن روز ڪلهوڪا، حسن صورت بارون بار لڳي
3 ڪتي ابراهيم تي آڙاهه اڙائي، ڪتي موسيٰ تي فرعون لڙائي
ڪتي راهه هدايت توريت پڙهائي، نهين انت بحر بيشمار لڳي
4 ڪتي يحيٰ کون چا قتل ڪرائي، ڪتي ذڪريا داسر ڪرت چيرائي
ڪتي يوسف وچ بازار چڪائي، اهو عشق حيرت وارون وار لڳي
5 ختم نبيين دا تي احمد آيا، چٹ لولاڪ داسر تي جهلايا
دوست دارين دا منصب پايا، درد روندیان دي دربار لڳي
6 سولي اتي منصور امانت، ڪربل دي وچ شان شهادت
سمجهه "رکيل" اهو عشق هدايت، مشتاقان زارون زار لڳي

## سُر آسا        کافي688

ٹل ڪوئي هووي ميدان تي آوي، سورهه سردا بهادر نام نيشان
1 لشڪر خزاني تي بارود جنگي، پن ڪوٹ هستي دا زابر زنگي
شوق شراب تي پيوڻ رنگي، مار خودي کون تي ليپسين مان
2 نفس لافي نال اويشڪ لڙدي، عشق دي باري تي عاشق چڙهدي
بڌ سچ ڪمر تي توڪل ڪڙدي، لٿا حجاب تي شڪ گمان
3 پن دئي دا نوڙ بهانا، مسجد مندر هيئي بت خانا
هر مظهر وچ يار يگانا، صورت بشري سر سبحان
4 وچ دروني جهاتي پاوڻ، غير اندر دا ترت تڙاوڻ
صوفي صاف تي رند سڏاوڻ، مار طبل شاهي اعليٰ شان
5 بانگ الستي تي جسم جڳايا، حال "رکيل" ايهو فيض هلايا
عبدالستارتي سر سمجهايا، محنت باجهون نهين عشق آسان

## سُرآسا      ڪافي689

تل عشق دا ناز سهي مين سجاتا، عوشاقان سر تي آيا هي

1 نوح نبي طوفان منگايئي، ابراهيم آڙهہ وچ پايئي
موسيٰ تي فرعون لڙايئي، فرعون درياءَ گوانيا هي

2 يحييٰ ڪون چا قتل ڪرايئي، ذڪريا دا سرڪرت چيرايئي
يوسف وچ بازار چڪايئي، جگ سارا تہ پلا يا هي

3 مصورنون اناالحق آپ ڪهايئي، پڇي سولي اتي چا پڪڙ چڙهايئي
شمسل حق دي کلڙي کلايئي، قم باذني تہ ڪهايا هي

4 شاهہ حسن ڪون پيالا زهر پلايئي، مير حسين شهادت پايئي
صوفي داسر نيزي ڦرايئي، اهو بيرنگ برقعہ پايا هي

5 سک ”رکيل“ اها رمز حڪايت، چوڙدئي ڪون سمجهہ هدايت
جي ڪجهہ ڪرڻا اها هيئي ساعت، لاحد سوز سمايا هي

## سُرآسا      ڪافي690

تل عشق ملامت سر بدنامي، يار اسان ڪون چا ڏيندا هي

1 سر اساڏي گلا گوئي، عشق جيها بدنام نہ ڪوئي
جنهن تي آوي سمجهي سوئي، بار برهہ سر سهيندا هي

2 عشق دا غلبا ٻئا ڪون هتاوي، عقل دليل اٿان نہ آوي
نت ظهورا آپ سڏاوي، رمز حقيقي رهيندا هي

3 سختيان ڏکڙي اهي سچ ڄاتم، ڪرهار سينگار ڳچي وچ پاتم
هڻ نينهن نيشان نوان ڪر لاتم، پيچ اسان نال پئيندا هي

4 ياراساڏا اسان انهين دي، ڪاڻ ”رکيل“ ٻي ڪا نہ ڪهيندي
لاحد والا ميدان مٽيدي، غير پليتي سڪ ويندا هي

## سُر آسا           کافي691

تل عشق عجب انسان ڏنم، رهبر راھ رباني دا
1 وچ ميرانپور محبت لايم، بار برھ داسر تي چايم
عشق خريد چا ڏکڙا وهايم، درد لڳم دل جاني دا
2 شيشي شرابي مدهوش ڪيتم، پيريمغان دي دستون پيتم
موتو قبلل مر ول جيتم، سر ڏٺم سبحاني دا
3 روز ازل دي نينهڙا لايم، آدم حوا مين نان چايم
بانگ الستي برھ سڻايم، سير ٿيم سلطاني دا
4 سوئي هووي ساڏ سڏاوي، مرڻ ڪنون اڳي مرول جاوي
عشق دا جٽيا ڳل وچ پاوي "رکيل" راز نهاني دا

## سُر آسا           کافي692

تل عشق جڏان ول باب پڙهايم، درد اهو ڏک پاوڻ دا
1 جاري درد هميشان رهندا، داغ سيني دا دوست نہ لهندا
ڪولھ اساڏي يار نہ ٻهندا، سورنهين سيني ماوڻ دا
2 رمز انهين وچ رهندي راڳي، باب برھ دا پڙهدي بيراڳي
سر تہ سڃاڻن سوئي ول ساڳي، غرض پيئي اٿ آوڻ دا
3 ڄاتم شريعت ميڏي دائي، اهڙي طريقت ساڏي مائي
حق اليقين حقيقت آئي، معرفتون ميوا کاوڻ دا
4 عشق دي طابع ٿي تون تائب، رمز رندي سک چال عجائب
عقلي ڳڻتيان ٿيون غائب، موج "رکيل" سر ساوڻ دا

## سُرآسا كافي693

ٽل شوق شراب تي مئي دي مستي، پر پر ڏيندا ڪيف ڪلال

1 حرف حقيقي هڪو وحدت ڏسدا، پيريمغان تي پارس گسدا
دم دم دل وچ دلبر وسدا، اولي تي ڏيندا دست دلال

2 دستون ساقي مئي دا پيوڻ، هووڻ حياتي دو جڳ جيوڻ
اثباتي وچ اعليٰ ٿيوڻ، سالڪ سمجهن خود هي خيال

3 ڪوڙي قصي ٻهہ نفس وڏاون، عقل ديان ڳالهين سڌڙي سٽاون
عشق دي منزل پيت نہ پاون، برهہ بنان هي جيون جنجال

4 عبدالستار تي نام سڏايئي، خرقہ خاڪي جاما پايئي
سرمين سجاتا ذات چپايئي، نينهن لڳا تڏان ٿيوسي نهال

5 زيب زنخ تي رخ مهتابي، حسن سٺي دا رنگ گلابي
سمجهہ "رڪيل" اها صورت ساڳي رخ روشن هي ابرو هلال

## سُرآسا كافي694

ٽل سودا سچا سر وو سورهہ ڏيندي، برهہ اها بازار لڳي

1 ڪيف ڪلالون پيون پساري، عاشق ڏردي ناوت خواري
سولي چڙهدي ڪرن سواري، حق هو هڪار لڳي

2 سختي ڏيک تي عاشق هسدي، انهين تہ اڏي تي ڪيئي ڪسدي
ويک تماشا او سڌڙي نسدي، شاهي طبل شمار لڳي

3 جتي پئي ٻلدي سوئي سرجاٽي، محبت دا ميدان سجاٽي
جوئي چڙهيا سو موجان ماٽي، رڳ رڳ وچ هرتار لڳي

4 عشق وهاوڻ تي ڏڪڙا پاوڻ، لا غرضين نال نينهن نياوڻ
سمجهہ "رڪيل" سوئي سر سماوڻ، گلشن هويا گلزار لڳي

## سُر آسا ڪافي695

تل دم بنان تو دوست جي، سهڻل پايان سال وي
1 سڪ تنهنجي هي ساوڻ لايو، عجب آب اکين ۾ آيو
روئي وڃايم حال وي
2 پريشان وتان تي فڪر ۾، راتيان ڏينهان زهد ذڪر ۾
چمان تنهنجو خال وي
3 سڏ ڪيان تي وڏا وس واڪا، ڪوڪ ڪريم ٻڌي منهنجي ڪاڪا
نامي خدا مڙ يال وي
4 بيوس آهي ملڪ بيگانو "رڪيل شاهه" ٻڌو تي ڳانو
ڇڏي خودي جو خيال وي

## سُر آسا ڪافي696

تل عشق عجب اصاف ڪريندا، ڪوڙ خلاف تي عقل نهين
1 نفسي جهڳڙا عشق چڙايا، بار برهه داسر تي آيا
غير وجودون ترت تڙايا، شڪ گمان تي شرڪ نهين
2 عشق عقل دي کهڙي سلابت، عشق نه ڄاڻي مت قرابت
خوف هميشه زهد عبادت، درد لڳم تي آرام نهين
3 ڪشف قلبي جوش جڳايا، بار برهه دا سر تي آيا
جنهن وت سمجهايا سوئي تنهن پايا، بي ته ڪنهين دي بات نهين
4 رندي حال "رڪيل" جي ڄاڻي، ملڪ ماهي دا اهو وڃ ماڻي
جي سالڪ ٿيوبن سر سڃاڻي، وحدت ٻاجهون واند نهين

## سُرآسا 697 كافي

تل پيريمغان دي دستون پيتم، وحدت جام اثباتي دا
1 دور دئي ڪرنفي ڪون چوڙيم، صحن فراخ تي دل دا جوڙيم
اثباتي داخيمان ڪوڙيم، بوتا پنيم صفاتي دا
2 عقل تيم اصل چوڙ روانا، عشق ڪيتم چامست ديوانا
يار سجاتم وچ مئخانا، سوز لڳم پاوڻ جهاتي دا
3 اناالحق دا هوڪا هليوسي، عاشق تي معشوق بنيوسي
قلزم دي وچ قطرا رليوسي، غير ڳيا جسماتي دا
4 سمجهہ "رڪيل" اهو فيض هدايت، هر مظروچ هڪ دي حڪايت
اصل عشاقان تي ازلي عنايت، نور ظهور تہ ذاتي دا

## سُرآسا 698 كافي

تل ڏس خلق ڪري تي وڏائي، ڪلدار ڪل ٿيرائي
1 روڪ رپيو ڪن نهايو، ڪن ميڙيو ڪن لٽايو
ڪنڪي ٿيو حرص هوائي
2 هيرا جواهر لعل يعقوتي، چاندي چمڪي ماڻڪ موتي
ڪُوڙي دنيا بي وفائي
3 جن ڪي جو فوجان ۾ جاري، رات ڏيهان وين نندب قراري
ايها عمر وين تہ اجائي
4 شاهہ سڪندر ملڪ خزانا، لڪين لشڪر سوين ٻانهان
وئي هٿ مليون هر ڪائي
5 عاشقن سچ عشق حقاني، خاڪ تا چاڻن دنيا فاني
چئي "رڪيل شاهہ" رضائي

## سُر آسا کافي699

تل عشق آيا ميڏي سر تي زوري، ڪنهن نون سڻاوان اهو حال
1 سينگيان سهيليان خوش تي هسديان مين مڻي ڪون اهو حال نہ ڏسديان
دهشت ڏي ميڏي دلڙي ڪسديان شل يار ٻلهيسي ڪولهون نال
2 سک صبر آرام نہ آوي ڏکينديان ڳالهين ڪون ڇپاوي
شل ويڙهي اسا ڏي ڦيرا پاوي، نو لک ٿيوان نهال
3 راهہ صنم دي پلينيدي ڪڙيان، اکيان ميڏيان بيوس اڙيان
جاري درد مريندا ڏڙيان، مينون مشڪ ساعت سال
4 بي اختيار بحر وچ آيم، خطري تت ڳئي ساڌ سڌايم
راز "رکيل" سر يار سمايم، لک لک لڌم لعل

## سُر آسا کافي700

تل دانهان ڪر ڪر لوک سڻاوان، تيڏي عشق ڪيتم لاچار
1 جسڪو لڳڙي جان ڪدن دي، عشق چوانتي وچ بدن دي
عاشق سوئي سون عدن دي، تيڏا نام جبار قهار
2 حسن تيڏي ديان هرجاءِ چليان، سر عاشق دي چڙهديان گهليان
ورهہ وڪوڙيم زوري ڳليان، شب روز ڪريندا ماروں مار
3 ڪران مين سڪونت گوشي ٻهسان، بسمي لاڪي بيوت مليسان
نہ يار مليا نہ ڪوئي سڪڙا جليسان، رت ديان هنجون روان زارون زار
4 ايوين اناالحق آپ ڪهائي، سولي اتي منصور چڙهائي
شمسل دي چاڪلڙي ڪلائي، جنهن سر آيا برهہ دا بار
5 سڻ "رکيل" اهي عشق ديان ڳالهين، پنڌ هيئي اڳون تي پڇون تي نہ پالين
سخن سچا هڪ حق نال پالين، صدق ٿيم سووار

## سُر آسا    ڪافي701

ٿلھ بڻ صورت شڪل جھان آيا. سر آدم تي انسان آيا
1 الست اھو چا واعدا ڪيتا. قالو بلیٰ ساءِ تون ھين جيتا
جام وحدت عشاقين پيتا. سر ساڳي سوئي سبحان آيا
2 ڪن فيڪون تي ڪن ڪمائي، آدم اپڻ سر بڻائي
صفان جوڙ ملائڪ سجدا پائي. فنفخت فيہ فرمان آيا
3 ھر ھڪ ڪون چا آپ ڪڙائي، موسيٰ تي فرعون لڙائي
آڙھ وچ ابراھيم اڙائي، پڇي باب اھو بستان آيا
4 ڪٿي رھبر تي ھہ راھ بتاوي، ڪٿي عالم ھو ڪي درس پڙھاوي
ڪٿي جوسي ھو ڪي برھمڻ ڳاوي، ڪٿي شڪ شرڪ تي گمان آيا
5 اپڻا قصا سارا آپ بڻائي، توريت زبور انجيل چاٽائي
لدني علم عشاق پڙھائي، سچ شاھد تي تي فرقان آيا
6 ختم النبي مقبول ھويا، ڪٿي وت آدم ڪٿي وت حوا
احمد شاھ رسول ھويا، اھو راز "رڪيل" تي زمان آيا

## سُر آسا    ڪافي702

ٿل مشڪل سمجھڻ صفات، سر ذات اتيئي سمايو
1 پيريمغان جي اڳتون، سيس نوائي، ڪنل اڳي ھا قلمات
باري آڙھ عشق مچايو
2 درد وارن کي دير نہ ڪائي، ڏينھن ھجي کي رات
محنت باجھون ڪنھين نہ پايو
3 چاڻ تہ چاٽي پاڻ سڃاٽي، جاءِ لڏائون جسمات
تن جاڳي ھي قلب ڪمايو
4 پاڻ پلايئي پاڻ ھلايئي، "رڪيل" لٿي ھي ظلمات
اڇي رانول تو رنگ لايو

## سُرآسا ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ كافي703

ٿل اسم اعظم تي اندر وچ آيا، ذات ظهورا سر اسرار
1 ڪن فيڪون ڪنون اڳ تہ هيوسي عشق ماهي داپڪي تہ پيوسي
دل روشن ظلمات ڳيوسي بيرنگ آيا بارون بار
2 لوح قلم تي امر ڪيتو ئي، انگ اسيڏا اڳ تہ لکيو ئي
سر تہ سجاتم ساڳي سوئي، الانسان سري ٻڌم اهو اعتبار
3 ونحن اقرب قول سچائي، سالڪ سمجهن نهين ڪا جدائي
هر صورت وچ وسدا جائي، فثم وجہ الله ڏٺم دلبر دا ديدار
4 نت نوان هي شوق "رڪيل" دا واند نہ ڪائي آرام نہ ڏيندا
زوران زوري سر تي اوندا عشق ڪريندا هي مارون مار

## سُرآسا ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ ‏ كافي704

ٿل سک ريت روش سر سمجهاوڻ دي، ڪر ويران وجود وڃاوڻ دي
1 عاشق هوڪا ڏيوڻ ضروري، واعظ نصيحت سڻاون پوري
ٽپ رک اپٽا ڪنز قدوري، ڪيا حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي
2 نال جسم دي ذاتي لاوين، وچ تہ چڪي دي آپ پڪاوين
تي سوداگر هٿ هلاوين، فائق فيض رساوڻ دي
3 وڏيان تسبيان عالم پڙهدي،وچ تہ قلب دي اونهين ڪڙهدي
بي موجب ايوين لک لک لڙدي، اناالحق الاوڻ دي
4 ڪن ڪها فيڪون بڻائي، هر هر گهٽ وچ آپ سمائي
"شاهہ رڪيل" نال گونگهٽ پائي، فنفخت فيہ سڻاوڻ دي

## سُر آسا  ڪافي705

تل خبران خدا جي خيال جون، ٻڌو نينهن وارن جون نيون
1 ناسوت کان نڪري هليان، ملڪوت ۾ منزل ڪيون
جاءِ تن جبروت ميان، لڪيون لاهوت ۾ ثابت صحيون
2 دنيا سندا طالب ڏٺم، ڪدڙا وتن خبران ڪنيون
جيڪي بهشت جا طالب اديون، سيئي زهد ۾ زالان پيون
3 مولا سندا طالب ڏسو، تن عشق جون ڇيريون پيون
نسنگ نينهن ۾ نانگا نچن، باتيون وهم واريون ويون
4 سچ چئو "رکيل" ڪنهن ڪون سکين، ڳالهيون ٻڌيون ڪيئن توڪيون
هر ساز ۾ سمجهي ڏٺم، نروار تي نعرو هنيون

## سُر آسا  ڪافي706

تل سدا گلشن آهي گلزاري، جهوڪ شاهه عنايت واري
1 جيڪو پيراچي هن پڙ ۾ پائي، سو طالب پنهنجو ظالع پائي
جيئن بادل ۾ وڄ جاري
2 اسم جسم سان ڪيئن ڇڪائين، دمن سان وبنو رام ريجهائين
هيٺ مٿي هيڪاري
3 جيڪو سڪ سچي ڪون سر نوائي، مرشد ڪامل فيض رسائي
ڏس صوفي جي تہ سچاري
4 نفي ڪون اثبات ڪيائون، اندر ڳولي يار لڌائون
رک "شاهه رکيل" سان ياري

## سُرآسا          ڪافي707

ٽل    ول ول آون ياد سڄڻ ديان، ڳجهيان، ڳجهيان ڳالهڙيان
1    عشاقاندي سر تي آون، جي مين چاڙهان جادون لاون
ڪجل ڦهري اکيان پاون، جلوي جنگي والڙيان
2    دانهان ڪر ڪر لوڪ سڻاوي، زخم جگر دا ڪونه ڇپاوي
ڪوئي دانشمند طبيب ڪماوي، چاڪ ٿيوان مين خوش حالڙيان
3    ياد ڪران مين سانجهي صباحين، ڳليان ڍونڍيان تيڏيان راهين
ڪوله اسا ڏي آءِ سدائين، لعل ٿيوان مين لالڙيان
4    "رڪيل شاه" داويک نظارا، ٻڌيا قلندر ماريس نعرا
دنيا فاني دم گذارا، خوف انهين وچ خيالڙيان

## سُرآسا          ڪافي708

ٽل    آيا پيش اساڏي يار پيارا، اوکا پنڌڙا تڪاري دا
1    عشق جڳايا ڪيتس تياري، پهلي منزل وانر والي
ولڻ پڇوتي يار مياري، ڪرڻا گذر لاچاري دا
2    قيد پاڻي ڪت قسمت آٽي، نام نري لڪ هر ڪو جاٽي
هر جاءِ تيڏي يار تڪاٽي، ڪوئي پڙم پيچ پساريدا
3    پووان در موهن مر واري، پوون اوقات برهہ دي باري
خوش وسي ساڏي سنگت ساري، ڪوئي ڇنڙا درد آزاريدا
4    ڪسر هزارا هر ڪس ڪائي، جاءِ استي يار رهائي
هرڪس ناهر تينا بائي، هلبو وٽج واپاريدا
5    جانب مين اين دز دوراني، حسن همائين فوج ايراني
گشتي "رڪيل" بيامين جاني، مين صدقا شاه بخاريدا

## سُرآسا          ڪافي709

تل سمھڻ سارو اٿو سور، جاڳو جيڏيون، اٿو جيءَ جو جنڀو
1 ٻيو ڪم گھوريو، چرخو چوريو، محبت جو هي مذڪور
آهي درد وارن جي ڪاڻ سياپو
2 آڌي رات اٿيون، سھجون سيئي الا، ذوق اٿاريون ضرور
تن هادي هي حق سڃاتو
3 جاڳي جاڳي وو جوءِ لڏائون، حاصل تن کي حضور
لٿو تن لوڪ لاڳاپو
4 جوش جلايو وو روز "رڪيل" کي، عشق مچايو ڪلور
آيو اٿم هي نينھن نياپو

## سُرآسا          ڪافي710

تل ناهي رڪيل ڪو نہ ويچارو، ڏس نينھن هنيو آهي نعرو
1 خبران ڪيون سائين هي دل ٻڌائي، عشق مولا جو اهڙو آهي
سچي دل سان سمجھيو يارو
2 ائين چوان ٿو مان اهو آهيان، جادوگر مان عامل ناهيان
هڪ ياد ڏيڪاريم چارو
3 جعفر منجھون نا ابجد ڄاڻان، دم هڪو سائين ختم سڃاڻان
ڪرنا جسم وسارو
4 راھ "رڪيل" هي لڪ نالاڙو، ابدي آهي پيرن پاڙو
فيض فتحپور وارو

## سُر آسا      ڪافي711

تل   جڏهن عشق اچي ڪيم ٽاٽون، رڪيل پنجن ڪوڙن تي وڪاٽون

1   ماٽهون مال سيئي ساسن، ويساهہ ٻڌي ٽا باسان باسن
پهچي ڪندن پير پڄاٽو

2   خاڪ منجهون گل پيدا خاڪي، حسن هدايت صاحب ساقي
منجهہ شهر فتحپور ڇاٽون

3   عشق آيو منهنجي دل ۾ سمايو، لائق لوڏي غير ٽڙايو
سينو سبز ڪڏهن نہ ڪماٽون

4   ”رڪيل“ مدامي نينهن نيشاني، در مليوسي دل جو جاني
ڇاٽي دمن ساڻ سڃاٽون

## سُر آسا      ڪافي712

تل   اچي عشق ڪيون مانسان ڳالهيون، آيم سيئي سور سنيااليون

1   عشق اهو جيڪو سور پرائي، ميدان تهين ۾ جان جلائي
ڏک جو شن ۾ ٽا جاليون

2   درد فراق ڪيم دل قاران، ساز سرود رڳان منهنجون تاران
وڄن وحدت ساڻ رصاليون

3   نينهن جو ناءُ وٺڻ ناسهنجو، وٺن اهي جيڪي سرڏين پنهنجو
اهي مرڪن ٽيون متواليون

4   سمجهہ ”رڪيل“ هي سر سدائي غير ڪڍي ڇڏ ڪوڙ دغائي
يچي چور ڪيم ٻيون ’چاليون

## سُرآسا   ڪافي713

ٿل واهواڪي اس وطن ۾، اسرار تم دکايا
1 اب هو بهو ۾ هويم، تحقيق تاج پايم
ذڪرش لا اله مين گويم ايسي لذت جوُ آيا
2 عشق مرتا نهين جو جيتا، عاشق ڪباب ڪيتا
مئي جام مست پيتا، ڪيسا سواد پايا
3 جس رام نام ليبا، تس سير سارا ڪيھا
هٿ ۾ چراغ ڏيئا، اب جوت اي جڳايا
4 اس ڳلي ۾ سير بازي، چڙهدي غزا تي غازي
ويڪو "رڪيل" ترت تازي، عاشقان اي نرخ لايا

## سُرآسا   ڪافي714

ٿل هيڪل نتي هلي پئي، عشق خيال تو اتاري
1 آب گل ۾ آدم، بت خانه تو نهائي
پنهنجي ذات قلب اندر، ملڪن نتو ڏيکاري
2 سدا سک سهج ساجن، نيئين بهشت ۾ ويهاري
ڏيئي ڏوهه عذر داٽي، ڪجهه فراق ۾ گذاري
3 لولاڪ لما خلقت، اتم انسان اجاري
اسرار قرب سارو، ڏس نينهن جي نظاري
4 معراج محب منور، ڏنو پيار پياري
جبرائيل خاص خادم، اچي عرض تو گذاري
5 "رڪيل" راز يار جو، ڏسڻ پسڻ پساري
انسان شان تنهنجو، وحدت نتو وساري

## سُر آسا    ڪافي715

تل منهنجو سانول ڪيچ سڌايو، اديون ڪالهہ نہ ڪو هت آيو
1 ڪنهن سان ڪيان مان ڳالهيون ڪيڏيون، جيءَ بت سان اٿم جهيڙو جيڏيون
هڪ حيرت هوش وڃايو
2 هلڻ هيڪل ٿيم پنڌ هي ڏوڙو، ڏير ڏکي کي ڏيئي ويا وڇوڙو
سرتيون مان سر تي سهايو
3 ڪڏهن ڪيو هيم ڳالهيون شهانيون، وسري ويم نڪ ڪون سيئي نشانيون
تنهنجي ڳالهين جيءَ جلايو
4 پنڌ پري ٿيو سخت ڪشالو، شوق وارن ڪان سرتيون آ سولو
جن اسم جسم سان رلايو
5 رات ڏينهان ويٺي راهہ نهاران، روز "رکيل" جون پون پڪاران
اڇي ويڙهو يار وسايو

## سُر آسا    ڪافي716

تل دل ساز خود آواز خوش، هي درد ميري کي دوا
1 خلق ۾ گويد بدعت، بر صوفيان اسرار هئي
وهوا تماشا هم ديکا، باقي بالله اهل صفا
2 درد هئي دل درد هئي، گرم هي ڪب سرد هئي
هر وقت ناهڪ حال هئي، گاهي چنين گاهي هوا
3 پيريمغان روز ازل، اس عبدسي اعليٰ ڪيا
گم ذات ۾ هم ديکيا، ختم النبي يا مصطفيٰ
4 جام وحدت اي "رکيل"، آب دست ساقي مئي پئا
شراب هي انوار هي، هر دي هماري هي روا

## سُر آسا — ڪافي 717

ٽل جب دلبر شڪل جهان ڏٺم، هر صورت عين عيان ڏٺم
1 ڦٺم وجہ الله هر جاءِ هويا، سر اسرار صفات سمويا
ڪٿ صابر ڪٿ گلا گويا، ڪٿ ناز نياز تي گيان ڏٺم
2 تسي هر رنگ دي وچ وسدي هو، ڪٿي رهبر ٿي پہ ڏسدي هو
ڪٿي مار ڏاڙا دل ڪسدي هو، ڪٿي جنگ ڪٿي انجام ڏٺم
3 ڪٿي عالم ٿي ٻہ درس پڙهاوي، ڪٿي دير ڪنشت برهمڻ ڳاوي
ڪٿي حاڪم هوڪي حڪم هلاوي، ڪٿ حيرت وچ حيران ڏٺم
4 ڪٿي هستي هي ڪٿي مستي هي ڪٿي نرمي هي، ڪٿي سختي هي
ڪٿي بار برهہ دل خستي هي، ڪٿي راز ”رڪيل“ تي رحمان ڏٺم

## سُر آسا — ڪافي 718

ٽل ڪ يار پنهنجي سان صدق سچو، اهو خيال دنيا جو ٿي خام ڪچو
1 ڳوليندو وتين ٿو يار ڳلن ۾، جي ڪٿي سمجهين اٿي دلبر دل ۾
ڪين مڃي ٿو نفس پٽيو
2 ٿي سوداگر هل تون واپاري، اڳتئون ٻجهي ٿي قبر انڌاري
ڪم نہ ايندءِ ڪو ٻار ٻچو
3 ”رڪيل“ چوي ٿو روح نا رهي ٿو، دم دم پرينءَ لئي ساه سڪي ٿو
رمز انهيءَ ۾ روح رتو

## سُر صبوحي  ڪافي719

تل ڪنهيندا نہ ٽاٽا، فناڪا تڪاٽا
ڪسي ڪا شهر هي، دودن ڪا سفر هي

1 ڪرو انتظاري، سنو بات نهاري، هووڻ هشياري، دُور ڪا دهر هي
2 ڪوڙا هي بهانا، دنيا ڪا ديوانا، الاهي خزانا، برهہ ڪا بحر هي
3 اتڪل عشق باري، اولاهي مجاري، لنگهي ترت غاري، حقيقي لهر هي
4 پاوڻ عشق جهاتي، ”رڪيل“ ويک ذاتي، هميشہ حياتي، عشاقان امر هي

## سُر صبوحي  ڪافي720

تل عمر هي اجائي، وڃئي تي وهاٽي،
اتي جاڳ جندڙي، سچ ڄاٽي سڃاٽي

1 سُهاڳ جي سمهڻ سان، مٺي ڪين ملندءِ
ڪندءِ ڪانڌ ڪوڙي، اتي نا اگهاٽي
2 اٿي چور چرخو ڪتڻ ڪم ايندءِ
اجاري آتڻ کي، ڪر پهريون پڄاٽي
3 ڪر محراب مونا، سر نواءِ سچو تي
عشق جي نماز قلبي، مردانا سوماٽي
4 لون لون ۾ لوري، لڳڻ لا جون تنواران
جاڳڻ دل جياري، ڪڏهن ناڪماٽي
5 لڳم درد دل کي، اهو الڪو عجيبن
ڪر ياد هو هو ”رڪيل“ ڪيميان ڪماٽي

## سُر صبوحي    ڪافي721

ٿل هٿون دست ساقي، پئڻ جام جاٽي
اها رمز رندي، سڪي ڪو سنجاٽي

1 انهي تہ اڏي تي، اچن مرد ڪاهي، ڪسن پيا ڏهاڙيون، رجا خوف لاهي
ٻيئي جڳ وساري، ڏسن اڄ تاسباٽي

2 ڪٽيائون جنگ اڪبر، جنهن نفس ماريو، صفائي سچائي، اندرتن اجاريو
لڌائون ولايت" اهو ملڪ ماٽي

3 اٽڪل ڪوڙباري، مڪرسان نہ ملندو، جنهن دل صفا تي تنهين فيض جهلندو
اهڙي عادت اصيلن هدايت هاٽي

4 "رکيل" درد وارا، دڪائن ٿا دونهان، لڌائون علم لدني، سدا سير سونهان
ٿيا راهہ رهبر، تڪن ناتڪاٽي

## سُر صبوحي    ڪافي722

ٿل لڳيم رمز دل سان وڌم سوز ساڙي
اٿم بيقراري هلڻ هوت هاڙهي

1 سمهڻ نہ سهائي، ويم تانگهہ لائي، اينديس پاند پائي، پرين شال پاڙي

2 لکيو تہ قلم سان منهنجي نصيبن، ڪيان درد دانهان ورتم روج راڙي
حب تہ وطن جي، اوجاڳا عجيبن

3 هت هتي سڄڻ مان هڏڙا جلايان، آيم عشق وهوا ڪجهہ ناگهتايان
ٻري باهہ سڪ جي، ائين ٿي اجاڙي

4 عاشق جي اندر ۾، اٿن ٿا الانبا، وجي جر ساڙي حاسد پاڻ پوندا
ڳجهيون ڪر نہ ڳالهيون، عاشق ڪيئن اگهاڙي

5 "رکيل" پئو بحر ۾ وجي ڪين ڪاهي، فاني فنا ۾ رجا خوف لاهي
اها باري بقاءَ جي، اتي ڪير چاڙهي

## سُر صبوحي كافي723

ٹل پين سور سرڪي مڙن نا متارا
رکن شينهن جيرو صبر عشق وارا

1 ڪيئي مرد مانجهي، لهر ۾ لڙهن ٿا، نہ ترهو نہ ٻيڙي، موٽيانا مڙن ٿا
نہ ملاح مشڪل نہ ڪنڌي ڪنارا

2 اهڙو اندر ۾ درياءَ دهشت، سمنڊ ٿو سمائي ڏيٿي وير وحدت
چولي ۾ چلن ٿا، ماڻڪ موتي موچارا

3 تڙي غير غفلت، صوفي رک سچائي، ڳجهو راز دل جو پرينءَ سان پاڪائي
ڏيئي پوش پردو ڪن اندر ۾ اسارا

4 پائي جهاتي اندر ۾ ساجن سو سڃاتم، وجهي ور سوگها پرين پيچ پاتم
وساريان نہ توکي منل يار پيارا

5 لوڪون لاڳاپا ڇڏيم سڀ لاهي، جياپو، "رکيل" جو ادبون عشق آهي
ٿيم حال هڪ سان، ڏٺم نينهن جا نظارا

## سُر صبوحي كافي724

ٹل سيني ۾ سمايا سنهان سور مانکي، عشق جا الانبا پون پور مانکي

1 اصلي ازل جا، اڄ ناڪله جا، اهي ڪم قلم جا، لکيو نور مانکي

2 گهي سهمان ٿو، گهي مچ ۾ پوان ٿو، اناالحق چوان ٿو، ڪيو منظور مانکي

3 اهڙي اُتم ۾، لڳ آويڙ ڪن ۾، عشق جي چنبن ۾، ڪيو چڪ چور مانکي

4 "رکيل" پيرپائي، اهڙي لنو ڪير لائي، سرتي سختيون سهائي، گهائن گهور مانکي

## سُر صبوحي    ڪافي725

ٿل اڄ ڪا خبر وو پنهل ڏونهہ جو آئي
ڏيو صاف سرتيون وطن جي وڌائي

1 سوَهي ستيون ڪيون تتي ڪي طبيبين، بنان يار ٻاجهون لڳي نا دوائي
2 لکيو پاڻ پاڙيان، سمهڻ سيج ساڙيان، اکين کي اوجاڳو ڏنو جوش جائي
3 اهو حال دل جو مان ڪنهن کي ٻڌايان سک قرار صحت نکو سورپائي
4 رمز "رکيل" کي اچي محب موهيو، تنهنجي طعنن تپائي تتي کي توائي

## سُر صبوحي    ڪافي726

ٿل ڇگن ڪون چنگائي پلاڪن پلائي، فائق فيض وارا سخن تن سچائي
1 اصل جي اصيلن، سچاتو رسيلن، فڪر فهم تن کي، رکن نادغائي
2 ڪي ٻني کي نهائن، ڪي نهيءَ کي وڄائن، ظالم ظلم وارا هڻن دم هوائي
3 ڪي ظلم سان رنجائن، غريبن کي ڏکائن، وڃي آه تن جي، عرش ۾ الاهي
4 نہ ڪجھ ساڻ نيندا، هتي ڪين هوندا، چغل شوم شاهد، پڇرڪن پرائي
5 مناءِ موچارا قائم قرب وارا، "رکيل" راهہ رب جي وٺي وک تن وڌائي

## سُر صبوحي    ڪافي727

ٿل دلدار دلڙي لتيئي يار منهنجي، ڪيان انتظاري، رهڻ سان نہ رهندي
1 اکڙيون اوهانجون هڻن تيغ ٻرڇيون، ڏسڻ سان ڏهاڙيون سک ڪين لهندي
2 آتش عشق ٻاري، لاتو جوش جاري، ازلي چڻ ابدي، آهيان يار تنهنجي
3 خوش هي خلاصو توڻي، طعام خاصو، ڪاڻ تنهنجي ٻاجهون لذت ڪين ايندي
4 ڇڪن ڪئون ڇڏايو "رکيل" کي رلايو، اڄهو پيير آيو وڃان سيج سهنجي

## سُر توڙي كافي 728

تل وهوا فيض فياض شاهنشاهہ علي
مولا آپ سڏيا اسد الله علي

1 قاتل كفار تي نعرا حيدر، ڏاهہ ستيندا قلع خيبر
شير بهادر زوري زابر، مرد منور ماهہ علي
2 علم توحيد تي تاج امامت، فيض حقيقي كشف كرامت
دئي نهين هر دم حكايت، هي گمرانهين دي راهہ علي
3 حوض كوثر دا جام پليندا، نصيب والين كون پر پر ڏيندا
شان سخادا قرب هليندا، هي ٻيوا هيندي واهہ علي
4 مشكل كشاتي بخت ستارا، شاهہ مردان هي رب دا پيارا
جي عاشق ٿيوين اهو سمجهہ اشارا، درد ونديا ندي درگاهہ علي
5 پنجين تنين دي پيزار سڏيوان چارئي ياراكين ديان ڏيهان
شوق شراب "ركيل" مئي پيوان، هي دين ايمان ويساهہ علي

## سُر ڏنا سري كافي729

تل جستن لڳڙا كيتا عشق ظهور، نور اعليٰ نور
1 غير دليل تي اٽكل بازي، ركڻ طلسم كوڙ مجازي
سر اڏي تي كسدي غازي، مست هوئي منظور
2 وچ دروني پاتم جهاتي، نور ظهور سڃاتم ذاتي
وچ صفات نفي اثباتي، پيتم شوق طهور
3 حضرت عشق كيتم روشنائي، صوفي صاف وجود صفائي
حق شناس حقيقت آئي، سارا معلوم ٿيا مذكور
4 "ركيل" راز ماهي من پاوين، دم دم نال وصال وڏاوين
تي منصور تي منصب پاوين، حاصل حق حضور

## بيت (1)

لکيو روز ميثاق جو، ائين قلم اڙهي
علي جي اولاد سان، اچي جنگ جڙي
سختي شهزادن سان، وجي ڪيئن مڙهي
هيا اهي امتي، آيا سڀ مڙي
اها مصلحت وين لڙهي، ”رکيل“
ڪيائون حملو مير حسين تي

## بيت (2)

ڪري حملو مير حسين تي، ڪوفن قصد ڪيو
لکيو هو اڳ جو، پسڻ پوءِ ٿيو
پاڻ وٺنديون ٿو ڪري، ناهين ڪو پيو
اچي اوڏانهن پاڻ ٿيو، ”رکيل“
نہ تہ ڪوفي اهي ڪير هئا

## بيت (3)

هي هي مير حسين ڪي، ڪوفن ڪوٺايو
ويسه بہ ڏيئي وچ تي، تن ڏوهہ اهو ناهيو
ڪربلا جي ميدان ۾ اچي ويرن ورايو
”رکيل“ رب سندو رايو، مچي بيٺا ميدان ۾

## بيت (4)

ڪربلا ۾ ڪارٽي، آيا اڄ امام
سختي صبر تن جو، ٻئو ڪٽي ڪير ڪمام
هي نظارو نينهن جو، آهه سمجهڻ مشڪل مام
"رڪيل" اعليٰ تن جا شان، جيڪي شائق شير شهيد ٿيا

## بيت (5)

ڪربلا جي پڙ ۾، آل نبي آيا
توڙون هي تقدير هئي، ربّ سندا رايا
هلي آيو حر، جنهن اڳيان ملهايا
"رڪيل" سچي بي بي ڄايا، مير پياهن مامري

## بيت (6)

ڪربلا ۾ ڪارٽي، آيا اڄ امام
ٿيو آواز و عرش تي، هي ٻڌي جنگ جهان
روئڻ ٿيو راڄن ۾، ملڪن ۾ ماتام
"رڪيل" موٽ مديني جا ڄام، ٿيا سچا تنهنجا سپرين

## بيت (7)

قضيو ڪربلا جو، ٻڌو جڳ جهان
زمين تي زاريون ڪيون، رُنو پٽئي آسمان
اهڙو شوق رک شهيدن سان، اعليٰ تن جا شان
"رڪيل" اهي لاهي شڪ گمان وڃي سچو سچاتم سڱ پرين

## بيت (8)

علي جي اولاد سان، هو جونا ٿا جهيڙين
ڪري جلوو جنگ جو سي ويري ٿا ويڙهين
ڇڏي پاسو بهشت جو، هو دوزخ ڏي دوڙين
اهي ڦڪائي ڦيرين، "رڪيل" ٿيا جماعتي يزيد جا

## بيت (9)

ها جگر گوشہ علي جا، پيارا پرين پاڪ
اڃي رسيا رڻ ۾، هل پيو هي هاڪ
بي بيءِ ڪي بيابان ۾، ٿا واهوڪن واڪ
مڃيائون رب رزاق تہ "رڪيل" امر ۾ اڃي ويا

## بيت (10)

فرزند شير علي جا، اهي پٽي ڏيندا ڪين
حسن مير حسين جي، جڳ ٻڌي روءِ زمين
لرزو ٿيو اين ڪي، اهي تپي ٿيڙا تين
ملڪن ۾ ماتام ٿيو، هئي هئي حسن حسين
قادر رب ڪريم، "شاهہ رڪيل" پنهنجن جون پرڪان لهي

## بيت (11)

قضيو ڪربلا جو، ڪي رند سڃاڻن راز
پيالو شراب طهورا شهيدن پيتو هي نينهن نسورو ناز
الست بربڪم قالو بلا، اهي ڪنين پين آواز
هي سر ڏيئي ٿيا ساز، تہ "رڪيل" وڃي رسيا رب سان

## بيت (12)

سر مبارڪ سچن جا، مٿون نيزن جي نشان
ميجيائون امر رب جو، اهي آل نبي سلام
بي ادبن بي ايمانن، يزيدن جا جهڳا ٿيا ويران
رڪيل وڏا اٿم ارمان، عليءَ جي اولاد جا

## بيت (13)

جنڪي حب حسنين جي، اهو سچو ٿيندو سچ
لهندو بہ رستو رب جو، ٻيو ڪوڙ وڃائي ڪچ
جلن جاڳڻ جوش سان، پتنگ وانگي پچ
"رڪيل" اهو من ۾ ٻارج مچ، تہ ٿئين رسيلو راهہ سان

## بيت (14)

ڪٽي چٽنگ چڪي ڪون، جنهن من ۾ ٻاريو مچ
ٻي ٻيي ڪا ٻاري اچي، هن مچ منجهون ٿي ڳچ
جيڪي هٿ سيڪينديون مچ تي، تن جو سيءَ نہ لٿو سچ
او "رڪيل" پتنگ جان ٿي پچ، تڏهين پرين ڪندءِ پنهنجو

## بيت (15)

سسيون جنجون سير، سي ڪيئن سک سمهن
ورد وظائف ويجهڙا، پري ڪين پڙهن
جنجي اور الف سان، ٿي لوچو لاهو تن
هاٽي جهاڳي سنج سنجن "رڪيل" وسئون ڪي ٿيا ويجهڙا

## بيت (16)

جي سر کي وڍي سرندو ڪرين، ته سچو ٿيندءِ ساز
ڪرشتونو شمع تي، پتنگ ڪر پرواز
ڪوڙ ڪيڏي ڇڏ ڪڙهه مون، پوءِ سڏائج ساڏ
ڪل شيءِ يرجع الا اصلح اثر جهين جو آب
”رکيل“ ساڻ حساب، اڃي هوت ڪندم هڪڙو

## بيت (17)

وڍي ٽڪي ڳڀل ڳڇل، عشق ڪيم عضوي
هر رڳ مون تنوار پرين جي، اڇن هو سندا رتبا
وحده لا شريڪ له، اندر ۾ جوش ڏنم جذبا
”شاهه رکيل“ پرين سي پسبا، منهنجا هڏ ته هلندم هوت ڏي

## بيت (18)

قتيل بـ فڪر فراق جا، ڪن درد منجهون دانهان
تو هڪ بنا ٻئو نـ ڏسن ٿا، ٻيون وڃائن واهان
اڳهيون بـ عرش عظيم تي، وڃي انهن الاهان
ڏجن بـ ٻڏن کي ٻانهان ”رکيل“ جيڪي گهڙيا ترهو وني تار ۾

## بيت (19)

پر سڏ سمنڊ جي تن کي، جيڪي انهين گهير گهريا
ڪڙڪن بـ ڪن لهر لقاءَ جا، هو ڏسي ڪين ڏريا
ڪل ڪنڌي جي ڪير لهي، اوهي ويا ڪين وريا
تن کي چون لوڪ چريا، ”رکيل“ اهي ڪاهي پيا ڪين ۾

## بيت (20)

پر اول بہ ٻڌم ڳالهيون ڪين جون، اها ڪمڙي آهي ڪين
جڏهن بہ ڏٺم فنا پاڻ کي، تڏهين ڪل پئي هم ڪين
اڻ وهڻ هٿ هوت جي، اهو ڇاڻ پيم مان ڪجھ نہ آهيان ڪين
اويڪ دل ساڻ يقين، "رڪيل" ڏسان ٻيو ڪين، بناڪلتار جي

## بيت (21)

ڪين ڪمايون ڪين ۾، ائين جاڻ تہ مان ڪجھ نہ ڪيو
حجتي لعنتي ولا امتي، سچي سخن چيو
مجاهدو ڪري ڏس من ۾، اندر پائي لعل ليو
"شاھ رڪيل" ناهي ڪونہ ٻيو، حق سچائي هڪ تو ڏسان

## بيت (22)

ڪين ڪمائي ڪين ۾، چئو ناھ ڪيون ناهين
حجت ناهين حبيب سان، هٿ سينو ڇا ساهين
جيڪي پڇئي جي جلا، جي ڪيچ متي ڪاهين
جڏهين لاڳاپا لاهين "رڪيل" تڏهن هادي حق سڃاڻ تون

## بيت (23)

ندوري نفس نجس نادان جو، پيچي چڙ هي پل
موتو واري مام سان، آھ مرڻ تن جو ملھ
ڪري تن تراب، وٺ هيڪڙائي جو هل
پوءِ ٻڌي گيڙو گل تہ "رڪيل" عادت مون اٿر ٿئي

## بيت (24)

اٽڪل ڪوڙو آسرو، ڀڃي ڇڏهي ڀئو
محبت جي ميدان ۾، پاڻ وڃائي پئو
مهميزان مارن جون، سر مٿي ٿي سهُ
ڪنهن جو ٻڌي ڪين، وراءِ تون وٺ پرينءَ جو په
پوءِ ڪيڏي گوهيون گهه، تڏهه ”رڪيل“ عادت مون اثر ٿئي

## بيت (25)

لهي ڏس لوهار ائون، جاچي پنهنجو جيءَ
دمن سان ڏوٽي ٻڌي، وجي وحدت پيالو پيءَ
مٿون سر سنداڻ جي، وجي هٿاب وڏاڻن ٿيءَ
تو بنان نا لوهه هي، هٿيار نه ٿيندءِ هيءَ
تڏهه تيز ترار ٿيين، ”رڪيل“ لاهي ريءَ
پوءِ وسڻ وارو ويءَ، اٿي محبت جي ميدان ۾

## بيت (26)

محبت جي ميدان ۾، اٿي سيتي سُڄ
طالب تسا توڙجا، تا اکين لاهِن اُڄ
هستي هُجت ڪيني ڪي، هت ماري ڪيائون مڄ
اُهي ”رڪيل“ سورن جڄ، وڻجارن ونڊائيا

## بيت (27)

پر وٽجارن ونڊائيا، ڪي رنائي ات وڻن
وجهي ڪرت ڪيپار ۾، وتي وحدت ويراڳن
ڇڏيائون، ناسوت ڪي، هليا مٿي پنڌ اين
ملڪوت ۽ جبروت جون، تا ڳجهيون ڳالهيون ڪن
باقي بحر بقا ۾ وڃي، لوڇو لاهوتن
ها هوت ۽ باهوت ۾، تا صبر چپ چون
اهو ڳجهو ڳالهائن، "رڪيل" آڏو تي عام ڪون

## بيت (28)

ڳجهي پي علم غيب جو، اٿي اندر ۾ عالم
حافظ حقيقت ۾ ڏس، دل ڪمائي دم
دل جون ڳالهيون دل سان، هڪ موليٰ کي معلوم
او "رڪيل" سچائي جو سنگ، وجي ڳنڍ پرين سان ڳجهه ۾

## بيت (29)

پرگجهوٰ ٻه ڏسان يار کي، مٿون اکين جي ستر جا پردا
حسن ۾ حيران ٿيس، اهو هوش ڪيم گردا
فقيرن جي فوج ۾، ڪيئي لک ڏسان بردا
"رڪيل" پوءِ طالب اهي ترندا، ڏسن احد احمد هيڪڙو

## بيت (30)

علم سڃاتو عارفن، هڪڙو حرف پڙهي
نانهه ڪيائون ناسوت کي، ڏيئي ترت تڙي
محبت جي ملڪوت ۾، ذڪر گهٽ نه ڪرن گهڙي
ڏکيو پنڌ جبروت جو، اتي جوڳن جان جڙي
لنگهي لاهوت لامڪان ڏنائون، هر جاءِ هڪ ڏٺي
تن ڳجهه ۾ ڳالهه ڳٺي، "شاهه رکيل" عاشقن معشوق جي

## بيت (31)

پر لاهوت ۽ لامڪان جي، سڌ پيئن ساري
هر طرحين آهه، حيرت هوشياري
هر صورت ۾ سوپرين، ڪڏي پاند نه شماري
"شاهه رکيل" ڏکن ڏيکاري، اها آشنائي عجيب جي

## بيت (32)

لاهوتن لوچي لڌو، جاٽي سڃاٽي
قطرو قلزم ۾ پيو وڃي، ٿيو پاٽي ۾ پاٽي
پاڪ رليو وڃي پاڪ سان، اتي ڪوڙ ناڪماٽي
"شاهه رکيل" جن موج اها ماٽي موٽڻ تن محال ٿيو

## بيت (33)

جي عاشق ٿئين معشوق تي، تہ ٿيءُ طمع کان تارڪ
هڪ صبر ٻي سڪ، اهو تي مردن جو مرڪ
ڪنڌ نہ ڦيرج ڪا ڏهين، تي استغراق ۾ غرق
پوءِ "رڪيل" پونديءَ فهم فرق، تہ سچو سيباڻيندي يارکي

## بيت (34)

عاشق ويا او ڏهين، جٽ هاءِ نڪائي هوءِ
هستي هوڙ کون لنگهيا، وڃي جاءِ لڏائون جوءِ
ويا وڃڻ کون پري، اتي باس نہ ڪائي بوءِ
"شاهہ رڪيل" روءِ برور، وڃي هوت لڏائون هڪڙو

## بيت (35)

عاشق ويا او ڏهين، جاتي ماٿهن ليکي سنج
جهاڳي بربيابان ڪي، وڃي روهہ لنگهياهو رڃ
سچا طالب حق جا، ٿا اکين لاهِن اڄ
"شاهہ رڪيل" جئين شادن وارا جڄ، تئين سيڪڙو وڃي سڪ سان مليا

## بيت (36)

هلن سيئي حاج سان، تنهن چتر ڪي چوري
لاڳاپائي لوڪ جا، هت ڇڏيائون اوري
اميد نہ تن آسرو، سر گهريائي گهوري
پوءِ ڏکن سان ڏوري، وڃي "رڪيل" رسيا راهہ سان

## بيت (37)

پر رکيل رسيا راهہ سان، ٿيا وسنو کي ويجھي
محبت واري مام کي، تنهن قلب ڪيو ڪوجھي
وفي انفسڪم افلا تبصرون، ساهہ لهن سوجھي
پوءِ "رکيل" اڪيون اڀوجھي، ڏسو عشق الله جو

## بيت (38)

جوڳي جڳت ۾، ۽ جڪي جاليائون
ڏيئي تسبيوتن کي، هي پاڻ نہ پاليائون
مٿي سندن ماڻ، سو صبر سمجھائون
پوءِ "رکيل" دل کي ڏوتائون، آڱر تنهن جي گھر ۾

## بيت (39)

جوڳي پيا جوڳ ۾، هي پهرين پڇائي
پائي منهن مونن ۾، ويهن ماتم مچائي
ساري رات سيد چوي، ٿيا روان رچائي
تن کي بيشڪ بچائي، "رکيل" آڱر تنهنجي گھر ۾

## بيت (40)

جوڳن پاڻ جلائيو، هي جيءَ سان ڪري جار
سي سڪيا سمھڻ نہ سيج تي، نڪو نيڻن ننڊ قرار
اوجاڳو عجيب جوهي، ڄاڻن سڪيو آهہ سينگار
ڏسن ڏهاڙيون ڏک کي، هي عشق تنهن جو يار
پوءِ "رکيل" وٺي ناهين وار، آهہ گر تنهنجي گھر ۾

## بيت (41)

جوڳن ڏني جوءِ، ڪيئن پهري پاتائون
خودي ڪائي خاڪ ٿيا، سالڳين لاتائون
هلن هيٺين حال سان، هي وائي واتائون
او "رڪيل" چنگي پرجاتائون، آهہ گر تنهنجي گهر ۾

## بيت (42)

سچائي جو سندرو، هو ٻڌي ڪيئين ڇوڙين
ووڙن پيي پنهنجي وجود ۾، اها جاءِ چنگي جوڙين
محبت جي ميدان ۾، نيئي خيماتا کوڙين
او "رڪيل" اهي مهاران موڙين، ڪيون منهن ملير ڏي

## بيت (43)

نازڪ نينهن سڄڻ جو، آيو مٿي سر کهي
مس مستي جي پنو دل جو، ويئي قلم وهي
فاذکروني اذکر کم، سوجهي ڪيم سهي
پوءِ "رڪيل" بات رهي، اچڻ سان عجيب جي

## بيت (44)

آياتوبہ واري تنگ ۾، ڪئي سامن سڌ سهي
پائي منهن مونن ۾، ٿيا پرينءَ ساڻ پهي
سوجهي لهڻ سوجهرو، منجهون قلب کهي
"رڪيل" اهي لاهوتي ۾ لهي، سونهان ٿيا ساٿيہ جا

## بيت (45)

پر سونهان ٽيا ساٿيھ جا، جوڳي ڏسي جوءِ
صبر جو سندرو ٻڌي، اها بانس لڳي اٿن بوءِ
فاذڪروني اذڪر ڪم، هي رب ڏيکارين روءِ
پوءِ هو ۾ ٽيا هوءِ ۽ وڃي، ”رکيل“ سي رسيا

## بيت (46)

صبر سوئي سک ميان، وٺ چپ منجهون چارو
ٻوڙو ٿي ٻيائي ڇڏي، ڪر اندر او سارو
ماٺ ڪيون من ۾، ائين ويھ نہ ويسارو
مدعي ماري ميد ڪر، لهي دشمن نہ وارو
پوءِ ”رکيل“ ويچارو، وڃي رسيو راھ سان

## بيت (47)

پر رکيل رباني راھ، ڪي صادق سچاٽين
ٻولي ٻاروچل جي، هو پرين سان پاڙين
جن جي اور عجيب سان، سي سمھڻ ڪي ساڙين
”رکيل“ اهي مرجان ٿي ماٽين، مدرسي محبوب جي

## بيت (48)

فاٿئي منجھ فقير، ٿاسامي سڏائين
جوڳي پنهنجي جي ڪي، ٿا جوشون جاڳائين
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، سي نينهن سان نباهين
اهي ڪاھ ڪيون ڪاهين، ”رکيل“ انهي راھ سان

## بيت (49)

تي فنا واري فرض ۾، تڏهن چئو تڪبير
من مصلو منهن محراب، جند جامي عشق وزير
نيت ٻڌي نينهن سان، تي قائم او ڏو ڪير
ڪڏهن قضائي نہ ٿئي، آهن فاقئي منجهہ فقير
توڙون جي تقدير، "رڪيل" اصل عشاقن تي

## بيت (50)

پر اصل عشاقن تي، آئي آيت هي انعام
ونحن اقرب اِليهِ من حبل الوريد، سڃاڻن سبحان
سر نوائي سجود ۾، تن تابع تن تمام
سينو سندن صاف هي، منجهون قلب ڪلام
پوءِ "رڪيل" هي پيغام، ڪي رند سڃاڻن رب جو

## بيت (51)

اندر اوجاري، ڪر وحدت ساڻ وجود
نانهہ ڪيون نفس ڪي، تي نفيءَ سان نابود
محبت جي ميدان ۾، ڏي سجدو سر سجود
پوءِ "رڪيل" جودون جود، ڪمائي ڏس تون قلب سان

## بيت (52)

ايت تنهن جو اجرو، هي اصل ڪون آباد
اٿن آڏي رات ڪي، اٿن ازل جو ارشاد
منجهہ مراقبي مشغول ٿيا، او سندن دلبر داد
او "رڪيل" هي عمر تن افراد، جن وساريو رب ڪي

## بيت (53)

ساريان سڪان سوز ۾، سا محبت منهنجي من
پار لنگھياسي پاتڻي، هو جوڳ پچائي جن
ٻڌو صوفن سندرو، تا گھاتو رب گھرن
"رڪيل" فتح پور فقيرن، سي آبادي منجھ آئيا

## بيت (54)

ڪيو شمس شعاع ٽيو، رات ويهامي ڏينهن
زنا ور سڀ ضايع ٿيا، جڏهن ٻيلي پيو شينهن
سنهون ثابت ڪينڪي، اٿي ٿلهو ٽورو پينهن
اٿئي ٿڙيون فتحپور تي ۽ ميرانپور تي مينهن
جڏهن نئون لڳوسين نينهن تہ "رڪيل" جانب مليوسين جهوڪ ۾

## بيت (55)

طنابان نصيب تڏهن ڇڪيم، جڏهن گهريم دل گڏي
ميرانپور جي مير جي، وجي پيس تڏهن تڏي
مان جھڙي ڪي مرد ڀي، ڏنو فيض سڏي
"رڪيل" پوءِ ڇڏياءِ هئن اڏي، جو هر رنگ ۾ تي هڪ ڏسان

## بيت (56)

ميرانپور جا منگتا، ڪر پرين جي پچار
دست وتم دلبر جو، اجهي عبدالستار
سڪ ٻڌايم سندرو، ڏينهن چڱي ڪنهن وار
اندر ۾ هو جي تند تنوار، "رڪيل" اٿم لون لون لوري يار جي

## بيت (58)

جهلو جهوڪ ڏٺن جو، جت فقراون جي فوج
ٿيو جاري فيض فتح پورتي، چڙهي ميرانپور جي موج
طالب تسا توڙ جا، تا اڪين لاهن اوج
ايها محبت واري فوج "شاهہ رڪيل" جيڪي آيا در الله جي

## بيت (59)

صوفن جي سردار سان، وڃي منهنجو پهہ پيو
لکيو روز ازل جو، منيس ميسڻ مون نہ ٿيو
دلڙي قاتم درد ۾، مون ڪون سمهڻ ساءِ ويو
وڃي اوچتي ۾ پيو "رڪيل" منهنجو سودو شرافن سان

## بيت (60)

پر سودو شرافن سان، سرجو سانگ نہ ڪر
وڃي پيي مطلوب اڳيون، سر اڏي تي ڌر
شمع جيئن شعاع جو، سڪ پرواني ڪون پر
پوءِ ايندءِ نينهن نظر تہ، "رڪيل" تو منجهہ ڏيرو دوست جو

## بيت (61)

تو منجهہ ڏيرو دوست جو، جي سينو صاف ڪرين
لاهہ سياهي ڪس قلوب جي، وڃي پهچين جي پرين
لامقصود في الدارين الا هو، جي گهاتو رب گهرين
"رڪيل" محبت منجهہ مرين تہ سرهو ٿئين ساٿ سان

## بيت (62)

آتش الانبو عشق جو، جنهن چکن کئي چاتي
پائي ڏنائون پاڻ ۾، اها اندر ۾ جهاتي
درد وندن جي دل ۾، اچي تيو ظهورو ذاتي
او"رکيل" لون پرينءَ لاتي، تيون دانهان نکرن درد جون

## بيت (63)

صحبت سنگت سورن سان، مون کون سک جو ساءَ ويو
لڳيم اور الف سان، شل ڏسان کونہ ٻيو
جانب سندي جوءِ ۾، وڃي پاتم لعل ليو
"رکيل" وڃي اوچتي ۾ پيو، منهنجو سودو صرافن سان

## بيت (64)

کنڌ نہ ڦيرج ڪاڏهين، وٺ سڌي وات سچار
ويهہ نہ ويلو وڃ تي، هي اوٺ نہ گهر آڌار
ڪاهہ تہ پهچين ڪيچ کي، پڇ نہ ٻيائي پار
"رکيل" اجهي عبدالستار، ڪٺي ولهي کي ويجهو ڪيو

## بيت (65)

ويجهائي جي وڃ تي، اٿي ڏونگر وات ڏکي
ٽڪرجي ٽڪڻ جي، اچ ڪنهن سالڪ کون ۾ سکي
وحدت ۾ وهلور ٿئين، اندر جوش جکي
"رکيل" اها وين نندب سکي، آڙاهہ پيا وڃي عشق جي

## بيت (66)

نيت ٻڌم نينهن سان، سا قضا ڪين ڪيم
وضو ساڻ وجود جي، سو هميشان ۾ هيم
پاڪي پليتيءَ ڪون، وڃي پري خيال پيم
پوءِ "رڪيل" هئين ڇيم، هوت تہ منهنجي هنج ۾

## بيت (67)

ناهي واند وجود ڪي، آءٌ نيتيان ڪيئن نماز
اندر تاران طلب جون، ٻاهر وحدهٗ جا آواز
الست بربڪم سٽيو، ار واحن آواز
جي "رڪيل" سمجهين راز، تہ قالو بليٰ تون قربان ٿي

## بيت (68)

سدا سر سجدي ۾، هڪ دم دم ساڻ نماز
رمز لڳي رڪعتان رهيون، اڇي نينهن مچايا ناز
وفي انفسڪم افلا تبصرون، عروج نزول سمايا ساز
هو سندي هل جا، تيم اندر ۾ آواز
او "رڪيل" ڪي رند پروڙن راز، ٻولي ٻانهپ ناهہ ڪا

## بيت (69)

من مڪو تن مدينو، ائين سالڪ تا سمجهن
هڪ لڏائون هڪ تيا، تا هڪڙو حرف پڙهن
هت لڏائون هوت ڪي، هو پري پنڌ نہ ڪن
دل سچائي طواف ڪيائون، هي ڪعبو ڪا پڙين

## بيت (70)

ڪيئن سڃاڻڻ سمجهڻ ۾ اچي، عاشق جو احوال
مخفي ڪمائن من ۾، ٻڌي خاوند سان هڪ خيال
ڪرامن ڪاتبين ٻنهي ڪلهن تي، ڇا لکن جواب سوال
نيڪي بدي ڪان نڪري ويا، جو واحد ساڻ وصال
”شاهه رڪيل“ پاڻ ڪري پئمال، وڃي لڏائون لامڪان ڪي

## بيت (71)

نادانن کي نينهن جي، ڪل پوي ڪيهي ڪيهي
ڏسي پنهنجي ڏيل ڪي، تا وڃائن ويهي
خود پرست خودي ۾، جاڻن پاڻ نه پرڏيهي
نه تا سڃاڻن نفس کي، وڃهي دروني ديهي
”رڪيل“ پاڻ منجهون پيهي، وڃي سچ سڃاتو سو پرين

## بيت (72)

ملان پيا وڃي مامري، ويا اکرن منجهه اڙي
جلن جاڳن ڪين ڪي، هو ڏسن ڪين ڪڙهي
علم سڄو هڪ الف آهه، هو ٻلنگهيا وڃن لڙي
هليا عداوت سان، ڪري چست چڙهي
رڪيل ٻاريو من مڙهي، اوجر ڏسو عشق جو

## بيت (73)

ڏسو منهن ملن جو، وجهي ڪائن لوڻ لسي
ڪن عرض الله کي، منهنجي وجهي جوءِ هسي
پنجئي وقت نماز ۾، ڏس گوڏا وين گسي
نہ اٿن خوف خداءِ جو، توڙي سجدي منجھ سسي
هڪ عداوت حال ٿين، ٻيو تڪبر وين وسي
پوءِ "رڪيل" وڃ رسي، ملن جي مجلس ڪئون

## بيت (74)

پنجئي وقت *نماز جا، هوڪرن ڪين قضا
نيڪ بخت نماز سان، چاڙن اها آهي رب رضا
عاشق اولا ۾ ايا، مٿي غازن سر غزا
"رڪيل" مولا جي محبت جا مزا، ڏوري ڏنائون ڏک سان

## بيت (75)

منهن سان منو اندر ۾ ڪارو
دغا پليتي دل ۾، ٻاهر نيڪن ڏيکارو
مولا جي محبت جو، هي لذائون نہ چارو
"رڪيل" پوءِ وڃائي وارو، هلنداسي هٽ ڪٽي

## بيت (76)

هلنداسي هٽ ڪٽي، هتون خاص صفا خالي
جهڙا آيا سي تهڙا ويندا سي، نڪا مٺ ڪري مالي
جنڪي عشق الله جو، تن کي لبن تي لالي
اهي مرڪن موالي، "شاهہ رڪيل" مدرسي محبوب جي

## بيت (77)

عجب جهڙيون عادتان، عاشقن جون آهين
ڏيئي سزا ساهہ کي، ٿا پلپل پچائين
ڪچن پچن ڪين ڪي، بي وائي ناوائين
صبر جي شمشير سان، ٿا خودي کي ڪائين
اُهي ناتو نيائين، "شاهہ رکيل" اڳيون عجيبن جي

## بيت (78)

اڻ تڻ اور عجيب جي، هدت ويهي ڪين وسار
حاضر ناظر حق کي، دل ۾ ساجنؔ سار
مشاهدو محبوب جو، دل اندر اوجار
پوءِ پرين سندو پار، "رکيل" ساڻ رفيق تيو

## بيت (80)

تو شو تنهين کي توڙ ڪون، جنهين ثمر سچي سک
توڪل جو تر هو ٻڌي، دل ڪيائون هڪ
وحدت جي درياءَ ۾، ڪنڌي نہ ڪائي يڪ
اهي لهريون لنگهي لڪ، "رکيل" ويا پرينءَ جي پار ڏي

## بيت (81)

ويا پرينءَ جي پار ڏي، اهي يڪا يگانا
سورن جا ۾ سيد چوي، تن کي ڳچيءَ ۾ ڳانا
ايا عبادت ۾ اهي، مشفق مردانا
ڪن "شاهہ رکيل" شڪرانا، جو پرين ڪياءَ پانهنجو

## بيت (82)

جنهن پايون پاڻ سي، اوري ٿي اوري
لهندا ڪين لڪن ڪون، ڏکيو ڏونگر ڏوري
صم بڪم سي ٿيا، جن چاس چکي چوري
پوءِ رکيل گهر يانا گهوري، تا سکيو ڇاڻن سر ڪي

## بيت (83)

اڻ تڻ اور عجيب جي، هي وحدت جي وهه واند
مرجان ڪيڏن ڳيرو، عشق اٺائي راند
سسي نيزي پاند، "رکيل" اچل تہ مرُ اڏ ٿئي

## بيت (84)

نفس نجس تو طلب ڪري، خورش چڱي خوراڪ
ڍاپڻ ڪون ڍئو نہ باسي، اتس سنجهہ صباحين ٻاڪ
خودي ڪٺي خراب ڪيو، بقوا هٽي تو باڪ
زيب زينت فخر وڏائي، چوي خوب ڪيان پوشاڪ
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان گهري تو ملڪ وڏا املاڪ
جن سڃاتو رب کي، سي عاشق ٿيا عشاق
رهہ "رکيل" منجهہ فراق، ٻيون وايون سڀ وسار تون

## بيت (85)

ٻڌ نہ ڳالھيون عقل جون، اھي ڪن ڪجاءِ ٻوڙا
نہ ڪر گلا پچر پرائي، مٿئون ڏوھہ چڙھنديئي ڏوڙا
عشق بنا افراد اٿي، ٻيا اجايا لوڙھا
ھن ڳلي ۾ لکين بادشاھہ، سوين صوبا وڃي ٿيا مٽي پنواڙ
"رڪيل" گھوٽ اھي گھوڙا، ڪي ڄاڻان ڪاڏي ويا

## بيت (86)

قلعا ڪٽڪ جا ڏٺي، ھيا حڪم دار
ويا لوءِ لڏي، لاڪا لک ھزار
ڳاھي ڳاھہ فراق جي، ڪيا ڏارون وار
"رڪيل" گھوڙا گھوٽ سوار، ڪي ڄاڻان ڪاڏي ويا

## بيت (87)

ڪي ڄاڻان ڪاڏي ويا، اھي لشڪر اتالا
ملڪ سڏائين پنھنجو، تن چست رڪيا چالا
ڏسجي ملھہ مٽي جو، اھو شان وڏي اعلا
"رڪيل" ٻڙچن جي پالا، وڃي خاڪي رليا خاڪ سان

## بيت (88)

خاڪي رليا خاڪ سان، ٿا چندن چرخ قرن
ڪي اچن پٺاڪن جو منھن اوڏھين، ڪي سڏاريو سمجھن
ڪي ھيڪڙائي ۾ ھڪ ٿيا، اھي ٻيائي ڪين ٻڌن
ڪن ڪي ڪنو ڪلان "شاھہ رڪيل" اھي ھت ھتي مشھور ٿيا

## بيت (89)

جو ڀِن جتانءِ ڪئي، هي پيرائي جا پار
عضوا ڪين امر ۾، آيا اڇا وار
جوت نہ جڳايئي، ڪيئي ستي ڪين سنڀار
پوءِ مڙيئي چونڊءِ يار، تہ "رڪيل" فلاڻو بہ فوت ٿيو

## بيت (90)

ڏس ساڳه تنهن سگ جي، تو سائين سڄاڻي
جي ڪجهہ مليس هٿ سان، سو وٺيون اماڻي
جاڳي ساري رات، پنهنجي ڏٽي جي ياڻي
اڃا تون "رڪيل" نتو سڃاڻي، پنهنجي مولا مالڪ هڪڪي

## بيت (91)

ڪتو در ڏٽي جي تو، پونڪي ساري رات
تو ڇڏيو در ڏٽيءَ جو، توکي سمهڻ ڪاٽڻ تات
ڏسي پنهنجي ڏيل کي، تو هت نہ سڃاڻي ذات
اها عمر منجهہ ظلمات، "رڪيل" ويئي پٽيندي نفس سان

## بيت (92)

ويئي پٽيندي نفس سان، تو ٻڌي ڪانہ پچار
ويچ مولا وارن وٽ، ڏيئي گوش ٻڌج گفتار
سچي محبت تن جي، جيڪي اهل فقر جا يار
ٻڌا گهوڙا گهوٽ سوار "رڪيل" ڪي چاڻان ڪاڏي ويا

## بيت (93)

ڦريين سان ڪيئن ڪٺي، دوستي دل پڌءِ
هن چل پل جي چاهه تي، عمر رولن منجهه وڏءِ
پرين جي پسڻ جي، نڪا سڌ لڌءِ
پوءِ "رڪيل" آري ڪيئن اگهئي، جو ڪوڙي آهين ڪانڌسان

## بيت (94)

منت سان محبوب کي، اون لهندين ڪين ائين
سوال حرام نہ ڪر سائين کي، هتي جوئي دم جيين
ڏيئي سر تان سرهو ٿيين، جي پيالو عشق پيين
ايو عبادت ۾ وڃي، پائج حال هيين
او "رڪيل" ڏوراپو نہ ڏئين، تہ وايون ٿينئي وصال جون

## بيت (95)

جي هڪ دل هجيئي هوت سان، تہ ٻيا سنگ سيئي ڇڏ
ڏيئي بہ باهہ پنيور کي، هن لوءِ منجهون ئي لڏ
ڪوڙي متي مائٽن جي سان، اها دل نہ ڪنهن سان گڏ
اهي بہ شڪ شرڪ تي، اتي آڏاٽان نہ اڏ
او "رڪيل" سڪ منجهون ئي سڏ، تہ اڳي پوءِ اجهو اهو اتي

## بيت (96)

پنيان هوت پنهل جي، ٿي رند وني، راهي
ڇري چرخو چور تون، ڪر سمهي نہ ساهي
سمهڻ اڳئون گهڻو اٿئي ٻي قبر اونداهي
تي ڏاهہ ٻڌي ڏاهي "رڪيل" ڏورون هن ڍڪار جي

## بيت (97)

هتيو بہ هجيئي هٿ ۾، پوءِ چرخو ڪيئن نہ چري
ڏورج ڏينهن جو، تون وينئين رات ڪري
سنهون ڪتي سيڪا، تون ٿلهو ويھہ ڏري
جڏهن ساءِ سبب ڪري، تہ "رڪيل" ڪپه مون ڪيميا ٿئي

## بيت (98)

پها ساڻ پريت جي، تون ناهي ويهہ ٽري
ور سهاڳڻ سڏبين، رک چيتو ڏونق ڏري
ويني اورج ايت سان، متان وڃيين ماڳ مري
پوءِ ڪُلنڊءِ درس دري، سامي مون سيد چئي

## بيت (99)

ڪڏهن ملنڊءِ ڪينڪي، سمهڻ ساڻ سهاڳ
ستيون سي سڪٽيون رهيون، تن ڪي پيرو ڏيئي ڪئن ياڳ
ڏک بنا سک نہ ملي، آيو ڏکي باب ڏهاڳ
ڪن ڪي ڏوريندي ڏينهن ٿيا ڪن ڪي لس لڳو آ لاڳ
اتي جاري ٿي جاڳ تہ "رڪيل" راضي رب ٿئي

## بيت (100)

جاڳڻ واريون جيڏيون ستيون نان سيئي
اوجاڳو ۾ اکين ڪي، ڏنائون ڏيئي
پائي منهن مونن ۾، ٿيون اورن اهيئي
پوءِ پري وڃي پيئي، "رڪيل" ڳجهي تن جي ڳالهڙي

## بيت (101)

برو ٻولي بلوچن جي، ٿا ڇيشي ڇيشي ڪن
ٻڙدا بار بلوچ جو، آيو متي سر مين
نندم قاذا نينهن سان، ٿا ڇگي چال چون
"رڪيل" سامي منجهہ سون، جوڳ پڇائي جاءِ ٿيا

## بيت (102)

ڇڏ خوشي خيشن جي، ڇن متي وڄ مري
راتيان ڏينهنا خوف ۾، ڏس ڪولي درد دري
تڏهين لهندين يار کي، سر گهوري وڄ گهوري
دنيا واري درد سان، ويا عقلي ڳتن منجهہ ڳري
جنکي ذوق ذري، شاهہ رڪيل مکو تنهن ماٽيو

## بيت (103)

دوشي موشي درد سان، اديون چرخي کي چورن
سياهي هي سيد چوي، تيون قلوبئون ڪورن
ونحن اقرب ليہ من جبل الوريد ڏسي الف سان اورن
"رڪيل" سندو سپرين، سوجهي لڌم سوجهرو

## بيت (104)

داڪا داڙي بسني، هتي نہ هونڊياس
هٿ ڪنيون هڪلان ڪيان، هي سور نہ سانيينڊياس
ڪاهہ تہ پڇين ڪيڄ ڪُي، ڇڏ ويهڻ جي ورجاس
پوءِ وڃين ٿيئين پاس، "رڪيل" اڳيون رام جي

## بيت (105)

ٻ تي ساوڻ ڏينهن، ائين سمهي ڪين وڃاءِ
اٿي آڌي رات کي، ٻڌ جوڙو ٻج رلاءِ
توبہ استغفار جو، هنکي چھبڪ چست چڪاءِ
عادت اوجاڳو ڏيئي، هي نيٽين ننڊ فناءِ
پوءِ سمهڻ ڪين سهاءِ تہ "رکيل" گروٽ گلا نہ ٿئي

## بيت (106)

ورکي وساريءَ، سنجھي سي تہ ستيون
سمهن ساري رات هو، پرجهي ڪين پٽيون
اڪٿين ملڪ الموت کي، اهي ڏسن ڪين تتيون
سج اپاري سيد چوي، اهي آرس سان ۾ اٿيون
اهي وٺنديون ڪين متيون، پوءِ "رکيل" هٿ مليندو
هوت ڪان

## بيت (107)

هٿ مليندو هوت ڪان، تن سڃاتو نہ سور
عمر ساري نفس سان وئي، منٽي جي هي مور
لهن پرجو پيچرو، هي چت ڪيو تن چور
وڃڻ جهوڪ ضرور، "رکيل" سي ويهن ڪيئن وسيليون

## بيت (108)

حجت ناهي هوت سان، اتي چلي نہ چارو
ٻڌو سورن سندرو، اچي ڏکن ڏيکاريو
مان جهڙيون ڪيئن مرڪنديون، جن ويني وساريو
هٿ ڏک پنسديون سي اديون، پوءِ ايندن سکن جو وارو
منهنجو مالڪ موچارو "رکيل" شل عيب نہ ڦولي انجا

## بيت (109)

چرخي سان چت لاتئي ڪيئي اتي اڏورو
ڪتڻ ٻاجهون ڪيئن هٿ، سٽ ڪندينءَ پورو
نئين توريندءِ تيز سان، اهو ساهہ سڪيو سورو
اوهت ڪامي ٿو ڪورو، ”رڪيل“ ناهيٰن جاءِ جلڻ ريءَ

## بيت (110)

ايٽ تنهن جو اجرو، تن اندر اوراٽو
وانديون ڪين وجود ڪون، ڪيئن منيون ڪن ماٽو
اوجاڳو ۾ اڪين ڪي، تن سڪ نہ سيباٽو
اوهت پاند نہ پڄاٽو، تہ ”رڪيل“ ثمر ڪٽجانءِ ساٿ سان

## بيت (111)

چرخي ڪي ڪاري، ائون سٽيءَ بيساري
سنهون ڪتئي ڪين ڪي، هٿ ننڍ ڪيئہ پياري
ناهين ڪاڻ شراف ڪي،هٿ زور اڳيون زاري
او”رڪيل“ هي وس نہ ويچاري، شل پوندي ٻاجهہ ٻروچ ڪي

## بيت (112)

ٻيهر ٻاروچل سان، وڃي ٻول ڪنديس ٻولي
پينر شهر پنيور ۾، ٿيس اديون اڪيلي
هيڪل وينديس هوت ڏي، اڳيون ڏونگر اٿم ڏولي
اها چيڀر جي چولي ”رڪيل“ اچي پنهل ڏيندم پاند

## بيت (113)

لڳي پاند پنهل، تون پنهل پاڻ سڃاڻ
خمر غفلت خواب ۾، هي ستي تي ناساڻ
پيس وٺ وصال جي، تڏهن پيس ڇاڻ
مني وارو ماڻ "رکيل" محبت ۾ مقبول ٿيو

## بيت (114)

ٻڌي سورن سندرو، اچي هتي هنڌ ڪيو
ايڏو درد دل ۾، مون کون سمهڻ ساءُ ويو
هٿ ڪنيو هڪلان ڪيان، اچي پرين جو پور پيو
پوءِ "رکيل" هيئن چيو، ٿيندم ميلاپو محبوب سان

## بيت (115)

ٿيندم ميلاپو محبوب سان، شل اوڄاڳي مون اڄ
طلب وني توحيد جي، ائين وحدت سانئي وڄ
جن ستي ساٿ وڃايو، "رکيل" تن ڪان يڄ
پوءِ ٿيندم وحدت وارو رڄ، تہ هيڪلائي مون هنڌ لهين

## بيت (116)

محبت جيئي مڄ ۾، تي ٻڙڪي ڪوناري
اڃهامي نہ عجيب جي، تنهن ٻاروچل ٻاري
وڃي اوڏي ٿينديس اوڏهين،جا تي ڇام پنهون آري
پوءِ "رکيل" رکي ڪوهياري، تي هٿ ڪنيو هڪلان ڪيان

## بيت (117)

هٿ ڪنيو هڪلان ڪيان، آءٌ ويتر ڪندس ويس
لڌم پير پنهل جو، سچ ڏاهي ڏنم ڏس
روهه ڏکئي رڻ راهه ۾، تون رهبر اچي رس
او"رڪيل" جبل سارو جس، تي راهه ڏسيون راڙيون ڪيان

## بيت (118)

ڏکي بکي ڏونگر ۾، تي ڪاهه ڪيون ڪاهي
ٻڌم سورن سندرو، آءٌ سڪ منجهون ساهي
توڪل ثمر توڙ جو، مون کي اديون ئي آهي
پوءِ "رڪيل" هي چاهي، جو پاهڻ پايم پالڪي

## بيت (119)

لوڪ ستو ننڊان ڪري، مونسان لڳت هي لڳي
سمهان ويهان سور سان، منهنجي اچي ننڊ ڀڳي
ڏاڍو ڏک اندر ۾، امڙ ڪا لاهي ڀيڻ سڳي
پوءِ ملندين پنهل سان تڏين "رڪيل" جڏهن سورن کي سنگتي ڪرين

## بيت (120)

ٻولي ٻاروچل جي، آءٌ سمجهي ڪين سگهان
جوڙ ڪيم جي جان ۾، مون کي اچي ڪين روان
وفي انفسڪم افلا تبصرون، ڪيو قول اوهان
روئڻ پٽڻ رسم راج جي، آءٌ ٻڌي ڪن ڪيان
پوءِ لوچي لعل لهان، تہ "رڪيل" جانب پنهنجي جوءِ ۾

## بيت (121)

اندر سنهان سور ڪڙا ٿيا. مون کي سڪ وڏو ساڙي
اڇن ٻ پاڙيچيون ۾ پچڻ ڪان، منهنجو هلڻ ٿيو هاڙهي
الانسان سري وانا سره، لوچي پرين لڌم پاڙي
او"رڪيل" آيم لڪن ڪون لاڙي، وڃي روءِ بروءِ رمزان لڳيون

## بيت (122)

اوري جهوري عشق جي، اٿم جي جسو جاني
فڪر ٻ تنهن فراق ۾، پنهنجو پاڻ ڪيم فاني
هر رنگ ۾ تو هڪ ڏسان، تنهنجو شعلو شهاني
او تون، "رڪيل" انسان، ڪٿي ڳجهه ڇپائي پانهنجو

## بيت (123)

سدا ڪال سڪال ۾، مون کي بره بڇائي بک
تنهنجي طلب تسو ڪيو، هت ڏوريان ويني ڏک
لڳم درد پرين جو دارين ۾، اهي سور پايان ٿي سڪ
او"رڪيل" توٽي ڪوسي لڳيم لک، تڏهن ٻ ڪندس پنڌ پرين ڏي

## بيت (124)

سندو پنڌ پرين ڏي، ڏنم سوجهرو ويم لڙ لهي
لوچي ٻ هن لڙات ڪون، ڪيم پنهنجو پاڻ سهي
فاذڪروني اذڪر ڪم، اندر اها رمز رهي
او"رڪيل" ڳجهه ۾ ڳالهه نهي، اچي پرينءَ واري پار جي

## بيت (125)

پيرين پنڌ وڃائيو، هو دل ڪشالو ڪن
اندر ۾ اور عجيب جي، سي ڪيئن سک سمهن
توڙي سمهن سيج تي، اوهي پاسي
”رڪيل“ اهڙي ريت رون، اهي سونهان ٿيا ساٿيهه جا

## بيت (126)

سور پرينءَ جو سک گهٽي، ڪيم اکين اوهيڙا
وسن پيي ساوڻ مينهن جان، منهنجا نيڻ ٻئي ٻيڙاها
اهڙو اوٻر عشق جو، ڪيم ڪهڙئون ڪو هيڙا
او اهي آيم او سيڙا، ”رڪيل“ امر ساڻ عجيب جي

## بيت (127)

باري بار برهه جو، مون کي کڻڻ ٿيوم اپت
تو ڏنهن ڪا توفيق ٿئي، نڪو زور پايان تي ست
آيس ۾ عشق طفيل ۾، ڏسان ڏي نڪوئي ڏت
اوروئڻ ٻاجهون رت ”رڪيل“ نتم حيلو بنا هوت جي

## بيت (128)

ڇا وهايئي پاڻ ڪاڻ، هتون سودو ساڻ ثمر
هت آئين ۾ تي ڏينهن، پيي تو وڻجيو ڪين وکر
نيڪي واري نانءَ جو، پيئي ڪونه قدر
او اها عمر ڪوڙ مڪر، تون ”رڪيل“ ڪاڏهن لهندين ڪانڌ کي

## بيت (129)

دل سڙي داغ ٿيا، اهي ڳوڙها ڪيئن ڳاڙيان
درد بنا اک نہ پڇي، اندر جيرن کي ڪاڙهيان
پٽر پرائو سور پنهنجا، اهو پلئو ٿي پاڙيان
او"رڪيل" سمهڻ کي ساڙيان، نہ تہ پونديءَ وٽ وصال جي

## بيت (130)

جهوري جيءَ جي ۾ جهران، اندر ڦوڙائي جا ڦٽ
چڪن بہ چاڪ فراق جا، نہ ٿا سندڻو ڏين هڪڙو سٽ
سمهڻ سورن گاڏيو اٿم خاڪ وڃاڻو ڪٽ
اهي پُور پون ٿا وٽ "رڪيل" مون کي اندر ۾ ئي عشق جا

## بيت (131)

هيڪري هي دل ويم هوت ڏي، ٻئي ڏي ڪيئن لڙي
خطرا پيي ڪچا ڪوڙ جا، ڪڍيم ترت تڙي
لاهوت او لامڪان جي، هي ٿي ڏسيون راهہ رڙي
ٻولي ٻاروچل سان، منهنجي پنهل ساڻ پڙي
هي تنهنجي سڪ ۾ سڙي "رڪيل" مان گهوريان گهر
پنيور جا

## بيت (132)

جي پيي ڪرين پنڌ پرينءَ ڏي، تہ ڏس فقيري پائي
سنگت ساٿي سور ڪر، ڇڏ طمع وڃائي
سکيو نہ چاڃ ساهہ کي، هل هڏا تپائي
"رڪيل" اها لڳت ڪولائي، تہ عاشق سڏجي اٿمين

## بيت (133)

توڙ جي تنبيهن سان تون منڪر ڪي مناءِ
ٿي يڪو تون يار سان، ٻي ڏي ڪين واجهاءِ
ڏيئي اوجاڳو ۾ اکين کي، سمهڻ ڪين سماءِ
محبت جي ميدان ۾، وڃي وک وڌاءِ
ان الله مع الصابرين، دل سچي جاڳاءِ
پوءِ "رڪيل" هيئن هاءِ، ته پرين ڪندءِ پنهنجو

## بيت (134)

سڪيو سمهڻ گهوريو، اها پياري ننڊ وڃاءِ
ڏيئي او جاڳا ۾ اکين کي، قلبي ذڪر ڪماءِ
تڏهين پرين ڪندءِ پنهنجو، ٻي ڏي ڪين واجهاءِ
"شاهه رڪيل" هي هي ڪيون هاءِ، ٿي هٿ ڪنيو هڪلان ڪيان

## بيت (135)

نڪو سنگت نا ساٿي، آهيان هيڪل هڪ جهٽي
ڇا وهايئي پاڻ ڪان، هتون هلندين خالي هٿ ڪٽي
نه ڪيئي عبادت رب جي، نڪا نيڪي باب ٻڌي
"رڪيل"پوءِ پوندءِ موت ڦٽي، جڏهن ولر کون وڇڙي هلين

## بيت (136)

فڪر ڪري ڏس پاڻ ۾، هي ٿي پاراهي جي جاءِ
جيئن فوتو پاٽيءَ جي مٿون، تنهنجي اندر منجهه هواءِ
هوا اهو دم ٿي خاڪي بت ۾، روحي رمز رلاءِ
حرص حوس نفس جو، ڇني پاڻ ڇڏاءِ
پوءِ "رڪيل" نام سڏاءِ، ته پرين ڪندءِ نيئين پنهنجو

## بيت (137)

ٻڌءِ الست بربڪم چيئي قالو بليٰ اهو سچو ڪر اقرار
ڪنڌ نہ ڦيرج ڪاڏهين، ونڃ پرينءَ وارو پار
ونحن اقرب اليہ من حبل الوريد، ڏس دل ۾ تي دلدار
"شاهہ رڪيل" متي سرمدار، اٿي ٻاري ٻار ٻره جو

## بيت (138)

ڪاري دل ڪيئن اڇي ٿئي، تنهنجي ڪاڏهن لهي ڪس
سور وهائي سچ جا، ونڃ ڏاهي وارو ڏس
ڏيئي اوجاڳام اکين کي، ويتر ڪجانءَ وس
پوءِ "رڪيل" ڇڏي حرص هوس، وڃي ٿي رسيلو راهہ سان

## بيت (139)

ٻيوس جوئي وس ناهن ڪو، جيڪي پاڻ ڪري
جسم جاڳاءِ جوش سان، تان ظالم نفس مري
مراقبو منظور ٿئي، اوهي گهاتو رب گهري
توڙي پنڌ پري، "شاهہ رڪيل" ٿيو سفر سجايو تنجو

## بيت (140)

منهنجو پنڌ پرين ڏي، اڳيون ڏکيا سور سجهن
سڪ وارن جا سور ثمر، شل هميشان ۾ هجن
سچي توڪل تن ٻڌي، هو وڃي پنڌ پڄن
"شاه رڪيل" اهي ٻيائي ڪين ٻڌن ٻيارا ٹيندؔ رباني
راهہ جا

## بيت (141)

هيڪل ۾ آيم سر تي، ناسنگت، ڪو ساٿي
ڏکيو پنڌ ڏسي ڏيل ڏري، دل سورن ۾ ڦاٿي
ڪاڙهه ۾ ڪيچ ڏٺي، اڃي لنون مون سان لاٿي
پاٽم اندر ۾ جهاتي "رکيل" اٿم وسيلو ويجهڙو

## بيت (142)

ڪيم ڪمايم ڪين ڪي، وڪر وهايم ڪونه وٺي
قافلو ڪلور جو پري، ساڻ ڪنيم انهي پنڌ پٽي
اڳيون توينده تري ۾، الائي ٻڌڻ ڪيئن ڇٽي
اوهي "رکيل" سر سٽي، شل عدل ۾ انصاف ٿئي

## بيت (143)

مولا جي محبت جو، سامان وهايو سور
اندر ۾ آڙهه عشق جو، ٻريو مچ ضرور
موتو قبل اَن انتموتو، مرڻ ڪياءِ منظور
مراقبي منجهون، معلم ٿيو مذڪور
هڪدم سان درد فراق جو، پلپل پين پور
هردو تن حضور، "رکيل" پرين لڌائون پاڻ ۾

## بيت (144)

ساري رات سورن، اکين اوجاڳا آيا
ويرن وڪوڙ يا وچ تي، نئين رانول ريجهايا
محنتي منظور ٿيا، مٿي سورهه سجايا
هوته وچي ٿيا هڪ سان، ڇڏي دئي جي دعوا
"شاهه رکيل" ڪنهن سالڪ سمجهايا، اهي راهه وٺيون رڙندا ويا

## بيت (145)

عشق جنهين سر آيو، سي اهڙي ريت رون
وات اٽائي پنڌ پري، ڏونگر ڏيهه ڏکن
لڏم به پير پنهل جو، لوچي منجهه لکن
تن جون ٻنيون بس نه ڪن، "شاهه رڪيل" جن جون
ٻاروچل ٻاري

## بيت (146)

دل ۾ دکيم دونهان درد جا، سوز ٻڌا سامان
ويم وکوڙي وجوّد کي، ٻاري برهه بيان
جان جسو جي ٿو جلي، نکي اکين کي آرام
اندر ۾ عشق اياکيا، نينهن ٻڌي نشان
"شاهه رڪيل" کي اهڙا کٽن خان، ٻاري هن بناوکنئون

## بيت (147)

ندوري هن نفس سان هت حيلا کيم هزار
سرکش سڌو نه ٿئي، هي جو پيس لٽ لغار
کلڻ کائڻ سک سمهڻ، کنيم ڏنگائي جا پار
نکو خوف مرڻ جو نه ٻڌم، پرين جي مه پچار
انهي "رڪيل" کيف خمار کيئن اولي کيا عجيب

## بيت (148)

دنيا ڍونڍ پليت پرائي، هو هتي تا هر کن
ٻاهن پوکن پاڻ ۾، کست کيو کرکن
اچن وڃن ڍونڍ تي، اهي گوز ڏيو گرکن
"رڪيل" ڏسي مرد اهي مرکن، جن جو عشق الله سان

## بيت (149)

دنيا دو رنگي، هي ٻنۍ ٻاڪاري
ڪن تهين کي ڪينڪي، ٿي ڏوتي ڏتاري
جت تڪي اهو، گهر سڄو ڪاري
پڻي فقراون جو، ٿي جڳ هنيو ناري
"رکيل" نهاري، ناءِ جهپيو هڪ نينهن جو

## بيت (150)

هي هي ڪيون حرص ۾، ٿا دنيا دنيا ڪن
راتيان ڏينهان نفس سان، هو پڇي ڪين سگهن
نڪو نالو رب جو، نٿا ناءُ ڳڻهن
سڄ لهي سانجهي ٿيو، مٿون رات پيين
پوءِ "رکيل" ٻڏو نہ ٻوڙن، ڏهاڙيون جي ڏاهہ

## بيت (151)

ڏهاڙيون جي ڏاهہ، ٻڏي جن ٻولي
سهجون ٻڌي سندرو، تن چاڪ ڪئي چولي
اورن سي الف سان، ڏسي جانب کي جهولي
اوراٺو تہ عجيب کي، ڏين لڪيٽي لولي
شل "رکيل" جي تولي، هوندي عشق الله جي

## بيت (152)

هوندي عشق الله جي، مراقبي منجهہ مقبول
وقت سيئي فرض هي، وڃي قضا ٿين قبول
پائي منهن مونن ۾، ٿيا محبت• سان مشغول
پوءِ "رکيل" نينهن نزول.وڃي نفي کون اثبات ٿيا

## بيت (153)

نينهن لڳو ناداني وئي، ٿيو سالڪ سمجهي سور
جيئن پروانو شمع تي، گهري ڪري گهور
جن جي جنگ جسم سان، تنڪي پلپل پون پور
"شاھ رڪيل" ذاتي جا ظهور، آواز پيا عرش عظيم تي

## بيت (154)

هر ڪا لڙهي لنهواري، وڃن ٿا او يارا عاشق
پيير نہ پڇن پنڌ ۾، سنڌي سيني چڪڻ چڪ
ڏسَ بہ پڇي ملاح کون، ڪيائون تر هو سچي سڪ
تن لهرن ڪنئون لائق شاھ رڪيل اُهي تڙ چڙهي ويا تار منئون

## بيت (155)

تڙ چڙهي ويا تار منئون، ڏسن محبت جو ميدان
صفائي سيني ۾، هي يجي شڪ گمان
هر طرحين ٿا هڪ ڏسن، لاشڪ لامڪان
"شاھ رڪيل" ساروئي سبحان، جاڏي منهن ڦيريان منهنجو پرين

## بيت (156)

نہ ڪنهن جهيڙي جنگ ۾، نہ ڪي مرض ڪنهين ماريا
فڪر حيرت سان ڏسن، ڳجهي ڳاراٽي ڳاريا
سدا جنگ جسم تي ڪندا دز دشمن سان وارا
وحده لاشريڪ لہ، اندر ۾ آين اوسارا
اِهي رڪيل ڏکن ڏيکاريا. اٽي رباني راھ ۾

## بيت (157)

نالو ڳنهين نينهن جو، تہ سختن بار سهاءِ
صبر دارون سور جو، ٻي وائي سڀ وڃاءِ
جي سانگو رکين سرجو، تہ پير نہ پڙ ۾ پاءِ
"رکيل" هي هي تن ڪان هاءِ، جن جي عشق اڇي گهر
۾ گهڙيو

## بيت (158)

پنهنجو جاڃ پاڻ ۾، ٻئي ڏي نان نهار
گلا غيبت ڪينو هي، ٻيائي ڪين پچار
سچاپڻ جون سيد چوي، اهي اکيون ئي ڏار
دوستاڻي دربار "رکيل" هيٺون تي تہ هنڌ لهين

## بيت (159)

جي ڪجهہ ڪرٽون اٿئي، تہ اڄ ڪر نہ صبح ڪاڻ ثمر
اتون بہ هلندين سڪٽو، اڳيون سچ ٻجهي تو بر
جاڳيم بہ خوف خودي وئي "رکيل" ڏنم ڏيل پنهنجي ۾ ڏر
جمع خزانو جن ڪيو، ڏسي دمن سان دلبر
جڏهين وارو ڏيندءِ ور، تڏهن سونهين سرتن وچ ۾

## بيت (160)

ايڏو بہ فڪر ان جو، نٿو پيٽ اڇي ڪنهين پرهيز
رکي بکي بدبخت کي، تنهين تي اٿس تُرندا اي تيز
خواهش بہ نجس نفس جي، اوٿي ڪري گهور گريز
نہ تو اڇي تابع توبہ جي، نہ امر جي آ ميز
"رکيل" ڪي شان پريا شب خيز، پاڻ پليائون پنهنجو

## بيت (161)

نيت پيي بڏي نينهن سان، توڏنهن منهن نہ پرين منج
سچو غلبو عشق جو، هي گهٽيو نا گهٽجي
سڪ پرين جي سور ڪڙاڪيا، اها ڦٽيل دل ڦٽجي
"رکيل" توڙيي چڪڙمون لٽجي تڏهين بہ ڦوٽل کي ڪيئن داغ ٽٽي

## بيت (162)

ڌوئي پوئي ماجي، اندر ڪر اڇو
غفلت ۽ غير کي ڇڏي، ڪيج ڏور ڏڇو
پاڪائي پرهيز سان، تي سائين لڳ سچو
"شاهہ رکيل" انهي بات بچو، تہ هر رنگ ۾ رلجي ويو

## بيت (163)

ڌوئي پوئي پاڻ کي، هي کٽي کنيي چڙهيو
ويڙهو پاڙ و اڇي پچڻ ڪان، توهي جادون ڪيئن پڙهيو
ڪيئن ڌوبن ميرا ڪپڙا، محنت ٻاجهون جڏهنہ لهي قلب ڪڙو
اندر ۾ ٻاري مچ سڙو، تہ "رکيل" سونهپ ٽٽي ساٽيهہ جي

## بيت (164)

ڌوبي انهي ديس ۾، اچا بہ آهين
رڱڻ چڙهي رسول جي، هوتا پلو پسائين
رت سان رنگن ڪپڙا، غم جون پوشاڪان پائين
اها ذات نہ پڇائين "شاهہ رکيل" جيڪي اچڻ سان اگهي ويا

## بيت (165)

صوفي سڄي تنهن کي، جو ڳجهي ڳالهه ڏسي
آسرا چني ڏئي سر عشق ۾، سو وحدت منجهه وسي
اڄ اٿاري اڄ سان، تشنگي تن تسي
سک ڇڏي پوءِ ڏک ۾، سو وڃي روءِ رسي
فاينما تو لوا فثم وجه الله، اکين ساڻ ڏسي
"شاهه رکيل" گر گسي تہ پارس وڃي پاڻ ٿئي

## بيت (166)

راڳ منجهون هي رمز، سهي صوفي سڃاتي
سينو سوز فراق ۾، تنهن چکن کئي چاتي
اونهي بحر عميق ۾، تن پاتي هي جهاتي
ناهه کيائون نفي ٿيا، ٿين الف اثباتي
اهو زهد کري ذاتي "شاهه رکيل" ٿيا گم راهه ۾

## بيت (167)

شريعت ظاهر سان ڏسان، تنهن ۾ آٿي نہ کوئي شک
جي ترک طريقت ۾ کرين، ڇڏ طمع جو تعلق
حقيقت جي ميدان ۾، وڃي حال سڃاڻج حق
اها معرفت مرک "رکيل" مٿي مردن جي اچي

## بيت (168)

وڃي گم ٿيا سي راهه ۾، ٿا هوکو حق چون
دل يکائي يار سان، سي محبت ۾ مرکن
محبت مولا جي مٺي، تن ڏني فقراون
ڌڙ جدا سر ڌار، وڃي کنا کلالن
ڏيئي ٻيائي ٻولي ٻن، "رکيل" گرسان سي گڏيا

## بيت (169)

اهي اکيون بنان عشق جي، انڌيون شال هجن
کن ٻوڙا ٻيائي کون، اهي ٻُڌيون کين ٻجهن
اندر ٻي اور ٰالف سان، هو ڪڙهيا پيامِ، رجهن
”شاهه ڪيل“ حق سڃاتو تن، اهي وبون پٽينديون پاڻ ڪان

## بيت (170)

اکيون عاشقن جون، امر ساڻ آيون ٰاوجاڳن
منجهه مراقبي محبوب جي، نه ٽيون ڏٺوڪيون ڏاپن
ٻيئي ٻه ٻڌيون دل سان، ائين هيڪل ڪين هلن
”شاهه رڪيل“ تڏهن پاڪ پون، جڏنهن دل سڃاڻي دوست کي

## بيت (171)

اکيون عاشقن جون، شرمِ پريون شاهي
پسڻ سان ئي پاڪ ٿيون، آين ازلون گواهي
سدا ٻه ستر پوش ۾، تن جو واحد ٿيو واهي
اها چاڙهي ۽ لاهي ”شاهه رڪيل“ سڌ لهي سمجهي وبون

## بيت (172)

اکيون عاشقن جون، ٻاجهاريون ٻيئي
رتيون پرين جي رنگ ۾، ٿيون سڃاڻن سيئي
نه ٿيون ڏسن غير سان، تن تي حال پيو هيئي
اهي ڏکن سان ڏيئي، ”شاهه رڪيل“ اوجاڳن اوجاريون

## بيت (173)

اکيون عاشقن جون، ٿيون رحم پريون روئين
سو پيري سيني کي اهو غير ڪڍيون ڌوئين
مالهان ٻه وجهن من ۾، اهي گوهر ٿيون پوئين
اهي جهونگاريون جهوئين "شاهه رکيل" پورب ٿينديون پڌريون

## بيت (174)

اکيون عاشقن جون، نه ٿيون نهارين
جڏهن ٻه ڏسن رمز سان، هن ڏونگر کي ڏارين
وجهن ٻه قطرو فيض جو، هن هنئين ۾ هارين
سڄڻ سي سارين، "شاهه رکيل" آسرا چني اوڏهن وڃون

## بيت (175)

سرها سر تنن ، جي مراقبي منجهه مرن
عين پاڪ شهيد عاشق، ٿا گهاتو رب گهرن
تن جا تڏهن هڏ ٺرن، "شاهه رکيل" جڏهن ڏسن منهن محبوب جو

## بيت (176)

هيءَ عمر اجائي ويم، عشق بنا افراد
سکيو سمهڻ سيج تي، ڪيئن ڪيان هي خواب
هتئون هلندين خالي هٿ ڪٽي، اڳ تيز تکو آ تاب
"رکيل شاهه" لٿو تن حجاب، جن جاڳڻ سان ٿي جار ڪيو

## بيت (177)

اُٺن آڌي رات کي، جلن آئون جاڳن
سهاڳ واريون ڪيئن سمهن، جي ورسان ٻول ٻڌن
منهن ڏيئي مونن ۾، هو سچي پنڌ پون
"شاهه رکيل" اهي ڪيئن پلن، جيڪي نالي مون نروارٿيون

## بيت (178)

عشق نہ هيٺي راند، آيو متي سر جنهين
عضوا اکيڙي چڪنا چور ڪري، وڏا شينهن پيجي
درد جنهن جي دل ۾ سکيو ڏسن ڪين سمهي
"شاهه رکيل" من مراد پني تہ سک سنڌوئي ناڏئي

## بيت (179)

پاڻ نہ پاتئن پنهنجو، منجهہ فکر جي فاني
الف ڪمائن اندر ۾، او نہ ذکر رباني
ڪڙهن پيي سڙن قلب ۾، ٻاهر ٻاڦ نہ نشاني
اهي جُنگ وڏا جاني، "شاهہ رکيل" سک سيڄاڻي ساڌ ٿيا

## بيت (180)

جي ٻہ سيڄاڻي پاڻ کي، تہ سکي ننڊ وڃاءِ
اتي اور الف سان، تہ ور وک وڏاءِ
الانسان سري وانا سره ڳجهو تي ڳالهاءِ
اتي جانب انهي جاءِ "شاهہ رکيل" ديرو تنهنجي دل ۾

## بيت (181)

درد جنهين جي دل ۾، هڪ ويلهہ نہ تين واندا
خالق جي خوف ۾، محو رهن ماندا
خيال نہ ڦيرن ڪاڏهين، تين هڪ سان هيڪاندا
اهڙا سوراهي سهندا، ”رڪيل“ جن کي عشق عجيب جو

## بيت (182)

جلن جاڳن جيءَ سان، هي ويلهہ نہ وسارين
ڳالهہ پرين جي ڳجهہ جي پري پچارين
اولي رهن تا عام کون، اهڙا ڏاڍائي ڏارين
سجڻ سي سارين، تن ”رڪيل“ ننڊ ڦٽائي سک جي

## بيت (183)

موتن جي ملهہ جو، نکو انت شمار
جنهن چونديا چت ۾، نہ ڏاپن ڪرن قرار
لاجي لذت چکيائون، اندر ۾ هو سندي هبڪار
تن کون وتي ناهي وار، ”شاهہ رڪيل“ ونحن اقرب ويجهڙو

## بيت (184)

پروت تہ ويجهائي، تہ گهاتائي سان گهر
يڪائي سان ياد ڪر، تہ سچو ڄاپئي سر
وڙن واريون ڪيئن وسارين ورکي، جو دل ۾ لڌائون در
تن جي پنيان هل حشر، ”رڪيل“ اهي قابوتيون وجي ڪانڌ سان

## بيت (185)

پڙهيس ڪڙهيس ڪين ڪي، آءٌ سمجهي ڪين سگهيس
واقف ٿيس نہ واٽ جي، انهين رولي منجهہ پيس
ٻڌم ڪين ٻروچ جي، هٽي حيرت ۾ هيس
منٺي آءٌ نہ ميس "رڪيل" ڪڏهن ملنديس ڪانڌ سان

## بيت (186)

ڪڏهن ملنديس ڪانڌ سان، آءٌ ڪوڙي ٿينديس ڪين
ڪنديس آهہ عجيب ڪي، هي آري ٿيم آمين
هٽ ڪنيو هڪلان ڪيان، هي ٻڌيم ڪوڪ ڪريم
"رڪيل"، رب رحيم، ڪٿي و لهي ڪي ويجهو ڪيو

## بيت (187)

پنهنجو فڪر پاڻ سان، تنهنجو ٻئن سان ڪهڙو ڪم
پرجهہ پريندءِ جي پاڻ ۾، جي اعليٰ ٿيئن ڪر اوجم
حقيقت ۾ جي هليا، تن ڪي خوف نہ ڪوئي غم
"شاهہ رڪيل" دوستي وارو دم، شل جانب ڪون جدا نہ ٿئي

## بيت (188)

ڪوڙن ۾ سچن جو، اتي پوندو سڌ سماءُ
نڪي ڪڙم قبيلا، نڪو پاءُ نہ ماءُ
سختي تنهن سڪرات ۾، تون واهہ وسيلا آءُ
اتي پوندءِ ڪوهہ پچاءُ، "رڪيل" حجت حاجت ناهہ ڪا

## بيت (189)

انهي دهشتي درياءَ جي، ڪنڌي اور نہ پار
لکين لڙهيا انهي لهر ۾، ٿيا عاشق نگهو سار
اونهي بحر عميق ۾، وڃي پيا جي پاتار
شاهہ رکيل ڪٿي نيڻ نهار، تہ اٿئي ڪنڌي ڪا ڏنهن ڪينڪي

## بيت (190)

ويجهو ئي نہ ويهجانءِ، جو مون ۾ تو مڇ ٻري
متان ساعت ۾ سڙي وڃي، ڪر پاسو ٿيءُ پري
اهڙي آتش عشق جي، جت لڳي ڪين ٽري
"شاهہ رکيل" ڏس تون ڏيان ڏري، جيڪي سڙڻ مون سمجهي ويا

## بيت (191)

ٽڪر جي ۾ ٽڪڻ جو، تون تڪو ڪر اوزار
رک ڏيئي ٻي منهن ۾، جيئن ڏار سنهون ٿئي وار
جتن ڪر جبل سان، رات ڏينهان مارو مار
اوزار اهو عشق اٿي، غير وڍي ڪر تون ڏار
پوءِ دل ۾ دلبر يار، "رکيل" هوت اچي هنڌ ڪنڌ

## بيت (192)

هوت اچي هنڌ ڪيو، ڏسان جاڏي ڪاڏي جال
هر صورت ۾ هڪ آهہ، مان ٻيو نہ ڏسان ڪو شال
اهڙي ٻہ سڪ سيد چوي، مان ڪي سوين لنگهياها سال
جي ڪٿان اکين جا پال تہ، "رکيل" هر طرحين تو هڪ ڏسان

## بيت (193)

گهي دل متي طبقن ۾، گهي زير زمين
ڪڏهن صفائي سوجهرو، ڪڏهن نظر ڪون نابين
اهي بہ عادتان عشق جون، سمجهي سڃاڻين اصل ڪون آمين
ماڻ ڪيون پو مونجهہ ۾، ائين چاڻ مان ڪجهہ نہ آهيان ڪين
تي يڪ دل سان يقين "شاهہ رکيل" سائين وٽ سچو ٿئين

## بيت (194)

مئخانو چون دل ڪي، تنهن ۾ سچو شوق شراب
عاشق پيئن اتهون، لاهي شڪ حجاب
هلن حقيقت پنڌ ۾، اتي ناهي ڏوهہ ثواب
اهڙو "رکيل" تيز تکو آ تاب، جو سر ڏيئي سرها ٿيا

## بيت (195)

عقل ايمان هستي خودي، ڇڏيائون وڏائي جي واءُ
اچي اڏي تي ڪٺا، سور چکيائون ساءُ
طالب ڪي مطلوب جو، پيو سڏ سماءُ
"شاهہ رکيل" اهو شجاع، عشق اچي اثبات ڪيو

## بيت (196)

جتي پير پرينءُ جو، اتي ڪٿوري خوشبوءِ
محبت جي ميدان مون، ڪي غازي ڪٺن گوءِ
سڏڙين ساءُ مٺايو، هاءِ ڪيائون هوءِ
رن تنهين جي جوءِ "رکيل" جن عمر وڃائي نفس سان

## بيت (197)

ماڙيون محل بنگلا، اهي ڏسي ڇڏيائون
سهڻل توکي سک سان، سهجون سڏيائون
پکا پرديسن گهر جهوپڙا، آڻي اڏيائون
انهي لوڪ کان لڏيائون، تہ ”رکيل“ مارن سان ميلاپ ٿئي

## بيت (198)

روزا جن رکيا، هي عيدان سيئي کن
ڏسن بہ ڏينهن خوشي جو، اهي ڪاج ڪاڻ ڪائن
عاشقن جي اندر ۾، تا ماتم مچ مچن
ڏينهن راتيان ڏک ۾، اهي دم دلبر سان پڄن
”شاهہ رکيل“ اهڙي رنگ رچن تہ عيدان ٿي انهن ڪيون

## بيت (199)

سوڙن پيري سپ ڪا وڏو ڏک عشق جو، ڪا ونياءِ تہ وهائي
زهد ڪري پئو محنت رنج ۾، دل کي جاڳائي
حجت هستي عقل نفس جي، ڇڏ وائي وڃائي
تڏهن حاصل ٿئي ذات حق جي، فنفخت فيہ من روحي رلائي
”شاهہ رکيل“ ذکر قلبي ڪمائي، وڃي لاهوتن لوچي لڏو

## بيت (200)

چيلهہ ہڏي پيس پنڌ ۾، مان پڇي شال سگهان
اوکا لک لڙات جا ڏسي، دهشت ڇيهہ ڇڄان
مطلب ۽ مقصود سان، وڃي منزل کي پڄان
”شاهہ رکيل“ اتم سک سدا، مون کي مرشد جي تہ ملڻ جي

## بيت (201)

بيوس جيئي باب ۾، ويئي آهه قلم وهي
انگ لکيو ئي الست کون، منهنجو سانول سان صحي
فکر بہ فاني کيم وجود کي، اچي اها رمز رهي
"شاهه رکيل" نہ تہ ويندم لوچ لهي، شل سدا هوندم ساهه سان

## بيت (202)

ڏکيا سکيا ڏينهڙا، گذريا تام وڃن
پرينءَ جي پار ڏي، هکلان کيون هٽ کٽن
لنگهي بہ لاهوت ۾، وڃي جاءِ کئي آهه جن
"رکيل" اتي رت رڙن، متان کوڙي تيان مان کانڌ ڏهون

## بيت (203)

دانهان درد وندن، کوکان تن کيون
مٿون عرش عظيم جي، وڃي لنگهي پار پيون
هوت ملي تہ هنڌ ٿيان، نہ تہ وڃن سور کنيون
"رکيل" چوندي هٿن چيون، اتم لونءَ لونءَ لولي يارجي

## بيت (204)

هجان شال فراق ۾، پيارو پرين کين ڏسان
اندر ۾ سک سورن جي، اها ماني ٽئيم متان
ري جلڻ جي جانبؔ توکان، کيون ڳجهہ ۾ ڳالهہ ڳران
"شاهہ رکيل" هي کنهن سان سور سليان، ٻاجهون
تنهنجي ٻيو ٻڏي کونہ کو

## بيت (205)

درد وندن جي دل ۾، تو محبت مچ ٻري
وحدت واحد الوجود، سندن کين سري
ماڻها پوئن من ۾، ويهن قلب ڪري
منجهه مراقبي مشغول ٿيا، وين متي خيال پري
"شاهه رڪيل" انهي ذوق ذري، ڪٽي عبد کي اعليٰ ڪيو

## بيت (206)

هڪ الف اورن اندر ۾، ڪا ٻولي ٻي نه ٻڌن
اهڙي درد فراق ۾، هو سکيا کين سمهن
هو سندي هل جو، آين راڳ رڱن
توحيد جي تنوار سان، هو دل سڃاڻي تن
"شاهه رڪيل" سي لنگهي پار پون، جن هوت سڃاتو هڪڙو

## بيت (207)

جن هوت سڃاتو هڪڙو، تنکي پيو سڏ سماءَ
منجهه مراقبي مخمور ٿيا، سي وڏي شان شجاع
عجب استغراق ۾ غرق ٿيا، لوچي منجهه لقاءَ
"شاهه رڪيل" ڪندا ڪونه اناءَ، اهي ڪاهي پيا وڃي
کين ۾

## بيت (208)

ڪاهي پيا وڃي کين ۾، هو ڪينون کين چون
وڃائي وجود کي، هو نه ٿا پاڻ پسن
واندا ٿيا نه وصال کٿون، نه ڪنهن روءِ رسن
اهي "رڪيل" رت روئن، جيکي مجاهدي منجهه مري ويا

## بيت (209)

مجاهدي منجهہ مري ويا، تنجي منيءَ لڏو ملهہ
عطر ڪٿوري خوشبوءَ تي، ڪليو گلابي گل
هر مظهر ۾ ڏنم هوت کي، عجب حسن تنهنجي جو هل
"شاهہ رڪيل" پولي نہ بي ڪنهن پل، جو پاڪائي منجهہ پهچي وئين

## بيت (210)

نينهن لڳو نہ لڪي، ستن پوشن ۾ سانييان
لڳيم بوءِ بهار جي، اوهن چپر کي چانگيان
لنگهي بہ لاهوت ۾، وڃي تڙ اهو تانگهيان
"شاهہ رڪيل" هي دئي اولهانگيان، تہ محب اڳيون منظور ٿيان

## بيت (211)

پر جاٽي سجاٽي، هليا واٽ ونی
لوچي بہ هن لڙاٽ ڪئون، ڪيائون ڦڪت هي ڦٽي
لنگهي لڪ لاهوت ۾، محبت ماٽيائون مولاجي مٽي
"شاهہ رڪيل" ڪري سر سٽي، سر هوتن جو ساٿ ٿيو

## بيت (212)

ڏک ڏولاوا ڏوجهرا، هي گهوريون سر گهمن
مٺي جن جي مامرا، سي ڪيئن سک سمهن
راهہ ڪلي رند لڏائون، چپن ساڻ چمڻ
"شاهہ رڪيل" دلبر ساڻ دمن، لاهوتن لوچي لڏو

## بيت (213)

ويراڳن پاڻ وڃائيو، وجود ڪري ويران
جن جي جنگ جسم سان، تنڪي اچي نہ آرام
ماڻ ڪيون من ۾ مخفي ڏسن، ڪنهن ڪون ڪلام
"شاهہ رڪيل" ساروئي سبحان، هر صورت ۾ حق ٿو ڏسان

## بيت (214)

جن فنا ڪيو پاڻ کي، تن اندر اوجاريو
زڪر ساڻ فڪر جي، تن ويل نہ وساريو
ڪري ڏنائون قلب ۾، پرينءَ کي پيارو
"شاهہ رڪيل" ٿين معلم موچارو، دوست لڌائون دل ۾

## بيت (215)

صبر سڪ سنديم، ڏنم رحمت جو درياهہ
وهي بہ هميشہ وسئين ۾، ساريون سنجهہ صباح
آيا عشق آبادي ۾، جن رب سڃاتو راهہ
"شاهہ رڪيل" تن تي کهڙو ڏوهہ گناهہ، جو آدم کان اڳ هوا

## بيت (216)

محبت جي ئي مچ ۾، نڪو ثواب گناهہ
لنگهي ويا لاهوت ۾، جتي عشق سندو آڙاهہ
فنفخت فيہ من الروحي ٻڌي وحدت تي ويساهہ
"شاهہ رڪيل" هادي تن همراهہ، هوت حمايت تن جي

## بيت (217)

فڪر ۾ فاني ڪيم وجود ڪي، پنهنجو نہ پايان پاڻ
جي سمجهي سڏ لهان، تہ سسي نہ اٿم ساڻ
محويت محبوب جي، اهو دل ڪي پيم چاڻ
”شاهہ رڪيل“ سچاٽي پاڻ تہ ڪعبو اهو قلب اٿي

## بيت (218)

پرين جي ئي پنڌ ۾، ويتر ڪنديس وس
قبلو ڪعبو قلب اٿم، ٻيا ويم هل هوس
اورينديس عجيب سان، جئين چوري ڏئي چس
اهي سچا ڏيندس ڏس، ”رڪيل“ ڪا هلي مان سان هوت ڏي

## بيت (219)

سڪ ٻڌايم سندرو، وڌم دورني ديهي
پرين لڌم پاڻ ۾، وحدت مون ويهي
سچي سنگت سيد چوي، ٿيم سرها سيئي
ڳجهہ جي ڳالهہ ڪيان ڪيهان، جيڪي ”رڪيل“ سان رلجي ويا

## بيت (220)

ناهين ڪم ڪچن جو، ڪٽن بار ميا
سچو آيم سر تي، ٻيا آسرا سڀ ويا
هيڪل تي حيلا ڪنديس، جي وتم شرم حيا
اوتو قادر قرب ڪيا، ”رڪيل“ مان سر سچوئي قربان ڪيان

## بيت (221)

ڪيئن ڪنا ڪالن، هٿ ڪري ڪاتي
جيئن پڪي پچري ۾، تيئن دل وچي ڦاتي
مٽ تنهين جا سور تيا، نڪو سنگت ناساتي
راضي مٿي رب رضا، جي ڪنبي تي ڇاتي
"شاهه رڪيل" لون لڳن ذاتي، پيهي ويا پاڻ ۾

## بيت (222)

اندر ۾ اورن الف سان، هي سچي سڪ سندين
وچي پهتا مطلب ۽ مقصود کي، ٻي ٻولي ڪين ٻڌن
حاصل تنهين حق ٿيو، انهي مارڳ منجهه مرن
اهي سچائي سڌجن، "شاهه رڪيل" جن پاڻ وڃايو پانهنجو

## بيت (223)

سارنگ سنيري آئيو، وڏا ويس ڪري
ڪڪر ڪارو نيار جا، بادل بار پري
ڪي نيلا تنهين نشان، ڪي سرخ اڇن ڏيان ڏري
هلن هيڏيلا حملو ڪيو، هي ڏسي ڏيل ڏري
آسماني عجب ها، هي خاڪي تنهن پري
"شاهه رڪيل" واحد وير وري، ته ڪڏي ڪا چوئي وسي

## بيت (224)

وڃون ويس ڪري، اڄ اتر تي آئيون
اڇي روضي تي رسيون، ڪن بجليون بچايون
وٺن سلامي سهج ڪون، هي مستي مچايون
پيچ پني برسات ٿي، ڪندا چمن چستايون
"رڪيل" ڪيون عاصن هي آهون، درد مندن دستگير کي

## بيت (225)

راڻي جي ۾ رهاڻ ڪان، هي مٺي ٿي ماندي
وري ويو ولهو، ٿيس هيڪل هيڪاندي
اکين اوهيڙا ڪيا، هي ايرادي آندي
سمهڻ سورن گاڏوون، نہ هي ورهہ ڪون واندي
"رکيل" منهنجو ڪاڪ ڏٺي ڪانڊي، شل سوهون ڪنلم سات سان

## بيت (226)

راڻو رات رسي ويو، رکي شڪ گمان
هڪ سمهڻ سورن گاڏوون، ٻيو ننڊ ڪيم نادان
ٿيون ناچت چوڻ ۾، چوٽون اکين کي آرام
پنجون پهہ پرين سان، ڪيم سورن جو سامان
"شاهہ رکيل" مٺي جو مڪان، ڏولي ڏِنَ ڏٺيءَ سان

## بيت (227)

ڪيئن سونهان سرتن وچ ۾، اٿم دهشت سندو داٻ
وحده لا شريڪ لہ، خوف اهو ئي خواب
تندن هيئن تواريو، رڳن لايو راڳ
پوءِ سهيليون سهاڳ، "رکيل" راحت جو ٿيو

## بيت (228)

ڪٺي عيب انيڪ، اڇي لتيا ڪيئن لڪا
ونگ پون وين کي، منهنجا حاسد ٿين ڦڪا
هيناهين ۾ هنڌ لهين، تہ جهڪو ٿي جهڪا
"رکيل" توٽي ملن لڪ ڏڪا، تہ بہ درنہ ڇڏينديس دوست جو

## بيت (229)

ڪنڌي جان وڻ ڪانهلا، ڦڪو ڦر جهلن
پيل انهن ڪي پل جي، تن جا سڪا پن ڇڻن
پري وارا پيچ ۾، سدا سبز هجن
نيت تن جو ريج آهه، اهو سچي سڪ سندن
"شاهه رڪيل" اهي ياد ڪجن، جيڪو سارين ڪن ٿا سڏڙا

## بيت (230)

پاڙ جنهين جي جر ۾، سي ڪن نوڙت فقيرن
عاشقن جي آهه ڪون، ٿا ڪيون ڏپ ڏجن
جيئن ٻه پاڻي پوک ڪي، تن جي عاشق سارين سڏ لهن
تن جا ويڙها شال وسن، "شاهه رڪيل" جو سيوا ڪندڙ ساوا ٿيا

## بيت (231)

سورهه صاحب عشق جا، تن ڪي تڙيل تپائين
پنهنجي ٻه پاڙ لاهه سان، ٿا آڻي اڙائين
اها ٻه رضا رب جي، هوٿا ٻيائي ڪون پائين
جيڪي عاشق رنجائين "رڪيل" تن جي آهه وئي عرش عظيم تي

## بيت (232)

فقر جو ماريو ڪڏنهن نه اسري، توڙي ڪري سو ثواب
جت پي زبان اڙهي درويش جي، تت ناهي سوال جواب
عاشقن جي آهه ائين، جيئن تلوار تکي جو تاب
"شاهه رڪيل" جنهن جو نينهن نواب، سي واصل ولايت ۾ ٿيا

## بيت (233)

ايذايل سي عشق جا، تن جو قاتل آهي ڪير
تڪي زهر زبان ۾، تن صبر وارو سير
جاٽي سجاٽي سچ، رکن ڪاريهر تي پير
”شاهه رکيل“ واسينگن جو وير، وجي قيامت توٽي ڪينڪي

## بيت (234)

اجان بہ آهين، ويا ڪيم چڙي
سنهان سيئي سپ، وجهن ڇڪ ڇپي
صبر سان ۾ سيد چوي، ڪڏن پاڙ تڏي
”شاهه رکيل“ تن کي ڪاريهر ڪير سڏي، جو ڏکئي وقت ڏنگ نہ هٽي

## بيت (235)

ٻچا واسينگن جا، ستا پيا جاڳن
پرجهي رکجانءِ پير، متان ڏمر ساڻ ڏنگن
وهه جنهين جي وات ۾، ڪپيون ڪوهه وجهن
اچي بہ اڙائن انهن سان، جيڪي منڪر ڪين منن
”شاهه رکيل“ اهي ڪيئن رهن، جن کي اوندهه آهه اکين ۾

## بيت (236)

جن کي عشق عجيب جو، سي يلي ينگ پيئن
حقا تانڊا دونهان درد جا، اندر مچ ٻرن
ڏنڊا ڪونڊا ڏيل ۾، تا گهوٽيون ڪيف جين
نشانن کي نينهن جا، ڪيئن متي اکيون پال ڪڻن
”شاهه رکيل“ اهي الف سان اورن، جيڪي فاني تيا فراق ۾

## بيت (237)

سور تہ منھنجا سيڻ، آءُ سکان ۽ ساريان
ڏکن ڏيل ڏکائيو، کيئن ورکي وساريان
بنا عشق عجيب جي، ھک گھڙي نہ گھاريان
"شاھہ رکيل" اھو آتڻ اوجاريان، تہ اديون ٽيندم اُجرو

## بيت سرائکي

## بيت (1)

کيا شعري تي آکڻ دوھڙي، نھين فقير منيدي
منزل دور فقيري والي، تي عام فقير سڏيندي
مين کون مارڻ مشکل ڏاڍي، سختي نال مريندي
تي قربان تنھان تون، "شاھہ رکيل" جيکي صدق سيتي سر ڏيندي

## بيت (2)

فقير ھووي تي فکر کري، جو وحدت کون نہ گھتاوي
کاوي ماس ھڏان دا، تي سختي نال ھنڍاوي
شب روز کري شب خيزي، تي ننڊ قرار وڃاوي
حق تنھن کون حاصل ٿيسي، "شاھہ رکيل" جو قلبي ذکر کماوي

## بيت (3)

شائق تي ھک الف کماون، نظر جنھين دي سيني
اکين اتي نا ھرگز چاون، توڙي ھوون ھزار نموني
دل وچان جھاتي پاوڻ مشکل. ميکون ماريا نفس کميني
ھدايت حرف حقيقي ھک پڑھدي، "شاھہ رکيل" اھي کرن طواف مديني

## بيت (4)

دئي ٽوڙ دليلان چوڙ، دم مارين خاص خدائي
سڀ سي وڏي سرڪاراها، سي سي سجدي ڪرن سدائي
اسلام ڪفر دي جاءِ نهين، اٿ ني عاشقين رمز رلائي
موتو قبلل انت موتو، شاهہ رڪيل ٽيئي خون بهائي

## بيت (5)

صورت سير تماشا جلوا، حسن دا روز رنگينا
چوڏهہ طبق ڏکيجن دل وچ، صاف هياوت سينا
نهين فقيري طبقين دي وچ، توٽي احرام ٻڌي چامينا
جڏان بہ هڪ نال حڪايت ٽيسئي، "شاهہ رڪيل" پڄي هويا منظور مدينا

## بيت (6)

نور حقيقي روز ازل دا، سيد دي سر آيا
قدم قريشي سرور دا، حضرت ميران، آڻ اٺايا
ڪل بہ قطب اتي قدم تهين دا، فائق اي فرمايا
هيا موجود ارواح، "رڪيل دا" جتان ني نال نصيب رلايا

## بيت (7)

الست آواز سڻيوسي سارا، اهو راز حقيقي آيا
مئخاني وچ شور شهانا، ڪيف ڪلال پلايا
بحر الاهي پيچ پيا پولا، عشق ظهورا لايا
بيحد باربرهہ دا باري، "شاهہ رڪيل" مين چم اکين سرچايا

## بيت (8)

روز ازل دي تانگھ لڳي، دل ذرد ڪنون نہ ڇوتي
وحدت ٻاجھون يار نہ ملدا، توڙي سيس سارا چالوتي
وچ عروج نزول سمائي، مشڪ عطر دي ٻوتي
عرش منور پيينگھان پئيان، "شاھ رڪيل" جٽ عاشق ڪاون جھوتي

## بيت (9)

الستي آواز سڻيا دل ميڏي، مين ساڳي يار سڃاتا
آھ ڪران تہ داھ ٿيوي، مين مخفي دي وچ ڄاتا
شوق ڪنون ول ذوق ٿيا، مين حال فقيري پاتا
ساز سٽيم تي سوز ٿيا، چا عشق چنبئين وچ چاتا
لا الله دي دري ڪنون جھاتي پاتي، "شاھ رڪيل" جو الا الله ٿيا اثباتا

## بيت (10)

روز ميثاق دي رتي، ملي ارواح ميڏي ڪون آئي
ڇپي ٻہ وچ ڇاتي دي، ميڪون مرشد ڪول وڪائي
اثر ٻہ ارشاد ٿيا، ڪيتي سياھ دل صفائي
صوفي ٻہ سچ سڃاتم، جنھن راھ رباني لائي
پير ڪامل تي مرشد مڪمل، "شاھ رڪيل" جنھن گھن دستون دامن لائي

## بيت (11)

ساقي مينون جام پلايا، دم گھتيس دل زوري
حال سٽايس ثابت سارا، جان ڪدن وچ جھوري
خطري خام سيئي سڙگئي، ھڪ دلبر دي لون لوري
مين قربان تنھن مرشد دا، "شاھ رڪيل" صد بار ڪران سرگھوري

## بيت (12)

ساقي ٻاجهون راهه نه ليسين، جان جان شامل عشق نه ٿيوي
دستون پيريمغان دي جام طهورا، حوض ڪرثر دا پيوي
ڪر مراقبا محبت مولا والي، ٻهه گوشي خاڪ مليوي
لاحد لامڪان تڏاهين ٿيوي، "شاهه رڪيل" جڏان هڪ خيال رليوي

## بيت (13)

ميرانپور وچ مرشد ميڏا، جنهن پيالا مست پلايا
لحظي دي وچ هوئي لطيفي، جو رڳ رڳ يار سمايا
نال نصيب ڏتس گهن ميڪون، عشق عجائب مايا
دئي ڪنون دل هڪا هوئي، پڇي غينون عين جتايا
مشڪل ٻه راهه فقيري رهبر ٻاجهون، "شاهه رڪيل" جنهن سمجها سو تنهن پايا

## بيت (14)

جڏان پيي جهوڪ شهر وچ نصيب مليم، تڏان ماريم نينهن نغارا
هادي هڪ حرف پڙهايم، تي سمجهه ڳڌم سر سارا
هزار ڪتابان صفت هڪي دي، تي هڪ هي نور نظارا
عبد وچون ته الله ڏٺم، "شاهه رڪيل" تي ستار ٿيم سر سارا

## بيت (15)

پاتم جهاتي ڪنڙم ڪاتي، دستون پيريمغان مئخانا
ني نصيب رلايا، مينون، شاهي مرد شهانا
ڪڍيس غير وجودون سارا، بازي ڪوڙ بهانا
درد فراق تي وٹج وهايم، ڪيتم عشق خريد خزانا
سرڪي سوزپيالا وحدت والا "شاهه رڪيل" پيتم ڪيف اهو افزانا

## بيت (16)

قول پرين دا سچ سڃاتم، اوجو پيرمغان فرمايا
مين قربان تنهين مرشد دا، جنهن داغ سيني وچ لايا
پاتس برقعہ بشري والا نام عبدالستار سڏايا
ڪيا بيان صفت صنم دي، جنهن حق باطن علم پڙهايا
الست آواز سڻيا دل ميڏي، ”شاھ رڪيل“ جتان نئي نال صيب رلايا

## بيت (17)

سمجھ سهي وت صاف سڃاتم، ظاهر دئور زمانا
نهين وفا وچ نظر آيوسي، ابتر ملڪ بيگانا
عشق بنان هي عمر اجائي، بي بازي ڪوڙ بهانا
وحدت نال وصال ٿيوسي، ”شاھ رڪيل“ تي شاهي شغل شهانا

## بيت (18)

قرآن پڙهاون حافظ، تي فقير پڙهيندي ذاتي
دنيا ڪارڻ هوئي عالم فاضل، تي منجھ ڳئي مسلا تي
لدني علم عشاقين والا، تي ڇپيا هي وچ چاتي
عشق ڪنون نہ اوئي چاٽن، وتن دنيا ڪون هٿ پاتي
عاشقين ڪسڻ قبول ڪيتا، ”شاھ رڪيل“ اتي هٿون ڪلالين ڪاتي

## بيت (19)

علم اتي او عمل نہ ڪردي، سويار ڪتابان پڙهدي
دل دي سياهي دور نہ هووي، وچ ذاتي قلب نہ ڪڙهدي
شرف زمانا دنيا ڪارڻ، عالم فاضل رڙ دي
ويچن علم تي ڪرن مزوري، دنيا نوڪر ڪڙ دي
رهبر باجهون راھ حقيقي، ”شاھ رڪيل“ اُهي عشق نہ چاڙهي چڙهدي

## بيت (20)

تسبيح ڦيرڻ عمل ڪماوڻ ڪيها نام فقير منيجي
منتا وچ او مطلب جاڻن، ڍهاپي نهين ڍهپيندي
دل دا حال سڻاون سارا، او ڪشف ڪنون نہ رجيندي
پير اتي وچ دعوت پڙهدي، ڪشف قبور سڏيندي
اهو ڪشف ڪماوڻ نهين فقيري، "شاهہ رڪيل" او سالڪ نهين سليندي

## بيت (21)

هٿ پير هميشہ ڏوندي، مشڪل دل دا ڌو وڻ
سجدي ڪردي گس ڳئي متي، تڪبر هستي هووڻ
مسلي ڪر ڪر واعظ سڻاون، روز ڪريندي رووڻ
دم ڪماوڻ تي يار ريجهاوڻ "شاهہ رڪيل" تي من وچ موتي پووڻ

## بيت (22)

تڪبر فخر وڏائي خود پرستي، اپڻا آپ وڏاوڻ
غير اندر داڪينا ڪاوڙ، افراد عمر نياوڻ
مين ڪون مارڻ مشڪل ڏاڍي، خام خودي ڪون ڪاوڻ
بادي ناري آبي خاڪي، چارئي عناصر ڇوڙ وجود وڃاوڻ
فقيرين باجهون ڪنهن نہ سڃاتا، "شاهہ رڪيل" راهہ تي رب سڃاڻڻ

## بيت (23)

عقل دا اوکا پنڌ اجايا، هو وڻ هي وت هستي
نال دنيا دي عمر وڃاوڻ، داغ نہ لهندا دستي
وحدت باجهون نفس نہ مردا، حرص هويا وت ڪستي
عشق وڪاوي راهہ حقيقي، "شاهہ رڪيل" او محو هووي وچ مستي

## بيت (24)

عشق آيا ٿئي روشنائي، تت ڳيا عقل دا اختيار
عقل پيادا ڪاوي تڏي، عشق تيا هسوار
جا منزل تي عشق پڄيندا، اٿاهين عقل تيا بيڪار
ڪيا بيان صفت سچي عشق دي، "شاهه رڪيل"، نهين لکڻ ڪرڻ شمار

## بيت (25)

علم عقل ايمان تيئي، تابع عشق دي
علم پيدا عشق ڪنون، باطن والي سهي ڪريندي
اٿان عقل دي جاءِ نهين، جتان عاشق قدم ڌريندي
اسلام ڪفر هر صورت وچ هڪ ڏٺوني، "شاهه رڪيل" دم اناالحق مريندي

## بيت (26)

اوڪا ڪم ايمان سڃاڻڻ، اتي ڪي سلامت نيندي
بي رنگ بازي پٽري يار پياري، اٿ غازي گام پريندي
امانت سانيڻ مشڪل بازي، ڪي صابر صبر ڪريندي
سچي سيئي سڏيسن، "شاهه رڪيل" جي وچ عشق دي سر ڏيندي

## بيت (27)

اوڪا راهه فقردا مشڪل، جگري جسم جلاوڻ
تڪبير فنافي الله والي، موتو مام جڳاوڻ
رنج محنت ٻاجهون حال نہ ٿيسئي، درد ون دم ڪماوڻ
اسرار حقيقي، حق سڃاڻڻ، دل وچ جهاتي پاوڻ
ترڪ وجود واحد ٿيوڻ، "شاهه رڪيل" اوڪا نينهن نڀاوڻ

## بيت (28)

خون جگر دا پيوڻ مشڪل، ساڏو ڪوڻ سڏا وي
لڄ نهين لاڦان نفس مريندا، تڪبر بار انا وي
ڏگهيان دليلان ڪوڙي خطري، ٻه ٻه آپ وڏا وي
صوفي صاف تڏاهين ٿيوي، جو خاص خودي ڪون ڪاوي
فقيرين ٻاجهون سمجهڻ مشڪل، "شاهه رڪيل" سو دل وچ دوست سماوي

## بيت (29)

سورهه سرتلي تي چاون، باري سخت ڪشالا
مارن نفس تي ڪرن لڙائي، هڪ دم نه ڪريندي ٽالا
زهد وچون او ذات سڃاڻن، شوق تنهين ڪون شالا
صوفي صاحب صفائي سمجهن، "شاهه رڪيل" هڪ دم دم نال سنيالا

## بيت (30)

لک هزار مبارڪ تنهن ڪون، دل جنهن دي پوري
اها امانت عشق الاهي، او مست هوئي منظوري
حق حقيقت سچ سڃاڻن، صاحب دل صبوري
سالڪ ٻاجهون ڪوئي نه سمجهي، "شاهه رڪيل" او دم مريندي دوري

## بيت (31)

نفس نجس نادان، بد بخت ندور انسي
گيڙو پاتم گودڙي، اتي حال فقيري هسي
آون به عشاق ايوين، چئو طرفون طالب تسي
ڪري ظهور ا ذاتي والا، اتي راهه رباني ڏسي
مريد صادق تي مرشد ڪامل، جيوين لوها پارس گسي
روز رباني رحمت "شاهه رڪيل" تي شهر فتح پور وسي

## بيت (32)

نفس پليت دي رات ڏينهان، هي نال اساڏي ڪستي
دلبردي در ٻار ڪنون، هي داد ٿيوسي دستي
گنج خزانا الف مليوسي، هٽ ڳئي هي ڪُل هستي
فنا ڪنون لنگهہ بقا ٿيوسي، مئخاني وچ مستي
پرنور ميرانپور، وچ مرد مليوسي، "شاهہ رڪيل" هڪ وحدت والي وستي

## بيت (33)

عاشق ٿيا مشتاق تڏان، جڏان اٽڪن چٽڪن نين ڏونهين
سال گذار ساعت ڄاڻن، عاشق تي معشوق ڏونهين
مريد صادق مرشد ڪامل، طالب تي مطلوب ڏونهين
شب روز ڄاڻن خوف رفيقي، غالب اتي مغلوب ڏونهين
ساقي هووي جام پلاوي، حسن حسين شهيد ڏونهين
"شاهہ رڪيل" دا شا فع هوسي، مير محمد هر دوجهان ڏونهين

## بيت (34)

ايريا يي چنب، ٽئي روشنائي
عاشق شدي عشق والي، وتن ننب وڃائي
بادشاهہ بہ گداگر هووي، عشق ڪيتي ڪردي شهر گدائي
چوڙ خودي خريد تي، "شاهہ رڪيل" تو ڪيوين عمر گوائي

## بيت (35)

درد وندیان نون درد هميشہ، سڪ ثمر ڪتوني
الفي پا عشق والي، اتي جٽيا توڙ سنيوني
جٽيا يي آکن دنيا ڪون، مستي نال مٽيوني
راهہ بہ ڪلي تنهان دي، "شاهہ رڪيل" ذاتي ذڪر پڙهيوني

## بيت (36)

جان كدن دي تلخي هوئي، او سكرات كنون نان ڏردي
خائف خوف قبر دا زاري، اٿ زابر گرز مريندي
هيكل بار آيا سر ڪلها، اپڻي كيتي آپ پريندي
جنهن مرشد مولا من كمايا، "شاه رکيل" او اتان ياد كريندي

## بيت (37)

عشق كٺاها ٻاليا، تڙكن درد ونديان دي داٹي
بي دردان نون كل نہ كائي، گذري عمر اتي كانه كماٹي
جنهن مولا مرشد ياد نہ كيتا، اهي ڳئي محروم نماٹي
كچ كماوڻ كوڙ وهاوڻ، "شاه رکيل" او سمجهن اهل فقري سياٹي

## بيت (38)

دلبر يي دل اسا ڏي اُتي، شب روز كريندا ماٹي
منزل وڏي اتي قوت تولي، ميڏا حال هكو رب جاٹي
وات اٹائي پنڌ جبل دا، ميڏي روندي نيڻ نماٹي
جوگڻ تيسان جانب كيتي، "شاه رکيل" جو مليم يار تكاٹي

## بيت (39)

عشق لڳا تي عجب هويا، ٻه گوشي تي گذريندي
حرص هواتي هئبت حيرت، نال عمل اتريندي
جاوت جنگي فوج جسم دي، جائي خطري خام مريندي
هويا حال حقيقت تنهان كون، دستون ساقي سرك پريندي
ڏونهين جهان تڏاهين وسري، "شاه رکيل" سر گهوليانهين وريندي

## بيت (40)

منم خاڪ اتي تنم خاڪ، او بسم بيوت مليجي
صوفي صاف سڏاوڻ مشڪل، هر رنگ وچ رليجي
دل جڳاوڻ تي منصب پاوڻ، تيون ڪڪ ڳلي دي
هر طوراتي او سير تيا، "شاهہ رڪيل" سو ڪيوين سخن سليجي

## بيت (41)

الست ڏهاڙي وضو ڪتوسي، اها عادت عشق سڪالي
ارواح تڏاهين پاڪ تيوسي، لڳم محبت مولا والي
ڏووڻ پووڻ وسر ڳيا، هڪ دم نہ هوندا خالي
توبہ تقوا ترڪ ڪتوسي، ڪيا وت جمال جلالي
ڪر ياد پرين ڪون سچ سڃاتم "شاهہ رڪيل" اتي لتم ڪشف ڪمالي

## بيت (42)

من مصلا جسا جامي، ڪيتم تن تراب
غير دليل تي خطري ڪوڙي، پنم شڪ حجاب
فائينما تولو فثم وجه الله هر صورت وچ ڏٺم عين ثواب
"شاهہ رڪيل" عشق لا جواب جو پسنديئي پرڪا ٿئي

## بيت (43)

ساري روءِ زمين اتي دلبر ڦوليم، هرگز نظر نہ آيا
جڏان وچ دروني جهاتي پاتم، مين اعظم اسم ڪمايا
لاحد ميدان محبت والا، ني عشق اتان پهچايا
لامڪان لامذهب صوفي "شاهہ رڪيل" اهو باطن علم پڙهايا

## بيت (44)

هڪ دم دم نال نماز پڙهيندا، فرض حقيقت پوري
عشق وڪايا دل وچ ڪعبا، نهين حاجت حج ضروري
اناالحق حضور ٿيوسي، دم مارڻ تي منصوري
عشق نهين منيدا، "شاهه رڪيل" ڪرامت ڪشف قلوب قبوري

## بيت (45)

عشق ڪنون وت عاشق ڄاڻن، ڪيا ڄاڻن تي نفساني
اي جهان مڪان فنادا، نہ رهسئي نفش نشاني
نصيب ٻاجهون ڪجهہ ناٿيوڻ، جو ڪجهہ لکيا قلم رباني
درياءِ رحمت دي وچ مارن غوطا، "شاهہ رڪيل" پيون آب حيات دامي

## بيت (46)

جان جان ساقي عشق نہ ٿيوي، محنت رنج نہ ليسين
خون جگر دا پيوڻ مشڪل، صاف سچا مول نہ ٿيسين
فڪل فريب حجت هستي، پاڪين ڪولهہ نہ ٻهيسين
دل صفاءِ داد تڏاهين ٿيسئي "شاهہ رڪيل" جي رمز حقيقي وچ رهسين

## بيت (47)

نال نصيب نہ هووي جنهيندا، تنہ نکون ڪيا ڪجهہ آک سٽيجي
نصيحت اثر نہ هووي جتان، تنهن دي کهڙي ڳالهہ ڳٽيجي
جتان عشق نہ رتي نہ هوسي، اهو ڪيوين انسان ٻٽيجي
ڪر مطالع دل وچ ياد هميشہ "شاهہ رڪيل" اتي هڪو الف پڙهيجي

## بيت (48)

پرجوش جڈان وت عشق مچايا، کيتم سير صفاتي
دستون پيريمغان دي پيتم، پيالا آب حياتي
وحدت نوش کيتم دل روشن، جهاتي دي وچ جهاتي
هر رنگ دي وچ حاضر ناظر، ڈٺم ظهورا ذاتي
ناهہ انهين وچ نفي تيوسي "شاهہ رکيل" تي آپ تيا اثباتي

## بيت (49)

دنيا هي دورنگي، ول ول خيال متيندي
سي هزار دليلان آون، ڳٺتي نال گهتيندي
هي وت زيب زماني دا، جو چنگي مرد چٽيندي
فقير ويچاري منگن دعائين، "شاهہ رکيل" جو چتي تپ ڦتيندي

## بيت (50)

موتين دا قدر شراف ڄاڻن، کيا ڄاڻن تي نفساني
فکر فنادا کنهين نہ ڄاتا، نہ کوئي نقش نشاني
جت کت غلبا نفس مچايا، هر هک کون حيراني
کمزي کل کمبختيان نون، دل کوڑي ظاهر لباس زباني
عاشقين ٻاجهون کنهن نہ سڄاتا، "شاهہ رکيل"
مطلب تي مقصود درباني

## بيت (51)

جستن غلبا عشق مچايا، اسکون کون هٽاوي
وجود وڃاوڻ جان جلاوڻ، کون اهو ڏک پاوي
اهو دانش مند دليل وڃاوي، تي يک دل هک الف کماوي
سرت سچائي سالک تيوڻ، "شاهہ رکيل" تڈان فقير سڈاوي

## سي حرفي پهرين

### (الف)

الف اول اور تون، رک دوست سان هي دلبري
کر کمائي قلب سان، هي درد جي کولي دري
تان ٿيئي راحت روح کي، خوب خوشبوءِ خوشتري
حال ٿيئي حاصل تڏهن پوءِ علم لدني اکبري
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل اوٿي صفا، تون ياد کر الله کي

### (ب)

بي پلا هي پول پنج تون، نفس نافرمان جو
چوهيون چکيون ڦوهيون ڇني، من مارجي ماريو منو
توبہ سندي تنبيہ سان، ماري نيئي مردن کنو
ٿيا رسيلا راهہ سان، تن پيچرو پرجو ڏنو
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل اوٿي صفا، تون ياد کر الله کي

### (ت)

تي تکيو طالب تڏهن ٿئين، ويهہ هٿن نان وسيلو
سر مٿي سوري ڏسي، حيران حيرت هکلو
سر بنان ناهي سهانگو، کو بڇڻ جو ٻئو بلو
کنهن مرد جي محبت وٺي، ڏس عشق جو ظاهر ضلو
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل اوٿي صفا، تون ياد کر الله کي

(ث)

ثي سهي ثابت اندر ۾، پچار پرين جي پئي
کائڻ سمهڻ سڀ زهر ٿيو، لڳو نينهن ننڊ نيڻن وئي
عشق جي منزل ڏکي رڻ روهه هورڪ جي رئي
جن پڌو سندرو سچو، ساءُ تن لڌو لوچي لهي
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهه کي
سمجهه دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ج)

جيم جانب تون بنان گذران، ڏورڻ هت ڏکيو
هو مرد پيا وڃي مامري، سر نہ ڇاڻن سو سکيو
راضي مٿي هو رب رضا، تقدير مون جي ڪجهه لکيو
ڪن ڪمائي قلب سان، هي درد جو ڀاري چکو
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهه کي
سمجهه دل اوٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ح)

حي هنئين هيبت لڳيم، شبروز ٿي دانهان ڪيان
ڪين ڇاتم ڪيم سمجهيم، ڪين جو پيالو پئان
نانهه ڪيون هن نفس کي، آهيان اتي آءُ نان ٿيان
هي دانهه دلبر دل سندي، ساءُ تون بنان ڪنهن کي ڏيان
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهه کي
سمجهه دل اوٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(خ)

خي خبر هي خاص مان كون، كو پرين جي پنڌ پڇي
جھوري جھجھڙ تنھن جوش ۾، لون لون اندر ڇاتي لڇي
هن عشق جي آ ويڙ ۾، كو سر ڏيئي سورھ اڇي
تنھن سكر جي سير كون، باكو بهادر تي بڇي
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راھ كي
سمجھ دل اوتي صفا، تون ياد كر الله كي

(د)

دال منھنجي دل سڃاتو، داغ سيني سڌ سهي
سركي سڃي تنھن سوزجي، منجھ رمزرانول جي رهي
تو دوست جي تہ فراق ۾، ساري عمر وڻڻم وهي
في الدارين ۾ فرمان تنھنجو، سولڌم لوچي لهي
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راھ كي
سمجھ دل اوتي صفا، تون ياد كر الله كي

(ذ)

ذال ظاهر ذات ۾، سر پاڻ ۾ پنھنجو پڇاءِ
ڏك اكيون ڇئو ڏيئون انهي سان، قلب جاري كجھ كماءِ
چقمق چواتي چڻگ چولي، دل درد جون دونھون دكاءِ
پوءِ مليندين هٿ ٻئي، كر هوت لئي تون هاءِ هاءِ
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راھ كي
سمجھ دل اوتي صفا، تون ياد كر الله كي

(ر)

ري وڃي رهبر وٽم، منجهه جهوڪ جي هو قربدار
تنهن ڏسيو هڪ الف مانڪي، ورق واري ٻيا وسار
هڪ وٺي ٿي هيڪل، ڪرياد ذاتي ٿئي مدار
عبد منجهون احد ڇاٽم، سير سارو سر ستار
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهه کي
سمجهه دل اوٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ز)

زي ظهورو زات جو، ڇاتي اندر سو ڪيئن ڇپي
سچو خزانو عشق جو، ڪمتي نه ڪاڏنهن ڪيئن کپي
وون سمنڊ جي ويروانگي، هي حال تنجو نان هپي
درويش جي دل ريش آ، جيئن چاڪ زخمي پيو چڪي
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهه کي
سمجهه دل اوٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(س)

سين تون صدقي سسي، سي ڪئن نه ڪاريهر ڪندا
تنهنجي ساز خوش آواز تون، طالب طلب مولا سندا
جيءُ جڳائن جوش سان، لائق وڃي ٿيا لڪ بندا
ترت توبه تن ڪئي، منظور ٿيا ميرا مندا
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهه کي
سمجهه دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

## (ش)

شين شريعت شان تن جو، تابع مجن سي هٿ ٻڌي
منجهہ طريقت ماهيت، تعريف تو صاحب سندي
هوَ حقيقت ۾ هليا، لاهوت ۾ لائق لنگهي
تا ڏکن ساءِ معرفت، اسرار سارو احمدي
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل اوتي صفا، تون ياد ڪر الله کي

## (ص)

صواڏ ثابت سي نہ ڄاڻن، زهد زاهد ظاهري
سير سارو سي ڇپائين، قلب ۾ هو نادري
درد ۽ ڏک سوز ۾، هو صبر وارا صابري
هجن هميشہ هوت لئي، حضور جي هي حاضري
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل اوتي صفا، تون ياد ڪر الله کي

## (ض)

ضواڏ ڏک جي هي ضلالت، سُڌ نہ ٻي ڪنهن کي سڻاءِ
سنڌان ڪيون سڌڙيا اچن، ڇڻو حلق تي خنجر وهاءِ
ڪسڻ ٻنان ڪين لهندين، سر مٿي سختي سهاءِ
ساڻ اتڪل جي اجايو، پير هن پڙ ۾ نہ پاءِ
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل اوتي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ط)

طئي ترهو تار ۾، وحدت واراسي ڪئين وڻن
سچ سمنڊ جي سير سي، سووات واڳون پئا وڄن
قلزم ڪارو يار ۾، تنهن لهر ۾ هو پيا لڙهن
بحر ڪُن بيچون جي، ڪائي ڪنڌي ڪاڏنهن لهن
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ ڪي
سمجهہ دل او تي صفا، تون ياد ڪر الله ڪي

(ظ)

ظئي هن ظلمات ڪون، سوجهي لڌائون سوجهرو
قلب جاري طبق روشن، صحن دل جو موڪرو
اپ سمورا دل اندر ۾، ظاهر ڪنداسي ڪئين ذرو
واحد الوجود هُو، ولايت عشق وارن آسرو
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ ڪي
سمجهہ دل اوتي صفا، تون ياد ڪر الله ڪي

(ع)

عين عادت عارفن جي، جوشؔ ۾ ڪئين ويا جلي
محو محبت ۾ هميشہ، راحم ويا روحي رلي
خد خداءِ جي خيال ۾، هو غرق وحدت ۾ ولي
جڏهن پر توو پر جو پيو، تڏهن عشق آيو اڄ يلي
ڇڏ وڃائي خا خطرا، جي رسين هن راهہ ڪي
سمجهہ دل اوتي صفا، تون ياد ڪر الله ڪي

(غ)

غين غفلت غير کون، هو پاڙ کون پاسي ٿيا
سڌ تنهين کي سور جي، هي عام ڄاڻن ڇا پيا
تهدل هواسي ترڪ ۾، جا عمر جي ڪجھ جيا
عشق سان جيڪي اڙيا، موتيا نہ سي ورهن ويا
ڇڏ ويچائي خام خطرا، جي رسين هن راھ کي
سمجھ دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ف)

في فڪر فاقيو فقيري، فهم وارن فائدو
سٽ پڙهياسي سُور جي قائم ڪيائون قائدو
هادي هدايت دل سچي، هي ورھ وارن واعدو
جي ٻڌا هن ٻول سان، ساءِ ٻن وڃي لوچي لڌو
ڇڏ ويچائي خام خطرا، جي رسين هن راھ کي
سمجھ دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ق)

قاف قلبي ڪس لهي، تان لھ تون ڪنجي قدرتي
غير دل جو دور ڪر، هي ڏس حڪايت حڪمتي
جي بهشت ۾ پاڻو لهين، رت روتان ملندءِ رتي
جان جيئن جل جوش ۾، ڏس نہ هي سردي تتي
ڇڏ ويچائي خام خطرا، جي رسين هن راھ کي
سمجھ دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ل)

لام لاجي لذت چکي، هي دل سچي جائي جڳاءِ
واصل بالله ٿي غير غفلت، وهم خطرا سڀ وڃاءِ
زهد ذاتي ضعف سان، هي درد جاري دل ڪماءِ
تان ٿي مقصود حاصل، سر صحيح ڪر خود خداءِ
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ ڪي
سمجهہ دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله ڪي

(م)

ميم محبت محمدي ساءِ، جن چکي سرڪي سچي
دائمي در ٻار جا، دربان ٿيا پختا پچي
صاف ٿيا صوفي سچا، سدا عشق ۾ آيا اچي
ڏسن ظهورو ذات جو، هو مرد ٿيا مخفي مچي
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ ڪي
سمجهہ دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله ڪي

(ن)

نون نازڪ يانبي تون، انبيا آخر زمان
تنهنجي سچائي سيدا، فردوس ڪيو آڳي انعام
معراج تي يا مصطفيٰ، ٿيا ملڪ تابع سڀ تمام
چوڏهن طبق فرمان ۾ بيمثل تنهنجو ٿيو بيان
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ ڪي
سمجهہ دل او ٿي صفا، تون ياد ڪر الله ڪي

(و)

واءُ وحدت مون نہ وسري، تان جان عمر جند پئي جکي
کين هان کمزور کاهل، هيءُ ڏيل منهنجو پيو ڏکي
کيئن کيان کاڏي وڃان، پلئي عشق پيو منهنجي پکي
فکر ۾ تہ فراق ۾، دل دردَ جوُ دونهون دکي
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل او تي صفا، تون ياد کر الله کي

(هہ)

هي پرائيم حال هيٺون، عشق جي آزار ۾
سر ڏيئي سودو سچو کر، برهہ جي بازار ۾
گم وڃي غوطو ڏيئي، قلزم کارونيار ۾
ڦوٽو انهين آن آب جو، ڏس کولي اکيون اسرار ۾
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل او تي صفا، تون ياد کر الله کي

(ل)

لام لاهوتي پڙهن سي، شان وارا شرم دار
پل نہ هوياسي هجن، دوست کون هي دم نہ ڏار
جن سڃاتو پاڻ کي، سي ٿياهو برد بار
پنهنجي خودي ۾ خود غرق، هوبي نہ کن کنهنجي پچار
چڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل او تي صفا، تون ياد کر الله کي

(ع)

الف آهہ جنجي اندر ۾، سي جُهريا جهوري جهجن
ڏجن ڏاءِ الله جي، سي سهج کون سک نا سمهن
حال هيٺو هي سندن، ٻي نہ ڪا ٻولي ٻڌن
توحيد جي تنوار سان، هو قلب سان ڪلمو پڙهن
ڇڏ وڃائي خام خطرا، جي رسين هن راهہ کي
سمجهہ دل او تي صفا، تون ياد ڪر الله کي

(ي)

يي يڪائي يادتن کي، لا الا الا الله
هي حڪايت هوت جي، ڪن جهد سان جاري جفا
جاڳن سهي سي جارسان، هو مرد ٿيا وڃي مقتدا
"شاهہ رڪيل" تن صفا اومن صفا، قولي محمد مصطفيٰ

## سي حرفي ٻين

(الف)

الف اور اندر ۾، سدا فڪر فقيرن
اوجاڳا اکين کي، دل ۾ مچ ٻرن
فاني تنهن فراق ۾، جهوري منجهہ جهرن
اهي وينا رب گهرن، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ب)

بيئون پولو نفس جو، پيچي ڪن پورا
ڪوڙ وڃائي سچ لڌائون، اصل عاشق هئا گهورا
قلوب المومنين پوش پهريائون، جيءَ جسي جورا
اهي پرين جاتورا، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ت)

تيئون توبهہ تن ڪي، ترس تنهين آيو
هلن هيٺائي حال سان، تن پاڻ نہ وڏايو
ان الله علي ڪل شيءِ قدير، مٿئون سڀ ڪنهين سعيو
ڏسي رمز پرين رايو، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ث)

ثيئون سرڪي سوز جي، پيتي پياڪن
قاتل ڪيف ڪلال ڪنئون ورتي وحدت ويراڳن
وحده لا شريڪ لہ، انهين ڏاءِ ڏڄن
ٻيون ڏيئي ٻن، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ج)

جيمئون جلن جوش ۾، هيئين ساڻ هلن
سڪ سنڌو ئي نہ ڏئي آيون اکيون اوجاڳن
النوم الغفلت غير محب حرام، سي ڪيئن سڪ سمهن
پوءِ اهڙي ريت رون، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ح)

حيئون حيرت هوش سان، سچن سچاتو
پرجهي ڏنائون پاڻ ۾، ڇاڻي تن ڇاتو
فنفخت فيہ من الروحي، اهو نينهن لڳن ناتو
تن اندر اوراتو وڃي ملياسي مطلوب سان

(خ)

خيئون خوشي خوف ۾، ڪيائون تن تراب
ستان ئي سورن جون، اهو برهہ پڙهايم باب
موتو قبل انت موتو، تن تئون مرڻ لاجواب
اهي لاهي حرف حجاب، وڃي ملياسي مطلوب سان

(د)

دال داغ پرين جو سيني منجهہ سماءِ
وسري ڪين وجود ڪنئون، اندر زخم وڏو آه گهاءِ
فاذڪروني اذڪر ڪم، سندن شان شجاع
اهي لوچي ڏسن لقاءِ وڃي ملياسي مطلوب سان

(ذ)

ذال زهد ذاتي، ويهن قلب ڪري
طمع ٽڙيائون توڙڪنئون، پاڻ ٽيام پري
لامقصود في الدارين الاهو، اهو ڏسن ڏيان ڏري
تن ڪي من ۾ مچ ٻري، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ر)

ريئون رُخ پرينءَ جو، سجدو سدائي
مونا اٿن محراب، جسو جامي تن جائي
وفي انفسکم الفلا تبصرون، ڪن تا ڪشفون ڪمائي
اها سندن سچائي، وجي ملياسي مطلوب سان

(ز)

زي لنگهيا ظلمات ڪنئون، فڪر ڪيا فاني
سوجهي ڏسن سوجهرو، لهن اهي لاثاني
الـ انسان سري و انا سره، ڳجهه ۾ آيو انسان
دل ۾ دلبرُ دل جاني،وجي ملياسي مطلوب سان

(س)

سين سڪ پرين جي، هڪ پلڪ نہ ٿئي پري
سدا سارن ساهہ سان، تن جي ساعت ڪين سري
قالو ابليٰ ڪيائون، دل ڪوڪان تي مُ ڪري
پوءِ انهي زوق ذري، وجي ملياسي مطلوب سان

(ش)

شين شڪر گذار، رهن رضا تي راضي
محنتي منظور ٿيا، اگهي تن آزي
والله مع الصابرين، وجي گذياسي غازي
چڏي دئي جي بازي، وجي ملياسي مظلوب سان

(ص)

صعاد سورن واريون، جلن ۽ جاڳن
هر ڪا پٽي پاڻ ڪان، هي ڪنهن ڪي ڪين چون
ونحن اقرب اليہ من حبل الوريد، اهو آيو راڳ رڳن
اِهي مرجائڻي مرڪن، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ض)

ضعاد ڏسن تا ڏک ڪي، تن ڪي سک نہ سيبائي
اندر الانبو عشق جو، ٿو ماتم مچائي
لن تنالو البر حتيٰ تنفقوا، پاڻ ويهن وڃائي
تن ڪي سچ ٿو سمجهائي، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ط)

طوئي توڪل تن ہڏي، منجهون شوق شتاب
تابع ٿيا شريعت جي، ڏسي ڏوهہ ثواب
هلن حقيقت حال ۾، محب معرفت ماب
ہڏي گيڙو گل گلاب، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ظ)

ظوئي زڪر زهد سان، ڪن تا قلبون ڪمائي
حرف پڙهيائون هڪڙو، تن پاڪيزي پائي
يول پيچي بي نفس ٿيا خودي ڪي ڪائي
اهي سارن سدائي، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ع)

عين عادت عارفن جي، ڪنهن سان ڪين سلن
هڪ سڪونت هيو صبر، تيون شرم وڏو آه تن
سو نوائي سجدي ۾، مٿي اکيون ڪيئن کڻن
پوءِ اهڙي پوئن پٽن، وڃي ملياسي مطلوب سان

(غ)

غينون نقطو غير جو، هي سياهي ڪيئن لهي
مهميزان مارن جون، مٿئون سر سهي
تڏهن اوجر اڇي دل ٿئي، هڪ ذاتي خيال رهي
دل ڪلمي ساڻ وهي، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ف)

فيئون فاقيوتن ڪي، جيڪي وڻج ڪيوم وڻن
وڏي تنهن واپار ۾، سر جو سودو ڪن
ساڻ سلامت تن جو، جيڪي امانت سلامت نين
اهي سچائي سڏجن، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ق-ڪ)

ڪاف پياسي ڪين ۾، ڪينون ڪين چون
جن جي جنگي جسم سان، سي سختيون سور سهن
بنان محنت رنج جي، اهي مرد ڪيئن سڏجن
عاشق سوري سيج ڏسن، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ل)

لام لا جي لون لڳي، جلي جيءَ جکي
داغ پرين جو درد ٿو، دل منجهہ دود دکي
لکيو لوح قلم کون، پيمر پلئي عشق پکي
او هي ڏکيون ڏيل ڏکي، وڃي ملياسي مطلوب سان

(م)

ميمر منو آهہ من ۾، محبت جو ميدان
صحن دل جو سوجهرو، سڃاتمر سبحان
هدايت جنهن جي هٿ ۾، سوهادي حق حقان
هي لاهي شڪ گمان، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ن)

نون نظارو نينهن جو، کي معنيٰ ڪن مهمير
ڪيميان جنجي قلب ۾، سي پچن نا اڪسير
وحدت سمنڊ سمايو، ناهي نهايت ڪرڻ نظير
اهي فاني ٿيامر فقير، وڃي ملياسي مطلوب سان

(و)

واءَ نہ ويلهو وڄ تي، تن کي منزل جو الکو
پنڌ سچائي سڪ سان، اٿن جيءَ اندر جُهلڪو
ويڙهي ويمر وجود کي تنهنجي حسن جو حلقو
سون گلن ۾ گل ڪو وڃي ملياسي مطلوب سان

(هه)

هيئون حسن هوت جو، تيم ثاب ، صفاتي
صورت رنگ سچڻ جو، تو انساني پاتي
فانيما تو لوا فثم وجه الله، ڏنم ظهورو ذاتي
اها جهاتي ۾ جهاتي، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ل)

لام نه لکن لڄ کنئون، لٿن اکين جو اولو
لوچي هن لڙاٽ کنئون، پڳائون پولو
عقل ڪثرت کون لنگهيا، تين وحدت وندولو
اها جهڪ لنگهي جهولو، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ء)

الف ڪمائي اظهار ٿيا، تن جي ملڪ ڏين گواهي
واندا ويهن ڪينڪي، تن کي سک نه ڏئي ساهي
اڇي دل ۾ عشق آيو، جهل پڄي ٿيو راهي
اهي شان پريا شاهي، وڃي ملياسي مطلوب سان

(ي)

يي يڪائي يار سان، ٻيا دل کون وهم ويا
رمزلڳي "رکيل شاهه" چوي، منهنجا سيئي سور ساب پيا
نيت ٻڌايم سچو سندرو، تو قربون کم کيا
منجهون فڪر فهم نهيا، وڃي ملياسي مطلوب سان

# كلام جي تفصيلي فهرست

(چ)



(ڇ)



(ح)

## (خ)



## (د)

## (ڌ)



## (ڏ)

## (ش)

(غ)



(ف)



(ڪ)

(ک)



(گ)



(ڳ)

## (گهہ)



## (ل)



## (م)

## (هـ)

## (ي)



☆☆☆



روضو مبارڪ حضرت سيد رڪيل شاھ صوفي القادري
حضرت سيد چيزل شاھ صوفي القادري
درگاھ فتح پور شريف